# سياست
# سينيما، شخصيتون

ڊاڪٽر ناظر محمود



# سياست، سينيما، شخصيتون

ڊاڪٽر ناظر محمود

ترجمو: اسلم خواجه

# پنهنجي والد محمد رشاد جي نانءُ

جيڪو هڪ اورچ پاڙهو ۽ سچو ترقي پسند آهي، جيڪو 1940 واري ڏهاڪي ۾ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا ۾ شامل ٿيو. اڄ نوي ورهن جي ڄمار تي رسڻ تائين هو سيڪيولرازم جي نظرئي جو پرجوش پيروڪار هئڻ سان گڏوگڏ هڪ اهڙي دنيا جا سپنا ڏسندڙ آهي جيڪا سرحدن جي پنجوڙ کان آجي هجي. سندس سڌ آهي ته اسانجي دنيا مان جنگ ۽ استحصال جو انت ٿئي ۽ ان ۾ خوشحاليءَ جو واءُ گهلي.

هن منهنجي اندر سکڻ، پڙهڻ ۽ لاڳيتو ڄاڻندو رهڻ جي پتوڙ ۽ شوق جي آبياري ڪئي.

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | | سياست، سينيما، شخصيتون |
| ليکڪ | : | ڊاڪٽر ناظر محمود |
| ترجمو | : | اسلم خواجه |
| ڇاپو | : | 2021 |
| ڳاٽيتو | : | 500 |
| قيمت | : | 800 رپيا |

چار عورتون جن جو خاص تورو مونتي قرض آهي

رشيدا بيگم : جنهن مونکي جنم ڏنو

صنوبر ناظر : منهنجي زندگيءَ جي ساٿياڻي

ذکيا سرور : منهنجي اُستاد

۽

فرح ضيا : منهنجي ايڊيٽر

# فهرست



## سياست

## سينيما

## شخصيتون

# ڪجھ ليکڪ ۽ ڪتاب بابت

# ڏاڍ ڏمر جو ناظر

- زاهدا حنا

منهنجي ڏيءُ سحينا هاڻ جاڙن شهرن يعني پنڊي ۽ اسلام آباد ۾ رهي ٿي. سنڌس سنگي ساٿين جو دائرو انتهائي وسيع آهي ۽ خاص طور تي منهنجن دوستن سان پڻ سنڌس چڱي ڏيٺ ويٺ آهي. تنهن ڏينهن اسلام آباد جي موسم گرم هئي ۽ ان کان به وڌيڪ گرم ڳالهيون اُن محفل ۾ ٿي رهيون هيون جنهن ۾ اسانجي پراڻي دوست ناظر محمود جو ڪتاب Politics, Pictures, Personalities بحث هيٺ آيل هو. اِهو ڪتاب تازو ئي شائع ٿيو هو ۽ دوستن جي ويچار هيٺ هو. محترم اشفاق سليم مرزا، ماروي سرمد، حارث خليق، حمرا خليق، افراسياب خٽڪ ۽ ٻيا به ڪيترا ان ڪتاب تي پنهنجا ويچار ونڊيندا رهيا. تنهن رات ناظر ۽ صنوبر وٽ هڪ شانائتي دعوت هئي. شبانا حارث اُتي صنوبر جو هٿ ونڊائيندي نظر آئي. ناظر مونکي پنهنجو ڪتاب تقريب ۾ ئي ڏنو هو. آءٌ انجا ورق اٿلائيندي رهيس ۽ اهي شاندار ڳالهيون ٻڌندي رهيس جيڪي تيزيءَ سان بدلجندڙ سياسي حالتن بابت هيون.

ناظر پنهنجي ڪتاب ۾ پاڪستاني سياست سان گڏوگڏ ميگناڪارٽا، سوويت يونين جي ٽوڙ ڦوڙ، چين جي ثقافتي انقلاب ۽ ٻن غريب ملڪن جي اميراڻي شوق يعني ائٽمي هٿيار حاصل ڪرڻ جهڙن

معاملن تي لکيو آهي. هيءَ سندس اُهي ڪالم آهن جيڪي هُن هڪ انگريزي اخبار لاءِ لکيا هئا. جيستائين ڪتاب جي پهرين ڀاڱي جو تعلق آهي ته انهن موضوعن تي اسانوٽ صبح شام لکيو ٿو وڃي پر ناظر جن فلمن ۽ شخصيتن بابت لکيو آهي، سو اسانکي گهڻو ڪجهه سوچڻ تي هرڪائي ٿو. اسانجو نوجوان نسل جيڪڏهن بهتر انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ پڙهي ٿو ته اُهو انهن فلمن ۽ شخصيتن کان واقف آهي پر اڙدو-سنڌي ميڊيم اسڪولن ۾ پڙهندڙ انهن معاملن کان عام طور تي اڻڄاڻ ئي رهن ٿا. هيءَ اُهي ڳالهيون آهن جن سان واقفيت اسانجو ذهني وايومنڊل وسيع ٿيون ڪن ۽ اسانکي کوهه مان ڪڍي دنيا جو شهري ٿيون بڻائين.

ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ بي بي سيءَ جي سڪندر ڪرمانيءَ جي دستاويزي فلم "مشال خان: ڊاڪيومينٽري آن ڪيمپس" سان ڳالهه جي شروعات ٿو ڪري ۽ پوين ٻن سئو سالن دوران امريڪا ۽ ٻين ملڪن ۾ مذهبي تڪرار ۽ نسلي متڀيد جي بنياد تي بيگناهن، خاص طور تي ڪاري چمڙي وارن ۽ يهودين کي سنگسار ڪرڻ واري نازڪ ۽ ڏکدائڪ موضوع تي ٺهندڙ فلمن کي ويچار هيٺ ٿو آڻي. هو انهيءَ بيانئي ۾ KKK يعني ڪوڪلڪس ڪلين جي دليلن کي سامهون ٿو آڻي، جن موجب ڪاري چمڙيءَ وارن کي سنگساريءَ وارو غيرانساني ورتاءُ انصاف ڀرياندڙ هو.

اسان وٽ مشال خان جي بيرحماڻي قتل ماڻهن کي چرڪائي وڌو ۽ گهڻن ئي ماڻهن کي ان ڳالهه جي آنڌ مانڌ ٿي ته هو هجوم هٿان قتل ٿيندڙن بابت ڪجهه ڄاڻن. اِهي ڳالهيون سولائي سان سامهون نٿيون اچن. ناظر پنهنجي ڪتاب ۾ هجوم هٿان قتل ٿيندڙن تي ٺهندڙ فلمن بابت تفصيل ڏنا آهن. هو "برٿ آف اي نيشن" جي وراڻيءَ ۾ ٺهندڙ فلم Enemy within our Gates بابت اسانکي ٻڌائي ٿو. هو اسانکي انهيءَ حقيقت کان پڻ واقف ٿو ڪري ته عدالتن ۽ قانون کان مٿاهان قتل جو شڪار رڳو ڪاري چمڙيءَ وارا ئي نه ٿيا آهن پر يهودي پڻ ان جو ڪاچ بڻيا آهن. هو اسان کي 1923 ۾ پيش آيل هڪ ڀيانڪ واقعي تي ٺهيل فلم "روز

وڌ“ ٿو ياد ڏياري جنهن ۾ فلوريڊا ۾ رهندڙ ڪاري چمڙيءَ وارن جي آباديءَ تي اڇي چمڙيءَ وارن ڪاهه ڪئي. سندن مقصد اِهو هو تہ سڄي آبادي کي قانون کان مٿاهين ريت موت جو ڪاڇ ٻڌائجي.

اسان جي سرحد ايران سان ڳنڍيل آهي، جتان ٻنهي ملڪن جا اسمگلر روزانو اچ وڃ ڪن ٿا پر اسانکي وٽائنن ”ثريا“ جو ڏس پتو نٿو ملي. اِهو ناظر ئي آهي جنهن اسانکي 2008 ۾ ٺهندڙ فلم ”ثريا جي سنگساري“ جو ڏکدائڪ داستان ٻڌايو. هيءَ فلم هدائتڪار سائرس نورستا ناهي. اِها هڪ اهڙي عورت بابت آهي جنهن جي مڙس مٿس ڪنهن ٻئي مرد سان ناتن جو الزام ڌريو ۽ هوءَ هجوم هٿان سنگسار ٿي وئي. اِها ڄاڻ فوتيءَ جي چاچيءَ وسيلي هڪ صحافيءَ تائين پهتي ۽ ان ريت معصوم ثريا جي قتل جو قصو سائرس جي ڄاڻ ۾ آيو ۽ هُن هڪ من ڦسائيندڙ فلم ناهي ورتي. سچ ماڻهن تائين پهتو تہ سهي پر دير سان. ثريا پنهنجا حياتي وڃائي چڪي جيڪا هاڻ ڪوبہ موٽائي نٿو سگهي.

اڄڪلهہ اسانوٽ گُم ٿي ويلن جو عام طور تي سرباڻن ۾ ذڪر ٿيندو آهي. هيءُ اُهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي سياسي وابستگين ۽ حڪومتن جي خلاف هئڻ تي ڪنيپيا ٿا وڃن.

ناظر يورپ ۽ هندستان ۾ مزاحمت ڪندڙن تي ٺهندڙ فلمن بابت ٻڌائيندي ”حيدر“ ۽ ”هزار چوراسي ڪي ماءُ“ جو ڏس ٿو ڏئي.

اِهي ٻئي فلمون عام ڏسندڙن نہ ڏٺيون آهن پر يو ٽيوب ذريعي اِهي ڏسڻ ممڪن آهي. هو پڙهندڙن کي هر ڪائي ٿو تہ هو اِهي فلمون ڏسن تہ جيئن انهيءَ انساني هاڃي بابت ڄاڻي سگهن جيڪو اسانجي اوسي پاسي ٿي رهيو آهي پر اسانکي نظر نٿو اچي. انهن فلمن جي ذڪر جي پڄاڻي ناظر محمود هن ريت ٿو ڪري.

”اِهو قطعي فطري عمل آهي تہ سموري دنيا ۾ ڪوبہ شخص هر انسان کي ايذائڻ ڪانسواءِ قانون پنهنجي هٿن ۾ نٿو کڻي سگهي ڇاڪاڻ جو ان ريت هو ڪنهن هڪ قانون جي نہ پر سمورن قانونن جي ڀڃڪڙي ٿو ڪري. قانون، ڪتاب ۾ لکيل لفظن يا انهن ججن، وڪيلن يا عملدارن کان گهڻو مٿاهون هجن ٿا، جن کي اوهان انهن کي لاڳو ڪرڻ واسطي

ملازم طور رکيو آهي. هاڻ اهو سيڪجهه آهي جيڪو ماڻهن انصاف بابت پرايو آهي ۽ اهو ڄاتو آهي ته ڇا درست آهي ۽ ڇا غلط. هيءَ انسانيت جو ضمير آهي. دنيا ۾ سيپتا ٿالي ڪا شئي باقي نه رهندي جيڪڏهن ماڻهن ۾ ضمير نه هجي ڇاڪاڻ جو انسان جيڪڏهن پنهنجي خدا کي ڪٿي ماڻي سگهي ٿو ته اهو هنڌ سندس ضمير ڪانسواءِ ڪو ٻيو ٿي نٿو سگهي."

هُن سرد جنگ جي وارتائن تي پڻ ٿاهوڪو لکيو آهي ۽ اُهي ماڻهو جيڪي اخبارن، ٽيليويزن ۽ ريڊيو ذريعي لاڳيتو سرد جنگ جو ذڪر ٻڌندا ٿا رهن تن لاءِ ڪتاب ۾ انهيءَ بابت ۾ گهڻو ڪجهه آهي.

اڄ کان ڪو چاليهه سال اڳ امريڪا سميت سڄي دنيا ۾ اليڪس هيليءَ جي ناول Roots جو وڏو ڇو ٻول هو، جيڪو اڳتي هلي ٽيليويزن تي قسطوار پڻ پيش ڪيو ويو. انهيءَ ٽي وي سيريل ڪروڙين امريڪين جي دل ۾ ديرو ڪيو. سندن ابن ڏاڏن ڪاري چمڙيءَ وارن سان جيڪو ورتاءُ رکيو هو سو هاڻ هو پنهنجي ٽي ويءَ تي ڏسي رهيا هئا. ناظر انهيءَ ٽي وي سيريل ۾ ڏيکاريل بيرحمانئي سزائن کي جنرل ضيا جي دور ۾ ڏنل سزائن سان ڳنڍي اسانجي پڙهندڙن لاءِ انکي هڪ جيئرو جاڳندو مثال ٻڌايو آهي. اسين اهو ناول پڙهي رهيا هجون يا ٽيليويزن اسڪرين تي ڏسي رهيا هجون، ٻنهي صورتن ۾ انکي جنرل ضيا جي دور سان ڳنڍي سگهون ٿا.

"ديوداس" هڪ مختصر بنگالي ناول جنهن جي صفحن تي ساهه کلندڙ رومان کي گذريل هڪ صديءَ دوران انيڪ ڀير فلم جو روپ ڏنو ويو آهي ۽ هر ڀيري ان پنهنجي ڏسندڙن کان داد وصولي آهي. ناظر ديوداس جي هڪ سئو سالن تي لکيو آهي ۽ اسانجو نئون نسل جيڪو انتهائي شاندار ۽ شان شوڪت سان ڀرپور ديوداس کي شاهه رخ خان، ايشوريا راءِ ۽ ماڌوري ڊڪشٽ جي روپ ۾ ڏسي چڪو آهي، کي ان ڪهاڻيءَ بابت ٻڌائي ٿو ته 1917 ۾ لکيل اهو ناول جيڪو سرت چندر چيٽرجيءَ جي قلم جو پورهيو هو، انکي ٻروا بنگاليءَ اردو ۾ فلمي روپ ڏنو. اردو فلم جو هيرو ڪي ايل سهگل هو. 1955 ۾ دليپ ڪمار

ديوداس ٺھڄي فلم اسڪرين تي آيو جڏھن تہ 2002 ۾ شاھ رخ خان جي حصي ۾ ديوداس جو ڇيڻ آيو. ناظر محمود اھو سيڪجھ لکڻ کانپوءِ پڙھندڙن کي صلاح ٿو ڏئي تہ ڪين ڪھڙي ديوداس ڏسڻ گھرجي.

ان ريت ھو انھن ڏھاڪن دوران لٽل انھيءَ قيامت جو ذڪر ٿو ڪري جنھن ۾ سياسي شعور رکندڙ ۽ پنھنجي اسٽيبلشمنٽ سان اختلاف رکندڙ مٽي ڦريل نوجوانن کي "ڪنيبو" ٿي ويو. ڪين زمين ڳڙڪائي وئي يا آسمان جھڻي ورتو. ھو جيئرا رھيا يا ڪا گمنام قبر سندن ڀاڳ بڻي. ھيءَ اھو مامرو آھي جيڪو ھونئن تہ سموري دنيا جي انھن ملڪن سان لاڳاپيل آھي جتي سياسي شعور کي چيڀاڻڻ اسٽيبلشمنٽ جو ڪارنامو پئي رھيو آھي، جنھن ۾ پاڪستان ۽ ھندستان سميت ٽين دنيا جا ڪيترائي ملڪ شامل آھن. انھيءَ نازڪ مسئلي جي حوالي سان ناظر محمود اسانکي "حيدر" ۽ "ھزار چوراسيءَ جي ماءُ" فلمن ذريعي ٻڌائي ٿو. ھو پنھنجي لکڻيءَ ۾، ٻين مھاڀاري لڙائيءَ کان ھڪدم پوءِ پولينڊ ۾ جيڪي ڪجھ ٿيو، تي ٺھندڙ فلم بابت تفصيل سان ٿو ٻڌائي. ھو "ڪاتن" واري صلاح بابت ڄاڻ ٿو ڪري ۽ فلم ڏسندڙن کي چتاءُ پڻ ٿو ڏئي تہ جيڪڏھن ڪمزور دل جا مالڪ آھيو تہ پوءِ فلم جا آخري ٽيھہ منٽ بنھہ نہ ڏسو. ڊيموڪريٽڪ ريپبلڪ آف ڪانگو کي غلاميءَ مان نجات ڏياريندڙ ۽ اُن دور جي عالمي شاگرد تحريڪ جي سورمي پيٽرڪ لوممباتي ٺھندڙ فلم جو پڻ ذڪر ٿو ڪري. پنجٽيھن ورھن جو پيٽرڪ لوممبا جيڪر جيئرو رھي ھا تہ ڪر ڪانگو جو ڀاڳ بدليل ھجي ھا. ھو عام چونڊون کٽي ست مھينا وزيراعظم رھيو ۽ پوءِ ڪنھن ريت غائب ٿي قتل ٿي ويو، جنھن پڇاڻان فوجين کي پنھنجي ملڪ جي ڦرلٽ ڪرڻ ۽ عوام کي چيڀاڻڻ جي جڻ آزادي ملي وئي.

ناظر جي ڪتاب جو ھيءُ ڀاڱو اسانجي نئين نسل جون اکيون کوليندڙ آھي. اھي ماڻھو جن ڏاڍ ڏمر ۽ سنسرشپ جي مُند ۾ زندگي گذاري آھي، سي ڄاڻن تہ سھي تہ جڏھن اقتدار جي ھبچ سان گڏ مال ۽ دولت جي لوڙ جرنلن کي پنھنجي پنجوڙ ۾ ڦاسائيندي آھي تہ ملڪ ۽ انجي نئين نسل سان ڪھڙي ويڌن ٿيندي آھي.

هو اسانکي ٻڌائي ٿو ته ڊومينيڪن ريپبلڪ ۾ اُن پيءُ ۽ سندس ٽن ڀينرن سان ڪهڙي ويڌن ٿي جن پنهنجي آمر جنرل رافيل ترو جيلو خلاف آواز اُٿاريو هو. انهيءَ آمر 1930 ۾ اقتدار تي قبضو ڪيو هو ۽ ٽن ڏهاڪن تائين سندس ملڪ ۾ چڻ ته ڪنهن کي ساهه کڻڻ جي به اجازت نه هئي. هو ٽيهن ورهن ڪانپوءِ قتل ٿيو. سندس راڄ دوران انهن ٽنهي جو پيءُ ڪنيو ويو، اِهي ٽئي ڀينرون ڊومينيڪن ريپبلڪ جي نوجوان نسل کي جنرل جي ڏاڍ ڏمر بابت ٻڌائيندیون رهيون. نيٺ گرفتار ٿيون ۽ هر قسم جي عذاب جو نشانو بڻيون انهن مان هڪ ڀيڻ تي جنرل جي اک هئي پر هُن سندس پنجوڙ ۾ ڦاسڻ کان انڪار ڪيو ۽ آخرڪار هوءَ به قتل ٿي وئي. اها فلم "پوپٽن جي دور ۾" جي سري سان سامهون آئي ۽ ڏسندڙن جا وار ڪانڊاري ڇڏيائين. مزاحمت جي ڳالهه هڪ ڳالهه آهي پر مزاحمت جو حصو بڻجڻ ۽ ان دوران تشدد ۽ تذليل سهڻ بنهه ڪجهه ٻيو معاملو آهي.

اسانجي تاريخ ۾ ڪيترائي نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون انهيءَ راهه ۾ قربان ٿيا. اهي فلمون اسانکي اهڙن ئي سورمن جي ساروڻي ڏيارين. فيض احمد فيض جي شعرن تي جهومڻ، ٽيننگ ٽپا ڏئي ڳائڻ ته "هم جيتين گ، حقاهم جيتين گ" هڪ ڳالهه آهي ۽ ٽياس تي ٽنگجڻ کان اڳ جسم ۽ جان تي ڪهڙي وارتا ٿي پيش اچي، ان بابت ڄاڻڻ بلڪل ئي ڌار معاملو آهي.

لاطيني آمريڪا ۾ شهري آزادين، جمهوري حقن لاءِ آواز بلند ڪندڙن تي ڪهڙي ويڌن آئي. ڪين ڪهڙي ريت تشدد جو نشانو بڻايو ويو. بقراط جو جڳ مشهور حلف کڻندڙ ڊاڪٽر پنهنجي حلف کان ڪيئن غداري ڪندا رهيا ۽ انجي عيوض ۾ سندن خدمتن جو معاوضو ڏينهون ڏينهن وڌندو رهيو، وارث سمورن ماهرن کان واقفيت بابت انڪانسواءِ پيو چا لڳ جئي سگهجي ته "اڪ آگ ڪا دريا هي اور ڊوب ڪي جانا هي."

ناظر محمود پنهنجي اوسي پاسي اهو سڀڪجهه ڏسندو رهيو آهي، پڙهندو رهيو آهي. ڪتابن ۽ فلمن سندس ضمير کي ريج ڏنو آهي. هو انهن فلمن جو ذڪر ٿو ڪري ته غالب جو هيءُ شعر ٿو ياد اچي ته:

کس روز تہمتیں نہ تراشا کیے عدو
کس دن ہمارے سر پہ نہ آرے چلا کیے

سندس اندر ۾ مزاحمت جي ڪوئل ڪوڪي ٿي. ڪڏهن افريڪا ۽ لاطيني امريڪا جي جهنگ ۾ گُم ٿي ويلن جو نوحو ٿي پڙهي ته ڪڏهن پنهجي اوسي پاسي وارن ماڻهن کي ڪجهه ياد ٿو ڏياري.

ناظر محمود ڪراچيءَ جي پسگردائيءَ واري وسندي مليَر جي جامع مليه مان ميٽرڪ ڪئي. سندس والد محمد رشاد 1940 واري ڏهاڪي ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ سان جڙي ويو ۽ اڄ ڏينهن تائين هڪ انسان دوست ۽ آزاد خيال ماڻهو آهي. هُن ئي ناظر جي ذهن ۾ علم ماڻڻ ۽ دل ۾ انسانن سان اُڪير جو ٻج پوکيو. اعلي تعليم لاءِ ماسڪو جي پيٽرڪ لوممبا يونيورسٽي ويو. هيءُ اُهو دور هو جڏهن ويهين صديءَ جو سڀ کان وڏيڪ شاندار سپنو غلط فيصلن ۽ شهري آزادين کي نپوڙڻ واري ڏيڻ ۾ گپجي رهيو هو. اُهو معاشرو جيڪو انسانن کي هڪ جيترا حق ڏيارڻ لاءِ جڙيو هو تنهن کي ناظر جهرندي ڏٺو. ماسڪو کان پاڪستان واپس آيو جتي سوويت يونين جي يونيورسٽين مان تعليم پرايلن تي روزگار جا دروازا بند هئا. ناظر ڪيترائي سال آءِ بي اي، همدرد يونيورسٽي، گرينچ يونيورسٽي ۽ ڪجهه ٻين تعليمي ادارن ۾ جزو وقتيءَ طور پڙهايو. اڙدو ۾ لکڻ ۽ ترجمو ڪرڻ ڏانهن ڪيس نديم اختر هرڪايو ۽ سندس ڪيتريون ئي لکڻيون "روشن خيال" ۾ شائع ڪيائين. اڳتي هلي ناظر برطانيا جي ليڊز ۽ برمنگهم يونيورسٽين مان تعليم حاصل ڪئي. پي ايڇ ڊي ڪرڻ کانپوءِ ٻيهر پاڪستان موٽي آيو ۽ اڄڪلهه مختلف عالمي ادارن کي پنهنجون خدمتون ۽ مهارتون ٿو فراهم ڪري.

اِهو سندس روزگار آهي پر عشق ڪيس تاريخ، ادب ۽ سماجي سائنس جي مختلف علمن سان آهي. اسٽيفن هاڪنگ جي جڳ مشهور ڪتاب "وقت جي هڪ مختصر تاريخ" جو ترجمو ڪيائين جيڪو انتهائي ساراهيو ويو. عائشا صديقا جي ڪتاب" ملٽري انڪارپوريشن" جو ترجمو به سندس ئي ڪيل آهي.

پنهنجي تعليمي پسمنظر ۽ مهارت سبب هو ڪنهن بہ پرڏيهي يونيورسٽيءَ سان لاڳاپجي سگهيو پئي پر شروعات ڪان ئي ان سوچ جو مالڪ رهيو تہ ملڪي معاملن کي بهتر بنائڻ ۾ هٿ ونڊائجي سندس هن ڪتاب ۾ سياست، ادب، فلم ۽ شخصيتن جي حوالي سان جيڪي ڪالم شامل آهن سي ان ڳالهہ جو واضع اشارو ٿا ڪن تہ هُن لاءِ سڀ کان وڌيڪ اهم ڳالهہ اها آهي تہ نوجوان نسل جي ذهني تربيت سان گڏوگڏ منجهن تاريخ جو شعور پڻ پيدا ڪرڻ گهرجي.

زندگيءَ ۾ جن شخصيتن کان هو متاثر ٿيو آهي تن مان ڪجهہ سندس اوسي پاسي واريون آهن ۽ ڪي هُن عالمي سياست ۽ ادب مان چونڊيون آهن. هو پاڪستان ٽيليويزن جي اسلم اظهر کي خراج ٿو ارپي. اِهو اسلم اظهر ئي هو جنهن پاڪستان ٽيليويزن کي هڪ جيئرو جاڳندو ادارو بڻايو. جنرل ضيا جنهن ڀٽي جي حڪومت کي برطرف ڪري اقتدار تي غاصباڻو قبضو ڪيو، ڀٽي جي عدالتي قتل سان پنهنجو چهرو داغي ڪيو، پاڪستان جي ڌڙڪندڙ سماج کي پڻ ڦاسي ڏيڻ جو خواهشمند هو. ان لاءِ ضروري هو تہ هو پي ٽي وي ۽ ٻين سمورن قومي ادارن تي پنهنجا ماڻهو ٿاڦي ۽ آزاد سوچ کي نپوڙي. اسلم اظهر سندس ڏاڍ ڏمر جو نشانو بڻيو نہ رڳو ٽيليويزن تان ڪڍيو ويو پر اسلام آباد بدر پڻ ٿيو. هُن ڪراچيءَ ۾ پنهنجي ونئي نسرين اظهر سان گڏ انتهائي ڏکي زندگي گذاري. منصور سعيد ۽ ٻين دوستن سان گڏجي ”دستڪ“ ٿيٽر گروپ قائم ڪيائين. سندس سڀ کان وڏو ڪارنامو جرمن اديب بريخت جو ڊرامو ”گاليليئو“ اسٽيج تي پيش ڪرڻ هو جنهن ۾ اسلم اظهر پوڙهي گاليليئو جو ڪردار پڻ ڪيو. اِهو ڊرامو 1986 ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي گولڊن جوبليءَ جي موقعي تي پيش ڪيو ويو جيڪو ڪليسا جي خلاف سائنس جو احتجاج هو. ضيا شاهيءَ جي دور ۾ هيءَ ڊرامو ماڻهن جي دلين جو آواز هو، انڪري ڪراچيءَ جي جنهن ٿيٽر هال ۾ اِهو پيش ڪيو ويو ۾ تاڙين جا ڦهڪا هئا. ناظر محمود جي ذهني تربيت ۾ اسلم اظهر جو اهم ڪردار رهيو آهي، ناظر محمود سندس بابت انتهائي اُڪير ۽ پنهنجائپ سان لکيو آهي.

ساڳي ريت هو جمهوريت جي بحالي ۽ آپيشاهيءَ سان ويڙهه جي معتبر نالن ولي خان، غوث بخش بزنجو، سوڀو گيانچنداڻي ۽ ابراهيم جويو بابت پڻ لکي ٿو. هيءُ اُهي ماڻهو آهن جن جون انيڪ خدمتون آهن ۽ جيڪي پنهنجي ملڪ جي بنديخانن ۾ واڙيا ويا ۽ ايذايا ويا

عالمي شخصيتن تي لکندي هو انهن ماڻهن کي به نٽو وساري جيڪي اسٽيبلشمنٽ جو حصو هئا ۽ سندن ڪميونسٽ دشمني ۽ سخت گيري عالم آشڪار هئي. بزنسڪيءَ جيڪو سڄي ڄمار دنيا جي مختلف ملڪن ۾ امريڪي اڳرائي جي پٺڀرائي ڪندو رهيو، 2003 ۾ ان وقت جارج ڊبليوبش جي مخالفت ڪئي جڏهن صدر بش جونيئر عراق خلاف جنگ شروع ڪرڻ وارو هو. اِهو به پنهنجي دور جو هڪ مذاق ليکيو ويندو ته برزنسڪي فوجي حل بدران انهن کي ڳالهين ٻولهين ذريعي حل ڪرڻ جي ڳالهه ڪرڻ لڳو. اهو ئي سبب هو جو هو اسرائيل ۽ فلسطين وچ ۾ امن قائم ڪرڻ جو پرچار ڪرڻ لڳو هو.

اسان مان اڪثر zygmunt bauman کان واقف ناهن. هو پولينڊ سان تعلق رکندڙ سماجي علمن جو ماهر هو جنهن کي 1980 واري ڏهاڪي ۾ پنهنجو اباڻو ديس ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ويو. هو پنهنجي ويچارن جي حوالي سان سوشلسٽ هو ۽ برطانيا جهڙي سرمائيداراڻي ملڪ ۾ پناهه وٺڻ ۽ اُتي هڪ آزاد ۽ مطمئن زندگي گهارڻ جي باوجود انهن ماڻهن مان نه هو جيڪي اهڙن مرحلن مان لنگهي سرمائيداريءَ جي ساراهه جا ڍُڪ پريندا آهن. هو شهري آزادين ۽ انسانن وچ ۾ برابريءَ جو پرچارڪ هو جنهن تي پنهنجي پوين پساهن تائين قائم رهيو.

ناظر پنهنجي شروعاتي ڄمار ۾ سوويت يونين جو پرستار رهيو، انڪري هو ڪيترن ئي سوويت اديبن کي ساراهيندي ٿو نظر اچي هو نوبيل انعام ماڻيندڙ بورس پاسترناڪ جي ناول ڊاڪٽر زواگو جو ذڪر ٿو ڪري اُتيئي Yevtushenko جو ذڪر به نٽو وساري جيڪو 2017 ۾ هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو. هيءُ اُهو روسي اديب هو جنهن ٻين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ سوويت يونين جي ڪردار بابت سوال اُٿاريا هئا.ان بابت سندس نظم "بابي يار" جي سري هيٺ مشهور آهي. يوڪرين جي

شهر خيوا ۾ هڪ ڊگهيءَ اونهي غار آهي جنهن ۾ يوڪرين تي قبضي کانپوءِ يهودين لڪي رهڻ شروع ڪيو ۽ جنکي گرفتار ڪري "بابي يار" نيو ويو جتي کين الف اگهاڙو رهڻ جي حُڪم کانپوءِ مشين گنن جو کاڄ بڻائي بابي يار جي خندق ۾ ڌڪيو ويو. اِهو ڪٽو ڪم سيپٽمبر 1941 جي ٽن ڏينهن اندر ئي پورو ڪيو ويو. ان کانپوءِ نازين ڪيترن ئي ڪميونسٽ آفيسرن ۽ جنگي قيدين جون ساڳي ريت اجتماعي قبرون ناهيون. جرمن فوجن ڀاڄ مهل بلڊوزر آڻي انهن قبرن تي ڦيرايا جن سان لاشن جون هڏيون ڀُريون پيون جن تي پيٽرول ٻرڪي باهه ڏني وئي ته جيئن اينڌڙ وقت ۾ انهيءَ قتلام جو ڏس پتو ئي نه ملي پر عجب اِهو آهي ته معصومن جو وهايل رت ڪنهن نه ڪنهن ريت اُڀرڪا ڏيئي ظاهر ٿي پوندو آهي. بابي يار ۾ مارجي ويلن جي لاشن کي جڏهن ساڙيو ويو ته ان مان اُٿندڙ دونهون ڪيترن ئي ڏينهن تائين خيوا شهر جي فضائن ۾ موجود رهيو. باقي بچيل ڪسر يو تو شينڪو جي نظم "بابي يار" پوري ڪئي اسانجو اڄوڪو نسل "بابي يار" قتلام بابت ڪجهه به نٿو ڄاڻي، ناظر چگو ڪيو جو کين ان کان واقف ڪرايو اٿائين.

اسان مان گهڻن ئي ڪرڪ ڊگلس جو نالو ٻڌو آهي، ڪن سندس فلمون پڻ ڏٺيون آهن ۽ هو ڪرڪ ڊگلس جي ڏسندڙن کي ڏونداڙي ٿو. اِهو سندس پاڳ هو جو کيس زندگي گهارڻ لاءِ پهرين ۽ ٻين مهاڀاري لڙائيءَ وارو دور مليو ۽ ان کان به وڌيڪ عذاب اِهو ته هن ۽ سندس جهڙن ٻين آزاد سوچ رکندڙن امريڪا ۾ ميڪارٿي ازم نالي سڏجندڙ ديوانگيءَ جو بار سٺو. هيءُ اُهو دور هو جڏهن امريڪي سرڪار ڪميونسٽن خلاف سندرا ٻڌا هئا. ليکڪ، چترڪار،فلم ساز ۽ اُستاد انهيءَ ميڪارٿي ازم جو شڪار بڻيل هئا. فيض احمد فيض جو مشهور نظم "هم جو تاريڪ راهون مين ماري گئي" انهيءَ دور جي هڪ جهلڪ ٿو ڏيکاري. اهڙي ڪنهن دور ۾ جنگ مخالف هئڻ ۽ انهن فردن يا گروهن جي مالي سهائتا ڪرڻ منصوري ڪم هو جنهن مان ڪرڪ ڊگلس اڪري پار پيو. سندس شاهڪار "اسپارٽڪس" آهي جنهن ۾ هو غلامن جي بغاوت جو مهندار آهي. ناظر سندس فني زندگيءَ کي ڦلهوريو آهي ۽

هاڻوڪي نسل کي ان ڳالهه کان واقف ڪرايو ائين ته ڪهڙي ريت ڌن پنهنجي دولت مٿي، هاڻ ماڻهن تي خرچ ڪئي ۽ اهو ته باضمير ماڻهو ڪهڙا هوندا آهن ۽ جيڪڏهن هڪ سئو ورهين جا ٿي وڃن ته دنيا ۽ ايندڙ نسلن کي ڇا ڪجهه ڏئي ويندا آهن.

هو اهو سوال پڻ اُٿاري ٿو ته اسان وٽ "آل ڪوائيٽ آن ويسٽرن فرنٽ" ۽"پاٿس آف گلوري" يا "لاگراند اليوزن" جهڙيون فلمون ڇو نٿيون ٺهي سگهيون. هڪ اهڙو معاشرو جنهن ۾ صبح شام جنگي جنون جي ڦڪي ڪارائي ويندي هجي، ان مان اهڙي سڌ رکڻ ڪي ناظر جي معصوميت کانسواءِ ٻيو ڇا ٿو چئي سگهجي.

باغي سندس من هرڪائين ٿا، اهو ئي سبب آهي جو هو رضيا سلطانا کي احترام وچان ٿو ياد ڪري ۽ مٿس ٺهيل فلم جو ذڪر ڪندي چاهي ٿو ته هوءَ هندستان جي مسلم تاريخ جي هڪ قدآور شخصيت هئي جنهن آڏو سندس ويري ڇامڙا هئا ۽ سندس سيڪولر ذهن ۽ حڪومتي طرز کي ڌڪاريندا هئا.

هائپا شيا تي ٺهندڙ فلم Agora جو تفصيل سان ذڪر ڪيو ائين. اسڪندريا ۾ هجوم هٿان مارجي ويل هائپا شيا پنهنجي دور جي هڪ مشهور ۽ ڄاتل سڃاتل سائنسدان، فلسفي ۽ انگي حسابن جي ماهر هئي. اُن دور جا وڏا فلسيوف ۽ انگي حسابن جا ماهر وٽس سکڻ ايندا هئا. هوءَ اسڪندريا جي لائبرريءَ جي انچارج هئي. هيءُ اهو دور هو جڏهن اقتدار رومي شهنشاهه جي هٿن مان واريءَ وانگر نڪرندو پئي ويو ۽ عيسائيت هڪ پرجوش ۽ تشدد پرئي واچوڙي طور اُڀري رهي هئي. هائپا شيا نه بت پرست آهي ۽ نه ئي عيسائيت تي ھرکجندڙ، هوءَ هڪ متشڪڪ آهي. رات جي پهر ۾ هوءَ ستارن جي چال تي نظر ٿي رکي ۽ مصر جي ساموندي شهر اسڪندريا جي آڳاٽي ترين لائبرريءَ جي مخطوطن مان زندگيءَ جو لطف ٿي ماڻي. سندس حسين، ذهين ۽ روائتن کي منطق جي آڌار تي رد ڪرڻ وارو ورتاءُ سندس موت جو سبب ٿو بڻجي. عيسائيت قبول ڪندڙن جو انبوهه لائبرريءَ تي حملو ٿو ڪري، رومن سپاهي ڏٺيرين کي ڏسندا ٿا رهن جيڪي لائبرريءَ ۾ موجود اڻلڀ مخطوطن کي

پاڻ ئا ڏين. هاڻيا شيا گهلي چونڪ ۾ ٿي آندي وڃي، سنگسار ٿي ڪئي وڃي ۽ پوءِ سندس لاش بي حرمت ڪيو ٿو وڃي. ڪاوڙ ۽ چريائپ جو شڪار مذهبي انبوهه پنهنجي نڪائن ڏانهن موٽي ٿو وڃي. اڄ اسين سندن بابت ڪجهه به نٿا ڄاڻون پر هاڻيا شيا تاريخ ۾ پنهنجي علميت ۽ جنونين آڏو پير ڪوڙي بيهڻ ڪري جيئري آهي.

هو گارشيا لورڪا ۽ وڪٽر هارا جو ڪيس پڻ وڙهي ٿو. وڪٽر هارا ته وري به 1980 واري ڍاڪي جو قصو آهي. هو هڪ جڳ پڌرو سنگيتڪار هو ۽ جڏهن چليءَ جي چونڊيل صدر سلوادور آلندي جي قاتل ۽ آمر پنوشي جا قصيدا ڳائڻ کان نابري واريائين ته سانتياگو جي نيشنل اسٽيڊيم ۾ سندس آڱريون ڪاسائيءَ واري بغدي سان اڏايون ويون. گارشيالورڪا جو ويهين صديءَ جي عالمي ادب ۾ وڏو نالو آهي. هُن پنهنجي آمرخلاف قلم سان ويڙهه وڙهي، سو جمهوريت دشمن فوج هٿان ماريو ۽ ڪنهن اڻڄاتل قبر ۾ ڦٽو ڪيو ويو. سندس قتل کي اسي ورهيه لنگهي چڪا آهن ۽ هو ڪنهن خندق، ڪنهن کڏ ۾ بي نانءُ نشان ستل آهي. ناظر گنٽر گراس، مهاشويتا ديوي ۽ ٻين ڪيترن ئي جڳ مشهور ليکڪن بابت انتهائي اُڪير سان لکيو آهي. انهن مان اڪثر اهڙا ليکڪ آهن جن کان اسانجي اڪثريت اڻواقف آهي.

هو اسانکي ايراني فلم ساز ڪيا رسمتي، جنگ دشمن هيرو ڪرڪ ڊگلس ۽ ورهاڱي تي ٺهيل فلم ”گرم هوا“ جي ياد ٿو ڏياري. ان سان گڏوگڏ هو ”دوبيگها زمين“ ”مدر انڊيا“ ۽ ٻين ڪيترين ئي هندستاني فلمن بابت لکي ٿو جن بابت نئون نسل اڻڄاڻ آهي. هن ڪتاب جي سڀ کان وڏي خوبي هيءَ آهي ته ناظر مختلف تاريخي شخصيتن، واقعن ۽ فلمن جو ذڪر ڪندي انهن معاملن جي پاڪستان جي تاريخ سان ڀيٽ ٿو ڪري. ان ريت هو نوجوانن جو ڌيان انهن تاريخي حقيقتن ڏانهن ٿو ڇڪرائي جن کي اسان وٽ اهميت نٿي ڏني وڃي يا جن کي وسارڻ جي ڏهن ۾ گهڙيو ويو آهي. ناظر کي انهن موضوعن تي لکندو رهڻ گهرجي، اهو قلم جو قرض آهي جيڪو چڪائڻ هر با ضمير ليکڪ جو فرض آهي ناظر محمود کي واڌايون جو هُن اِهو قرض ديانتداريءَ سان چڪايو آهي.

# اسان جو پاڪستان

پنهنجي آزاديءَ جي پنجهترهين سالگرهه جي موقعي تي من ۾ اِهو احساس ٿو پيدا ٿئي ته ڇو نه انهن سپنن بابت ڪجهه ويچارجي جيڪي اسان آگسٽ 1947 ۾ ڏٺا هئا. آزادي ۽ پاڪستان جي تخليق جي جدوجهد رڳو اُن هڪ سپني جي ساپيان نه هئي جيڪو علاما اقبال ڏٺو هو ۽ جيڪو اسان جي نصابي ڪتابن ۾ بيان ڪيو ويو آهي. اصل ۾ پاڪستان جي تخليق جي ڏس ۾ مختلف طبقن جا پنهنجا ڌار ڌار سپنا هئا. جيڪي سپنا ڏٺا ويا انهن مان ڪيترا ساپيان ماڻي سگهيا تنهن سوال جي جواب لاءِ اسانکي پنهنجي ماضيءَ جو هڪ تجزيو ڪرڻو پوندو جنهن جي شروعات انهيءَ حقيقت طور هوندي ته نندي ڪنڊ جو هڪ عام مسلمان پاڪستان جي شڪل ۾ هڪ فلاحي رياست جو سپنو ڏسي رهيو هو.

عام مسلمانن جي ذهنن ۾ ڪنهن مذهبي رياست قائم ڪرڻ جو تصور انتهائي گهٽ هو. سندن سڌ هئي ته نئين رياست ۾ اهڙو ڪو سرشتو هجي جيڪو سندن ڪٽنبن واسطي صحت ۽ تعليم جي خاطري ڪرائي. سندن سپنو هو ته سندن گهرن ۾ پيئڻ جي صاف پاڻيءَ جي فراهمي هجي. صفائي ۽ گندي پاڻيءَ جي نيڪال جو اثرائتو سرشتو هجي پاڪستان ناهڻ لاءِ پتوڙيندڙ ڪنهن عام مسلمان پڪ سان اِهو سپنو ڏٺو هوندو ته بجليءَ جي بي روڪ فراهميءَ سان سندن گهر ٻهڪندا رهن. هنن اهو به سپنو ڏٺو هوندو ته سندن نئين ملڪ ۾ صاف

سٺرا رستا ۽ وڏين شاهراهن جو ڄڻ ڄار وڇائجي ويندو. عام مسلمان آزاديءَ مهل اطمينان جو ساهه کنيو هوندو ته سندس زندگي هڪ محفوظ ماحول ۾ گذرندي. سندن اِهو به سپنو هوندو ته حڪمرانيءَ جو وهنوار پڪ سان بهتر هوندو ۽ کين جلد ۽ سستو انصاف پلئه پوندو.

عام مسلمان جڏهن اِهي سپنا ڏسي رهيا هئا ته ٻين طبقن جي ذهنن ۾ اُڀرندڙ منظر ناما بنهه مختلف هئا. مثال جي طور تي هن خطي ۾ رهندڙ جاگيردارن ۽ وڏن زميندارن جو سپنو اِهو هو ته نئون ملڪ قائم ٿيڻ سان سندن ٻنيون زرعي سڌارن جي پنجوڙ ۾ اچڻ کان بچي وينديون. زرعي زمين جي نئين سر ورهاست جو سندن ذهنن ۾ ڪو تصور ئي نه هو.

آزاديءَ کان هڪدم پوءِ انڊين نيشنل ڪانگريس سگهو ئي زرعي سڌارا آڻڻ جو اعلان ڪيو هو، پاڪستان جي زرعي اشرافيا لاءِ اِهي سڌارا ڪنهن عذاب کان گهٽ نه هئا. هندستان ۾ زمين جي وڌ کان وڌ حد پڻ مقرر ڪئي وئي پر پاڪستان ۾ اِهو نه ٿي سگهيو پاڪستان جي جاگيردارن ۽ زميندارن جا سپنا ساپيان ٿيا. وٽن اڃان تائين هزارين ايڪڙ زمين آهي ۽ اِها ڌار ڳالهه آهي ته هنن اِها زمين مختلف نالن تي ڪرائي ڇڏي آهي.

ساڳي ريت مسلمان سرمائيدارن جو به اِهو سپنو هو ته نئين وطن ۾ کين غير مسلم سرمائيدارن ۽ صنعتڪارن سان چٽا ڀيٽيءَ ڪي منهن ڏيڻو نه پوندو. کين پلي پت اندازو هو ته گڏيل هندستان ۾ ٽاٽا ۽ برلا جهڙن سرمائيدارن جي موجودگيءَ ۾ هنن لاءِ صنعت ۽ واپار وارن شعبن ۾ هڪ هٽي حاصل ڪرڻ جا امڪان انتهائي گهٽ هوندا. مسلمان سرمائيدار اِهو سپنو ڏسي رهيا هئا ته نئين رياست مڪمل طور تي سندن رحم ڪرم تي هوندي.

مسلمان سول ۽ فوجي ڪامورا شاهيءَ اِهو سپنو ڏٺو هو ته نئين وطن ۾ هو ڪنهن رڪاوٽ کانسواءِ انتهائي تيزيءَ سان اعليٰ منصب ۽ عهدن تي فائز ٿي سگهندا. هو اِهي سپنا ڏسي رهيا هئا ته نئين رياستي سرشتي ۾ کين غير مسلم اُميدوارن سان چٽاڀيٽي نه ڪرڻي پوندي ۽

انکري هنن لاءِ اعليٰ ترين عهدن تائين رسڻ سولو ٿي پوندو. سول ۽ فوجي ڪامورا شاهيءَ جا اِهي سپنا بہ ساپيان ٿيا.

گڏيل هندستان جي تناظر ۾ جنرل ايوب خان جي حوالي سان صورتحال جو جائزو ورتو وڃي تہ پتو پوندو تہ ڪيس ڪمانڊر انچيف جي عهدي تي پهچڻ ۽ پنهنجو پاڻکي فيلڊ مارشل جو عهدو ڏيڻ جو ڪڏهن موقعو ئي نہ اچي ها ۽ نہ ئي وري هو فوجيورديءَ جي آڌار تي ملڪ جو صدر ٿي سگهي ها. سول ۽ فوجي ڪامورا شاهيءَ جا اِهي سپنا ڪڏهن بہ ساپيان نہ ٿين ها جيڪڏهن ڪين گڏيل هندستان ۾ رهڻو پوي ها.

پاڪستان جي مذهبي اڳواڻن جا پڻ پنهنجا سپنا هئا. انهن مذهبي اڳواڻن بہ پاڪ سرزمين سان پنهنجون سڌون لڳائي ورتيون هيون جن پاڪستان ٺهڻ جي مخالفت ڪئي هئي پاڪستان حقيقت بڻجي ويو تہ مذهبي ۽ فرقيوار جماعتن ۽ تنظيمن انکي هڪ ڪٽر مذهبي ملڪ بنائڻ جا سپنا ڏسڻ شروع ڪيا هو هڪ اهڙي مذهبي رياست جا سپنا ڏسڻ لڳا جتي رڳو سندن ئي عقيدي ۽ مسلڪ جي حڪمراني هجي. سندن سپنو هو تہ هو سڄي معاشري کي پنهنجي مسلڪ جي رنگ ۾ رنگي ڇڏين. ملائن جي سپنن جي سرزمين تي مذهبي ڪٽرپڻي جي بالادستي ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي وڃي. ماڻهن کي فرقيواريت جي نيئرن ۾ جڪڙيو ويو آهي. افسوس جو پاڪستان ۾ ملائن جا سپنا بہ ساپيان ٿي ويا. مسلم ليگ سان لاڳاپيل سياستدانن جا وري پنهنجا ڌار سپنا هئا. هنن سيڪولر ۽ لبرل سياسي پارٽين سان مقابلو ڪرڻ نٿي چاهيو. آزاديءَ کانپوءِ جڏهن پهرين آئين ساز اسيمبلي جُڙي تہ خاص طور تي اِها ڪوشش ڪئي وئي تہ آئين جو مسودو تيار ٿيڻ نہ ڏنو وڃي ڇاڪاڻ جو انکانپوءِ اسيمبلي لاءِ پنهنجو پاڻکي برخاست ڪرڻ لازمي هو. اسيمبليءَ جي گهڻي ڀاڱي ميمبرن کي اِهو ڊپ ورايل هو تہ نين چونڊن ۾ هو سوڀارو ٿي نہ سگهندا انکري هنن آئين جوڙڻ واري مامري کي ممڪن حد تائين ديگهہ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.

کابي ڌر ڏانهن لاڙو رکندڙ لبرل ۽ سيڪولر سياستدانن ۽ ڪميونسٽن جا پنهنجا سپنا هئا ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا پاڪستان

ٿيڻ جي پنڀرائي ڪئي هئي ۽ پاڪستان جي تحريڪ کي "قومي خودارديت" جي تحريڪ ليکيو هئائين. اِهو اصطلاح مارڪسي ليننِي تعليم ۾ تمام گهڻو استعمال ٿيندو آهي. هنن شايد اِهو سپنو ڏٺو هو ته پاڪستان ۾ سگهو ئي شوشلسٽ انقلاب آڻڻ ممڪن هوندو جنهن ڪانپوءِ سوويت يونين جي ڇپر ڇانو هيٺ ڪميونزم ڏانهن سفر شروع ٿي ويندو. سندن سپنا پاڪستان ٺهڻ کان هڪدم پوءِ اوڏي مهل چڪناچور ٿي ويا جڏهن رياستي مشينريءَ کين پنهنجو پهريون نشانو بڻايو ۽ پاڪستان جي مخالفت ڪندڙ ملڪ جي سياسي اُفق تي ڇائنجڻ لڳا.

جيڪڏهن پنهنجي ماضيءَ جو جائزو وٺون ته اِها حقيقت سامهون ايندي ته آزاديءَ ڪانپوءِ عام ماڻهن جا سپنا ساپيان ماڻي نه سگهيا. پاڪستان ۾ اڄ به عام ماڻهو صحت ۽ تعليم جي بنيادي سهولتن کان محروم آهن جڏهن ته جاگيردار اشرافيا اڃا تائين وسيع زرعي زمينن جي مالڪ بڻيل آهي. عام مسلمان پيئڻ جي صاف پاڻي ۽ گندي پاڻيءَ جي نيڪال واري سرشتي جي فراهميءَ جا جيڪي سپنا ڏٺا هئا سي پنجهتر سال لنگهي وڃڻ ڪانپوءِ به اڄ تائين ساپيان ماڻي نه سگهيا آهن، انجي اُبتڙ سرمائيدار ۽ صنعتڪار عوام جي قيمت تي قرض ڦٻائي رهيا آهن ۽ صنعتي تلڇٽ انهن جاين تي ڦٽو ڪري رهيا آهن جتان ڪنهن زماني ۾ ماڻهن کي پيئڻ جو پاڻي ملندو هو. عام ماڻهن لاءِ سستي ۽ بي روڪ بجليءَ جي فراهمي اڃان تائين هڪ سپنو آهي جڏهن ته سول ۽ فوجي ڪاموراشاهيءَ پنهنجي لاءِ خوشحاليءَ جا پيٽ جوڙي ورتا آهن.

اڄ اسين پنهنجي آزاديءَ جي سالگرهه هڪ اهڙي وقت ملهائي رهيا آهيون جڏهن هڪ ٻيو چونڊيل معزول وزيراعظم رستن تي پٽڪي رهيو آهي ۽ منتظر آهي ته سندس ڀاڳ جو ڪهڙو فيصلو ٿو ڪيو وڃي. معزول وزيراعظم جي ڀاڳن جو فيصلو اُهو عوام نه ڪندو جن جا سپنا ڪڏهن به ساپيان نه ٿيندا آهن پر رياستي مشينريءَ جون اُهي مخصوص طاقتون ڪنديون جن جا سپنا ساپيان ماڻي چڪا آهن.

# پاڪستان جي پهرين سال ۾ غلطيون

تازوئي پاڪستان پنهنجي ٺهڻ جا چوهتر سال پورا ڪيا آهن، ان عرصي تي نظر ڊوڙائيندي مونکي اڪثر اچرج لڳندي آهي تہ هيءُ ملڪ هيترن سارن امڪانن هوندي بہ سڌي راهہ تان ڪيئن ڀٽڪي ويو ۽ ڪمزور ۽ تقريبن ناڪام رياست بڻجي ويو. ڪجهہ ماڻهو جمهوريت کي پٽڙيءَ تان لاهي اقتدار تي ناجائز قبضو ڪرڻ تي جنرل ايوب خان تي الزام ڌريندا آهن، ڪي وري پاڪستان جي پهرين صدر اسڪندر مرزا کي سڄي ملڪ تي پهريون مارشل لا مڙهي 1956 واري آئين کي منسوخ ڪرڻ تي ڏوهاري ليکيندا آهن، جڏهن تہ ڪي ماڻهو اهڙا بہ آهن جيڪي پاڪستان جي ٽين گورنر جنرل ملڪ غلام محمد جي چالبازين کي ذميوار سمجهن ٿا جن تحت هُن 1953 ۾ پاڪستان جي ٻئي وزيراعظم خواجا ناظم الدين کي برطرف ڪيو هو ۽ پوءِ 1954 ۾ پهرين آئين ساز اسيمبلي ٽوڙي ڇڏي هئائين.

جيڪڏهن احتياط سان بہ نظر ڊوڙايون تہ پتو لڳندو تہ تباهيءَ جي شروعات گهڻو اڳ ٿي چڪي هئي. مذهبي ڪارڊ کي جناح جي اڳوائيءَ ۾ مسلم ليگ انتهائي هوشياريءَ سان استعمال ڪيو هو، ورهاڱي کانپوءِ انجي گول دائري ۾ حرڪت جاري آهي. موڪلائيندڙ مسلمانن کي دهليءَ جي جامع مسجد جي ڏاڪڻين تان ڏنل چتاءُ وساري ڇڏيو، پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ وارن شروعاتي سالن جا واقعا ئي ڦلهوربا تہ

اُها تصوير سامهون نظر اچڻ لڳندي جيڪا مستقبل ۾ اچڻي هئي. جيڪڏهن ملڪ جي وجود ۾ اچڻ جي تاجي پيڻي ۾ قاتل سُٽ سڌو ڪندو تہ ايندڙ سالن ۾ اوهانکي ڪا اچرج نہ لڳندي.

اچو تہ آزاديءَ جي پهرين ڏينهن کان شروعات ڪريون جڏهن جناح پاڪستان جي وزيراعظم بدران گورنر جنرل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. هرڪو ڄاڻي ٿو تہ پارليامانی جمهوريت ۾ حڪومت جو سربراهہ وزيراعظم هوندو آهي ۽ رياست جي سربراهہ طور گورنر جنرل بڻجڻ هڪ رسمي عهدو آهي. مسلم ليگ ۾ سڀ کان وڏيڪ طاقتور شخصيت طور جناح لاءِ اِهو قطعي طور تي ممڪن نہ هو تہ هو پنهنجو پاڻ کي رسمي رياستي سربراهہ طور قبولي ها. ان فيصلي ڪيترن ئي ماڻهن کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو هو پر ان اڳتي هلي رياستي سربراهہ ۽ حڪومتي سربراهہ وچ ۾ جهيڙي جي راهہ سنواري.

1947 کان وٺي انهيءَ پتوڙ پاڪستان جي تاريخ کي انيڪ طريقن سان جهوريو آهي. لياقت علي خان ۽ خواجا ناظم الدين هجن يا وري محمد خان جوڻيجو ۽ ظفرالله خان جمالي، لڳ ڀڳ سمورن وزيراعظمن مان اِها توقع رکي پئي وئي آهي تہ هو مملڪتي سربراهہ جي ڏنل هدائتن تي عمل ڪن، ۽ اهو نہ ڪرڻ تي هنن وڏيڪ سگهارن جي ڏمر کي دعوت ڏني.

گورنر جنرل جو منصب سنڀالڻ ڪانسواءِ جناح آزاديءَ جي ڏيهاڙي تي ٻيو اهم فيصلو ڪيو ۽ ديوبندي مذهبي اڳواڻن مولانا شبير احمد عثماني ۽ مولانا ظفر احمد عثمانيءَ کي ڪراچي ۽ ڍاڪا ۾ قومي جهنڊو ڦڙڪائڻ جو اعزاز بخشائين. ٻنهيءَ جي عثماني هوندي بہ پاڻ ۾ ڪا مٽي مائٽي نہ هئي پر ٻنهي جو تعلق ديوبندي فڪر سان هو، هت ان ڳالهہ جو ذڪر پڻ مناسب ٿيندو تہ گهڻي ڀاڱي ديوبندي عالم يا تہ ڪانگريس ۾ هئا (جهڙوڪ مولانا ابوالڪلام آزاد) يا وري جمعيت العماءِ هند سان هئا (جهڙوڪ مولانا حسين احمد مدني) هندستاني قومپرستيءَ سان لاڳاپيل ديوبندي سياست جي اُبتڙ ٻنهي عثماني عالمن پاڪستان جي تحريڪ جي حمائت ڪئي هئي ۽ کين اهو اعزاز ڏيندي جناح چڻ تہ

ڪين عيوضو ڏنو هو.

دلچسپ ڳالهه اها آهي ته جڏهن 15 آگسٽ 1947 تي پاڪستان جي پهرين ڪابينا حلف کنيو ته غير متوقع طور تي هڪ هندو پاڪستان جو پهريون قانون وارو وزير بڻايو ويو. جوگندرناٿ منڊل جي چونڊ ڪندي جناح اِهو اشارو ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ته ٻن ديوبندين هٿان پاڪستان جو جهنڊو ڦڙڪائڻ جي باوجود پاڪستان رڳو مسلمانن جو ئي ملڪ بڻجڻ نه پيو وڃي، جيتوڻيڪ هُنئي اشاري جي پيٽ ۾ پهريون اشارو ڊگهي عرصي تائين جٽاءُدار ثابت ٿيو ۽ نه منڊل ڊگهو عرصو ملڪ ۾ رهي سگهيو ۽ نه ئي سندس هندو برادريءَ جو پاڪستان ۾ مستقبل بهتر ٿي سگهيو، نيٺ ديوبندين جي بالادستي ٿيندي نظر آئي.

ساڳي ڏينهن يعني 15 آگسٽ تي محمد ايوب کهڙو ۽ افتخار احمد ممدوٽ سنڌ ۽ پنجاب جي وڏي وزير طور حلف کنيو، صوبائي حڪومتون جڙيون ۽ ڪجهه عرصي لاءِ ايئن لڳو ته پارلياماني جمهوريت نه رڳو صوبن پر مرڪز ۾ به پنهنجون پاڙون پختيون ڪندي پر هڪ هفتي اندر اوڏي مهل وڏو ڌڌڪو آيو جڏهن سرحد صوبي (هاڻوڪو پختونخواه) ۾ ڊاڪٽر خان صاحب جي صوبائي حڪومت کي برطرف ڪيو ويو. پاڪستان ۾ برطرف ٿيندڙ اِها پهرين صوبائي حڪومت هئي. ڊاڪٽر خان صاحب جو پورو نالو خان عبدالجبار خان هو ۽ هو خان عبدالغفار خان جو وڏو ڀاءُ هو جيڪو ان علائقي ۾ آزاديءَ جو سرڪش مجاهد هو. هُو پاڻ انڊين نيشنل ڪانگريس جا حمائتي هئا ۽ پاڪستان ٺاهڻ واسطي عوامي پذيرائي جو فيصلو ڪرڻ لاءِ ڪرايل ريفرنڊم جو بائيڪاٽ ڪري چڪا هئا

پر مسلم ليگ کي اها ڪانگريس جي حمائتي حڪومت پسند نه هئي پر صحيح قدم اهو هجي ها ته مرڪز جي حڪم تي حڪومت ڊاهڻ بدران صوبائي اسيمبليءَ اندران ئي ڪا تبديلي آڻجي ها. ان قدم هميشه لاءِ هڪ پوائتو مثال قائم ڪيو ۽ اسٽيبلشمينٽ قانون ۾ گورنر کي اسيمبلي ٽوڙڻ جو اختيار ڏئي نه رڳو صوبائي پر وفاقي حڪومتن کي پڻ برطرف ڪرڻ جو سلسلو جاري رکيو هڪ ٻيو اڻٽٽندڙ مثال

قائم ڪندي حڪومت برطرف ڪرڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽر خان کي حراست ۾ ورتو ويو ۽ مٿس سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ تي پابندي مڙهي وئي ۽ هو ڪيترائي ورهيه هزاري تائين محدود رهيو. سپ ڪان وڌيڪ اِهو ته سيپٽمبر 1947 ۾ خان غفار خان جي سرخ پوش تحريڪ تي پڻ پابندي مڙهي وئي ۽ آزاديءَ جي جدوجهد ۾ سندس سرواڻ ڪردار جي باوجود کيس پڻ گرفتار ڪري قيد ۾ واڙيو ويو.

فيبروري 1948 ۾ چوڌري خليق الزمان کي پاڪستان مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو، ان ڪان اڳ اِها آل انڊيا مسلم ليگ هئي جنهن جو آخري صدر محمد علي جناح هو، جنهن گورنر جنرل بڻجڻ ڪانپوءِ مسلم ليگ جي صدارت ڇڏي ڏني هئي. ساڳي مهيني ۾ يعني فيبروري 1948 ۾ لڳ ڀڳ ڇهن مهينن ڪانپوءِ آئين ساز اسيمبليءَ جي ٻئي ويهڪ تي جنهن جي صدارت جناح پاڻ ڪئي (پهرين ويهڪ جي صدارت قانون واري وزير منڊل ڪئي هئي). ٻئي ويهڪ ۾ هڪ اهم فيصلو اِهو ٿيو ته مسلم ليگي عهديدارن کي حڪومت جي انتظامي عهدن ڪان ڌار ڪيو ويندو پر لياقت علي خان اوڏي مهل ان فيصلي کي بدلائي ڇڏيو جڏهن کيس وزيراعظم هوندي به مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو. ٻيو اهم قدم اڙدو کي ملڪ جي واحد قومي ٻولي قرار ڏيڻ هو. اوڀر بنگال (اجان اُن صوبي جو نالو بدلائي اوڀر پاڪستان نه ڪيو ويو هو) جي ڪجهه اسيمبلي ميمبرن گُهر ڪئي ته آئين ساز اسيمبليءَ جو اجلاس ڍاڪا ۾ پڻ ڪوٺايو وڃي ۽ ميمبرن کي اسيمبليءَ ۾ بنگالي ٻوليءَ ۾ پڻ تقرير ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي. وزيراعظم لياقت علي خان انهيءَ رٿ جي شديد مخالفت ڪئي ۽ پنهنجي انهيءَ عزم کي ورجايو ته هو "قومي يڪجهتيءَ" خاطر رڳو اڙدو ٻولي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏيندو. انهيءَ فيصلي جو"قومي يڪجهتيءَ" تي ڏور رس اثر پوڻو هو. "قومي يڪجهتيءَ" جي تابوت ۾ هڪ وڌيڪ ڪوڪو اوڏي مهل ٺوڪيو ويو جڏهن مارچ 1948 ۾ جناح ڍاڪا يونيورسٽيءَ جي ساليانې جلسي ۾ تقرير ڪندي واضح ڪيو ته ملڪ ۾ فقط هڪ ئي قومي ٻولي يعني اڙدو هوندي ۽ ڪنهن ٻئي ٻوليءَ کي قومي حيثيت

ڏيڻ بابت ويچاريو ئي نه ويندو. اِهو ياد رکڻ گهرجي ته اوڀر بنگال جي آبادي سڄي پاڪستان جي ڇاونجاهه سيڪڙو تي ٻڌل هئي ۽ بنگالي اڙدو کي اڪيلي قومي ٻولي بنائڻ جا مخالف هئا.

آزاديءَ کي اڃان هڪ سال ئي پورو نه ٿيو هو جو اپريل 1948 ۾ سنڌ جي وڏي وزير محمد ايوب کهڙي کي برطرف ڪيو ويو ۽ سندس جاءِ تي پيرالاهي بخش کي وڏو وزير مقرر ڪيو ويو. هت اِها ڳالهه ڪرڻ مهلائتي ٿيندي ته ورهاڱي کان هڪدم پوءِ پير صاحب رٿ ڏني هئي ته پاڪستان جي سمورين مسجدن کي هدائت ڪئي وڃي ته جمعي جي خطبي ۾ جناح جو نالو شامل ڪيو وڃي جهڙي ريت آڳاٽي دور ۾ جمعي جي خطبي ۾ خليفي جو نالو شامل ڪيو ويندو هو. ڀاڳ ڀلا هئا جو ڪنهن سندس انهيءَ ڇسي رٿ تي ڌيان نه ڌريو.

ايوب کهڙو ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي وزيراعظم سر غلام حسين هدائت الله جي جاءِ تي وڏو وزير ٿيو هو. ايوب کهڙو سنڌ ۾ پناهگيرن جي آباد ڪاري محدود ڪرڻ جو حامي هو جنهن سبب سندس مرڪزي وزيرن ملڪ غلام محمد ۽ غضنفر علي خان سان اختلاف پيدا ٿي پيا هئا. انڪانسواءِ، غلام علي ٽالپر ۽ پيرالاهي بخش جهڙا صوبائي وزير پڻ ايوب کهڙي خلاف سازش ڪرڻ ۾ رڌل هئا. پهرين قدم طور گورنر سنڌ غلام حسين هدائت الله ايوب کهڙي کي صوبائي گهرو وزارت تان هٽائي ڇڏيو. کهڙي غلام علي ٽالپر ۽ پيرالاهي بخش کي صوبائي ڪابينا مان ڪڍڻ ٿي چاهيو. 26 اپريل1948 تي شديد بداعمالي ۽ بدعنوانيءَ جا الزام ڌري ايوب کهڙو کي سندس عهدي تان هٽايو ويو. نئون وڏو وزير پيرالاهي بخش جناح ۽ مرڪزي حڪومت جو انتهائي وفادار هو. ڊاڪٽر خان جي حڪومت کان پوءِ ايوب کهڙي جي ٻئي صوبائي حڪومت هئي جيڪا جناح جي حياتيءَ ۾ ئي برطرف ڪئي وئي.

انجو مجموعي جائزو ورتو وڃي ته پتو لڳندو ته نئين ملڪ جي پهرين ٻن سالن ۾ ڇهه ٻج پوکيا ويا جيڪي اڳتي هلي گهاٽو جهنگ ٿيا. پهريون رياست ۽ حڪومت جي سربراهن وچ ۾ اقتدار جي ويڙهاند جون

آڳاٽيون علامتون واضح ٿيون، ڇيو ديوبندين کي غير ضروري پذيرائي ڏني وئي جيڪي اڳتي هلي وڏيڪ جي سڌ ڪرڻ لڳا ۽ سماجي ڪيتر تي والار ڪرڻ شروع ڪيائون، ٿيون سرحد ۽ سنڌ صوبن ۾ بي اعتماديءَ واري رت بدران آپيشاهاٽي حڪمن تحت اسيمبلين جي برطرفيءَ ملڪ ۾ ان قسم جي برطرفين لاءِ راهه جوڙي، چوٿون سياسي مخالفن کي قيد ڪري ۽ سندن سرگرمين تي پنجو هٽي جمهوري روائتن جي واڌ ويجهه جي سڌ ڪرڻ نا ممڪن بڻايو ويو، پنجون سياسي مخالفن خلاف بدعنوانيءَ جا الزام ذرڻ اسٽيبلشمنٽ جي واضح وصف بڻجي وئي ۽ آخري صوبن جي جائز گهرن ڏانهن ڌڪار وارو ورتاءُ يعني ٻين ٻولين کي تسليم نہ ڪرڻ اجان تائين جاري آهي.

# پاڪستان جي شروعاتي سالن جي تاريخ

آڪٽوبر اڪثر پاڪستان لاءِ اهم واقعن ڀريو مهينو رهيو آهي،
پوءِ ڀل اهو آڪٽوبر 1999 هجي جڏهن ٻه ڀاڱي ٽي اڪثريت رکندڙ
چونڊيل وزيراعظم کي طاقت جي ڀل تي هٽايو ويو، گرفتار ڪيو ويو ۽
فوجي جنرلن هٿان بيعزتو ڪيو ويو، يا ست آڪٽوبر 1958 هجي جڏهن
ملڪ جي پهرين صدر اسڪندر مرزا مارشل لاءِ مڙهيو ۽ ڪمانڊر انچيف
جنرل ايوب خان کي پاڪستان جو چيف مارشلا ائڊمنسٽريٽر مقرر ڪيو.
ويهن ڏينهن کانپوءِ 27 آڪٽوبر 1958 کي ايوب خان جي ساٿاري جنرل
اسڪندر مرزا جي بيڊ روم ۾ داخل ٿي ڪائنس استعفا گهري ۽ ڏيهه
نيڪال ڪيائونس. 1958 کان اڳ ٻه گهٽ ۾ گهٽ ٻه آڪٽوبر اهڙا آيا آهن
جيڪي نئين نڪور جمهوريت لاءِ هاڃيڪار پيغام کڻي آيا.

آڪٽوبر 1951، ۾ جڏهن پاڪستان جي پهرين وزيراعظم کي
راولپنڊيءَ ۾ قتل ڪيو ويو ۽ آڪٽوبر 1954 جڏهن گورنر جنرل غلام
محمد پاڪستان جي پهرين آئين ساز اسيمبليءَ کي ٽوڙي ڇڏيو جيڪا
1935 جي انهيءَ گورنمنٽ آف انڊيا ايڪٽ کي تبديل ڪري نئون آئين
جوڙڻ ۾ ناڪام ٿي وئي هئي، جيڪو پاڪستان ۽ هندستان کي برطانوي
سلطنت کان ورثي ۾ مليو هو. جناح ۽ لياقت ٽي اڄ ٻه جمهوريت لاءِ

سنڌن خدمتن جي حوالي سان اڻکٽ ساراهه جي وسڪارن جي باوجود اها حقيقت آهي ته هنهي مخالف ڌر لاءِ ڪنهن رواداريءَ جو مظاهرو نه ڪيو. مئي 1948 ۾ خان عبدالغفار خان ۽ جي ايم سيد مخالف ڌر جي پهرين پارٽي قائم ڪئي. پاڪستان جي سرڪاري تاريخ جي ڪتابن ۾ پل ڪجهه به ڄاڻايو ويو هجي، هو ٻئي آزاديءَ جا عظيم مجاهد هئا. انهيءَ نئين سياسي پارٽيءَ جو نالو پيپلز پارٽي آف پاڪستان رکيو ويو ۽ غفار خان انجو صدر ۽ جي ايم سيد جنرل سيڪريٽري بڻيا. هڪ هفتي اندر ئي انجي سياسي سرگرمين تي بلڪل اهڙي ريت ئي پابندي مڙهي وئي جهڙي ريت ان کان اڳ سرخ پوش تحريڪ تي پابندي مڙهي وئي هئي.

ٻئي پاسي، جون 1948 ۾ پهرين چند ڏسٽي ڪميٽي جوڙي وئي جيڪا مفتي محمد شفيع، احتشام الحق ٿانوي، ايم صديق، عبدالحامد بدايوني ۽ عبدالحليم صديقيءَ تي ٻڌل هئي. ظاهري طور تي انجو هاڻوڪن سياسي واقعن سان ڪو سڌو سنئون تعلق نظر نٿو اچي پر هڪ عمومي تعلق ڦلهوري سگهجي ٿو، جنهن سان واضح ٿيندو ته نئين رياست ڪهڙي واٽ هلڻي هئي. نئين وطن ۾ ڏگهين زلفن وارن ڪجهه ڪميٽي ميمبرن جي پيٽ ۾ سائنس ۽ ٽيڪنالوجيءَ کي گهڻ اهميت ملڻ واري هئي. جيتوڻيڪ ان وقت به سائنسدان اڳڪٿي ڪري پئي سگهيا ته چنڊ ڪڏهن ۽ ڪٿي ڏسي سگهجي ٿو پر چنڊ ڏسٽي ڪميٽي جوڙڻ جو مطلب پاڪستان کي تقريبن هر سال ڪيترين ئي عيدون ڪرڻ واري رستي تي چاڙهڻو هو، جيڪو سلسلو اڄ ڏينهن تائين هلندڙ آهي. جناح جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ خواجا ناظم الدين پاڪستان جو گورنر جنرل بڻيو ۽ نورالامين سندس جاءِ تي اوير بنگال جو وڏو وزير ٿيو. جناح جي گذاري وڃڻ کان هڪ مهينو پوءِ جماعت اسلاميءَ ملڪ ۾ اسلام لاڳو ڪرڻ جي مهم شروع ڪئي پر مولانا مودوديءَ کي گرفتار ڪيو ويو ۽ تحريڪ جو انت آيو. جماعت اسلامي پاڪستان ٺهڻ جي مخالف هئي پر هاڻ ملڪ ۾ اسلامي نظام لاڳو ڪرائڻ جي پرچارڪ هئي، اها مهم ڪنهن نه ڪنهن ريت اڄ به هلندڙ آهي. 1948 ۾ سنڌ جي گورنر غلام حسين هدائت الله جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ پنجاب هاءِ

ڪورٽ جي اڳوڻي جج شيخ دين محمد کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. اُن وقت تائين پهرين آئين ساز اسيمبليءَ جون فقط ٻه ويهڪون ٿي ٿيون هيون. ٽين ويهڪ ڊسمبر 1948 ۾ يعني ٻئي اجلاس جي ڏهن مهينن ڪانپوءِ ٿي، جڏهن ته ٻئي ويهڪ پهرين ويهڪ جي ڇهن مهينن ڪانپوءِ ٿي هئي، ان سان آئين جوڙڻ ۾ تڏهونڪي مسلم ليگي قيادت طرفان سنجيدگيءَ جي اڻهوند جو اظهار ٿئي ٿو. آئين ساز اسيمبليءَ جي ٽين ويهڪ ۾ انتهائي اهم ترين قدم شايد مولوي تميزالدين کي اسيمبليءَ جو صدر چونڊڻ هو. اُن وقت لياقت علي خان کي لڳل انتهائي پريشاني پريو مسئلو پنجاب ۾ اُتان جي وڏي وزير نواب افتخار ممدوٽ ۽ مسلم ليگ جي هڪ ٻئي اڳواڻ ممتاز دولتانا وچ ۾ سياسي ڏقير وارو هو.

گورنر واري حيثيت ۾ اوپر بنگال اماڻيو وڃڻ کان اڳ فيروز خان نون انهيءَ ڏقير ۾ هيڏانهن هوڏانهن لڙهندو رهيو، انهيءَ دوران ممتاز دولتانا پنجاب مسلم ليگ جو صدر چونڊجڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، جيڪا نواب افتخار ممدوٽ لاءِ هڪ سياسي شڪست هئي، لياقت علي خان ممدوٽ کي برطرف ڪرڻ لاءِ آرٽيڪل 92 اي استعمال ڪيو ۽ پنجاب تي گورنر راڄ مڙهيائين.

نئين ملڪ کي وجود ۾ آئي اجان ڏيڍ سال ئي لنگهيو هو جو مرڪزي حڪومت ٽي صوبائي حڪومتون برطرف ڪري چڪي هئي. پهرين سرحد صوبي ۾ ڊاڪٽر خان صاحب جي، پوءِ سنڌ ۾ ايوب کهڙي جي ۽ آخر ۾ پنجاب ۾ نواب ممدوٽ جي پر ٽنهي موقعن تي ڪٿي به صوبائي اسيمبلين کان اهو ڪم نه ورتو ويو. صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبرن جي اعتماد جي ڪڏهن پرواهه ئي نه ڪئي وئي ۽ نه ئي جمهوري روائتن کي آڏو رکيو ويو. فيبروري 1959 ۾ پاڪستان ۾ عالمي مسلم ڪانفرنس ٿي جنهن جي صدارت مولانا شبير احمد عثمانيءَ ڪئي. هڪيرو ٻيهر ظاهري طور تي ته انجو تعلق تڏهونڪي سياست سان هو پر اهو ظاهر ٿئي ٿو ته مذهبي ڌريون کهڙي ريت اڳتي وڌي رهيون هيون، جڏهن ته سياستدان جمهوريت کي تباهه ڪري رهيا هئا. انهيءَ عالمي مسلم ڪانفرنس ۾ مصر، سعودي عرب، عراق، افغانستان، ايران،

انڊونيشيا، تيونس، يمن، فلسطين، لبنان، ليبيا ۽ ملايا جا عيوضي شريڪ ٿيا. اِها پاڪستان کي ڏکڻ ايشيائي تاريخ کان ڪٽي ڌار ڪرڻ ۽ مسلم دنيا سان ڳنڍڻ جي پهرين ڪوشش هئي. انڪانسواءِ وزيراعظم لياقت علي خان جي زور ڀرڻ تي هڪ پبلڪ اينڊ رپريزينٽو آفيسز ڊسڪواليفڪيشن ايڪٽ (پروڊا) منظور ڪيو ويو. انهيءَ ايڪٽ موجب سمورن مرڪزي ۽ صوبائي وزيرن ۽ پارلياماني سيڪريٽرين کي بدعنوانيءَ جي الزامن تحت قانوني ڪاروائي جو منهن ڏسڻو پئجي سگهڻو هو.

اِهو ايڪٽ 1949 ۾ منظور ٿيو پر انکي 14 آگسٽ 1947 کان لاڳو ڪيو ويو ۽ ان تحت سياستدان ڏهن سالن لاءِ نااهل ٿي پئي سگهيا. نااهل ٿيندڙن ۾ سڀ کان پهريون ايوب کهڙو هو، هُن کانپوءِ نواب افتخار حسين ممدوٽ، ۽ حسين شهيد سهرورديءَ خلاف ڪاروائي ڪئي وئي. محمد ايوب کهڙي کي ڪجهه عرصو اڳ ئي ڊسمبر 1948 ۾ سنڌ مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو هو. لياقت علي خان سنڌ جي وڏي وزير پيرالاهي بخش خلاف پڻ ڪاروائي شروع ڪرائي ۽ ڪيس ڇهن سالن لاءِ نا اهل ڪرايو، نتيجي طور يوسف هارون سنڌ جو نئون وڏو وزير مقرر ٿيو، ان ريت 1947 کان 1949 تائين ٽئن سالن دوران سنڌ کي چار وڏا وزير يعني سر غلام حسين هدائت الله، محمد ايوب کهڙو، پير الاهي بخش ۽ يوسف هارون پلئہ پيا. شروعاتي ڏينهن ۾ ئي سياسي ميوزيڪل چيئرز واري راند شروع ٿي وئي جنهن جا واضح اهڃاڻ سنڌ ۾ نظر اچڻ لڳا هئا. مارچ 1949 ۾ پهرين آئين ساز اسيمبليءَ جي چوٿين ويهڪ ڪوٺائي وئي جنهن ۾ ”قرارداد مقاصد“ منظور ٿي. هيءُ ٺهراءُ پاڪستان کي مذهبي رياست ڏانهن ڌڪڻ جي حوالي سان ڏور رس اثرن ڀريو هو. مسلم ليگ طرفان پين سان گڏوگڏ مولانا شبير احمد عثماني ۽ اوڀر بنگال مان مولانا محمد اڪرم خان ذريعي انهن ڪوششن کي اڳتي وڌايو ويو. ٻئي پاسي ميان افتخار الدين ۽ هاشم گذدر جهڙا سيڪيولر ذهن رکندڙ اڳواڻ هئا جيڪي رياست کي مذهب کان ڌار رکڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هئا. لياقت علي خان مستقبل جي آئين لاءِ بنيادي

اصول رٿڻ واسطي ٺهراءُ تيار ڪرڻ لاءِ ڪميٽي جوڙي هئي، جنهن شبير احمد عثمانيءَ جي رٿن تي انحصار ڪيو ۽ قرارداد مقاصد تيار ڪئي جنهن موجب ملڪ کي هڪ فلاحي رياست بڻجڻو هو پر ان سان مذهبي ساڃي ڌر کي سگهه ملي ۽ نتيجي طور ملڪ کي ڏاڪي به ڏاڪي فرقيوارٽي اسهپ جي ڏيڻ ۾ ڌڪيو ويو. مجموعي طور تي قرارداد مقاصد اڻ چٽن پيغامن يا ڪچي چاڻ جو گاڏڙ هئي، جنهن سان ڪو به مسلمان اختلاف نه پئي ڪري سگهيو، مثال جي طور تي اِهو اعلان ته حاڪميتِ اعليٰ الله جي آهي ۽ اِهو وعدو ته اسلامي قانونن موجب هرڪنهن کي انصاف پلئه پوندو يا اِهو ته مسلمانن کي انفرادي ۽ اجتماعي طور تي اسلامي اصولن موجب زندگي گهارڻ جي اجازت هوندي.

آئين ساز اسيمبليءَ طرفان اهو ٺهراءُ بحال ڪرڻ ڪانپوءِ لياقت علي خان هڪ ٻئي ڪميٽي جوڙي جنهن سيپٽمبر 1950 ۾ پنهنجون سفارشون پيش ڪيون، جن مان هيٺيون تي اهم هيون:

1. رياستي سربراهه ڪو غير مسلم به ٿي سگهي ٿو.
2. صدر، وزير اعظم ۽ اسيمبلي ميمبرن کي قانوني تحفظ حاصل هوندو.
3. عدالتي سرشتي ۽ انتظاميا کي ڌار ڌار نه ڪيو ويو هو.

ساڃي ڌر جون مذهبي ڌريون انهن سفارشن تي شديد مچرجي پيون. مولانا مودوديءَ ته ايستائين به چيو ته ڪنهن غير مسلم کي رياست جو سربراهه بنائڻ ايئن آهي جڻ ڪنهن سک کي ڪنهن مسجد جو پيش امام مقرر ڪيو وڃي. لياقت علي خان وڏيڪ سفارشون گهرائيندي اِها رپورٽ واپس وٺي ڇڏي. انهيءَ دوران لياقت علي خان پنهنجو پاڻ کي خليق الزمان جي جاءِ تي مسلم ليگ جو بنان مقابلي صدر چونڊرائي پنهنجي راڄ کي سگهارو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان هڪ وڌيڪ هاڃيڪار لاڙي جو بنياد وڌو ۽ ان سان هڪ اهڙي آپيشاهاڻي روائت قائم ٿي جيڪا اڃان تائين ملڪ تي ڪنهن وبا جيان ڇانيل آهي. 1950 جي ٻڃاڙيءَ تي پنجاب جي ڪجهه سياستدانن جهڙوڪ سردار

شوڪت حيات، محمود علي قصوري، شيخ محمد رشيد آزاد پاڪستان پارٽيءَ جي نالي سان پنهنجي پارٽي قائم ڪئي. ميان افتخارالدين مسلم ليگ جي عوام دشمن سياست تي سخت ڇوهه ڇنڊيا ۽ ڪيس سردار شوڪت سميت پنجن سالن لاءِ مسلم ليگ مان ڪڍيو ويو. ميان افتخارالدين عوام جي ڀلي لاءِ زرعي زمين جي نئين سر ورهاست جي رٿ پيش ڪئي هئي پر مسلم ليگ ۾ غلبو رکندڙ زميندار اشرافيا ان قسم جي اُپائن جي سخت مخالف هئي. نئين پارٽيءَ جو منشور مسلم ليگ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ترقي پسند هو ۽ ان مسلم ليگ ڪان ناراض سمورن ميمبرن لاءِ پنهنجا در کولي ڇڏيا.

1951 ۾ جنرل محمد ايوب خان هٿياربند فوجن جي پهرين پاڪستاني ڪمانڊر انچيف طور عهدو سنڀاليو ۽ جيڪڏهن "فرينڊس ناٽ ماسٽرس" ۾ ڪيل سندس اعتراف تي اعتبار ڪجي ته هڪدم ئي سوچڻ شروع ڪيائين ته سياستدانن کي ڪهڙي ريت ٺيڪ ڪجي. سندس خيال هو ته سمورا سياستدان خود غرض ۽ لالچي آهن، منجهن انتظامي صلاحيت ناهي ۽ هو ملڪ کي تباهيءَ ڏانهن ڌڪي رهيا هئا. سياستدانن کي ماري ڪُٽي ٺيڪ ڪرڻ واري پنهنجي سپني جي ساڀيان لاءِ ڪيس اٺ سال اوسيئڙو ڪرڻو هو.

جنوري 1951 ۾ مولانا سيد سليمان ندويءَ جي سربراهيءَ ۾ 35 مذهبي عالمن آئين ٺاهڻ لاءِ بنيادي اصولن واري ڪميٽيءَ جي جواب ۾ ٻاويهه رٿون پيش ڪيون. مولانا عثمانيءَ جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ مولانا ندوي آئين کي اسلامي بنائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هو ۽ ڪيس آئين ساز اسيمبليءَ جو صلاحڪار لياقت علي خان ئي مقرر ڪيو هو. عالمن جا پيش ڪيل ٻاويهه نڪتا مذهب تي ئي آڌاريل هئا. مثال جي طور تي اِهو ته اسلامي رياست اسلام جا عقيدا (اصول) لاڳو ڪندي ۽ مسلمان اُمت کي متحد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي ۽ اِهو ته شريعت شهرين جي چال چلت جو تعين ڪندي.

سياسي محاذ تي هڪ وڌيڪ پارٽي سامهون آئي آل پاڪستان جناح عوامي مسلم ليگ، جنهن جي اڳواڻي حسين شهيد سهروردي ۽ افتخار

ممدوٽ ڪري رهيا هئا. ان کان اڳ تقريبن سمورن صوبن ۾ مسلم ليگ جا ناراض عنصر پنهنجا پنهنجا سياسي گروهه جوڙي چڪا هئا. ۽ مسلم ليگ سان ملندڙ جلندڙ نالا اختيار ڪري چڪا هئا. سهروورديءَ جو خيال هو ته لياقت علي خان مسلم ليگ کي هڪ فرقيوارانه تنظيم ۾ بدلائي رهيو هو جنهن جو نتيجو مذهبي ڪٽرپڻي ۾ نڪرندو جيڪڏهن قرارداد مقاصد ۽ ان وقت جي فرقي پرست ڌرين طرفان معذرتي رويو ڪا رهنمائي فراهم ڪري ٿو ته پوءِ سهروورديءَ جو خيال غلط نه هو ڇاڪاڻ جو هاڻوڪي پاڪستان جون علامتون انجون شاهد آهن. اصل ۾، ان کان اڳ مارچ 1948 ۾ سهروورديءَ رٿيو هو ته مسلم ليگ کي ختم ڪري غيرمذهبي ۽ غير فرقيوارانه بنياد تي پاڪستان نيشنل ليگ قائم ڪئي وڃي، هُن بدنام زمانا پروڊا ڪيس ۾ ممدوٽ جو بچاءُ پڻ ڪيو هو ۽ هاڻ هو ٻئي نئين پارٽيءَ ۾ گڏ هئا، جنهن جو صدر سهروردي هو.

مارچ 1951 ۾ وزيراعظم لياقت علي خان لاهور ۾ ڦاٽ ڪاڌو ته ڪجهه فوجي آفيسرن ڪن شهرين سان گڏجي سندس حڪومت ڪيرائڻ جي سازش سٽي آهي. تفصيل موجب چيف آف جنرل اسٽاف جنرل محمد اڪبر خان پنهنجي گهر تي هڪ گڏجاڻي ڪوٺائي جتي پاڪستان ٽائيمس جي ايڊيٽر فيض احمد فيض ۽ جڳ پڌري ترقي پسند ليکڪ ۽ ڪميونسٽ اڳواڻ سجاد ظهير سان گڏجي سازش تيار ڪئي وئي. اپريل 1951 ۾ هاءِ ڪورٽ جي ججن تي ٻڌل هڪ ٽربيونل جوڙيو ويو جنهن پندرهن مان ٻارهن جوابدارن کي مختلف سزائون ٻڌايون فيض، سجاد ظهير ۽ محمد حسين عطا کي چار چار سال ٽيپ ڏني وئي.

انهيءَ ڪيس ۽ انهن احترام جوڳن دانشورن کي ڏنل ٽيپ مان ثابت ٿيو ته نئين رياست ترقي پسند سياسي سرشتي بدران ڪجهه ٻيو اختيار ڪرڻ واري هئي. فرقيوار طاقتن جي پٺڀرائي ٿي ڪئي وئي ۽ لياقت علي خان جي سربراهيءَ ۾ قرارداد مقاصد جهڙن قدمن ذريعي مذهب کي ڪڍايو ٿي ويو. پروڊا کي سياسي دباءُ وجهڻ لاءِ استعمال ٿي ڪيو ويو ۽ ترقي پسند دانشورن کي ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسايو ٿي ويو.

لياقت علي خان جي نگرانيءَ ۾ لکيل پاڪستان جي اڳاٽي تاريخ ۾

فيض احمد فيض، سجاد ظهير ۽ ٻين سان اختيار ڪيل ورتاءُ هڪ لڄي ڪندڙ باب آهي. ايندڙ دور ۾ فيض کي حاصل ٿيندڙ عوامي پذيرائي ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته رياستي دوڪو ۽ دولاب عوامي راءِ تي ڪڏهن ڪڏهن ئي غلبو حاصل ڪري سگهي ٿو، پر ڪيتري عرصي لاءِ لبرل، سيڪولر ۽ ترقي پسند دانشورن تي لاڳيتي ڏاڍ ڏمر نيٺ ملڪ کي اڄوڪي موتمار حالت تائين رسائي ڇڏيو آهي. لياقت علي خان جو دور آڪٽوبر 1951 ۾ اوڏي مهل اوچتو ختم ٿي ويو جڏهن راولپنڊيءَ ۾ هڪ جلسي ۾ تقرير ڪندي کيس گولي هڻي قتل ڪيو ويو. سندس قتل ملڪ کي هڪ خوني ڦيري ۾ وجهي ڇڏيو، جيڪو انهن سياستدانن جا لاش آڻيندو رهيو جن کي جمهوري طريقي سان نه پر تشدد ۽ رتو ڇاڻ ذريعي هٽايو ويو. پاڪستان کي اڄان ڊاڪٽر خان صاحب، نواب ڪالا باغ، عبدالصمد اڇڪزئي، ذوالفقار علي ڀٽو، غلام حيدر وائين، مرتضيٰ ڀٽو، عظيم احمد طارق، بينظير ڀٽو، سلمان تاثير ۽ ٻين انيڪ جا قتل پڻ ڏسڻا هئا.

## 1955 کانپوءِ

# ضرورت واري نظرئي کان آئين جي بنيادي ڍانچي تائين

جيڪڏهن سياسي ۽ آئيني ارتقا جا شاهد 1955 ۾ الوٽ نند ۾ پنجي ويا ۽ پنجهٺ سالن کانپوءِ 2020 ۾ جاڳيا تہ کين کهاڻيءَ جي گتل پٺل هئڻ جو احساس ٿيندو. رڳو پارليامينٽ جي بحثن ۽ اعليٰ ڪورٽن ۾ گذريل پنجن سالن ۾ اُٿاريل سوالن کي سارينديءَ 1955 ۾ پيش آيل واقعن سان ڀيٽ ڪريو. پنهنجو پاڻ کي ڪنهن اوپري دنيا ۾ پائيندؤ. ڪجھ مامرا جيڪي هر هر اوهانجي ذهن ۾ اُڀرندا، سي هيءُ آهن، پنهنجو پاڻ کي مجرائڻ لاءِ پارليامنٽ جي پتوڙ، سول ۽ فوجي آفيسرن، عدالتن ۽ ٻين طرفان پڇاڻي کان بچڻ جي ڪوشش ڪندو رهڻ، رياست جي مختلف ادارن طرفان هڪٻئي جي حدن ۾ لاڳيتو مداخلت ڪرڻ، آئيني قدمن جون آڏيون ڦڏيون حرڪتون، عدالتي سرشتي طرفان رياستي مشينريءَ واسطي نرمي ۽ عاجزي پر سويلين حڪومتن جي نڙيءَ تي گهڻو ڏيڻ، مرڪزي ۽ صوبائي حڪومتن وچ ۾ ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندڙ قير ۽ فيصلو ڪري سگهڻ ۾ لاڳيتو نااهلي تہ جيڪڏهن ضرورت پوي تہ ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڪٿي نئون انتظامي يونٽ قائم ڪجي.

هن مضمون ۾ اهي ٻہ للڪارون بحث هيٺ آنديون ويون آهن

جيڪي قوم کي 1955 ۾ درپيش هيون ۽ جيڪي اڄ به ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ اسانکي خوف ۽ ڊپ ۾ ڦاسايو ويٺيون آهن، جيتوڻيڪ اسانجي ملڪ ۾ هڪ سگهارو حلقو موجود آهي، جيڪو رتي ٿو ته اسانکي پراڻن واقعن تي فڪرمند ٿيڻ بدران وقت نه وڃائيندي اڳتي وڌڻ گهرجي پر منهنجي وينتي رڳو ايتري آهي ته ڪنهن مريض جي طبي صورتحال ڄاڻڻ کانسواءِ ڪابه دوا درمل ناڪاميءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهه به سامهون نه آڻيندي.

اهي واقعا جيڪو آڏو آهن تن ۾ ضرورت وارو نظريو ۽ نوان انتظامي يونٽ جوڙڻ شامل آهن. اچو ته پهرين ڪجهه پسمنظر تي ويچاريون. اسين ڄاڻون ٿا ته آڪٽوبر 1954 ۾ گورنر جنرل غلام محمد پهرين آئين ساز اسيمبليءَ کي برطرف ڪري ڇڏيو هو جيڪا پاڪستان 1947 ۾ ورهاڱي کان اڳ وارن ڏينهن کان ورثي ۾ ماڻي هئي ۽ جيڪا ستن سالن جي هڻ هٽان ڪانپوءِ به نئون آئين جوڙڻ ۾ ناڪام رهي هئي. بهرحال اِها به حقيقت آهي ته ان جي برخاستگيءَ کان اڳ آئيني مسودي تي يڪرائپ جڙي چڪي هئي ۽ جيڪڏهن گورنر جنرل اسيمبلي نه ٽوڙي ها ته ڪجهه هفتن اندر نئون آئين سامهون اچي وڃي ها. انڪري غلام محمد کي کهڙي ڳالهه جي تڪڙ هئي جو اسيمبلي ٽوڙڻ جي ارادي کان هڪ سال اڳ ئي پنهنجي مرضيءَ جو وزيراعظم آڻي چڪو هو؟ اِها ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گُهرجي ته غلام محمد لاهور ۾ ڄائو هو ۽ پيشي جي لحاظ کان اڪائونٽنٽ هو. هو ماليائي عملدار هو نه ڪي سياستدان ۽ ناٽي واري وزير کان گورنرجنرل جي عهدي تائين سندس ترقيءَ جو هڪ وڏو سبب سندس دوستن اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان جي سٽيل سازش هو. خواجا ناظم الدين چار ۾ ڦاسي پنهنجو پاڻ کي گورنر جنرل جي عهدي کان وزيراعظم جي گهٽ درجي واري عهدي تي آڻڻ قبوليو. هُن ان ڳالهه تي ويچاريو ئي ڪونه ته ايوب، اسڪندر مرزا ۽ غلام محمد جي ٽرائيڪا ڪيس پسند نٿي ڪري ۽ اِها نيت به ڪيس پنهنجي عهدي کان هٽائڻ جي سازش سٽيندي. جڏهن امريڪا ۾ پاڪستاني سفير محمد علي بوگرا کي 1953 ۾ وزيراعظم مقرر ڪيو

ويو ته هو پاڪستان ۾ ڪو ڄاتل سڃاتل شخص نه هو ڇاڪاڻ جو پنهنجي سفارتي فرضن جي ادائيگيءَ واسطي برما، ڪينيڊا ۽ امريڪا ۾ هئڻ سبب پنهنجو گهڻو تڻو وقت پرڏيهه ۾ گهاريندو رهيو هو.

وزيراعظم بڻجڻ کانپوءِ بوگرا کي ڌڪ هو ته جهڙي ريت گورنر جنرل ناظم الدين سان ڪيو آهي سو هُن سان پڻ ٿي سگهي ٿو ته بنهي پاسي بنگال، سنڌ ۽ سرحد صوبي سان تعلق رکندڙ اسيمبلي ميمبرن جو هڪ اهڙو گروپ پڻ موجود هو جنهن گورنر جنرل جا اختيار گهٽائڻ ٿي چاهيا. اسيمبليءَ ٿي اهڙا قدم کنيا جنهن غلام محمد کي پنهنجي کهاڙي تيز ڪرڻ تي هرڪايو. پهريون، جولاءِ 1954 ۾ اسيمبليءَ سمورين هاءِ ڪورٽن کي اختيار ڏنو ته اُهي ماضيءَ ۾ اثرائتا بڻجي سگهجندڙ حڪم جاري ڪري سگهن ٿيون، ٻيو پروڊا جي منسوخي ۽ ٽيون سيپٽمبر 1954 ۾ جڏهن غلام محمد ايبٽ آباد ۾ هو ته اسيمبليءَ پنجين ترميمي بل ذريعي گورنر جنرل کان اهڙي وزارت کي برطرف ڪرڻ جا اختيار واپس وٺي ڇڏيا جنهن کي قانون ساز اسيمبليءَ جو اعتماد حاصل هجي. جيئن ته گورنر جنرل جي صحت انتهائي خراب هئي انڪري ڪنهن جي گمان ۾ ئي نه هو ته ڪو هو زوردار جوابي وار ڪندو. بلڪ ڪجهه ڪلاڪن اندر ايترو ته تيزيءَ سان منظور ٿيو جو گورنر جنرل کائو ئي نه لڳائي سگهيو ته اسيمبليءَ ۾ ڇا پيو وهي واپري. اسيمبليءَ ۾ پنهنجي ڪاميابيءَ جي ڦونڊ ۾ محمد علي بوگرا پنهنجي سرڪاري دوري تي امريڪا هليو ويو ۽ اسيمبليءَ جو اجلاس ملتوي ڪيو ويو. اِها خبر پڻ سامهون آئي هئي ته اسيمبليءَ جي صدر مولوي تميزالدين بوگرا کي ملڪ اندر رهڻ جي هدائت ڪئي هئي.

غلام محمد اسيمبليءَ مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ واسطي پنهنجي رٿابندي ڪري ورتي هئي ۽ ان ڏس ۾ هُن پنهنجي ڪجهه دوستن کان مدد گهري جيڪي ماضيءَ ۾ ناظم الدين جي خلاف لکي چڪا هئا ۽ هاڻ اسيمبليءَ تي بهتان مڙهي رهيا هئا. جيئن ته اوير بنگال ۾ ٿيل صوبائي چونڊن ۾ مسلم ليگ هارائي چڪي هئي انڪري اسيمبليءَ جي وڌندڙ غير نمائندي حيثيت خلاف ماحول موجود هو. خاص

طور تي ڪجهه بنگالي سياستدانن کي اسيمبليءَ خلاف بيان جاري ڪرڻ لاءِ پڙڪايو ويو. بنگال جو انتهائي اهم سياستدان جنهن اسيمبلي برخاست ڪرڻ جي گهر ڪئي سو هو حسين شهيد سهروردي. هُن رٽ پيش ڪئي ته نون صوبائي آئين ساز ادارن ذريعي نئين اسيمبلي چونڊبي وڃي.

ان بيان مان ڏڍ حاصل ڪندي غلام محمد بوگرا کي سندس پرڏيهي دوري تان واپس گهرايو ۽ کيس چيو ته هو اسيمبليءَ کانسواءِ وزيراعظم طور پنهنجو ڪم جاري رکي. سول ۽ فوجي ڪامورا شاهيءَ سان تعلق هئڻ ناتي غلام محمد، ميجر جنرل اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان اسيمبليءَ کي موڪرن جو ٽولو ٽي ليکيو ۽ ان مان جند ڇڏائڻ ٽي چاهيائون. خبرن موجب ٽوري گهٽي هيڪ ڪانپوءِ بوگرا مڃي ورتو. غلام محمد ملڪ ۾ هنگامي حالتون مڙهيون. جن ماڻهن انهيءَ فيصلي جو آڌرياءُ ڪيو تن ۾ سنڌ ۽ سرحد صوبي جا وڏا وزير عبدالستار پيرزادو ۽ ايس اي راشد کانسواءِ ممتاز دولتانا، محمود علي قصوري ۽ مير رسول بخش ٽالپر شامل هئا.

غلام محمد ذهين ماڻهن تي ٻڌل ڪابينا مقرر ڪئي جنهن ۾ بوگرا نالي ماتر وزيراعظم هو جڏهن ته حقيقي اختيار گهرو معاملن جي وزير طور ميجر جنرل اسڪندر مرزا ۽ بچاءُ واري وزير طور جنرل ايوب خان جي حوالي ڪيا ويا. ٻئي برخاست ڪيل اسيمبليءَ جا ميمبر ئي نه هئا پر اِهو مناسب ليکيو ويو ته هاڻ هو ان بابت پاڻ ڏيندا ته پابند جمهوريت ڪيئن هلائجي.

انهن سخت ۽ خوفناڪ مهاڏن وارن وير سان پريل همراهن آڏو هڪ سنهڙو سپلڪڙو مولوي تميزالدين جيڪو آئين ساز اسيمبليءَ جو صدر هو، سينو تاڻي بيهي رهيو. کيس وزير بڻجڻ تي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر هو پنهنجي ضمير جو سودو ڪندڙ شخص نه هو. هُن سنڌ چيف ڪورٽ ۾ رٽ پٽيشن داخل ڪئي ۽ تقريبن اڪيلي سر انجي پيروي ڪيائين.

چيف جسٽس ڪونسٽنٽائن جي سربراهيءَ ۾ سنڌ چيف ڪورٽ

اهميت پرئي فيصلي ۾ اسيمبلي برخاست ڪرڻ کي غلط ليکيو. مولوي تميزالدين کي اسيمبليءَ جي صدر طور بحال ڪيو ۽ سمورن جوابدارن چوڌري محمد علي، اسڪندر مرزا، ايم اي ايڇ اصفهاني، ڊاڪٽر خان صاحب، جنرل ايوب خان ۽ ٻين کي ڪا رڪاوٽ وجهڻ ۽ ڪم ڪار ۾ مداخلت کان روڪي ڇڏيو. چيف جسٽس ڪونسٽنٽائن جي سربراهيءَ ۾ انهيءَ بينچ ۾ جسٽس ويلاني، جسٽس محمد بچل ۽ جسٽس محمد بخش شامل هئا.

جيتوڻيڪ چيف جسٽس آف پاڪستان محمد منير جي اڳتي ايندڙ فيصلي بابت ته گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي پر سنڌ چيف ڪورٽ جي فيصلي تي ڪا گهڻي روشني نه وڌي وئي آهي. متان انڪري جو وفاقي ڪورٽ سنڌ ڪورٽ جي حڪم جي ميرٽ کان هٽي انجي خلاف فيصلو صادر ڪيو.

پاڪستان جي رياست گورنمنٽ آف انڊيا ايڪٽ 1935 تحت دليل ڏنا. جنهن موجب پارليامنٽ ۾ منظور ٿيل سمورن قانونن لاءِ گورنر جنرل جو راضپو ضروري هو ۽ سندس صحيح ڪانسواءِ ڪنهن به قانون جي ڪا به قانوني حيثيت نه هئي. جسٽس ڪونسٽنٽائن جواز پيش ڪيو ته انڊين انڊيپنڊنٽ ايڪٽ 1947 گورنمنٽ آف انڊيا ايڪٽ 1935 جي جاءِ والاري آهي جنهن موجب اسيمبلي بالادست آهي ۽ آئين ساز اسيمبليءَ جي ڪنهن ايڪٽ لاءِ ڪنهن گورنر وغيره جي صحيح گهربل ناهي. جسٽس ويلانيءَ پنهنجو فيصلو لکت ۾ ڏنو جنهن ۾ چيف جسٽس جي فيصلي جي پٺڀرائي ڪيل هئي پر سنڌ هاءِ ڪورٽ جي فيصلي جو اهم حصو جسٽس محمد بخش جي ٻائيتاليهن صفحن تي پکڙيل تفصيلي لکتي آهي جنهن ۾ هن چيف جسٽس ڪونسٽنٽائن ۽ جسٽس ويلانيءَ سان سهمت ٿيندي ملڪ جي آئيني ڍانچي بابت پنهنجي ويچارن جي اُپٽار ڪئي آهي.

بدقسمتيءَ سان وفاق (هت اشارو گورنرجنرل غلام محمد ڏانهن آهي) فيصلي خلاف فيڊرل ڪورٽ جو رُخ ڪيو جنهن سنڌ هاءِ ڪورٽ جي فيصلي کي ڪمزور بنيادن تي رد ڪيو ته گورنر جنرل جي اسيمبلي

برخاست ڪرڻ وارا اختيار ختم ڪندڙ ايڪٽ جائز ناهي چاڪاڻ جو ان تي گورنر جي صحيح ناهي ٿيل ۽ ان ڏس ۾ سنڌ چيف ڪورٽ ڪو فيصلو صادر ڪرڻ جي اهل ناهي.

آگري ۾ ڄاول جسٽس ايلون رابرٽ ڪارنيليس (1903 کان 1991) جو واحد اختلافي آواز هو. سنڌس تعلق يو پيءَ جي اڙدو ڳالهائيندڙ هڪ عيسائي گهراڻي سان هو. هو پنهنجي اختلافي فيصلي ۾ انتهائي واضح هو ۽ لکيائين ته "هاڻوڪين حالتن ۾ قانون اندر اهڙي ڪابه ڳالهه ناهي جيڪا آئين سازاسيمبليءَ کي پابند ڪندي هجي ته ايڪٽ لاءِ گورنر جنرل جي رضامندي حاصل ڪئي وڃي نه ته انجي غير موجودگي اڳيئي منظور ڪيل سمورن قانونن کي ناقص ۽ ناجائز ليکيندي... آئين ساز اسيمبليءَ کي قانون کان مٿاهون حڪومت جو تخليق ڪيل ادارو ليکڻ گهرجي جيڪو پاڪستان لاءِ آئين تيار ڪرڻ جو قانون کان مٿاهون عمل ڪري. ان ڏس ۾ انجا اختيار وراثتي طور تي عوام جي مرضيءَ سان نمائندي اداري هئڻ ناتي حاصل آهن جيڪي انجي مستقبل جي حڪومتي انداز سان تعلق ٿا رکن.

پاڪستان جي سياسي ۽ آئيني تاريخ جي شاگردن کي پاڪستاني ڪورٽن جي ٻن حوصلي وارن ججن جسٽس ڪونسٽنٽائن ۽ جسٽس ڪارنيليس جي ڏنل فيصلن کي پڙهڻ ڪانسواءِ چيف جسٽس منير جي فيصلي تي روڄ پٽڪي تائين محدود نه رهڻ گهرجي. ٻئي مسيحي جج پارلياماني جمهوريت جي تصور جي پٺڀرائي ڪندي پاڪستان کي واپس درست آئيني رستي تي آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا.

جسٽس منير جي فيصلي کي ضرورت کان وڌيڪ شهرت حاصل ٿي چڪي آهي ۽ پاڪستان جي اڪثر تاريخي ڪتابن ۾ انکي تمام گهڻي جاءِ ڏني وئي آهي پر جسٽس محمد بخش، جسٽس ڪونسٽنٽائن ۽ جسٽس ڪارنيليس جي فيصلن بابت ورلي ئي ڪجهه لکيو ويو آهي، خاص طور تي جسٽس ڪونسٽائن ۽ جسٽس ڪارنيليس جا نالا شهرت ماڻيل غير مسلم پاڪستانين ۾ شامل ڪرڻ گهرجن جن حاڪماڻي آوازن جي پيروي ڪرڻ کان نابري واري ۽ جسٽس دراب پٽيل ۽ جسٽس

ڀڳوان داس جهڙن لاءِ سولائي پيدا ڪئي.

هڪ ٻيو نالو جيڪو انهيءَ قانوني ويڙهاند ۾ اڀري سامهون آيو سو هو آءِ آءِ چندريگر جو، جنهن سنڌ چيف ڪورٽ ۽ فيڊرل ڪورٽ ٻنهي جاين تي مولوي تميزالدين جي نمائندگي ڪئي هئي. خبرن موجب چيف جسٽس منير چندريگر جي پيش ڪيل شاندار دليلن جي موٽ ۾ ساڻس انتهائي اڻنگو ۽ جهيڙيڪار ورتاءُ ٽي اختيار ڪيو، منير جي سياءُ مان ظاهر ٿي ٿيو ته ڄڻ هن وٽ چندريگر جي حيثيت واري سياستدان جي ڪا اهميت ئي نه هئي. دلچسپ ڳالهه اِها آهي ته جسٽس منير پنهنجي فيصلي ۾ ان معاملي جو ڪو ذڪر ئي نه ڪيو آهي ته ڪو گورنر جنرل وٽ اِهو اختيار هو ته هو اسيمبليون ختم ڪري ڇڏي، هن رڳو صحيح نه هئڻ تي ئي ڌيان ڏريو ۽ سنڌ چيف ڪورٽ جي ججن طرفان پيش ڪيل انتهائي درست دليلن کي ويچار جوڳو ئي نه سمجهيو. جيڪڏهن جسٽس ڪونسٽنٽائن، ويلاني ۽ محمد بخش جي لکتيءَ جي جسٽس منير جي لکتيءَ سان ڀيٽ ڪندا ته اوهانکي اچاترو ۽ غيرسنجيدي انداز جو احساس ٿيندو.

فيڊرل ڪورٽ جو فيصلو 15 مارچ 1955 تي ٻڌايو ويو، جنهن ڪانپوءِ گورنر جنرل پنهنجي سر ئي اِهو اختيار ماڻيو ته هو قانون جوڙڻ جو اختيار رکي ٿو ۽ هڪ آرڊيننس ذريعي ڪجهه آئيني تبديليون ڪيائين ۽ برطرف ڪيل آئين ساز اسيمبليءَ جي جاءِ تي آئيني ڪنونشن تيار ڪيائين.

جنهن وقت گورنر جنرل آرڊيننسن ذريعي قانون جوڙڻ ۾ رڌل هو تڏهن وفاقي ڪورٽ ۾ هڪ اهم ڪيس ٻڌڻيءَ لاءِ پيش ٿيو. اِهو يوسف پٽيل بمخالف سربراهه مملڪت طور مشهور آهي جنهن ۾ يوسف پٽيل ۽ ٻن ٻين ڄڻن گورنر جنرل جي منظور ڪيل هڪ ايڪٽ تحت پنهنجي گرفتاريءَ خلاف هڪ آئيني درخواست داخل ڪئي هئي. ان ڪيس جي ڪاروائي دوران فيڊرل ڪورٽ گورنر جنرل طرفان آئيني قانون سازي ڪرڻ ۽ دستوري ڪنونشن ٺاهڻ تي ڇوهه ڇنڊبندي ليکيو ته اهو سندس اختيار کان مٿاهون آهي. ان گورنر جنرل کي هڪدم ڪجهه مخصوص معاملن جو تعين ڪرڻ لاءِ فيڊرل ڪورٽ ۾ هڪ ريفرنس

امائڻ تي مجبور ڪيو. جيتوڻيڪ مولوي تميزالدين جي ڪيس کي اڪثر سنگ ميل طور پيش ڪيو ويندو آهي پر حقيقت ۾ يوسف پٽيل جو ڪيس ۽ انڪانپوءِ وارو ريفرنس نام نهاد نظريئه ضرورت کي سمجهڻ لاءِ بنيادي اهميت جوڳا آهن. انهن ڪيسن جي نتيجي ۾ ئي فيڊرل ڪورٽ آئين ساز اسيمبليءَ جي برخاستگيءَ کي برقرار رکيو ۽ مملڪتي سربراهه طرفان نمائنده آئين ساز ادارو قائم ڪرڻ کي جائز ليکيو.

دليل اِهو هو ته ائن سالن کانپوءِ به آئين ساز اسيمبلي آئين جوڙي نه سگهي آهي تنهنڪري اِها دائمي قانون ساز بڻجي چڪي آهي جنهن جي حيثيت غير نمائندي ٿي وئي آهي ۽ هڪ نئين اسيمبليءَ جي راهه هموار ڪرڻ واسطي انکي ختم ڪرڻ جي ضرورت هئي.

دلچسپ طور تي فيڊرل ڪورٽ سول يا رياست جي ضرورت وارو نظريو اختيار ڪيو جيڪو وفاق جي وڪيلن پيش ڪيو هو. لارڊ ڪينٽ ڊپلاڪ (1907 کان 1985) جي عام ادراڪ جي ابتڙ جسٽس منير نظريہ ضرورت کي بحث هيٺ آندو هو. هُن سادي ريت رياستي ضرورت واري دليل کي قبول ڪري ورتو هو جنهن کي ڊپلاڪ هنن لفظن ۾ پيش ڪيو هو: ”جيڪو بئي صورت ۾ قانوني ناهي کي ضرورت قانوني ٿي بڻائي ۽ عوام جي سلامتي ۽ رياست جي سلامتي برتر قانون آهي... ۽ انهن جزن کي قانون جو حصو سمجهڻ گهرجي.“ ضرورت واري قانون کي سمجهڻ لاءِ دليل جو بهترين بيان ڪرامويل جي مشهور قول ۾ ملي ٿو ته جيڪڏهن قانون موجب ڪجهه نه ٿي سگهندو هجي ته جيستائين اسين ڪنهن کي قانون تيار ڪرڻ لاءِ چونداسين، اوستائين قوم جي نڙي ڪپجي چڪي هوندي. انهيءَ منطق کي اختيار ڪندي فيڊرل ڪورٽ جي چيف جسٽس منير اُهي قانوني بنياد ڊاهي ڇڏيا جن جي آڌار تي پاڪستان هڪ قانون پسند ملڪ بڻجي پئي سگهيو. ڪرامويل جو حوالو ڏيندي انهيءَ حقيقت جو ذڪر نه ڪيو ويو ته سندس گذاري وڃڻ جي فقط ٽن سالن کانپوءِ ئي ويسٽ منسٽر ۾ 1661 ۾ ڪرامويل جي قبر کوٽي وئي ۽ ڪيس مرڻ پڄاڻان سزا ڏني وئي. سندس لاش جا ٽڪرا ڪري زنجيرن ۾ لٽڪايو ويو ۽ پوءِ هڪ کڏ ۾ اڇلايو ويو. سندس ڪپيل ڳچي 1685 تائين ويسٽ منسٽر هال جي ٻاهران هڪ ٿنڀ تي لٽڪائي نماءَ لاءِ رکي وئي.

# ون يونٽ جي جوڙجڪ

نئين ڄڻيل پاڪستان ۾ سول ۽ فوجي ناتن ۾ عدم توازن پيدا ٿيڻ کان اڳيئي، مرڪز ۽ صوبن وچ ۾ محاذ آرائي جمهوريت جي سپني کي تاراج ڪرڻ شروع ڪري ڏنو هو. دلچسپ ڳالهه اِها آهي ته آل انڊيا مسلم ليگ جي اُها قيادت جنهن کي ان ڳالهه جي وڏي ڳڻتي هئي ته هندستان ۾ مضبوط مرڪز صوبن تي پنهنجي بالادستي قائم ڪندو، سا ورهاڱي کانپوءِ اوچتو ئي اوچتو مضبوط مرڪز جي علمبردار بڻجي وئي.

اِهو چوڻ شايد درست نه ٿيندو ته پارٽيءَ جي حيثيت ۾ سموري مسلم ليگ هڪ مضبوط مرڪز جي حمائتي هئي. شروعاتي طور تي اِهو جناح ۽ لياقت جو جوڙ هو جنهن پنهنجي ئي مسلم ليگ جي انهن اڳواڻن کي جيڪي مرڪز جي حاڪيمت جي مخالفت ڪري پئي سگهيا، کي نظرانداز ڪندي صوبائي مامرن ۾ مرڪز طرفان مداخلت شروع ڪري ڏني. انڪانپوءِ صورتحال تبديل ٿي ۽ چئن جي ٽولي اِها ڪرت سنڀالي ورتي. اِهو ٽولو غلام محمد، جنرل اسڪندر مرزا، جنرل ايوب خان ۽ چوڌري محمد عليءَ تي ٻڌل هو. انهن چئني صاحبلوڪن جو تعلق سول ۽ فوجي ڪاموراشاهيءَ سان هو ۽ منجهائن ٽي اولهه پاڪستان سان واسطو رکندڙ هئا.

هڪ افسوسناڪ ڳالهه اِها هئي ته جناح ۽ لياقت جوڙيءَ جي پڄاڻيءَ کانپوءِ مسلم ليگ جي گهٽي پاڳي قيادت اهڙن گهٽ عقل ۽

ضمير فروش ماڻهن تي ٻڌل هئي جن لاءِ پنهنجي هيڄ ۽ لالچ تي قابو رکڻ ممڪن نہ هو تنهنڪري هو سمورا ڇٽڻ واري ٽولي جي چاپلوسيءَ ۾ جنبي ويا. انجي اُبتڙ جن ماڻهن صوبن جي حقن لاءِ آواز اُٿارڻ جي ڪوشش ڪئي تن کي ٻاهريون در ڏيکاري "قومي مفادن" خلاف ڪم ڪندڙ غدار ليکيو ويو. اِها ڌار ڳالهہ آهي تہ انهن "غدارن" مان جنهن بہ ڪڏهن پنهنجي موقف تان هٽ ڪٽي اطاعت گذاري قبولي تہ ڪيس هڪدم پاڪرن ۾ پري نوازيو ويو. تابعداريءَ جي راهہ اختيار ڪندڙن کي انهيءَ ڪان هٽي تہ مرڪزي يا صوبائي اسيمبليءَ ۾ سندن حيثيت ڇا هئي، عارضي طور تي سرڪاري عهدا ڏنا ٿي ويا.

صوبن کي ملڪ جي اُلهندي ڀاڱي ۾ ضم ڪري انهن کي هڪ يونٽ ۾ تبديل ڪرڻ وارو تصور شروعاتي طور تي ملڪ فيروز خان نون ۽ جهان آرا شاهنواز پيش ڪيو هو. هو ٻئي 1949 ۾ پنجاب جي نمائندگي ڪندي آئين ساز اسيمبليءَ جا ميمبر هئا. اهڙا اشارا پڻ ملن ٿا تہ جناح ۽ لياقت پڻ انهيءَ تصور تي غور ڪيو هو پر سندن حياتيءَ ۾ ان تي ڪا اڳيرائي نہ ٿي سگهي هئي. انجو هڪ سبب اِهو ٿي سگهي ٿو تہ هنن ٻنهي جو تعلق پنجاب سان نہ هو ۽ ڇئي سگهجي ٿو تہ ڪين بنگال ۽ پنجاب وچ ۾ پئدا ٿيندڙ تضاد جي اندروني اثرن جو ڪو گهڻو ادراڪ بہ نہ هو. ان مرحلي تي بہ ڪجهہ مسلم ليگي اڳواڻن جن ۾ چوڌري خليق الزمان پڻ شامل هو ان مامري تي پنهنجي ڳڻتين جو اظهار ڪيو هو.

گورنر جنرل غلام محمد وزيراعظم خواجا ناظم الدين کي اقتدار مان ترڻ ۽ سياستدانن تي پنهنجي پنجوڙ سخت ڪندي پهرين آئين ساز اسيمبليءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ انتهائي تڙ تڪڙ ۾ ون يونٽ وارو منصوبو پيش ڪيو. انهيءَ تڪڙ جو وڏو سبب اوير پاڪستان اسيمبليءَ ۾ جڳتو فرنٽ (گڏيل محاذ) جي زوردار ڪاميابي هئي. ان محاذ ۾ اُهي بنگالي اڳواڻ شامل هئا جن ورهاڱي کان اڳ وارو مذهبي بيانيو ترڪ ڪري ناظم الدين کان پوءِ واري دور ۾ قومپرست سياسي نظريو اختيار ڪيو هو.

اوير بنگال ۾ بنگالي قومپرستن جي انهيءَ سوڀ اولهندي ڀاڱي

جي نندين صوبن لاءِ پڻ سازگار ماحول پيدا ڪيو ڇاڪاڻ جو اِهو غير معمولي سياسي مظهر پنجاب لاءِ نراسائيءَ جو هڪ ڪفن ثابت ٿيو هو. ان صورتحال سبب اِهو امڪان به پيدا ٿي ويو ته اولهندي پاڱي جا ننڍا صوبا به بنگال جي راهه تي نه هلي پون ۽ سول ۽ فوجي ڪامورا شاهيءَ جي مضبوط مرڪز وارو سپنو پور پور نه ٿي وڃي. انڪري حڪمران ڪاموراشاهيءَ ون يونٽ قائم ڪرڻ کي پنهنجي مفادن لاءِ ضروري ليکيو، ڇاڪاڻ جو اولهندي پاڱي ۾ ٽن صوبن (پنجاب، سنڌ ۽ سرحد صوبو)، چيف ڪمشنري صوبي بلوچستان ۽ درجنن جي ڳاڻيٽي ۾ نوابي رياستن جي پيٽ ۾ هڪ اسيمبليءَ ذريعي پنهنجا من پسند فيصلا مڃرائڻ وڏيڪ سولو هو.

هڪ دلچسپ ڳالهه اِها سامهون آئي ته پنجاب سان تعلق رکندڙ اڳواڻ خاص طور تي چوڌري محمد علي، نواب گورماني، ممتاز دولتانا ۽ فوج جا بنيادي ترجمان جنرل ايوب خان ۽ ميجر جنرل اسڪندر مرزا ون يونٽ منصوبي جا انتهائي حمائتي بڻجي ويا ته جيئن اقتدار جي توازن کي بنگال جي حق ۾ وڃڻ کان روڪي سگهجي. جنرل اسڪندر مرزا جو تعلق بنگال سان ئي هو پر هو هڪ ڪامورو هو ۽ هو خاص طور تي پنهنجي صوبي جي پاشاني، فضل حق ۽ سهروورديءَ جهڙن ناماچار سياستدانن سان ڏڪار رکندڙ هو. هُن جهڙا سرڪاري عملدار جيئن ته عوامي پنيرائيءَ کان محروم هوندا آهن انڪري هو نه رڳو سياستدانن پر عوام کي به ڌڪاريندا آهن. هو پنهنجو پاڻ کي ٻين کان اعليٰ ۽ افضل ليکيندا آهن ۽ قوم کي پنهنجي خواهش پٽاندر ڪرڻ جو انتظار ڪري نه سگهندا آهن. سندن اهڙين ڪوششن ۾ ڪيترائي سياستدان پڻ شامل ٿي ويندا آهن.

هيءُ اُهو پيشمنظر هو جنهن ۾ غلام محمد جي نگراني ۽ وزيراعظم محمد علي بوگرا جي اڳواڻيءَ ۾ ون يونٽ مڙهڻ جون ڀرپور ڪوششون شروع ڪيون ويون. بنگال سان تعلق رکندڙ سياستدانن خواجا ناظم الدين، فضل الرحمان، تميزالدين خان ۽ نورالامين سان گڏوگڏ اولهه پاڪستان ۾ ڪجهه مسلم ليگي اڳواڻن جهڙوڪ عبدالستار پيرزادي

۽ محمد هاشم گزدر پڻ انجي مخالفت ڪئي. آئين ساز اسيمبليءَ کي برخاست ڪرڻ جي ٻن هفتن اندر ئي گورنر افتخار محمد ممدوٽ 8 نومبر 1954 تي پيرزادي جي سنڌ حڪومت کي بہ برطرف ڪري ڇڏيو. محمد ايوب کهڙي کي، جيڪو ماضيءَ ۾ بدعنوانيين جي الزام هيٺ مرڪز طرفان ئي پيرا برطرف ڪيو ويو هو، ون يونٽ منصوبي جي حمائت ڪرڻ عيوض ٻيهر سنڌ جو وڏو وزير مقرر ڪيو ويو.

22 نومبر 1955ع تي محمد علي بوگرا اعلان ڪيو تہ مرڪز صوبن جي منظوري حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ اولهہ پاڪستان جي سمورن صوبن کي ون يونٽ ۾ ضم ڪرڻ جو اصولي فيصلو ڪري ورتو آهي. ان اعلان ڪانپوءِ مرڪز جا سمورا انتظامي ادارا صوبن جي منظوري حاصل ڪرڻ واسطي متحرڪ ٿي ويا. ساڳئي ڏينهن تي صوبائي سياستدانن کي راڄڌاڻي گهرائي مٿن واضح ڪيو ويو تہ هاڻ مرڪز طرفان ون يونٽ منصوبي خلاف ڪنهن بہ قسم جي بحث مباحثي کي برداشت نہ ڪيو ويندو. مرڪز اِهو ٿي چاهيو تہ وفاقي راڄڌاڻيءَ ۾ ون يونٽ جي جوڙجڪ بابت جيڪو قانوني مسودو تيار ڪيو ويو آهي سو صوبا ڪنهن هٻڪ ڪانسواءِ قبول ڪن. ائين نہ ڪرڻ جي صورت ۾ سنڌ جي وڏي وزير پيرزادي کي برطرف ڪري اڳواٽ ئي پيغام ڏنو ويو هو. اصل ۾ مرڪز طرفان آئين ساز اسيمبلي برطرف ڪرڻ ۽ انکان اڳ اوير بنگال ۾ جگتو فرنٽ حڪومت جي برطرفيءَ ذريعي پنهنجي آپيشاهاڻي مرضيءَ جي استعمال جو اظهار ٿي چڪو هو.

عبدالستار پيرزادي صوبن کي ضم ڪري هڪ ايڪو ناهڻ واري عمل خلاف سخت ۽ مضبوط موقف اختيار ڪيو ۽ ون يونٽ رٿ خلاف سنڌ اسيمبليءَ جي چوهتر ميمبرن جون صحيحون حاصل ڪري ورتائين. پيرزادي کي جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، غلام محمد ڀرڳڙي ۽ غلام علي ٽالپر جي پٺڀرائي پڻ حاصل هئي. بوگرا جي اعلان جي ٽن ڏينهن اندر ئي سرحد اسيمبليءَ وڏي وزير سردار عبدالرشيد جي اڳواڻيءَ ۾ 25 نومبر 1954 تي ون يونٽ جي تائيد ڪري ڇڏي. باچا خان ون يونٽ ناهڻ جو هڪ اهم مخالف هو ۽ سندس گهُر هئي تہ ان ڏس ۾

وفاقي حڪومت تڪڙ ڪان ڪم نہ ورتي.

نومبر 1954 ۾ بلوچستان جي شاهي جرڳي ۽ خيرپور جي قانون ساز اسيمبليءَ ون يونٽ جي حمائت جو اعلان ڪيو.

پنجاب ئي اُهو اڪيلو صوبو هو جتي اِها رٿ ڪنهن مزاحمت کانسواءِ منظور ڪئي وئي. 30 نومبر 1954 تي لڳ ڀڳ سموري صوبائي اسيمبليءَ ان نهراءَ جي حق ۾ ووٽ ڏنو. 6 ڊسمبر 1954 تي چترال ڪائونسل پڻ ان رٿ جي حمائت جو اعلان ڪيو.

جيستائين سنڌ جو تعلق آهي تہ اُتي صورتحال انتهائي دلچسپ هئي. ايوب کهڙي پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪري 104 ميمبرن واري اسيمبليءَ جي 100 ميمبرن طرفان ون يونٽ جي حق ۾ ٺهراءُ بحال ڪرائي ورتو. هيءَ اُهائي اسيمبلي هئي جنهن جي 74 ميمبرن وڏي وزير پيرزادي جي رٿ تي ون يونٽ جي مخالفت ڪئي هئي. صورتحال ۾ انهيءَ مڪمل ۽ ڊرامائي تبديليءَ جو سادو سودو سبب مرڪز جي اِها ڌمڪي هئي تہ ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ نہ ڏيڻ جي صورت ۾ سموري اسيمبليءَ کي ئي گهر پيڙو ڪيو ويندو. جيڪڏهن ڪنهن کي ان بابت ڪو شڪ شبهو آهي تہ صوبائي حڪومتن وفاقي ادارن طرفان نج صوبائي معاملن ۾ مداخلت جي ڀرپور مزاحمت ڇو نہ ڪئي تہ ڪين انهيءَ سوال جي جواب لاءِ تاريخ جو ڪجھ اڀياس ضرور ڪرڻو پوندو.

ايوب کهڙي مرڪز جي هدائتن تي پيرزادي، جي ايم سيد ۽ پير الاهي بخش کي مختلف الزامن هيٺ گرفتار ڪيو. ڳالھ اتي دنگ نہ ڪيو پر سنڌ اسيمبليءَ جي اسپيڪر کي پڻ "سنڌ جي صوبائي ڪابينا جي ميمبرن کي قتل ڪرڻ جي سازش" سٽڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪيو ويو. ون يونٽ خلاف احتجاج ڪندڙ هزارين مخالفن کي جيلن ۾ واڙيو ويو ۽ حيدرآباد هڪ فوجي ڪئمپ ۾ تبديل ٿي ويو. انهيءَ صورتحال جو "اعزاز" جنرل ايوب خان کي حاصل رهيو جيڪو تن ڏينهن ۾ فوج جو ڪمانڊر انچيف هئڻ سان گڏوگڏ فوجي پنهرائي رکندڙ غلام محمد جي جوڙيل "ڏاهپ ڀري ڪابينا" ۾ بجاءِ وارو وزير پڻ هو.

14 ڊسمبر 1954 تي هڪ اعليٰ سطحي "ون يونٽ ڪانفرنس"

ڪوناٿي وئي جنهن جي پڄاڻي غلام محمد ڪئي ۽ جنهن ۾ اولهه پاڪستان جي لڳ ڀڳ سمورن مرڪزي وزيرن، صوبائي گورنرن، رياستي حاڪمن، صوبائي ۽ رياستن جي وڏن وزيرن شريڪ ٿي ون يونٽ جي حمائت ڪئي. ان ڪانفرنس کان ٻه ڏينهن پوءِ مسلم ليگ جي ايگزيڪيٽو ڪميٽيءَ پڻ ان منصوبي کي قبول ڪري ورتو. ون يونٽ جي حمائت ۽ پنيرائي لاءِ انهن تيز رفتار قدمن کانپوءِ گورنر جنرل طرفان اولهه پاڪستان جي سمورن گورنرن ۽ وڏن وزيرن، بلوچستان جي چيف ڪمشنر ۽ گورنر جنرل جي صوبائي ايجنٽ، نواب بهاولپور جي صلاحڪار ۽ بلوچستان اسٽيٽ يونين جي وزيراعظم تي ٻڌل هڪ ڪائونسل جوڙي وئي.

مٿيون منظرنامو اِهو ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي ته آئين ساز اسيمبلي برخاست ڪرڻ جي فقط ڇهن هفتن اندر غلام محمد، جنرل ايوب ۽ اسڪندر مرزا جي اڳواڻيءَ ۾ مرڪز ڪهڙي ريت اولهه پاڪستان جي سمورن صوبن ۽ رياستن جي ٽڙيءَ ۾ ون يونٽ جو پالو ڪپايو هو. 1955 جي شروعات ۾ خان قلات دٻاءُ جي سٽ نه سارينڊي بلوچستان اسٽيٽ يونين جي اولهه پاڪستان يونٽ ۾ انضمام جي دستاويز تي صحيح ڪئي. ان يونين ۾ قلات، خاران، لسٻيلو ۽ مڪران شامل هئا.

اِهو سمورو هل هنگامو 9 فيبروري 1955 تي اُن مهل اوچتو بند ٿي ويو جڏهن سنڌ چيف ڪورٽ جي بينچ يڪرائپ سان مولوي تميزالدين جي درخواست منظور ڪندي ڪيس آئين ساز اسيمبليءَ جي صدر طور بحال ڪندي مرڪز کي سنڌس ڪمن ڪارين ۾ مداخلت ڪرڻ کان پرهيز ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو. ان فيصلي خلاف مرڪز فيڊرل ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي جتي مارچ 1955 ۾ جسٽس منير احمد سنڌ چيف ڪورٽ جي فيصلي کي رد ڪيو. ان فيصلي کانپوءِ غلام محمد ٻيهر سرگرم ٿي ويو ۽ ملڪ ۾ هنگامي حالتن جو اعلان ڪيائين.

جون 1955 ۾ سڄي ملڪ ۾ اڻسڌي چونڊن ذريعي ٻئي آئين ساز اسيمبلي وجود ۾ آئي. انهيءَ نئين اسيمبلي جي پهرين ويهڪ مريءَ ۾

کي پنهنجو عبوري چيئرمين
ڪونائي وئي جنهن مشتاق احمد گورماني، کي پنهنجو عبوري چيئرمين
چونڊيو. ان ريت ون يونٽ جي ”ڳجهي دستاويزن“ جي پهرين باب جي
شروعات ٿي.
نئي آئين ساز اسيمبلي، جي ڪجهه نون چونڊيل ميمبرن اڳتي
هلي ان ڳالهه جو ڦاٽ ڪاڏو ته مري، واري شروعاتي ويهڪ ۾ ڪجهه اهڙا
دستاويز پڻ ورهايا ويا جن ۾ ون يونٽ منصوبو لاڳو ڪرڻ متعلق
تفصيل درج هئا. اِهي دستاويز انهن اسيمبلي ميمبرن کي خاص طور تي
ڏنا ويا جيڪي ان منصوبي جا ڪي قدر حمائتي هئا. جيتوڻيڪ انهن
دستاويزن تي ليکڪ جو نالو لکيل نه هو پر جن کي اِهي دستاويز فراهم
ڪيا ويا تن جو خيال هو ته اِهي ممتاز دولتانا جا لکيل هئا، جنهن پاڻ
ڪڏهن به انڪان نابري نه واري.
سردار عبدالرشيد دعوا ٿو ڪري ته ڪيس اِهي دستاويز چوڌري
محمد علي، ڏنا هئا. جڏهن نئي آئين ساز اسيمبلي، جي 7 جولاءِ 1955 تي
ويهڪ ٿي ته چئن جي ٽولي مان ٽن ڄڻن يعني ايوب، اسڪندر مرزا ۽
چوڌري محمد علي، نواب گورماني ۽ ڊاڪٽر خان صاحب سان ملاقات
ڪئي. جنهن ڪانپوءِ انهن پنجن ئي ڄڻن ون يونٽ قائم ڪرڻ واري
تحريڪ جي قيادت سنڀالي ۽ غلام محمد کي سندس خراب صحت سبب
انڪان ڌار ڪيو ويو. 3 جولاءِ تي ڪيترين ئي سياسي پارٽين جي اڳواڻن
هڪ پنج نڪاتي ٺاهه تي صحيحون ڪيون، جنهن جا ٻه نڪتا ون يونٽ
مڙهڻ ۽ ملڪ جي ٻن ڀاڱن وچ ۾ هڪ جهڙائي (Parity) قائم ڪرڻ بابت
هئا، جيتوڻيڪ ان وقت اوڀر بنگال جي آبادي پاڪستان جي مجموعي
آبادي، جو 56 سيڪڙو هئي.
ان مرحلي تي سوال اِهو ٿو پيدا ٿئي ته جڏهن اولهه پاڪستان
جي سمورين صوبائي اسيمبلين ۽ رياستن ون يونٽ جو منصوبو منظور
ڪري ڇڏيو هو ۽ وزيراعظم ۽ گورنر جنرل ون يونٽ مڙهڻ جو اعلان
ڪري چڪا هئا ته پوءِ انهيءَ هڻ هٺان جو ڪهڙو مقصد هو؟ ان حوالي
سان اِهو چئي سگهجي ٿو ته فيڊرل ڪورٽ پهرين آئين ساز اسيمبلي،
جي برخاستگي، واري فيصلي کي برقرار رکندي گورنر جنرل کي

انتظامي حڪم ناما جاري ڪرڻ کان روڪيندي اِهو صادر ڪيو هو ته آئين ۽ قانون سازيءَ متعلق سمورن قدمن جي منظوري پاڪستان جي ايندڙ آئين ساز اسيمبلي ئي ڏئي سگهندي. ان فيصلي ڪانپوءِ مرڪز وٽ پارلياماني منظوريءَ ڪانسواءِ ڪو ٻيو چارو ئي نه هو.

سردار عبدالرشيد، جيڪو پهرين ون يونٽ جو حمائتي هو پر پنجن واري ٽولي (ايوب، اسڪندر، گورماڻي، ڊاڪٽر خان صاحب ۽ چوڌري محمد علي) طرفان ڪيس ڳالهين ٻولهين واري عمل کان ٻاهر رکڻ تي انتهائي ڪاوڙجي پيو. هونئين صوبي جي گورنر يا وڏي وزير ٽينڻ جي آسري ۾ هو پر هاڻ ڪيس اندازو ٿي ويو هو ته گورماڻي ۽ ڊاڪٽر خان صاحب کي انهن عهدن تي مقرر ڪيو ويندو سو "ڳجهن دستاويزن" جون ڳالهيون سامهون آڻ جو فيصلو ڪيائين ۽ انهن جا ڪي ٽڪرا پڙهي به ٻڌايائين. سندس چوڻ هو ته ون يونٽ جو منصوبو ڳجهه ڳوهه ۾ پنجاب جي بالادستي قائم ڪرڻ واسطي آهي. بهرحال، ڪي اهڙا اڳواڻ پڻ هئا جن انهيءَ دليل سان اختلاف ڪندي اِهو ٿي چيو ته اوڀر بنگال کي "وڏي ڀاءُ" وارو ڪردار ادا ڪرڻ کان روڪڻ واسطي ون يونٽ ضروري آهي.

ون يونٽ خلاف اهڙي ڌماڪيدار بيان سبب سردار عبدالرشيد کي سرحد صوبي جي وڏ وزارت تان هٽائي جنرل ايوب خان جي ڀاءُ سردار بهادر خان کي اُتي حڪومت ناهڻ جي نينڊ ڏني وئي. سردار بهادر خان ۽ سندس ڪابينا 18 جولاءِ 1955 تي پنهنجي عهدي جو حلف کنيو. انهيءَ پيش رفت مان اِهو ٿو ظاهر ٿئي ته هاڻ اقتدار تي چئن ۽ پنجن جڻن واري ٽولي بدران ايوب ۽ اسڪندر مرزا جي جوڙي جي گرفت مضبوط ٿي رهي هئي ۽ اختيار اصل ۾ هنن وٽ ئي هو. ان ڳالهه جي وڌيڪ تصديق تڏهن ٿي جڏهن 6 آگسٽ 1955 تي هڪ پريس نوٽ جاري ٿيو جنهن ۾ ميجر جنرل اسڪندر مرزا کي غلام محمد جي جاءِ تي وقتي گورنر جنرل مقرر ڪيو ويو هو، جيڪو ٻن مهينن جي طبي موڪلن تي هو. انجي ئي ٿابتي محمد علي بوگرا جي استعفا جي صورت ۾ سامهون آئي جنهن کي غلام محمد مقرر ڪيو هو. انڪانسواءِ

آگسٽ 1955 ۾ چوڌري محمد عليءَ جي وزيراعظم ۽ مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت ۾ ترقي ٿيڻ پڻ ان صورتحال جي تصديق ٿي ڪري.

انهن سمورين تبديلين ۽ وارتائن دوران ون يونٽ بل تي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ جولاءِ کان سيپٽمبر 1955 تائين بحث هليو، جنهن ڪانپوءِ اِهو بل قانون بڻجي 14 آڪٽوبر 1955 تي لاڳو ٿي ويو. نواب گورماڻي ۽ ڊاڪٽر خان صاحب نئين صوبي جا گورنر ۽ وڏو وزير بڻيا. ون يونٽ ناهڻ واري عمل ۾ شريڪ سمورن سياستدانن کي انعامن ۽ اعزازن سان نوازيو ويو. قربان علي خان، ممتاز دولتانا، ايوب کهڙو، عابد حسين (سيد عابدا حسين جو پيءُ)، سردار بهادر خان (جنرل ايوب خان جو ڀاءُ) ۽ سردار عبدالحميد دستيءَ کي وزارتون ڏنيون ويون. انهيءَ سموري سرشتي تي جاگيردارن جو غلبو هو جنهن جي نگراني ميجر جنرل اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان ڪري رهيا هئا.

انهيءَ بحث کي پڄاڻيءَ تي رسائيندي اِهو ياد رکڻ ضروري آهي ته 1947 کان 1955 تائين ڪُل ڀاويهن صوبائي اسيمبلين استعفا ڏني يا انهن کي استعفا تي مجبور ڪيو ويو. انهن مان پنجن جو تعلق اوڀر بنگال سان، ڇهن جو پنجاب سان، ڇهن جو سرحد صوبي سان ۽ ائن جو تعلق سنڌ سان هو. ڪنهن به حڪومت کي بي اعتماديءَ واري رٿ ذريعي نه هٽايو ويو. صوبن جا وڏا وزير اسيمبلين کان ٻاهران آڻي مڙهيا ويا. انهن وڌنڌڙ ۽ قبوليت ماڻيل فردن ۾ اعلانيل غدار ۽ بدعنوان پڻ شامل هئا. گهڻي ڀاڱي صوبائي حڪومتن کي مرڪزي حڪومت جي چرچ تي اُن وقت برطرف ڪيو ويو جڏهن انهن کي اڪثريتي ميمبرن جي پٺڀرائي حاصل هئي.

اِهو سڀڪجهه ڄاڻڻ ڪانپوءِ به جيڪڏهن اوهانجو سوال اِهو آهي ته هن ملڪ ۾ جمهوريت ڇو وڌي ويجهي نه سگهي آهي ته پوءِ اوهين معصوميت يا اڻڄاڻائيءَ جي انتهائي درجي تي رسيل آهيو.

# آئين کي ڦٽائڻ جا شروعاتي قدم

آڪٽوبر پاڪستان جي تاريخ ۾ هڪ دلچسپ مهينو آهي. اِهوئي مهينو جڏهن آڪٽوبر 1954 ۾ ملڪ جي پهرين آئين ساز اسيمبليءَ کي برخاست ڪيو ويو ۽ 1958 ۾ انهيءَ آڪٽوبر مهيني دوران سڄي ملڪ تي مارشل لا مڙهي وئي ۽ آڪٽوبر 1975 ۾ سپريم ڪورٽ ڀٽو حڪومت طرفان نيشنل عوامي پارٽيءَ تي پابندي مڙهڻ واري فيصلي کي جائز ليکيو.

نعپ تي پابندي مڙهڻ جو فيصلو وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽو گهڻو اڳي ڪري چڪو هو. ان تي عمل 1975 ۾ ڪيو ويو. نعپ کي غيرقانوني قرار ڏيڻ ۽ آڪٽوبر 1975 ۾ سپريم ڪورٽ طرفان ان فيصلي جي توثيق ڪرڻ واري فيصلي جا ايندڙ ڏهاڪن تي انتهائي ڏور رس اثر پيا.

عام طور جنرل ضيا تي آئين ڦٽائڻ جو الزام ڌريو ويندو آهي. تاريخ جي آزاد مبصر کي سڄڻ قدمن جي ساراهه ضرور ڪرڻ گهرجي پر اِهو پڻ ڏسڻ گهرجي ته آئين ۾ هڪيئي پويان پهريون ست ترميمون ڪنهن ٻئي نه پر ذوالفقار علي ڀٽي ئي ڪيون. انهيءَ حقيقت کان ڪوبه انڪار نٿو ڪري سگهي ته پنجن فوجي جنرلن اسڪندر مرزا، ايوب خان، يحيٰ خان، ضياالحق ۽ پرويز مشرف سمورن سويلين حاڪمن جي ڀيٽ ۾ ملڪ کي وڌيڪ هاڃو رسايو آهي پر ان موقعي تي ان مامري کي

۽ آڏو آئڻ جي گهرج آهي ته جڏهن ب سويلين حاڪمن کي ڪجهه ڪرڻ جو وجهه مليو آهي هو ڳتا ناهن.

1973 واري آئين ۾ پهرين ۽ ٻين ترميم 1974 ۾ منظور ڪئي وئي. عام طور تي سمجهيو ٿو وڃي ته پهرين ترميم ذريعي بنگلاديش کي تسليم ڪيو ويو جڏهن ته ٻين ترميم وسيلي احمدين کي غير مسلم قرار ڏنو ويو. پر جيڪڏهن اورچائپ سان جائزو وٺجي ته اِهي ٻئي ترميمون ايتريون غير هاڃيڪار نه هيون جيتريون ظاهري طور تي نظر ٿيون اچن.

بنگلاديش کي انهيءَ ترميم کان اڳيئي هڪ آزاد ملڪ طور تسليم ڪيو ويو هو ته جيئن شيخ مجيب الرحمان جي انهيءَ اسلامي سربراهي ڪانفرنس ۾ شرڪت جي خاطري ڪري سگهجي جيڪا فيبروري 1974 ۾ لاهور ۾ ڪوٺائي وئي هئي. اپريل 1974 ۾ آئين جي شق پهرين ۾ ترميم ڪري اوپر پاڪستان جو ذڪر خارج ڪيو ويو پر پهرين ترميم جا ڪجهه ٻيا ب اهڙا پاسا هئا جن سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ڀٽو ڪهڙي ريت سوچي رهيو هو.

آئين جي شق 17 ۾ جيڪي اهم تبديليون ڪيون ويون انهن ذريعي اجتماع جي آزاديءَ کي محدود ڪيو ويو. پابنديون مڙهينديون ملڪ جي سالميت ۽ خود مختياريءَ جي مفاد ۾ تنظيم سازيءَ جي آزاديءَ تي نيون پابنديون مڙهيون ويو. انهيءَ آئيني ترميم جي بنياد تي پوليٽيڪل پارٽيز ايڪٽ 1962 تي پڻ نظرثاني ڪئي وئي. وفاقي حڪومت کي اِهو اختيار ڏنو ويو ته اها ڪنهن ب پارٽيءَ بابت اِهو اعلان ڪري سگهي ٿي ته اها پاڪستان جي خودمختياري ۽ سالميت خلاف ڪم ڪري رهي آهي پوءِ جوابدار پارٽي ختم ٿي ويندي ۽ وفاقي حڪومت انهيءَ سياسي پارٽيءَ جا سمورا اثاثا ۽ فنڊ ضبط ڪندي. سپريم ڪورٽ وٽ بهرحال اهڙي حڪومتي اعلان کي رد ڪرڻ جو اختيار ضرور هو پر هڪ تابع ڪورٽ سبب اهو ٿي نه سگهيو.

سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڀٽي اهو ڇو ڪيو؟ انجا ظاهري طور تي ٻه وڏا سبب ٿا نظر اچن ڀٽي نه رڳو پنهنجي وڏي مخالف سياسي پارٽي

نعپ کي ختم ڪرڻ تي چاهيو پر ڪيس اِهو پڻ محسوس ٿي ٿيو تہ سنڌس پارٽيءَ ۾ غلام مصطفيٰ کر ۽ جي اي رحيم جهڙا ڪاوڙيل عنصر پڻ موجود آهن جيڪي هڪ نئين سياسي پارٽي ٺاهي سگهن ٿا انڪري پنهنجي اِهو تلوار پاڻ وٽ رکڻ ٿي چاهي تہ جيئن ضرورت پوڻ تي اِها استعمال ڪري سگهجي.

ٻين آئيني ترميم بنيادي طور تي قادياني مسئلي بابت هئي پر پاڪستان جي سياست تي انجا بہ ڪيترائي هاڃيڪار اثر پيا. دنيا جي تاريخ ۾ اِهو پهريون موقعو هو جو هڪ چونڊيل پارليامينٽ ڪنهن مسلڪ بابت اِهو فيصلو ڪيو تہ مذهبي حوالي سان انجي ڪهڙي حيثيت ۽ سڃاڻپ آهي. اِهو هڪ اهڙو مسئلو هو جيڪو 1950 واري ڏهاڪي جي جسٽس منير رپورٽ ۾ پڻ بحث هيٺ آندو ويو هو. انهيءَ ترميم وسيلي پاڪستان جي ڪجھ انتهائي تجربيڪار اڳواڻن کي وٺائڻ خاطر ان مسئلي تي انهيءَ ترميم وسيلي مهر هڻي وئي. انهيءَ ترميم جو رد عمل اهو ٿيو جو ٻين اقليتي فرقن کي پڻ ڪافر ليکڻ جي گهُر ٿيڻ شروع ٿي. اِهو اهڙو خطرناڪ فيصلو هو جنهن وڳهي آخرڪار سمورو معاشرو تاراج ٿيڻ وارو هو.

1974 ۾ ٻن آئيني ترميمن جو مقصد وفاقي حڪومت جي اختيارن کي سگهارو ڪرڻ هو تہ جيئن اُها پنهنجي سياسي مخالفن کي چيپاڻي ۽ ڪورٽن جا اختيار محدود ڪري سگهي. جيتوڻيڪ ڪورٽون اڳيئي مسڪين ۽ نرم مزاج هيون ۽ ورلي ئي حڪومت لاءِ ڳڻتيءَ جو سبب بڻيون هيون پر ڀٽو ان ڳالھ کي پڻ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو تہ سنڌس مخالف سنڌن خلاف ٿيندڙ ڏاڍاين خلاف هر هر ڪورٽن جو رُخ ڇو ٿا ڪن.

فيبروري 1975 واقعن سان ڀرپور مهينو هو جنهن ۾ قومي اسيمبليءَ دهشتگردن خلاف خاص ڪورٽون قائم ڪرڻ جو بل منظور ڪيو. صورتحال ان مهل وڌيڪ واضح ٿي وئي جڏهن 8 فيبروريءَ تي پشاور ۾ حيات محمد خان شيرپائو کي هڪ حملي ۾ قتل ڪيو ويو. ان واقعي جي هڪ هفتي اندر ولي خان جي نيشنل عوامي پارٽيءَ کي

غيرقانوني قرار ڏيئي پابندي هنئي وئي. ڪجھ ڏينهن اندر ٽين آئيني ترميم منظور ڪري حراست ۾ فردن جا حق محدود ۽ حراست ۾ وٺندڙ ادارن جا اختيار وسيع ڪيا ويا. حفاظتي حراست خلاف تحفظ کي گھٽائيندي حراستي عرصو هڪ مهيني کان وڌائي ٽي مهينا ڪيو ويو ۽ ان سان گڏوگڏ حراست ۾ موجود فردن کي نظرثاني بورڊ آڏو پيش ڪرڻ وارو شرط پڻ ختم ڪيو ويو. هاڻ ڪنهن به فرد کي جنهن بابت اِهو انومان هجي ته هو پاڪستان جي سالميت، سلامتي يا بچاءَ خلاف ڪو اهڙو عمل يا اهڙي ڪا ڪوشش ڪري رهيو آهي ته ڪيس اڻچاڻايل عرصي تائين حراست ۾ رکي سگھيو پئي.

پٺيو حڪومت فوجداري ضابطي ۾ پڻ ترميم ڪندي ڪورٽن کي گرفتاريءَ کان اڳ ضمانت منظور ڪرڻ کان ان وقت تائين روڪي ڇڏيو جيستائين ڪنهن فرد خلاف ڪيس داخل نه ڪيو ويو هجي. ان قسم جون ضمانتون سياسي ڪارڪنن کي ڏاڍاين خلاف تحفظ فراهم ڪنديون هيون. ڪورٽ ڪنهن به فرد جي ڪيس داخل ٿيڻ کان اڳ به ضمانت منظور ڪري پئي سگھي، جيڪڏهن متاثر ٿيندڙ فرد محسوس ڪري ته سندس خلاف ڪيس داخل ٿي سگھي ٿو ۽ ڪيس ڪورٽ تائين پهچڻ کان اڳيئي گرفتار ڪيو ويندو.

آئين ۾ ٻين ۽ ٽين ترميم جو مقصد هاڻ واضح ٿي چڪو هو. نعپ انهن ٻنهي ترميمن جو مرڪزي نشانو هئي. ولي خان سميت نعپ جي الڳ پڳ سموري قيادت کي قيد ڪيو ويو. پاڪستان ۾ لبرل، سيڪولر ۽ ترقي پسند آدرشن لاءِ ڪم ڪندڙ اِها اڪيلي سياسي پارٽي هئي، جنهن جي خلاف اهڙي اُپاءَ ملڪ ۾ جمهوري قدرن جي امڪانن کي انتهائي نقصان رسايو.

بنگلاديش جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ باقي بچيل پاڪستان ۾ به پراڻو ئي رينگٽ هلڻ لڳو. اڳي بنگالين کي غدار ٻڌائي پيش ڪيو ويندو هو ۽ هاڻ هڪ نئون وهنوار اختيار ڪندي سياسي مخالفن تي ملڪ خلاف ڪم ڪرڻ جا الزام مڙهڻ شروع ڪيو ويو ۽ ملڪي حفاظت جو ذمو ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي سر ڪنيو. بنگالين تي هندستان جي هٿن

۾ ڪيڏڻ جو الزام ڏريو ويو هو. هاڻ نعپ جي اڳواڻن خاص طور تي پشتون ۽ بلوچ اڳواڻن کي افغانستان جو ايجنٽ ٻڌائي پيش تي ڪيو ويو.

خان عبدالولي خان آزاديءَ جي هڪ عظيم مجاهد باچا خان جو پُٽ ۽ وڏي قد ڪاٺ واري سياسي شخصيت هو. ڪيس قومي اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌر جو اڳواڻ چونڊيو ويو هو. هو پڻ جي جعلي سوشلزم جو مخالف هو. ولي خان بيشڪ اعليٰ ڪردار وارو جمهوريت پسند اڳواڻ هو جنهن جو سمورو ڪٽنب غير معمولي شخصيتن تي ٻڌل هو، جنهن ۾ ولي خان جو والد خان عبدالغفار خان، پائر غني خان ۽ عبدالعلي خان ۽ چاچو عبدالجبار خان (ڊاڪٽر خان صاحب) شامل هئا.

# آئيني ترميمن جي تاريخ

1958 وارين عام چونڊن ۾ اوپر ۽ اولهه پاڪستان ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي سوڀ ڪي يقيني ليکيو پئي ويو، چونڊون نه ڪرائڻ ۽ ملڪ تي مارشل لا مڙهڻ جو هڪ سبب اِهو پڻ هو. ان وقت جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو ميجر جنرل اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان جي خوشنودي حاصل ڪرڻ جي پتوڙ ۾ هو تڏهن نعپ پاڪستان ۾ جمهوريت، سيڪيولرازم ۽ صوبن جي حقن جو جهنڊو اُڀو ڪيل هئي.

نعپ 1967 ۾ ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار ٿي ۽ عبدالحميد ڀاشانيءَ ۽ ولي خان پنهنجا ڌار ڌار گروپ جوڙيا. اوپر پاڪستان جي ڌار ٿيڻ ڪانپوءِ باقي بچيل پاڪستان ۾ نعپ ڀاشانيءَ جو انت اچي ويو. 1970 واري ڍاڪي ۾ جڏهن ڀٽو حڪومت طرفان جبر ۽ بنيادي حقن جي پيچڪڙين جو سلسلو ٻيهر شروع ٿيو ته ولي خان جي اڳواڻيءَ ۾ سرگرم رهڻو نعپ ئي پاڪستان جي اُها واحد ترقي پسند قوت هئي جنهن کي آئيني ترميمن ذريعي چيڀاٽڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

ذوالفقار علي ڀٽي جو پنهنجو تعلق به هڪ ننڍي صوبي سان هو تنهنڪري ڪيس بلوچستان ۽ سرحد صوبي جي اُڏمن ۽ مامرن جو احساس هئڻ کپندو هو پر صورتحال انجي ابتڙ هئي. ڀٽو وڏي ياءُ سان سلهاڙجي بيٺو. هُن فوج ۽ پنهنجي جوڙيل پندرهن هزار عملدارن تي ٻڌل سگهاري فيڊرل سيڪيورٽي فورس ذريعي سگهه ماڻڻ جي راهه ورتي. بلوچستان

۽ سرحد صوبي سان گڏوگڏ ولي خان پنجاب ۽ سنڌ جي ترقي پسند قوتن ۾ پڻ مقبول هو ۽ ڀٽي کيس پنهنجي لاءِ هڪ خطرو ٿي ليکيو.

نيشنل عوامي پارٽيءَ تي پابندي مڙهڻ ۽ وفاقي حڪومت طرفان انجا سمورا اثاثا ۽ فنڊ ضبط ڪرڻ ڪانپوءِ آئيني ترميمن جا اصل مقصد صاف طور تي واضح ٿي ويا. انهن آئيني ترميمن جي مسودي جي تياريءَ دوران ڀٽي پنهنجي آئيندي جي قدمن کي آڏو رکندي هر لفظ جي انتهائي اورچائپ سان چونڊ ڪئي. هو ملڪ جي جمهوري قوتن کي تباهه ڪرڻ پويان هٿ ڌوئي پيل هو، جيڪي انهن غير جمهوري قوتن آڏو ڇاتي تاڻي پئي سگهيون جن آخرڪار ڀٽي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو.

پاڪستان جي سپريم ڪورٽ ۾ ولي خان جي ڪيس جي ٻڌڻيءَ دوران ڍڳوڪي چيف جسٽس حمودالرحمان، جنهن حمودالرحمان ڪميشن جي سربراهه طور ناماچاري ڪمائي هئي، ڪجهه اڻڄاتل سببن ڪري بينچ ۾ شامل انهن ٻن ججن خلاف ولي خان جا اعتراض رد ڪري ڇڏيا جيڪي ذوالفقار علي ڀٽي سان ويجهڙائپ لاءِ مشهور هئا.

اِها ڳالهه يقيني طور تي اچرج جوڳي هئي ته حمودالرحمان جهڙو اعليٰ صلاحيتون رکندڙ جج جنهن جو پنهنجو تعلق اڳوڻي اوڀر پاڪستان سان هو ۽ جيڪو پاڻ سياسي اڳواڻن کي غدار ليکڻ جو شاهد هو، سو ڀٽي جي دولاب ڀري فتني بازيءَ جو ادراڪ نه ڪري سگهيو.

انهن ترميمن ڪانپوءِ ڪنهن به هاءِ ڪورٽ وٽ سياسي ڏاڍ ڏمر جي شڪار ٿيندڙن جي داد رسي ۽ ڪين حراست دوران ضمانت ڏيڻ جو اختيار نه رهيو. چوٿين آئيني ترميم جي سموري عمل کي انتهائي چالاڪيءَ سان پورو ڪيو ويو هو. انهيءَ ترميم جي ٻن ٻين عنصرن کي وڌيڪ هاڃيڪار عنصرن جي شدت گهٽ ڏيکارڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو. قومي اسيمبليءَ ۾ اقليتن لاءِ ڇهه خاص سيٽون مختص ڪيون ويون ۽ پنجاب اسيمبليءَ ۾ اقليتن جون سيٽون ٽن کان وڌائي پنج ڪيون ويون.

قومي اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌر جي انهن ميمبرن کي جن چوٿين آئيني ترميم خاص طور تي هاءِ ڪورٽ جي اختيارن ۾ گهٽتائي آڻڻ جي

حوالي سان بحث ڪرڻ تي چاهيو، جسماني طور تي اسيمبليءَ ڪان ٻاهر ڪڍو ڪيو ويو. اهڙو اعزاز حاصل ڪندڙ سياسي اڳواڻن ۾ مولانا مفتي محمود، پروفيسر غفور احمد ۽ محمود علي قصوري پڻ شامل هئا. دلچسپ ڳالهه اِها پيپلزپارٽيءَ کي قومي اسيمبليءَ ۾ گهربل اڪثريت حاصل هئي ۽ اُها اهڙن چسن حربن کي استعمال ڪرڻ ڪانسواءِ بہ انهن ترميمن کي سولائي سان منظور ڪرائي پئي سگهي پر ان نوعيت جي هاجن کي بهرحال اسانجي تاريخ جو حصو بڻجڻو هو.

1973 واري آئين ۾ پنجين ترميم سيپٽمبر 1976 ۾ ڪئي وئي جنهن تحت آئين جي سورهن شقن ۽ آئين جي پهرين شيڊول ۾ ترميمون ڪيون ويون. ان ترميم هيٺ هاءِ ڪورٽن جا اختيار آرٽيڪل 199 تحت اچائين وڏيڪ گهٽايا ويا. انهيءَ ترميم ذريعي خود جج پڻ پهريون ڀيرو مختلف حوالن سان متاثر ٿيا. هاڻ سپريم ڪورٽ ۽ هاءِ ڪورٽن جي ججن جي معياد جو تعين رڳو هڪ مخصوص ڄمار تائين باقي نہ رهيو پر متبادل طور تي هڪ مخصوص عرصي جو تعين پڻ ڪيو ويو. هاڻ اِها ڳالهہ واضح ٿي چڪي هئي تہ پٺتي ڪجهہ مقررين ۾ تبديليون اچڻ تي چاهيون.

انهيءَ ترميم جو هڪ ضابطو اِهو بہ هو تہ هاڻ حڪومت ڪي ڪنهن بہ جج کي سندس رضامنديءَ ڪانسواءِ ڪو سبب نہ ڄاڻائيندي ۽ چيف جسٽس سان صلاح مشورو ڪرڻ بنان هڪ هاءِ ڪورٽ ڪان ٻئي ڏانهن بدلي ڪرڻ جو اختيار حاصل ٿي ويو هو. پنجين ترميم جي ڪڙي گوريءَ کي هڪ ڀيرو ٻيهر ڪندبہ ۾ ٻوڙي ڦڪائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ان مقصد لاءِ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڌار ڌار هاءِ ڪورٽون قائم ڪيون ويون. انهيءَ عمل کي اُن پابنديءَ جي پيٽ ۾ وڌيڪ ظاهر ڪري پيش ڪيو ويو جنهن تحت هاءِ ڪورٽن جي عبوري ضمانتون منظور ڪرڻ واري اختيار تي پابندي مڙهي وئي هئي. پنو ڪابينا ۾ عبدالحفيظ پيرزادو تعليم جو وفاقي وزير هو جنهن زمين ۽ آسمان هڪ ڪري ڇڏيو تہ ڪورٽون آئين ڪان انحراف ڪندي پارليامنٽ ۽ انتظاميا جا اختيار ڦٻائي رهيون آهن ۽ اِهو عمل غداري ۽ انتهائي بغاوت ۾ ٿو اچي.

ذوالفقار علي ڀٽي پڻ اسيمبليءَ ۾ اعلان ڪيو ته آزاد عدالتي سرشتي جو مطلب اِهو ناهي ته انکي رياست جي ٻين ادارن تي اٿئر بالادستي حاصل آهي. پنجين آئيني ترميم جي منظوريءَ کانپوءِ ججن کي اِها مستقل ڳڻتي وراپل رهي ته حڪومتي عملدارن جي مرضيءَ موجب ڪم نه ڪرڻ جي صورت ۾ ڪين بدليءَ جو جوکم کٽڻو پوندو. هائي ڪورٽن جا چيف جسٽس پڻ سپريم ڪورٽ وڃڻ کان انڪار نه پئي ڪري سگهيا ڇاڪاڻ جو ٻئي صورت ۾ حڪومت کين جبري ريٽائر ڪري پئي سگهي. 1976 ۾ رڳو پنجين آئيني ترميم ئي منظور نه ڪئي وئي پر انهيءَ ترميم اعليٰ ڪورٽن کي اطاعت گذار ۽ مُڏو ڪري ڇڏيو. لاهور ۽ پشاور جي چيف جسٽسن سردار اقبال (اياز صادق جو سهرو) ۽ غلام صفدر شاهه کي پنهنجي چئن سالن واري معياد پوري ڪري ريٽائر ٿيڻو پيو جيتوڻيڪ هو اجان پينشن واري ڄمار تي نه رسيا هئا.

جسٽس سردار اقبال جي ريٽائرمينٽ کانپوءِ جسٽس مولوي مشتاق لاهور هاءِ ڪورٽ جو سينئر ترين جج هو پر ڀٽي ڪيس نظرانداز ڪندي پنهنجي پسند واري جج جسٽس اسلم رياض حسين کي لاهور هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس بڻايو. اِها بي واجبي ترجيح اڳتي هلي اوڏي مهل ڀٽي کي ڳچي پئجي وئي جڏهن جنرل ضيا طرفان پنهنجي حڪومت جي خاتمي کانپوءِ جسٽس مشتاق اٽپوري شاهديءَ هوندي به کيس موت جي سزا ٻُڌائي.

1977 ۾ ڀٽو حڪومت طرفان آئين ۾ ٻه ترميمون ڪيون ويون. ڇهين ترميم عام چونڊن کان اڳ اسيمبليءَ جي آخري ويهڪ ۾ منظور ڪرائي وئي. ستين ترميم چونڊن کانپوءِ وجود ۾ آيل نئين تڪراري اسيمبليءَ پهرين مهيني ۾ منظور ڪئي جيڪا حڪومت بچائڻ جي آخري ڪوشش هئي. ڇهين ترميم جسٽس يعقوب عليءَ کي پينشن واري ڄمار تي رسڻ کانپوءِ به فرض جاري رکڻ لاءِ خاص طور تي ڪئي وئي. انهيءَ ترميم ذريعي ڀٽي ڪنهن لڄ يا لحاظ جو خيال رکڻ کانسواءِ آئين کي ڇتر جو نمونو بڻايو. گهڻو اڳاٽي ڳالهه ناهي جو ڀٽي ججن کي چيف جسٽس جي چئن ورهن وارو مدو پورو ٿيڻ کانپوءِ نوڪري جاري رکڻ

کان محروم ڪري ڇڏيو هو، پوءِ پل سندن ڄمار پنجونجاهه سال ئي چو نه هجي. هاڻ پنو جسٽس يعقوب عليءَ کي پنجهٺ ورهن جي ڄمار تي رسڻ ڪانپوءِ به ان بنياد تي ڪم جاري رکڻ جي اجازت ڏيڻ جو خواهشمند هو ته هُن چيف جسٽس طور پنهنجا چار سال مڪمل نه ڪيا هئا.

انهيءَ ترميم جي منظوريءَ ڪانپوءِ جسٽس يعقوب علي سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس طور ڪم ڪندو رهيو. جنرل ضيا اقتدار تي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ انهيءَ ترميم جو خاتمو ڪري پنهنجي پسند واري جسٽس انوارالحق کي چيف جسٽس مقرر ڪيو ته جيئن ڪانئس پنهنجا دل گهريا فيصلا ڪرائي سگهي. يقينن اها ترميم ريفرنڊم ڪرائڻ جي گنجائش ڪيڻ لاءِ ڪئي وئي هئي ڇاڪاڻ جو مخالف ڌر مارچ 1977 جي عام چوندن جا نتيجا قبول ڪرڻ کان انڪار ڪندي نئين سر چوندن جي گهُر ڪري رهي هئي ۽ پنو نين چوندن جي حق ۾ نه هو. پنو ريفرنڊم ۽ نيون چوندون ٻئي نه ڪرائي سگهيو ڇاڪاڻ جو جنرل ضيا 5 جولاءِ 1977 تي رت وهائڻ ڪانسواءِ فوجي بغاوت ذريعي سندس حڪومت جو خاتمو ڪري ڇڏيو.

فوجي بغاوت ڪانپوءِ جنرل ضيا به آئين سان هٿ چراند ڪرڻ شروع ڪئي پر حقيقت اِها آهي ته پنّي پاڻ پنهنجي ئي ٺاهيل آئين کي ان حد تائين ڦٽايو هو جو هڪ سگهاري جمهوريت جي سفر ۾ پنهنجي امڪاني سائين کي مڄرائي ڇڏيو هئائين. اِها هڪ پيڙا ڀري سچائي آهي ته آئين ۾ جن شروعاتي ترميمن جو ذڪر ڪيو ويو آهي انهن ۾ ڪا هڪ به اهڙي ترميم ناهي جنهن ذريعي عوام جي جمهوري حقن کي يقيني بڻايو ويو هجي يا ڪين وڌيڪ حق ڏنا ويا هجن. انهن ترميمن جو مقصد عدالتي اختيارن کي گهٽائڻ يا محدود ڪرڻ ۽ وفاقي حڪومت جي ڪنهن امڪاني مخالفت کي چيپائڻ هو.

# 1977 جون عام چونڊون

جنرل ضيا جي جولاءِ 1977 ۾ فوجي بغاوت بابت گھڻو ڪجھ لکيو ۽ چيو ويو آهي پر 1977 جي انهن شروعاتي ٽن مهينن تي گھٽ ڌيان ڏنو ويو آهي جن انهيءَ بغاوت جي راھ هموار ڪئي. 1970 واري ڏهاڪي دوران هڪ ننڍي چمار واري طور مونکي کاٻي ڌر جي سرگرم ڪارڪنن ۽ دانشورن جون اُهي گڏجاڻيون ۽ بحث مباحثا تا ياد اچن جيڪي شروعاتي طور تي حڪومت مخالف تحريڪ بابت گھڻو اُتساهيندڙ نه هئا. پر آهستي آهستي سندن لاڙو ساڄي ڌر جي پاڪستان قومي اتحاد ڏانهن ٿيڻ شروع ٿيو ۽ پوءِ اهڙو وقت به آيو جڏهن هنن مڪمل اورچائپ سان حڪومت مخالف احتجاج جي حمائت ڪرڻ شروع ڪري ڏني.

سنڌ ۾ عام طور ۽ ڪراچيءَ ۾ خاص طور تي کاٻي ڌر وارا مختلف ڌڙن ۾ ورهايل هئا جن جي اڳواڻي ڪامريڊ جام ساقي، ڊاڪٽر اعزاز نذير، جمال نقوي، علي امجد، ايم آر حسان، بيرسٽر عبدالودود، فصيح الدين سالار، انيس هاشمي، سوڀو گيانچندائي، محمد ميان ۽ ڪيترائي ٻيا اڳواڻ ڪري رهيا هئا. منهنجو جهونو والد بمبئي ۾ پنهنجي نوجوانيءَ ڪانوني کاٻي ڌر جي تحريڪ سان سلهاڙيل هو. سندس لياقت آباد (لالو کيت) ۾ تصويرن جا فريم ٺاهڻ جو هڪ ننڍڙو دڪان هو پر اسانجو ڪٽنب ملير ۾ رهندو هو. منهنجون سارو ٽيون 1977 جي انهن شروعاتي ڏينهن واريون آهن جڏهن منهنجي والد جا پنهنجن

ڪامريڊن سان پنهنجي حمائت ڪرڻ يا نه ڪرڻ بابت سخت بحث ٿيندا هئا.

اڳتي وڌڻ کان اڳ ۾ اچو ته هڪ نظر پسمنظر تي وجهون.

ذوالفقار علي ڀٽي 1970 وارين چونڊن ۾ جمهوريت ۽ اسلامي سوشلزم جي نعري تي حصو ورتو هو. ان نعري مان سنڌس مقصد ڇا هو سا ڌار ڳالهه آهي پر عام ماڻهن لاءِ هو ڪرشماتي شخصيت هو. ملڪ ٽٽڻ کانپوءِ، پاڪستان جي باقي بچيل ڀاڱي ۾ اقتدار سنڀالڻ کانپوءِ ڀٽي وڏي پئماني تي ادارا قومي ملڪيت ۾ وٺڻ وارو پروگرام شروع ڪيو ۽ ملڪ جون اهم صنعتون، مالي ۽ تعليمي ادارا حڪومت پنهنجي هٿ وس ڪيا. ڀٽي جي شروعاتي ساٿين ۾ جي اي رحيم، معراج محمد خان، مبشر حسن ۽ شيخ رشيد جهڙا ماڻهو شامل هئا پر اقتدار تي پير پختا ڪندي ئي هُن پنهنجو همدرديون جاگيردار طبقي ڏانهن منتقل ڪيون.

1972 کان 1977 تائين ڀٽي کابي ڌر وارن کي نه رڳو پنهنجي پارٽيءَ اندر ڏاڍ ڏمر جو نشانو بڻايو پر کابي ڌر ڏانهن لاڙو رکندڙ ملڪي سطح جي نيشنل عوامي پارٽيءَ کي پڻ نشانو بڻايائين جنهن جي اڳواڻي ولي خان ڪري رهيو هو. ڀٽو حڪومت بلوچستان ۾ نعپ جي صوبائي حڪومت ختم ڪئي ۽ نتيجي طور سرحد صوبي ۾ نعپ ۽ جمعيت العلماءِ اسلام جي گڏيل حڪومت پڻ احتجاج ۾ استعفا ڏئي ڇڏي. انهيءَ قدم پڻ کابي ڌر کان وڌيڪ جمهوريت کي هاڃو رسايو. سو جڏهن جنوري 1977 ۾ ڀٽي ايندڙ عام چونڊون مارچ مهيني ۾ ڪرائڻ جو اعلان ڪيو ته کابي ڌر سان تعلق رکندڙ لڳ ڀڳ سمورا گروهه ڀٽو مخالفت ۾ هڪ زبان هئا. منهنجو والد ڀٽي جو شيدائي ته نه هو پر جڏهن پاڪستان قومي اتحاد جُڙڻ جو اعلان ڪيو ويو ته هُن ملائن جي حمائت ڪرڻ کان نابري واري.

اُهي ڪامريڊ جيڪي منهنجي والد سان ملڻ اسانجي گهر يا دڪان ايندا هئا سي واضح يا ڳجهي ريت سنڌس طرفان اتحاد جي حمائت نه ڪرڻ تي خوش نه هئا. منهنجي والد 1970 وارين چونڊن ۾ نعپ اميدوار محمودالحق عثمانيءَ جي چونڊ مهم ۾ سرگرم حصو ورتو هو. هاڻ سردار شير باز خان مزاريءَ جي اڳواڻيءَ ۾ نيشنل ڊيموڪريٽڪ

پارٽي نعپ جي وارث ٻٽيل ۽ پاڪستان قومي اتحاد جو حصو هئي. اسانجا ڪابي ڌر وارا ڪامريڊ اين ڊي پيءَ ۾ شامل هئا ۽ پارٽيءَ لائين جي پوئواري ڪري رهيا هئا، جنهن جي منهنجي والد ڪان بہ سڏ ٿي رڪيائون.

ڪامريڊن آڏو پٽي پنهنجو پاڻ ڪي هڪ فاشسٽ ثابت ڪيو هو. سندس حڪومت جو وڏيڪ عرصو جاري رهڻ ملڪ ۽ ڪابي ڌر جي سياست ڪي وڏيڪ تباهيءَ ڏانهن ڌڪڻ برابر هو. منهنجي والد جو نقطي نظر هو تہ ڀٽو هڪ اهڙو خود پسند مقبول عوامي اڳواڻ آهي جيڪو اقتدار ۾ رهڻ واسطي ڪنهن بہ موقعي مان لاڀ پرائڻ ۽ پنهنجي مخالفن ڪي چيپاڻڻ لاءِ ڪابہ حد اورانگهي سگهي ٿو پر ڀٽو ملان ناهي ۽ سندس اِهائي وصف ڪافي آهي. پنهنجي آپيشاهاڻي لاڙن جي باوجود، ڀٽو، منهنجي والد جي سوچ موجب انتهائي ساڄي ڌر واري پاڪستان قومي اتحاد جي ڀيٽ ۾ پاڪستان جو هڪ روشن پاسو پيش ٿو ڪري.

ياد اٿم تہ زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو منهنجي والد ڪي سي آءِ اي جو ايجنٽ، پرولتاري نظرين جو غدار ۽ هڪ پيٽي بورجوا دڪاندار ليڪيندي چيو ويو تہ هُن پنهنجو طبقاتي ڪردار تبديل ڪندي انقلابي مقصدن سان غداري ڪئي آهي. مونکي اجان تائين ان ڳالهہ جي اچرج آهي تہ سي آءِ اي ڪهڙي ريت ڪراچيءَ جي سوڙهين گهٽين ۾ رسندي منهنجي والد ڪي ڀرتي ڪيو هوندو جنهن منهنجي والد لاءِ نہ پر چونڊن ڪانپوءِ ڀٽي خلاف ڏقير ڪرائڻ واسطي پنهنجا پنجا ڪوڙيا هئا. اسانجا ڪامريڊ شديد ڪاوڙيل هئا جو منهنجي والد پيليزپارٽيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ واري خواهش جو اظهار ڪيو هو. هو منهنجي چاچي جو جوڙيوال ٻٽيو جنهن پنهنجي ٻن ڪمرن واري گهر ۾ عبدالحفيظ پيرزادي جي چونڊ مهم هلائڻ لاءِ آفيس ڪولي هئي جيڪو ملير مان قومي اسيمبليءَ جي ٽڪ تي چونڊ وڙهي رهيو هو.

چونڊن جو اعلان جنوري 1977 جي پهرين هفتي ۾ ڪيو ويو. ان مهل مخالف ڌر ٽڙيل پکڙيل هئي ۽ ڀٽي اُن مان فائدو ماڻڻ ٿي چاهيو. حيرت جوڳي ڳالهہ اِها ٿي جو هڪبئي جي بنهہ ابتڙ سوچون رکندڙ

سياسي پارٽين ڪجهه ڏينهن اندر ئي پاڻ ۾ ايڪو ڪري ورتو ۽ ان کي پاڪستان قومي اتحاد (پي اين اي) جو نالو ڏنو ويو. انهيءَ اتحاد ۾ جماعت اسلامي، جمعيت العلماءِ اسلام، پاڪستان جمهوري پارٽي، تحريڪ استقلال ۽ نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽي شامل هيون. جيڪي ماڻهو هڪٻئي پويان نماز پڙهڻ جا به روادار نه هئا سي ضرورت پوڻ تي هڪٻئي جا سنگتي بڻجي ويا. مولانا مفتي محمود، مولانا مودودي، مولانا شاهه احمد نوراني، مولانا غلام غوث هزاروي، ڳالهه ڪٿائجي ته سمورا مولوي يڪمشت ٿي ويا.

پي اين اي جي غير مولوي سياستدانن ۾ اصغر خان، نصرالله خان، شير باز مزاري ۽ ڪامريڊ يوسف مستي خان جهڙا مختلف ماڻهو شامل هئا جيڪي رڳو ڀٽي مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ واسطي نظام مصطفيٰ واري نعري پويان هلي پيا. اوچتو ئي اوچتو ڪراچيءَ ۾ ڀٽي ۽ سندس ڪٽنب خلاف ڪردار ڪشيءَ جي هڪ لچي ڪندڙ مهم شروع ٿي وئي. آءٌ تن ڏينهن ۾ اسڪول ۾ پڙهندو هئس ۽ ڏٺم ته رسالن مان بريزيئر پاتل عورتن جون تصويرون ڪوري سندن ڇهرن تي ڀٽي ۽ سندس گهرواريءَ جون تصويرون ڪونئر سان ڇهٽايون ويون جيڪي پوسٽرن جي صورت ۾ بجليءَ جي ٿنين تي لٽڪايون ويون. ڪراچيءَ ۾ پي اين اي ڪارڪنن جي وڏي اڪثريت جو تعلق جماعت اسلامي ۽ جمعيت العلماءِ پاڪستان سان هو جن کي عورتن سان اهڙي ورتاءُ تي ڪا لڄ نٿي آئي.

چونڊ مهم دوران مونکي لياقت آباد ۽ ملير ۾ ڪيترين ئي ڪارنر گڏجاڻين کي ويجهڙائي کان ڏسڻ جو موقعو مليو هو. گهڻي ڀاڱي سنوارت ڪان وانجهيل وارن وارا تقريرون ڪندڙ ڀٽي کي غير مسلم سڏي اعلان ڪندا هئا ته هو هندو ماءُ جو پٽ آهي. اهڙن الزامن جي حوالي سان جڏهن پنهنجي والد کان پڇندو هئس ته هو ساڳي قسم جي الزامن کي ياد ڪندي ٺهڪ ڏيندي ٻڌائيندو هو ته انهن ماڻهن بمبئي ۾ محمد علي جناح ۽ ابوالڪلام آزاد جهڙن اڳواڻن کي ئي نه بخشيو هو ۽ سندن سچائي ۽ مسلمانن سان سندن وفاداريءَ تي سوال اُٿاريندا هئا.

پِٽي تي شراب پيئڻ جو الزام ڏرڻ بہ سندس مخالفن جو هڪ من چاهيندڙ هدف هو. منهنجي والد جيتوڻيڪ پاڻ ڪڏهن بہ شراب نہ پيتو پر ڪيس ڀين جي شراب پيئڻ تي ڪو اعتراض بہ نہ هو. هو مونکي چوندو هو تہ مذهبي ڏڪار جو نشو شراب جي نشي کان گهڻو وڏيڪ خراب آهي. پِٽي خلاف نعرا انتهائي ذاتي نوعيت جا هئا ۽ دماغ تي ڳرا لڳندا هئا، مثال جي طور تي هڪ نعرو اِهو هنيو ويندو هو تہ "گنجي جي مٿي تي هر هلندو" جڏهن تہ ٻيو نعرو هو "گنجو چوڻيءَ پر هلندو". پِٽي بہ پنهنجي مخالفن جو چٽر اڏائڻ شروع ڪيو ۽ سندن نالن جو اِهو چئي چٽر ڪندو هو تہ هنن سمورن جي نالن جي پڇاڙي ۾ "ي" آهي، جيئن مفتي، مودودي، هزاروي، مزاري، نوراني. ان حوالي سان هو ڪين "زناني" سڏيندو هو. سندس چوڻ هو تہ رڳو اصغر خان جو نالو ٻين کان مختلف آهي تنهنڪري هو ڪيس "اصغري" سڏيندو.

پِٽو مخالفن خلاف ڪجھ وڌيڪ ئي اڳتي نڪري ويو هو ۽ ڪين جسماني اذيتن جو نشانو بنائڻ شروع ڪيو هئائين. ان ڏس ۾ جماعت اسلاميءَ جي هڪ اُميدوار جو واقعو سامهون آيو. مولانا جان محمد عباسيءَ جو تعلق لاڙڪاڻي سان هو، مٿس پيپلزپارٽيءَ جي غنڊن پِٽي جي حڪم تي يا ان کانسواءِ جسماني تشدد ڪيو. پِٽي ۽ سندس پارٽيءَ وارن رياستي مشينريءَ جو بي ڌڙڪ استعمال ڪيو. 1977 جي چونڊن ۾ پِٽي جا وٽندڙ اُميدوار سندس 1970 جي اُميدوارن جي ڀيٽ ۾ بنھ مختلف هئا. هاڻ سندس ترجيح تبديل ٿي چڪي هئي. هُن وچولي طبقي ۽ پڙهيل ڳڙهيل اُميدوارن تي مٿين طبقي جي جاگيردارن يا ذري گهٽ اڻپڙهيل زميندارن کي پنهنجو اُميدوار بڻايو. مثال جي طور تي ملير مان سندس اُميدوار عبدالقيوم جوکيو هو جيڪو سياست جي ابجد کان بہ واقف نہ هو.

مارچ 1977 ۾ چونڊن جي ويجهي اچڻ سان چونڊ مهم پنهنجي عروج تي پهچي وئي. ٻنهي ڌرين طرفان ميلن تائين پکڙيل جلسا ۽ جلوس ڪونايا ويا. جيڪڏهن پي اين اي اڳواڻن رستن تي پنهنجي حمائتين آڏو ڏھ ڪلاڪ تقريرون ٿي ڪيون تہ موٽ ۾ پِٽي ويھ ڪلاڪ تقريرون ٿي ڪيون.

انهن سمورن عنصرن هوندي بہ اِها ڳالهہ بنهہ واضح هئي تہ معمولي اڪثريت سان ئي سهي پر پٿو اِهي چونڊون کٽي ويندو. ست مارچ تي چونڊن وارو ڏينهن انتهائي هڻ هٽان وارو هو ۽ رات ان کان وڌيڪ اسرار ڀري. اسان جي ٻن ڪمرن واري گهر جو هڪ ڪمرو ماڻهن سان سٽيل هو. هرڪو ايندڙ صبح تائين ٽي ويءَ آڏو اکيون کپائي ويٺل هو. اسان واري پاسي سرهائي ۽ جشن هو جڏهن تہ ٻئي پاسي پيڙا ۽ ڏک جو ڏيک هو. پيپلزپارٽيءَ کي 200 مان 155 تڪن تي شاندار ڪاميابي پلئہ پئي هئي جنهن جي اُميد انجي پنهنجي ڪارڪنن کي بہ نہ هئي. پاڪستان قومي اتحاد کي ماڻهن جي اُميد کان بنهہ گهٽ يعني فقط 35 تڪن تي ڪاميابي ملي هئي. ايندڙ ڏينهن پي اين اي چونڊ نتيجا قبول ڪرڻ کان نابري واريندي ڌانڌلي ۽ چونڊ فراڊ جو الزام مڙهيو ۽ ڳڏوگڏ ڏهہ مارچ تي ٿيندڙ صوبائي اسيمبلين جي چونڊن جو بائيڪاٽ ڪرڻ جو اعلان پڻ ڪيو.

قومي اسيمبليءَ جي چونڊن ڪانپوءِ وارا شروعاتي ڏينهن سڪون سان گذريا، ڏهين مارچ تي صوبائي اسيمبلين لاءِ چونڊون ٿيون جن ۾ قومي اتحاد حصو نہ ورتو پر مارچ جي ٽين هفتي ۾ پٿو حڪومت خلاف مڪمل جنگ جو اعلان ڪيو ويو. ڪراچيءَ کي مظاهرا وڪوڙي ويا، اڳتي هلي اِهي سڄي ملڪ ۾ پکڙجي ويا. قومي اتحاد جا ڪارڪن پرتشدد ٿجي ويا ۽ حڪومت بہ انجو وڌيڪ نہ، تہ بہ اوتروئي جواب ضرور ڏنو. لياقت آباد ۾ منهنجي هڪ ماستر جي دڪان جو نالو پيپلز گلاس هائوس هو. قومي اتحاد جي مچريل ڪارڪنن ان دڪان تي ڪاهہ ڪئي ۽ همراهہ کي پنهنجي جان بچائي ڀاڄ ڪائڻي پئي. سندس هڪ پاڙيسري الله بندو پيپلزپارٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن هو. سندس واڌڪو دڪان هو جنهن کي ساڙي الله بندي کي سخت مارڪٽ ڪري قتل ڪيو ويو.

اسانجو دڪان ڪيترائي ڏينهن بند رهيو ڇاڪاڻ جو گهر کان دڪان جو فاصلو ڪو ويهارو کن ڪلوميٽر هو ۽ پبلڪ ٽرانسپورٽ جو روڊ رستن تي جڻ وجود ئي نہ هو. گهڻ بچت سبب گذر سفر ڏکيو هو.

ڪيترن ئي ڏينهن ڪانپوءِ لياقت آباد وياسين پر دڪان کولي نه سگهياسين. گهر موٽڻ لاءِ اسانکي ڍاڪو ڪن ڪلوميٽر پنڌ ڪرڻو پيو. منهنجي ساروڻين ۾ اڄ به اهي پيڙا پريا ڏيک موجود آهن جيڪي اڪثر پيچين ڪري چڙهندا ائم. هر پاسي سڙيل گهر، دڪان، عمارتون، بينڪون ۽ گاڏيون هيون. ڪراچي هڪ مڪمل تباهيءَ وارو ڏيک ڏئي رهي هئي. رات جو قومي اتحاد وارا ڇتين تان اهڙي ريت ٻانگون ڏيندا هئا ڄڻ اسان تي ڪا قدرتي آفت ڪڙڪڻي آهي.

هڪ ڏينهن افواهه اُٿيو ته اسانجي گهر تي حملو ٿيڻ وارو آهي ڇاڪاڻ جو اسين پيپلزپارٽيءَ جا حمائتي هئاسين ۽ اوسي پاسي سمورا ماڻهو قومي اتحاد جا حمائتي هئا. چڱي ريت ياد ائم ته بابا ۽ سندس دوستن ڪنهن ڪاهه کان بچڻ واسطي چاقو ۽ لوهه جا سريا ميڙي گڏ ڪيا هئا. خوشقسمتيءَ سان ملير لياقت آباد کان مختلف هو جتي قومي اتحاد جي حمائتي اڙدو ڳالهائيندڙ آباديءَ جي اڪثريت هئي جنکي عام طور تي مهاجر سڏيو ٿو وڃي. لياقت آباد جي ابتڙ ملير ۾ سنڌي ۽ ڪڇي آباديءَ جو هڪ وڏو تعداد هو جيڪو پيپلزپارٽيءَ جو حمائتي هو. ڪيترين ئي راتين تائين اسان ۽ اسانجي سنڌي دوستن ڪنهن ڪاهه کان بچڻ لاءِ رات پالي ڪئي. منهنجي اسڪول جو سال ختم ٿيڻ وارو هو ۽ اسانجو اسڪول گڊريل ٻن مهينن کان بند هو.

هڪ ڏينهن سنڌ حڪومت طرفان اعلان ڪيو ويو ته سمورن اسڪولي ٻارن کي امتحانن کان سواءِ مٿين ڪلاس ۾ ترقي ڏني ويندي. ان ڏينهن ۾ آءٌ اٺين ڪلاس ۾ پڙهندو هئس ۽ امتحان ڏيڻ بنان نائين ڪلاس ۾ هليو ويس. اِهو منهنجي تعليمي جيوت جو واحد سال هو جڏهن امتحان ڏيڻ کانسواءِ مٿين درجي ۾ ويو هئس. مارچ 1977 جي پڇاڙيءَ تائين اِهو چٽو ٿي چڪو هو ته انهيءَ سياسي ڇڪتاڻ جو سڀ کان وڏيڪ نقصان ڪاٻي ڌر وارن، سيڪولر ۽ سوشلسٽ ڌرين ۽ ڪميونسٽن جو ٿيڻو هو جيڪي مارچ 1977 جي پڇاڙي تائين اِها آس لڳايو ويٺا هئا ته ڀٽي کي اقتدار تان هٽائڻ جو پڪ سان ڪو مثبت نتيجو نڪرندو.

# بينظير ڀٽو جي ٻين حڪومت تي هڪ نظر

نومبر 1996 ۾ بينظير ڀٽو کي ٻيو ڀيرو اوڏي مهل وزيراعظم واري عهدي کان هٿ ڌوئڻا پيا جڏهن سندس ئي ٻڌايل صدر سردار فاروق احمد لغاريءَ سندس حڪومت کي ٽن سالن کانپوءِ ئي ختم ڪري ڇڏيو. پر جيڪڏهن سندس برطرفيءَ جو ڪارڻ بڻجندڙ واقعن ۽ پوءِ پيش ايندڙ وارتائن جو تجزيو ڪبو ته پتو لڳندو ته ڪجهه سياستدانن انهيءَ تلخ تجربي ۾ ڪجهه پرايو ضرور آهي پر انهيءَ دوران سياستدانن جو هڪ اهڙو نئون فصل پچي راس ٿيل آهي جيڪو ساڳي نوعيت جو ڪيل ڦيهر ورجائڻ چاهي ٿو.

اُن وقت جي منظرنامي کي اجائين وڌيڪ ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ لاءِ اِها ڳالهه ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته بينظير ڀٽو نه رڳو پاڻ سول ۽ فوجي ڪاموراشاهي ۽ گڏوگڏ عدالتن جي ڏاڍاين جو شڪار بڻي پر هوءَ انهن قوتن جي ڪميٽائپ تي ٻڌل ڳٺ جوڙ سبب پنهنجي والد کان محروم ٿي ۽ اجائين وڌيڪ اِهو ته قومي مفادن جي هٿ ٺوڪئي نگهبانن ڪيس عام چونڊن ۾ حقيقي سوب کان پڻ محروم رکيو. 1990 ۾ وزيراعظم واري عهدي تان سندس برطرفيءَ ۽ انڪانسواءِ غلام اسحاق خان جي اڳواڻيءَ ۾ رياستي مشينريءَ ۽ نواز شريف طرفان ڪيس بدنام ڪرڻ واري مهم

ڪيس پلانڊ ڪرڻ لاءِ انتهائي تلخ ۽ وير رڪندڙ ٻڌائي ڇڏيو هو.

1990 کان 1993 تائين بينظير ڀٽو پنهنجي حق لاءِ لاڳيتو ۽ اٽڪ مهم هلائي ۽ جڏهن تڏهونڪي صدر غلام اسحاق خان ۽ وزيراعظم نواز شريف جا پاڻ ۾ لڳ لاڳاپا ڦٽڻ لڳا ته بينظير ڀٽو پنهنجا پتا انتهائي ڏاهپ سان ڪيڏيا. غلام اسحاق خان ۽ نواز شريف وچ ۾ اختلاف نبيرجڻ کان ڇڙهي ويا ۽ ٻنهي کي گڏ گهر پيڙو ٽيٽو پيو جنهن جي نتيجي ۾ بينظير ڀٽو آڪٽوبر 1993 ۾ ٿيل عام چونڊن ۾ ڪامياب ٿي اقتدار ۾ آئي. 1993 کان 1996 وارا ٽي سال انهن ڪوشش وارا آهن جيڪي بينظير ڀٽو پنهنجي ڪٽنب، پنهنجي چيف جسٽس، پنهنجي صدر ۽ پنهنجي روائتي مخالفن جهڙوڪ نواز شريف جي مسلم ليگ ۽ قاضي حسين احمد جي جماعت اسلاميءَ طرفان ٿيندڙ حملن کان پنهنجو پاڻ کي بچائڻ ۾ گذاريا.

جيڪڏهن 1990 واري ڏهاڪي جي وچ واري سياسي صورتحال کي ذهن ۾ آڻيندا ته پتو لڳندو ته پيپلزپارٽي ۽ مسلم ليگ صوبائي حڪومتن جي معاملن ۾ مداخلت ڪرڻ جو سڀ کان اهم سبق سکيو. اوهين اِهو موقف اختيار ڪري سگهو ٿا ته سنڌ ۽ بلوچستان جون صوبائي حڪومتون رينجرس ۽ فرنٽيئر ڪانسٽيبلريءَ جهڙن ادارن آڏو بيوس آهن پر اِها ڳالهه پڻ آڏو رهڻ گهرجي ته خود اسلام آباد جون سياسي حڪومتون پڻ سيڪيورٽي اسٽيبلشمنٽ جي رحم ڪرم تي هونديون آهن ۽ جڏهن ٻه صوبائي حڪومتن لاءِ ڪنهن اُپاءُ جي ڪا گنجائش پئدا ٿيندي آهي ته وفاقي حڪومت کي پوئتي ڌڪيو ويندو آهي.

1993 ۾ صوبائي سطح تي سنڌ ۾ بينظير ڀٽو جي حڪومت هئي. پنجاب ۾ پيپلزپارٽي 94، جڏهن ته مسلم ليگ نواز 106 سيٽون حاصل ڪيون هيون. انهن انگن اکرن جي روشنيءَ ۾ مسلم ليگ نواز کي پنجاب ۾ صوبائي حڪومت ٺاهڻ جو حق حاصل هو پر بينظير ڀٽو 1988 کان 1990 تائين پنجاب ۾ پنهنجي مخالف مسلم ليگ نواز جي حڪومت هٿان انتهائي تنگ ٿي چڪي هئي ۽ ڪيس اندازو هو ته هن ڀيري پنجاب ۾ مسلم ليگ نواز جي حڪومت سندس لاءِ وڏيڪ

خونخوار ثابت ٿيندي چاڪاڻ جو هُن مرڪز مان نواز شريف کي تڙي ڪڍڻ ۾ غلام اسحاق خان جو ڀرپور ساٿ ڏنو هو.

انهن چونڊن ۾ مسلم ليگ جوڻيجو پنجاب مان 18 سيٽون حاصل ڪيون هيون. نواز شريف کي پنجاب ۾ حڪومت ٺاهڻ کان روڪڻ واري هڪ نڪتي تي پيپلزپارٽي ۽ مسلم ليگ جوڻيجو وچ ۾ اتحاد ٿيو. بينظير ڀٽو وڏ وزارت لاءِ منظور وٽو جي حق ۾ هٿ کڻڻ جي چونڊ ڪئي. 1993 کان 1996 وارن ٽن سالن ۾ پيپلزپارٽيءَ جي قيادت منظور وٽو جا تمام گهڻا نخرا سٺا پر جڏهن سندس بدمزاجي حدون اورانگهي وئي ته هڪ مختصر عرصي لاءِ گورنر راڄ مڙهڻ کانپوءِ پيپلزپارٽيءَ مسلم ليگ جوڻيجو جي هڪ ٻئي اهم اڳواڻ سردار عارف نڪئي کي وڏو وزير چونڊيو. اها هڪ مڪمل طور تي ڪرهت ڀري تبديلي هئي.

ٽن سالن تائين پيپلزپارٽيءَ کي وٽو (ٻه سال) ۽ نڪئي (هڪ سال) ذريعي پنجاب تي حڪومت ڪرڻي پئي. ڪيس پنهنجو وڏو وزير آڻڻ جو ڪو موقعو ئي نه مليو ۽ نه ئي اُن مسلم ليگ نواز کي حڪومت ٺاهڻ جو جائز موقعو حاصل ٿيڻ ڏنو. سرحد صوبي (هاڻوڪو خيبرپختونخواهه) ۾ پيپلزپارٽيءَ سڀ کان وڌيڪ يعني ٻاويهه سيٽون حاصل ڪيون هيون. عوامي نيشنل پارٽيءَ کي ويهه ۽ مسلم ليگ نواز کي سورهن سيٽون مليون هيون. انهن ٻنهي پارٽين پيپلزپارٽيءَ کي حڪومت ٺاهڻ واري جموري حق کان محروم ڪيو. پاڪستان مسلم ليگ نواز جو صابر شاهه پيپلز پارٽيءَ جي آفتاب شيرپائو کي شڪست ڏئي وڏو وزير بڻجي ويو پر چار مهينا گذرڻ کانپوءِ ئي پيپلزپارٽيءَ جي مرڪزي حڪومت صوبي ۾ گورنر راڄ مڙهيو ۽ هارس ٽريڊنگ ذريعي آفتاب شيرپائو کي وڏو وزير بڻايو.

بلوچستان ۾ مسلم ليگ نواز وٽ ڇهه جڏهن ته پيپلزپارٽيءَ وٽ ٽي سيٽون هيون. مسلم ليگ آزاد ميمبرن جي مدد سان حڪومت ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ۽ وڏ وزارت جو عهدو هڪ آزاد ميمبر ذوالفقار مگسيءَ کي ڏنائين. ذوالفقار مگسيءَ بينظير ڀٽو راڄ جا پورا ٽي سال

بلوچستان تي راڄ ڪيو. نومبر 1996 ۾ صدر فاروق لغاريءَ طرفان بينظير حڪومت ختم ڪري اسيمبلين کي گهر پيڙو ڪيو ته بلوچستان حڪومت جي پڻ پڇاڙي ٿي. ان دوران آصف زرداري ڪيترائي پيرا صوبي ۾ پيپلزپارٽيءَ جي اتحادي حڪومت ٺاهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري چڪو هو. مختصر اِهو ته رڳو سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ئي وڏن وزيرن پورا ٽي سال مڪمل ڪيا. ان دوران سيد عبدالله شاهه سنڌ ۾ جڏهن ته مسلم ليگ نواز جو حمائت يافتا آزاد ميمبر ذوالفقار مگسي بلوچستان جو وڏو وزير رهيا.

2003 ۾ جمهوريت جي بحاليءَ کانپوءِ پيپلزپارٽي ۽ مسلم ليگ نواز هڪٻئي ۽ ٻين پارٽين ڏانهن جيڪو ورتاءُ رکيو سو سندن ماضيءَ کان بنهه مختلف هو. مرڪز ۾ پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت (2008 کان 2013) ان دوران پنجاب ۾ موجود مسلم ليگ نواز حڪومت جي ڪا خاص مخالفت نه ڪئي. ساڳي ريت 2013 جي عام چونڊن کانپوءِ مسلم ليگ نواز خيبرپختونخواهه ۾ پاڪستان تحريڪ انصاف کي حڪومت ٺاهڻ کان محروم ڪري پئي سگهي پر نه ڪيائين. نواز شريف سياسي بردباريءَ جو مظاهرو ڪندي مولانا فضل الرحمان طرفان گڏجي حڪومت جوڙڻ واري آڇ ٺڪرائي ڇڏي. جيتوڻيڪ تي سگهي ٿو ته اڳتي هلي نواز شريف پنهنجي انهيءَ فيصلي تي ڏکارو ٿيو هجي ڇاڪاڻ جو عمران خان پنهنجو پاڻکي هڪ احسان وسارينڌڙ ۽ سياسي ناتجربيڪار ثابت ڪيو.

بينظير ٻئو بابت چئي سگهجي ٿو ته مخالف ڌر طرفان نومبر 1993 ۾ پيش ڪيل خانگي بل جي حمائت نه ڪرڻ سندس سڀ کان وڏي غلطي هئي. ان بل ذريعي آئين ۾ اٺين آئيني ترميم جو خاتمو ٿيڻو هو. قانون واري وفاقي وزير شير افگن اِهو چئي بل جي حمائت کان نابري واري ته پيپلزپارٽي حڪومت ان ڏس ۾ پنهنجو بل پيش ڪندي جڏهن ته صدر فاروق لغاريءَ ان ڏس ۾ يڪرائپ پيدا ڪرڻ تي زور ڏنو. شايد اِهو ئي اهڙو موقعو هو جڏهن پيپلزپارٽي اٺين ترميم جو خاتمو ڪري پنهنجي ئي نامزد ڪيل صدر طرفان پنهنجي حڪومت جي ٻيو پيرو برخاست ٿيڻ واري لڄ کان بچي پئي سگهي.

بينظير ڀٽو کي پنهنجا ڀاءُ مير مرتضيٰ ڀٽو جي حوالي سان پڻ هڪ مسئلو درپيش هو جنهن کي نومبر 1993 ۾ گڏيل عرب امارتن کان ڏيهه واپسيءَ تي گرفتار ڪيو ويو هو. هو ڪراچيءَ ۾ قيد هو جتي سندس امڙ بيگم نصرت ڀٽو ساڻس ملاقات ڪري پنهنجي ڌيءَ ۽ پٽ وچ ۾ نبيرو ڪرائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هئي ۽ اِهو اعلان ڪيائين ته مرضيٰ ڀٽو نه پيپلزپارٽيءَ جي چيئرمنيءَ جو دعويدار آهي ۽ نه ئي هو ڪنهن ريت بينظير جي سياسي حيثيت کي ڪو هاڃو رسائيندو. اطلاعن موجب بينظير ڀٽو پاڻ به مير مرتضيٰ سان ملاقات ڪئي هئي پر مرتضيٰ جي موٽڻ کان ڪو هڪ مهينو پوءِ ٻنهي وچ ۾ ناتا اوڏي مهل وڏيڪ ڦٽي ويا جڏهن بينظير ڀٽو پنهنجي ماءُ کي هٽائي سندس جاءِ تي پاڻ پارٽي سربراهه ٻڌجي وئي. اهڙي قدم کانپوءِ بيگم نصرت ڀٽو کلئي ريت پنهنجي پُٽ جي حمائت ڪرڻ لڳي هئي.

ڀٽي جي جنم ڏينهن تي مرتضيٰ ڀٽو کي پيرول تي آزاد نه ڪيو ويو، بيگم نصرت ڀٽو کي پنهنجي نُهن غنويٰ ڀٽو سميت جنم ڏينهن جي ڪاڄ ۾ شرڪت لاءِ ذوالفقار علي ڀٽي جي مقبري تي وڃڻ کان جهليو ويو. انکانپوءِ بينظير ڀٽو جي سموري دور ۾ ڪٽنبي لڱ لاڳاپا جيئن پوءِ تيئن خراب ٿيندا ويا ۽ آخرڪار سيپٽمبر 1996 ۾ مرتضيٰ ڀٽي کي سنڌ پوليس قتل ڪري ڇڏيو. ڇهن هفتن کانپوءِ صدر لغاريءَ بينظير ڀٽو حڪومت ختم ڪرڻ لاءِ انهيءَ واقعي کي پڻ هڪ جواز طور پيش ڪيو.

بينظير ڀٽو 1993 ۾ جڏهن ٻيو ڀيرو اقتدار ۾ آئي هئي ته نه رڳو صوبائي حڪومتون سندس مٺي جو سُور ٻڌجي ويون پر قومي اسيمبلي پڻ هن لاءِ هڪ مستقل خطرو ٻڻيل رهي. هن ڀيري پيپلزپارٽيءَ کي مخالف ڌر تي معمولي برتري حاصل هئي. 1988 ۾ ان کي 38 سيٽن جي برتري هئي، پيپلزپارٽيءَ وٽ 92 جڏهن ته مسلم ليگ نواز وٽ فقط پنج سيٽون هيون. 1993 ۾ اها سبقت گهٽجي فقط تيرهن سيٽن تائين اچي پهتي هئي. پيپلزپارٽيءَ کي 86 جڏهن ته مسلم ليگ نواز کي 73 سيٽون حاصل ٿيل هيون. انهيءَ صورتحال مخالف ڌر کي پيپلزپارٽي حڪومت

جي مبينہ ڪرپشن خلاف مهم هلائڻ جي صلاحيت ۾ اضافو آڻي ڇڏيو هو. بينظير ڀٽو جي اقتدار ۾ اچڻ جي سٺ ڏينهن اندر مسلم ليگ نواز هڪ چارج شيٽ جاري ڪئي جنهن ۾ الزام ڏريو ويو هو تہ حڪومت اصل ۾ آصف علي زرداري پيو هلائي.

بينظير ڀٽو جوابي قدم طور اڳوڻي وزيراعظم نواز شريف جي مبينہ بدعنوانين جي جانچ لاءِ هڪ ڪميشن جوڙيو. پيپلزپارٽي حڪومت جي هڪ سئو ڏينهن پورا ٿيڻ تي مخالف ڌر طرفان هڪ ٻئي چارج شيٽ جاري ڪئي وئي جنهن ۾ رائس ايڪسپورٽ، ري ڪنڊيشن موٽر ڪارون ڏيساور مان گهرائڻ ۽ ميراج جهازن جي خريداريءَ ۾ بدعنوانيءَ جي نشاندهي ڪندي آصف زرداريءَ تي وڏي پئماني تي گهوٻين جا الزام مڙهيا ويا هئا. بينظير ڀٽو تي هندستان سان دوستاڻا لڳ لاڳاپا رکڻ ۽ اهو "اعتراف" ڪرڻ جو پڻ الزام مڙهيو ويو تہ هن پنهنجي پهرين حڪومت واري دور ۾ سک باغين جي هڪ فهرست راجيو گانڌيءَ حوالي ڪري هندستان جي مدد ڪئي هئي. ويهن سالن ڪانپوءِ جڏهن بلاول نواز شريف ڪي موديءَ جو يار ڪوٺيو تہ دراصل هو ساڳي راند ڪيڏي رهيو هو جيڪا سندس ماءُ جي خلاف ڪيڏي وئي هئي. شايد ڪيس اندازو ئي نہ هو تہ هو ڇا ڪري رهيو هو.

تڏهونڪي گهرو معاملن واري وفاقي وزير نصيرالله بابر اڳوڻي چيف آف آرمي اسٽاف جنرل اسلم بيگ طرفان بينظير ڀٽو جي پهرين حڪومت خلاف فريبي قدمن جي جانچ لهندي هڪ سازش بابت ڦاٽ ڪاڍو جيڪا اڳتي هلي مهراڻ بينڪ اسڪينڊل جي نالي سان مشهور ٿي. مهراڻ بينڪ جي چيف ڪوآرڊينيٽر يونس حبيب مختلف ماڻهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ہہ ارب رپيا ورهايا جن ۾ مرزا اسلم بيگ، الطاف حسين، نواز شريف، جام صادق علي، اعجازالحق، لياقت جتوئي ۽ ٻيا شامل هئا. انهيءَ ڦاٽ ڪانپوءِ حڪومت ۽ مخالف ڌر وچ ۾ لڳ لاڳاپا اجائين وڌيڪ ڦٽي ويا جنهن جو اظهار 1993 ڪان 1996 تائين ۽ انکانپوءِ ہہ اڪثر ٿيندو رهيو.

ملڪ ۾ ان ڪانپوءِ جيڪا سياست ٿي ۽ 1990 واري ڏهاڪي ۾

پيپلزپارٽي حڪومتن طرفان سنڌ ۾ جيڪا پاليسي اختيار ڪئي وئي، ان وچ ۾ هڪجهڙائپ ملي ٿي. انهن ٻنهي حوالن سان الطاف حسين جي ايم ڪيو ايم خلاف انتهائي سخت ڪريڪ ڊائون ڪيو ويو. بينظير جي ٻئي حڪومت جي ڇهن مهينن اندر نئي قانون لاڳو ڪندڙ ادارن شهري سنڌ جي عيوضي ايم ڪيو ايم خلاف زوردار ڪارروايون شروع ڪيون. ڪراچي ۾ ايم ڪيو ايم مرڪز تي ڇاپو هنيو ويو. مرڪزي رابطا ڪميٽيءَ جي سينئر ميمبرن ڊاڪٽر فاروق ستار، ڪنور خالد يونس ۽ خالد مرتضيٰ سميت سوين ڪارڪن گرفتار ڪيا ويا ۽ گهرن تي ڇاپا هنيا ويا.

بينظير ڀٽو حڪومت جي هڪ سال مڪمل ٿيڻ کان اڳيئي نواز شريف پيپلزپارٽي حڪومت جي خاتمي لاءِ مخالف ڌر جي پارٽين سان گڏجي ٽرين مارچ شروع ڪيو.

1995 کان صدر فاروق لغاريءَ پيپلزپارٽي حڪومت جي ڪارڪردگيءَ جي حوالي سان پنهنجي ناپسنديدگيءَ جو اظهار ڪرڻ شروع ڪيو. سڀ کان پهرين اسيمبلي ميمبرن جي نا اهليت وارو وفاقي ڪابينا جو بل واپس ڪيائين. انڪانپوءِ ڊيرا غازي خان ۾ اعلان ڪيائين ته جيڪڏهن حڪومت بهتر اٿو، لٿو ۽ اجهو فراهم نٿي ڪري سگهي ته ان کي اقتدار ۾ نه رهڻ گهرجي. تنهن ڪانپوءِ اِهي الزام ڏرڻ شروع ڪيائين ته حڪومت ڪراچيءَ جي مامرن کي غلط ريت اُڪلائي رهي آهي.

1996 جي شروعات هڪ نئين آرمي چيف جي مقرريءَ سان ٿي. نئون آرمي چيف جنرل جهانگير ڪرامت آهستي آهستي صدر فاروق لغاريءَ جي وڏيڪ ويجهو اچي ويو. هُن به ملڪي صورتحال تي اونائڻ شروع ڪيو. هاڻ معاملو اِهو هو جو صدر ۽ فوجي سربراهه ٻئي بينظير ڀٽو حڪومت کان خوش نه هئا. بينظير ڀٽو سپريم ڪورٽ جي ڏاڍ ڏمر کي پڻ نيندڙ ڏئي چڪي هئي. جون 1994 ۾ هُن جسٽس سجاد علي شاهه کي سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس مقرر ڪيو. انهيءَ مقرريءَ جا به اهم سبب سندس به انحرافي نوٽ هئا. احمد طارق رحيم طرفان صدر

غلام اسحاق خان بينظير ڀٽو حڪومت کي چيلنج ڪرڻ واري پٽيشن
جي ٻڌڻي ڪندڙ بينچ ۾ جسٽس سجاد علي شاهه انهن ٻن ججن مان هڪ
هو جن غلام اسحاق خان طرفان اسيمبليون ٽوڙڻ کي غيرقانوني ليکيو
هو. هُن ٻيو اختلافي نوٽ 1993 ۾ نواز شريف حڪومت بحال ڪرڻ
واري فيصلي سان اختلاف ڪندي لکيو هو. انهيءَ ڪيس ۾ ڏهن ججن
نواز حڪومت جي برطرفيءَ کي غيرآئيني ۽ غيرقانوني قرار ڏنو هو.
جسٽس سجاد علي شاهه انهيءَ فيصلي کي ڪل جوڳو ليکيو ڇاڪاڻ جو
ماضيءَ ۾ ٽن سنڌي وزيراعظمن جون ختم ڪيل حڪومتون بحال نه
ڪيون ويون هيون ۽ هاڻ هڪ پنجابي وزيراعظم کي بحال پئي ڪيو
ويو. بينظير ڀٽو کي جسٽس سجاد علي شاهه جي اِها منطق پسند آئي ۽
هُن جسٽس سعد سعود جان، اجمل ميان ۽ اي ڪيو چوڌريءَ جي
سينارٽيءَ کي نظرانداز ڪندي جسٽس سجاد علي شاهه کي اعليٰ ترين
ڪورٽ جو چيف جسٽس مقرر ڪيو.

اندراگانڌيءَ به 1970 واري ڏهاڪي ۾ اِهوئي ڪجهه ڪيو هو.
اُتي جن سينئر ججن کي نظرانداز ڪيو ويو تن استعفائون ڏئي ڇڏيون
پر پاڪستان ۾ انهن ٽنهي ججن مان ڪنهن به ايئن ڪرڻ مناسب نه
ليکيو ۽ پنهنجو ڪم جاري رکيائون. سپريم ڪورٽ ۾ پنهنجو چيف
جسٽس آڻڻ ڪانپوءِ بينظير ڀٽو لاهور ۽ سنڌ هاءِ ڪورٽن جي چيف
جسٽسن کي وفاقي شرعي ڪورٽ ۾ مقرر ڪرايو ۽ سپريم ڪورٽ جي
ٻن ججن کي انهن هاءِ ڪورٽن جو چيف جسٽس بڻايو. جسٽس
عبدالحفيظ ميمڻ کي پهرين سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو،
جنهن ڪانپوءِ کيس سپريم ڪورٽ جي جج طور ترقي ڏني وئي ۽ پوءِ
وري کيس سنڌ هاءِ ڪورٽ جو وقتي چيف جسٽس بڻايو ويو، جتي اپريل
1994 کان اپريل 1996 تائين وارا ٻه سال ڪم ڪندو رهيو.

جسٽس الياس کي پڻ سپريم ڪورٽ جو جج بنائڻ ڪانپوءِ لاهور
هاءِ ڪورٽ جو وقتي چيف جسٽس بڻايو ويو. پشاور هاءِ ڪورٽ جو
چيف جسٽس پڻ وقتي هو پر کيس سپريم ڪورٽ نه آندو ويو. ان ريت
پيپلزپارٽي حڪومت وقتي چيف جسٽس مقرر ڪرڻ جي هيٺ ٽرڪ
مڪمل ڪئي جنهن ڪان پوءِ هاءِ ڪورٽن کي پنهنجي منظورِ نظر ججن

سان ستي جڏهائين. شروعاتي ڏينهن ۾ جسٽس سجاد علي شاهه سهڪاري رويو اختيار ڪيو پر هُن اُهي ڳالهيون مڃڻ کان نابري واري جيڪي سندن خيال ۾ عدالتي سرشتي لاءِ هاڃيڪار هيون. پر اِهو ڪندي ڪيس اِهو ياد نه رهيو ته سندس واري کان مٿاهين مقرري به انهيءَ سرشتي لاءِ هاڃيڪار هئي.

مٿي ڄاڻايل صورتحال ۾ هڪ اهم پيشرفت اوڏي مهل نظر آئي جڏهن مارچ 1996 ۾ جهاد ٽرسٽ بمخالف فيڊريشن آف پاڪستان نالي هڪ ڪيس ۾ سپريم ڪورٽ ليکيو ته مٿين ڪورٽن ۾ ججن جي مقرري سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس جي صلاح مشوري سان ڪئي ويندي. فيصلي ۾ اِهو پڻ چيو ويو ته وقتي چيف جسٽس کي نالا رٿڻ جو اختيار نه هوندو ۽ ان ڏس ۾ رڳو مستقل چيف جسٽس ئي نالا رٿي سگهندو. ان فيصلي ۾ اِهو پڻ چيو ويو ته سپريم ڪورٽ جي ڪنهن به جج کي هاءِ ڪورٽ جو وقتي چيف جسٽس مقرر نٿو ڪري سگهجي ۽ نه ئي چيف جسٽس جي مشوري کانسواءِ ڪنهن جج کي وفاقي شرعي ڪورٽ ۾ مقرر ڪيو ويندو. ان فيصلي بينظير ڀٽو کي مڃرائي وڌو جنهن انکي پنهنجي توهين ٿي ليکيو.

انهيءَ فيصلي کانپوءِ بينظير ڀٽو ۽ سجاد علي شاهه ۾ هڪ کليل ويڙهاند شروع ٿي وئي ۽ پهرين صدر ۽ پوءِ چيف آف آرمي اسٽاف اندروني طور تي حڪومت جي مخالفت شروع ڪئي. صدر فاروق لغاريءَ ڪرپشن بابت شڪائتون ٻڌڻ لاءِ صدارتي محل ۾ هڪ خاص سيل قائم ڪيو. فوج حڪومت کي چتاءُ ڏنو ته اُها هندستان سان ويجهڙائپ پيدا ڪرڻ کان پاسو ڪري. انجي پٺڀرائيءَ ۾ قاضي حسين احمد جي جماعت اسلاميءَ لاهور کان ڌرڻو تحريڪ شروع ڪري اسلام آباد ۾ ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. مخالف ڌر جي پندرهن پارٽين پڻ پاڪستان بچايو تحريڪ شروع ڪري ڏني ۽ سڄي ملڪ جي سطح تي هڙتالن ۽ لانگ مارچن جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو.

آخرڪار صدر لغاريءَ بينظير ڀٽو جي ٻين حڪومت ختم ڪرڻ واسطي آئين ترميم جي ترار استعمال ڪئي جيڪا سندس آخري حڪومت ثابت ٿي.

# ننڍي کنڊ ۾ پاپولرازم

عام طور تي پاپولرازم جو ترجمو عواميت يا عام قبوليت ڪيو ويندو آهي، يعني اهڙي سياست جنهن جو مقصد عوامي پذيرائي حاصل ڪرڻ هجي پوءِ پل ان لاءِ ڪيترين ئي جمهوري روائتن جي نڙي نپوڙڻي پوي. انهيءَ قسم جي سياست ۾ اڳواڻ اُپ جيڏيون دعوائون ڪندا آهن ماڻهن کي اهڙا سونهري سپنا ڏيکاريندا آهن جن جي ساڀيان ماڻ جو ڪو امڪان ناهي هوندو پر انجي نتيجي ۾ معاشري جو تاڃي پيٽو ڪرڻ جا امڪان وڌيڪ هوندا آهن. هاڻوڪن سالن ۾ اهڙي عام مقبوليت واري سياست يورپ ۽ امريڪا ۾ پڙ ڪَرَ ڪنيا آهن ۽ امريڪا ۾ ڊونالڊ ٽرمپ جي ڪاميابي ۽ برطانيا ۾ يورپي يونين کان ڌار ٿيڻ لاءِ ريفرنڊم انجا واضح مثال آهن.

بنگلاديش جنهن کي 1971 کان اڳ اوڀر پاڪستان سڏيو ويندو هو، شايد سڀ کان پهريون پاپولسٽ اڳواڻ شيخ مجيب الرحمان جي صورت ۾ پيش ڪيو. شيخ مجيب جو پاپولرازم 1960 واري ڍاڪي جي ڇپاڙ ۾ سامهون آيو. عام طور تي پالولسٽ اڳواڻن جا پيروڪار اِها ڳالهه نه سمجهندا آهن ۽ نه ئي وري مڃيندا آهن ته سندن اڳواڻ پاپولسٽ سياست ڪري رهيو آهي. ساڳي ريت شيخ مجيب جا حمائتي پڻ اِهو مڃڻ لاءِ تيار نه هئا ته ڪو کين پاپولسٽ نعرن ذريعي بيوقوف بڻايو پيو وڃي جيڪاهن شيخ مجيب جي شخصيت تي نظر وجهبي ته سندس

عادتن ۽ خصلتن مان اِهو بنهه واضح ٿو ٿئي ته هو ڪنهن شڪ کانسواءِ پاپولسٽ اڳواڻ هو نه ڪي جمهوريت پسند. ان ڏس ۾ ڪجھ ماڻهو اِهو دليل ٿا ڏين ته آزاديءَ واري تحريڪ جا اڳواڻ پڻ اصل ۾ پاپولسٽ سياست ڪري رهيا هئا، ٿي سگهي ٿو ته اِها ڳالهه ڪنهن حد تائين درست به هجي پر پاپولسٽ سياستدانن جو سڀ کان وڏيڪ اهم نڪتو اِهو هوندو آهي ته هو اخراجي سياست ڪندا آهن يعني پنهنجي سياست مان مخصوص ماڻهن يا گروهن کي ڪڍي ٻاهر ڪندا آهن ۽ پوءِ نشانو بڻائيندي کين اڪثريت کي درپيش مسئلن لاءِ ذميوار ليکيندا آهن. جيڪڏهن اِهو پئمانو لاڳو ڪجي ته اِهو چوڻ تي مجبور ٿينداسين ته نندي کنڊ جي آزاديءَ واري تحريڪ جا سمورا اڳواڻ پاپولسٽ نه هئا، مثال جي طور تي خود محمد علي جناح پنهنجي شروعاتي سياست وارن ڏينهن ۾ هندو مسلمان ايڪتا جو حمائتي هو ۽ ڪنهن فرد يا گروهه کي سندس نسل، رنگ يا مذهب جي بنياد تي مرڪزي سياست کان ڌار ڪرڻ جو مخالف هو. ساڳي ريت گانڌي، نهرو ۽ ڪيترائي پيرا ڪانگريس جو صدر چونڊجندڙ مولانا ابوالڪلام آزاد پڻ پاپولسٽ اڳواڻ نه هئا ۽ مذهبي ماڻهو هئڻ جي باوجود سيڪولر سياست ڪري رهيا هئا جيڪا مذهب ۽ فرقن کان مٿاهين هئي. ساڳي ريت اوڀر بنگال ۾ 1940 ۽ 1950 وارن ڏهاڪن جي اهم ترين اڳواڻ حسين شهيد سهرورديءَ کي پڻ پاپولسٽ نٿو سڏي سگهجي ڇاڪاڻ جو هو پنهنجي عوامي ليگ ۾ هر ڪنهن کي شامل ڪرڻ جو خواهشمند هو ۽ مرڪزي سياست مان ڪنهن جي به اخراج جو حامي نه هو، ايستائين جو 1956 واري آئين جي منظوريءَ لاءِ اوڀر ۽ اولهه پاڪستان وچ ۾ پيريٽيءَ وارو فارمولو پڻ قبول ڪيو هئائين. ايوب خان هٿان هن عظيم سياستدان جي بيعزتي ۽ تذليل سندس سياست مان اخراج جو سبب بڻي ۽ شيخ مجيب الرحمان جي پاپولرازم جي راهه هموار ٿي.

جنرل ايوب ۽ سندس ڇاڙتن جن سياستدانن ۽ عوامي اڳواڻن جي تذليل ڪئي انهن ۾ محترما فاطما جناح پڻ شامل هئي ڇاڪاڻ جو هُن جنرل ايوب جي آپيشاهيءَ کي للڪاريو هو پر آمر پنهنجي سموري

سول ۽ فوجي ڪاموراشاهيءَ کي استعمال ڪندي محترما فاطما جناح کي صدارتي چونڊن ۾ ڌانڌليءَ ذريعي هارائي وڌو. محترما فاطما جناح اوڀر پاڪستان ۾ وڏي اڪثريت سان ڪاميابي حاصل ڪئي هئي ۽ بنگالين کي اُميد هئي ته فاطما جناح جي سوڀ سان ملڪ ۾ جمهوريت جي بحاليءَ جي راهه هموار ٿيندي پر جنرل ايوب خان اِها ڪوشش ناڪام بڻائي ڇڏي.

1960 واري ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ تائين شيخ مجيب جي پاپولسٽ سياست پنهنجي عروج تي پهچي وئي ۽ اِها اولهه پاڪستان کي عام طور ۽ پنجاب کي خاص طور نشانو بڻائڻ لڳي. اڳتي هلي شيخ مجيب جي بنگالي قومپرستي هڪ سپنو نڪتي ڇاڪاڻ جو اوڀر پاڪستان جي بنگلاديش ٿيڻ ڪانپوءِ شيخ مجيب سمورا اختيار پنهنجي هٿ وس رکڻ جا اُپاءُ ڪرڻ شروع ڪيا ۽ بنگلاديش جي مخالف ڌر جي نڙي ايئن نپوڙڻ جي ڪوشس ڪيائين جهڙي ريت اڳي جنرل ايوب ۽ سندس ڪاموراشاهي ڪندي هئي. شيخ مجيب الرحمان جي انهن حرڪتن واضح ڪيو ته هو هڪ پاپولراسٽ سياستدان هو نه ڪي جمهوريت پسند.

هندستان ۾ پاپولرسٽ سياست جي شروعات انهن سياستدانن ڪئي جيڪي 1950 واري ڏهاڪي ۾ ٻوليءَ جي بنياد تي صوبن جي نئين سر جوڙجڪ جي گُهر ڪري رهيا هئا. انهن ۾ مختلف قومپرست گروهه شامل هئا جيڪي ڪانگريسي سياست جي مخالفت ڪري رهيا هئا پر جواهر لال نهرو جي اڳواڻيءَ ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس عقل کان ڪم وٺندي ٻوليءَ جي بنياد تي صوبن جي نئين سر جوڙ جڪ ڪندي انهيءَ پاپولرسٽ سياست کي ناڪام بڻايو. باقي مهاراشٽر جي صورتحال ڪجهه مختلف رهي ڇاڪاڻ جو اُتي 1960 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ ۾ هڪ نئون پاپولرازم سامهون آيو جنهن جي سياست پاپولرسٽ کان وڌيڪ فاشي هئي. تاريخ ڄاڻائي ٿي ته پاپولرازم ۽ فاشزم ۾ ڪو گهڻو فرق ناهي ۽ شايد سمورا فاشست پنهنجي سياست جي شروعات پاپولرازم کان ئي ڪندا آهن.

بي جي پي اخراجي سياست تي ويساهه ٿي رکي يعني اُن

مسلمانن کي يوپيءَ جي سياست کان مڪمل طور تي خارج ڪري ڇڏيو آهي ۽ انجا اڳواڻ وڏي واڪ چئي رهيا آهن تہ ڀارت ۾ رهندڙ سمورا ماڻهو اصل ۾ هندو آهن ۽ اهڙن ئي پاپولر نعرن سبب بي جي پي ڪيترين ئي رياستن ۾ چونڊون کٽي چڪي آهي. پاپولرازم جو هڪ بيو دلچسپ پاسو اِهو آهي تہ ان کان اُهي ووٽر پڻ بيوقوف بڻجي ويندا آهن جن کي ان مان ڪو لاڀ رسڻو نہ هوندو آهي مثال جي طور تي امريڪا ۾ ٽرمپ کي انهن شيدين ۽ عورتن بہ ووٽ ڏنا جن جي خلاف هو ڳالهائيندو رهيو آهي. ساڳي ريت يوپيءَ ۾ ڪيترائي اهڙا تڪ هئا جن ۾ مسلمان ووٽرن جي ڀنيرائي ڪانسواءِ ڪوبہ اُميدوار کٽي نٿو سگهي پر پوءِ اُتان بي جي پيءَ وارا کٽي ويا يعني تمام گهٽن مسلمانن پڻ بي جي پيءَ کي ووٽ ڏنا. ساڳي ريت امريڪا ۾ صدر ٽرمپ پنهنجي ڪابينا ۾ فقط هڪ شيديءَ کي شامل ڪيو يعني هاڻ بہ سندس ترجيحون ڪنهن بہ ريت ڳجهيون نہ هيون. ايئن ٿو لڳي تہ پاپولسٽ اڳواڻ پنهنجي تقرير واري فن سان پنهنجو مثبت تاثر جوڙڻ ۾ سوڀارو تا ٿين جيڪو عوام جي ذهنن کان وڌيڪ سندن اُذمن کي پنهنجو اسير ٿو بڻائي.

بي جي پيءَ ڀارت ۾ اهڙو تاثر قائم ڪرڻ لاءِ پاڪستان ۽ مسلمانن کي نشانو بڻايو ۽ گڏوگڏ وعدو بہ ڪيو تہ سگهوئي غريبن جو حال ڦرڻ وارو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهڙا تاثر ايترو تہ سگهارا هوندا آهن جو سموريون حقيقتون نظرانداز ڪيون وينديون آهن مثال جي طور تي امريڪا ۾ اوباما حڪومت جي دور ۾ ڪيترائي پيرا معاشي ۽ سماجي حالتون بهتر ٿيون پر پوءِ ٽرمپ اهڙو تاثر جوڙڻ ۾ سوڀارو ٿي ويو تہ امريڪا غير محفوظ آهي ۽ انجي عظمت وڃائجي چڪي آهي. ان ريت هُن پراڻي عظمت جي بحالي ۽ امريڪا کي وڌيڪ محفوظ بنائڻ جو وعدو ڪيو، جنهن کان ماڻهو متاثر ٿيا ۽ هنن عظيم تر ۽ محفوظ تر امريڪا بنائڻ لاءِ ٽرمپ کي ووٽ ڏنو. ساڳي ريت ڀارت ۾ بي جي پي ۽ انجي زعفراني ڪٽنب جنهن کي سنگھ پريوار ٿو سڏجي، هندن کي خاطري ڪرائي تہ هو ڀارت کي اڳائين وڌيڪ محفوظ بڻائيندا ۽ هندو اڪثريت کي بين اقليتن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ خوشحال بڻائيندا. ياد رهي تہ

اقليتن کي نشانو بنائڻ پاپولسٽ اڳواڻن جي هڪ ٻئي وصف آهي.

هاڻ سوال اِهو ٿو پيدا ٿئي ته ڇا اسين يوپيءَ ۾ مايا وتيءَ جي بهوجن سماج پارٽي ۽ ياديو جي سماج وادي پارٽيءَ کي به پاپولسٽ سڏي سگهون ٿا؟ انجو جواب اِهو آهي ته اِهي مڪمل طور تي پاپولسٽ پارٽيون ناهن ڇاڪاڻ جو اِهي مسلمانن ۽ هيٺين ذات وارن هندن کي سياست ۾ شامل ڪرڻ گهرن ٿيون. جيڪڏهن مجموعي طور تي ڏسجي ته ڀارتيا جنتا پارٽي ٻين پارٽين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ پاپولسٽ آهي ڇاڪاڻ جو ان ۾ پاپولرازم جا ٽئي عنصر موجود آهن يعني اخراجي سياست، اُدمن سان ڪيڏڻ ۽ ڪجهه معاشي اُپائن ذريعي سموري معاشري کي بدلائڻ جون ڳالهيون. ياد رهي ته پاپولرازم جا عنصر ۽ صفتون هر دور، هر پارٽي ۽ هر هنڌ مختلف ٿي سگهن ٿا.

پاڪستان ۾ شيخ مجيب الرحمان کانپوءِ ذوالفقار علي ڀٽو بلاشڪ هڪ پاپولسٽ اڳواڻ هو، ڇاڪاڻ جو هُن به اخراجي سياست ڪئي.جڏهن اِهو نعرو هنيائين ته "اسلام اسان جو دين آهي" ۽ "سوشلزم اسان جي معيشت آهي" ته هو اصل ۾ پاپولسٽ سياست ئي ڪري رهيو هو. جڏهن ڀٽو ڀارت خلاف هڪ هزار سالن تائين جنگ ڪرڻ جي ڳالهه ڪري رهيو هو تڏهن به اهو پاپولرازم هو ڇاڪاڻ جو عقل کان وڌيڪ اُدمن سان مخاطب ٿي رهيو هو. ساڳي ريت جڏهن صنعتن وغيره کي وڏي پئماني تي رياستي ملڪيت ۾ ورتائين ته دعوا ٿي ڪيائين ته ان سان معاشي مسئلا حل ٿي ويندا يعني هڪ ئي وڏا قدم کڻي معاشري کي تبديل ڪرڻ جي هام هنيائين جيڪو پاپولرازم هو. اڳتي هلي جنرل ضيا ڀٽي جو تختو اونڌو ڪري اقتدار تي قبضو ڪيو ته هُن به عوامي اُدمن سان ڪيڏڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻين پاپولسٽ اڳواڻن وانگر ڪيس ڪڏهن به عوامي پذيرائي حاصل نه ٿي سگهي. پاپولسٽ اڳواڻن جي هڪ ٻئي خاص ڳالهه اِها هوندي آهي ته هو ڀرپور عوامي پذيرائي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن يا گهٽ ۾ گهٽ اقتدار ۾ اچڻ کان اڳ ضرور ڪندا آهن پر اقتدار ۾ اچن کانپوءِ آمر بڻجڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

محترما بينظير ڀٽو به عوام ۾ مقبول ته هئي پر پنهنجي والد

جيان هوءِ پاپولسٽ نه هئي. پاڪستان ۾ الطاف حسين هڪ ٻيو پاپولسٽ اڳواڻ آهي. جيتوڻيڪ سندس سياست جي نوعيت مقامي هئي پر هُن اخراجي سياست ڪئي، ماڻهن جي اُڌمن سان ڪيڏيو ۽ ڪوٽا سسٽم ڪي مهاجرن جي مسئلن جو سبب سڏيائين. الطاف حسين جي ملڪي سطح واري سياست به هڪ ڏوننگ ثابت ٿي ۽ آخرڪار هو پنهنجي عظمت جي چريائپ ۽ غلط اندازن جو شڪار ٿي پنهنجي ئي حمائتين کي مايوس ڪري ويٺو. نواز شريف به ڪڏهن ڪڏهن پاپولسٽ سياست ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ مجموعي طور تي سندس مسلم ليگ ۾ ڪجهه پاپولسٽ علامتون پڻ موجود آهن. عمران خان به يقيني طور تي هڪ پاپولسٽ اڳواڻ آهي ۽ الطاف حسين وانگر فاشزم جي ويجهو آهي، جيتوڻيڪ سندس پارٽي پرتشدد ناهي پر طالبان تي تنقيد نه ڪرڻ وارو سندس هوڏ ۽ اهڙن مدرسن جي مالي مدد ڪرڻ جيڪي دهشتگردن جا نڪاڻا ٿا ليکيا وڃن، عمران خان کي هڪ پاپولسٽ ٿا بڻائين. مختصر اِهو ته الطاف حسين، طاهر القادري ۽ عمران خان جي شڪل ۾ اسانکي ضرورت کان وڌيڪ ئي پاپولسٽ اڳواڻ پلئه پيا آهن. هاڻ سوال اِهو ٿو پيدا ٿئي ته پاپولرازم جي مقابلي ۾ جمهوريت ڪهڙي ريت باقي بچي سگهي ٿي؟ ان مقصد لاءِ سڀ کان پهرين ته اسانجي اڳواڻن کي اخراجي سياست ڇڏي اجتماعي سياست ڪرڻ گُهرجي، جنهن ۾ معاشري جي سمورن شعبن، فرقن، رنگ ۽ نسل جا ماڻهو شامل هجن ۽ اقليتن کي مرڪزي ڌاري مان خارج نه ڪيو وڃي. ان ڏس ۾ اقليتن سان مت ڀيد ڪندڙ سمورا قانون ختم ڪيا وڃن. ماڻهن جي اُڌمن سان نه کيڏجي پر سندن عقل ۽ ڏاهپ وڌائڻ جي ڪوشش ڪجي. نئون بيانيو مسجد، منبر ۽ مندر بدران نصاب، صحافت، قانونن، پاليسين ۽ درسي ڪتابن مان اڃڻ گهرجي ۽ هڪ اڌ نڪتن کي سمورن مسئلن جو حل ليکڻ کان پاسو ڪجي. اصل ۾، پاپولرازم جو ترياق جمهوري روائتن تي عمل ئي آهي.

# مٿئين ايوان جو ڪردار

سينيٽر رضا رباني پنهنجي سينيٽ جو چيئرمين چونڊجڻ واري ڏينهن کان مٿين ايوان ۾ نئون جوش ۽ خروش وجهڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. اِهو جوش رڳو کوکلي تقريرن ۽ اشرافيائي ڪلب جي شان شوڪت جي دولاب وارو ناهي. چيئرمين وفاقي ايڪن جي حقن جي پاسداري ۽ انهيءَ ايوان جي حيثيت مجرائڻ ۾ سنجيدو نظر ٿو اچي، جنهن جي تخليق انهيءَ مقصد لاءِ ڪئي وئي هئي ته اڪثريتي صوبا ننڍن صوبن جي اُدمن ۽ سپنن کي چيڀاٽي نه سگهن. هر سال آگسٽ مهيني ۾ سينيٽ فائونڊيشن ڏيهاڙو انجو اظهار آهي.

6 آگسٽ 2016 تي ملهائجندڙ اِهو ڏيهاڙو انهيءَ حوالي سان منفرد هو ته ان ڏينهن مرڪزي مقرر طور علم سياسيات جي نامياري ساڃاهه وند ڊاڪٽر جعفر احمد کي گهرايو ويو هو جيڪو واضح طور تي سيڪولر ۽ لبرل سوچن جو مالڪ آهي. انهيءَ ڪاڄ ۾ حڪومتي ۽ مخالف ڌر سان تعلق رکندڙ سينيٽرن ڀرپور انداز ۾ شرڪت ڪئي. اجلاس ۾ بلوچستان ۽ خيبرپختونخواه اسيمبلين جي اسپيڪرن پڻ شرڪت ڪئي، چيئرمين سينيٽ ڪانسواءِ ڊاڪٽر جعفراحمد ۽ اعتزاز احسن پنهنجي پرمغز تقريرن ذريعي اجلاس تي ڇانيل رهيا. مسلم ليگ نواز جي سينيٽر مشاهدالله خان کي راجا ظفرالحق جي تقرير پڙهڻ لاءِ نيندڊني وئي پر هُن اِهو ڪرڻ کان نابري واريندي اهڙي لاف زني ڪئي

جو جنرل ضيا جي ياد تازي ٿي وئي. هُن صحيفن جا حوالا ڏنا ۽ تقرير ۾ بي مثال شاعري پڻ ورجائي ته جيئن ٻڌندڙن کي پنهنجي رنگ لڳائڻ واري صلاحيت کان متاثر ڪري سگهي.

ڊاڪٽر جعفر احمد جي تقرير جو بنيادي نڪتو اِهو هو ته مٿيون ايوان قائم ڪرڻ جو منطق ڇا هو ۽ پنهنجي جيوت جي چاليهن سالن ۾ انکي ڪهڙيون ڏکيائون ۽ للڪارون سامهون آيون اهن. عوامي نيشنل پارٽيءَ جي سينيٽر شاهي سيد ڊاڪٽر جعفر جي مقالي کي چئن لفظن ۾ ساراهيندي اِهو چوڻ ۾ نه هٻڪيو ته مٿين ايوان بابت هيءُ اُهي ڳالهيون آهن جن جو ادراڪ اسانجي سينيٽرن کي لازمي طور هئڻ گهرجي.

اسانجي سڌ سماءُ جي مرڪزي ذريعن ۾ جيئن ته ان قسم جي موضوعن ۽ مسئلن تي گهٽ ڌيان ڏنو ويندو آهي ان ڪري ضروري آهي ته ڊاڪٽر جعفر جي بيان ڪيل ڪجهه نڪتن جو تفصيلي ذڪر ڪجي. اِهو هڪ دلچسپ مامرو آهي ته برطانوي دور ۾ مسلم ليگ هڪ اهڙي سياسي پارٽي هئي جنهن پرزور انداز ۾ صوبائي خودمختياريءَ جي گهر ڪئي. محمد علي جناح هر هر مسلم اڪثريتي صوبن جي وڪالت ڪئي هئي، هو سنڌ جي بمبئي کان عليحدگي ۽ بنگال جو ورهاڱو ڪري هڪ مسلم اڪثريتي صوبو قائم ڪرڻ ۽ بلوچستان کي مڪمل صوبي واري حيثيت ڏيڻ جي گهر ڪندو رهيو هو پر پيڙا ڀري حقيقت اِها آهي ته پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ ساڳي مسلم ليگ پاڪستان ۾ صوبائي خودمختياريءَ واري گهر ڪڻ واري پارٽي بڻجي وئي.

پاڪستان ۾ آئين جوڙڻ واري عمل ۾ هر هر رخني جو سبب اِهو پڻ هو ته مسلم ليگ ڪو اهڙو فارمولو جوڙي نه سگهي جنهن ذريعي صوبائي خودمختياريءَ جون گهرجون پوريون ٿي سگهن. اِهو چئي سگهجي ٿو ته ان ڏس ۾ هڪ بهترين فارمولو هڪ غير متوقع وزيراعظم محمد علي بوگرا طرفان تيار ڪيو ويو هو جنهن کي خواجا ناظم الدين جي اڻسهائيندڙ ريت برطرفيءَ کانپوءِ رڳو گورنر جنرل غلام محمد جي حڪم تي وزيراعظم بڻايو ويو هو.

بوگرا فارمولي ۾ ٻن ايوانن واري پارليامينٽ جو تصور ڏنو

ويو هو. ان ۾ هيٺين ايوانن ۾ اوڀر بنگال جون 165 جڳهون ته اولهندي ڀاڱي جي سمورين اڪائين لاءِ 135 سيٽون مختص ڪيون ويون هيون. فارمولي ۾ رٿيل مٿين ايوان ۾ هر صوبي لاءِ ڏهه ڏهه سيٽون هيون جن جو ڪُل ڳاڻيٽو پنجاهه ٿي بڻيو.

انهيءَ فارمولي جي سونهن اِها هئي ته پارليامينٽ جي گڏيل اجلاس ۾ ملڪ جي اوڀرندي ۽ اولهندي ڀاڱن جي هڪجيتري نمائندگي ۽ هر ڀاڱي لاءِ 175 ووٽ رٿيا ويا هئا. انهيءَ فارمولي سان گهٽ ۾ گهٽ گڏيل اجلاس ۾ ڪنهن هڪ صوبي جي ٻين صوبن تي بالادستيءَ جا امڪان گهٽجي ٿي ويا ۽ ننڍن صوبن کي فيصلي سازي ۽ وسيلن جو تعين ڪرڻ جهڙن معاملن ۾ آئيني ضمانت پڻ حاصل ٿي پئي سگهي.

انهيءَ فارمولي جي ذري گهٽ مڪمل تياريءَ سان گڏ ئي پهرين آئين ساز اسيمبليءَ وزيراعظم کي برطرف ڪرڻ جي ڏس ۾ گورنر جنرل جا اختيار پڻ ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو. انهيءَ اختيار کي استعمال ڪندي گورنر جنرل غلام محمد 1953 ۾ اوڀر بنگال سان تعلق رکندڙ هڪ انتهائي مانواري سياستدان خواجا ناظم الدين کي، جنهن کي اسيمبليءَ ۾ اڪثريت حاصل هئي، بيعزت ڪري اقتدار تان هٽايو هو. ان ڪان اڳ جو آئين ساز اسيمبلي آئين ٺاهڻ واسطي بوگرا فارمولي کي منظور ڪري گورنر جنرل غلام محمد آڪٽوبر 1954 ۾ انهيءَ بنياد تي اسيمبلي ٽوڙي ڇڏي ته پنهنجي ستن سالن واري جيوت ۾ اِها آئين تيار ڪرڻ ۾ ناڪام رهي آهي. وهي ڪاڏل ۽ بيمارين ۾ ورتل گورنر جنرل انهيءَ حقيقت کي نظرانداز ڪري ڇڏيو ته بوگرا فارمولي کي اسيمبليءَ ۾ اڪثريت حاصل هئي ۽ اِهو ستن ڏينهن اندر ئي منظور ٿي پئي سگهيو.

وفاقي ڪورٽ جنهن جي سربراهي جسٽس منير پئي ڪئي، اسيمبلي ٽوڙڻ واري فيصلي کي بحال رکيو، ان ريت ملڪ جي سياسي معاملن ۾ سول ۽ فوجي ڪامورا شاهيءَ جي وڏيڪ مداخلت جو دڳ کلي پيو. جسٽس منير اڳتي هلي مڃيو ته ان فيصلي لاءِ مٿس تمام گهڻو دٻاءُ وڌو ويو هو. انڪانپوءِ 1955 ۾ پيريٽيءَ وارو فارمولو سامهون آندو ويو

جنهن تحت اولهندي پاڱي وارن سمورن صوبن کي ون يونٽ ۾ ضم ڪيو ويو ۽ لاهور کي اولهه پاڪستان جي راڄڌاني بڻايو ويو. پيريٽيءَ جي انهيءَ اصول جي بنياد تي نئين وزيراعظم چوڌري محمد عليءَ نئون آئين تيار ڪيو جنهن ۾ هڪ ايواني پارليامينٽ جي رٿ ڏني وئي هئي.

ماضيءَ تي نظر وجهڻ سان پتو لڳندو ته اِهو رڳو اسيمبلي ٽوڙڻ جو مامرو نه هو پر ان عمل ذريعي بوگرا فارمولو ختم ڪيو ويو هو جنهن ڪري اڳتي هلي وفاق کي شديد نقصان سهڻو پيو هو. 1956 واري آئين ۾ جيڪڏهن بوگرا فارمولو اختيار ڪيو ويو هجي ها ته ان سان وفاق جي سمورين اڪائين کي ڪجهه آٿت ملي ها ته مرڪز ۾ ڪين ٻڌو ٿو وڃي. پيريٽيءَ جو ٿاقيل اصول به 1956 واري آئين کي بچائي نه سگهيو. اِهو آئين 1958 ۾ اوڏي مهل ختم ڪيو ويو جڏهن ان تحت پهريون چونڊون ٿيڻ ۾ ڪي مهينا ئي باقي هئا.

1958 واري مارشل لا تحت اقتدار تي قبضو ڪندڙ جنرل ايوب آئين جي هڪ نئين مسودي جي تياريءَ لاءِ هڪ آئيني ڪميشن جوڙيو. ڪميشن هڪيرو ٻن ايوانن واري پارليامينٽ جي رٿ پيش ڪئي پر جنرل سڳورو ته هڪ آمر هو جيڪو پنهنجي مرضي مڙهي پئي سگهيو تنهنڪري سندس خواهش موجب 1962 وارو آئين هڪ ايوان تي ٻڌل هو. ايوان ۾ ملڪ جي ٻنهي پاڱن جي هڪجيتري نمائندگي هئي جيتوڻيڪ اُن وقت اوڀر پاڪستان جي آبادي ملڪ جي ڪُل آباديءَ جو 54 سيڪڙو هئي.

1969 ۾ اقتدار سنڀالڻ ڪانپوءِ جنرل يحيٰ خان 1962 وارو آئين رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو. هُن پيريٽيءَ بدران آباديءَ جي بنياد تي عام چونڊون ڪرائڻ جو وعدو ڪيو. فوجي شڪست ۽ ملڪ ٽٽڻ ڪانپوءِ ذوالفقار علي ڀٽي کي پهريون ڀيرو آئين ۾ ٻن ايوانن واري پارليامينٽ متعارف ڪرائڻ جو موقعو پلئه پيو جنهن تحت مٿين ايوان يعني سينيٽ ۾ سمورين چئني وفاقي اڪائين کي هڪجيتري نمائندگي حاصل ٿي. سينيٽ جي راهه ۾ هرهر رڪاوٽون وڌيون ويون پر اِهو ادارو هيل تائين

پنهنجو وجود برقرار رکڻ ۾ سوڀارو رهيو آهي. اڄ سينيٽ ۾ هر صوبي جا پنجويهہ پنجويهہ ميمبر آهن جڏهن تہ 1973 ۾ سينيٽ ۾ هر صوبي جا ڏهہ ڏهہ ميمبر هئا ۽ انجو ڪُل تعداد چاليهہ هو.

هندستان جي مٿين ايوان ۾ جنهن کي راجيہ سڀا ٿا چون، سمورين اڪائين جي هڪجيتري نمائندگي ناهي، انجي بدران هيٺين ايوان لوڪ سڀا وانگر آباديءَ جي بنياد تي سيٽن جي تعداد کي ورهايو ويو آهي. ڀارت ۾ ملڪ کي وفاق نہ سڏيو ويندو آهي پر ان لاءِ يونين جو اصطلاح استعمال ٿيندو آهي. انهيءَ ريت مرڪزي حڪومت جي وزيرن کي وفاقي وزير بدران يونين جو وزير سڏيو ويندو آهي.

مٿين ايوان ۾ هڪجيتري نمائندگي سبب ئي پيپلزپارٽيءَ جي پوئين حڪومت ارڙهين ترميم وارو آئيني بل منظور ڪرائڻ ۾ سوڀاري ٿي هئي. 1973 واري آئين ٺهڻ کانپوءِ آئين ۾ اِها سڀ کان وڏيڪ اهم قانونسازي آهي. جيڪڏهن صوبن کي سينيٽ ۾ هڪجيتري نمائندگي نہ هجي ها تہ شايد سينيٽ ۾ مسلم ليگ نواز جي اڪثريت هجي ها جيڪا پنجاب جي نمائندگي ٿي ڪري. انڪري شايد ارڙهين ترميم جو منظور ٿيڻ ممڪن نہ هجي ها. ارڙهين ترميم واري ڪميٽيءَ جي سربراهہ سينيٽر رضا ربانيءَ کي جيتوڻيڪ ارڙهين ترميم يڪرائپ سان منظور ڪرائڻ واري ڪاميابي تہ پلئہ پئي پر مسلم ليگ نواز انيڪ ڀيرا هيٺين سطح تائين اختيارن جي منتقليءَ جي روح کي نپوڙڻ جي ڪوشش ڪئي.

انهيءَ ڦرٽي گهرٽي ورتاءُ جو هڪ مثال اِهو آهي تہ مسلم ليگ نواز گڏيل مفادن واري ڪائونسل جو باقاعدي اجلاس گهرائڻ ۾ هٻڪ جو مظاهرو ڪندي رهندي آهي. ان جو ٻيو مثال اِهو بہ آهي تہ تعليم وارو وفاقي وزير مولانا بليغ الرحمان هر هر صوبن جي تعليمي سرشتي ۾ مداخلت ٿو ڪري. هڪ جهڙي تعليم پڙدي ۾ ساڳيو پراڻو هڪ قوم ۽ هڪ نصاب وارو نظريو مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي ايئن ڪرڻ سان صوبا پنهنجا اُهي هيرو نصاب ۾ شامل نہ ڪري سگهندا جن کي مرڪز هيرو نٿو ليکي.

پنجاب جو تعليمي نصاب آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙن جي قربانين کي تسليم نٿو ڪري. ان ۾ جي ايم سيد ۽ باچا خان لاءِ ڪا گنجائش ناهي ۽ نہ ئي غوث بخش بزنجو جهڙن پاڪستان ۾ جمهوريت لاءِ جدوجهد ڪندڙن لاءِ ڪو نرم ڪنڊ پاسو آهي. مسلم ليگ نواز جي وزيرن طرفان نصاب ۾ وڌيڪ مذهبي مواد شامل ڪرائڻ واري هوڏ انهيءَ اختلاف جو هڪ وڌيڪ مثال آهي. سينيٽر اعتزاز احسن درست طور تي ان ڳالھ ڏانهن اشارو ڪيو تہ جيڪڏهن ڪنهن کي وڌيڪ مذهبي تعليم جي گهرج آهي تہ هو پنهنجي ٻارن کي جنرل ضيا جي دور ۾ قائم ڪيل انهن هزارين مدرسن مان ڪنهن هڪ ۾ داخل ڪرائي سگهي ٿو، جيڪي هن وقت بہ ملڪ ۾ تباهي پکيڙڻ جو سبب بڻيل آهن.

سينيٽ جي چيئرمين رضا رباني ءَ انهيءَ حقيقت جو اظهار ڪيو تہ وفاقي حڪومت صوبائي معاملن ۾ تمام گهڻي مداخلت ڪري رهي آهي ۽ اِها ننڍن صوبن ۾ مارشل لا جهڙي صورتحال پئدا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي ان ڏس ۾ سنڌ ۾ رينجرز جي مقرريءَ جو مثال ڏئي سگهجي ٿو جتي هڪ اداري طرفان صوبي جي ٻن سڀ کان وڏين سياسي پارٽين خلاف ۽ سڪيورٽيءَ جي نالي تي ڪارروايون ڪيون پيون وڃن جڏهن تہ پنجاب ۾ حڪمرانيءَ وارو مامرو بہ ايترو ڪو مثالي ناهي جيترو ميٽرو بس ۽ اورينج لائين جي وڏين رٿائن ذريعي پيش ڪيو ٿو وڃي.

سينيٽ فائونڊيشن ڏيهاڙو ملهائڻ هڪ جوڳو قدم آهي پر ان کان بہ وڌيڪ ساراهہ جوڳو اِهو عمل آهي تہ انهيءَ ايوان جي ميمبرن کي ڊاڪٽر جعفر احمد جهڙي ساڃاهہ وند جا ويچار ٻڌڻ ۽ ڄاڻڻ جو موقعو مليو. هيءُ اُهي ماڻهو آهن جيڪي وفاق کي لاڳو للڪارن جي هڪ متوازن تصوير پيش ڪندي اِهو ڄاڻائين ٿا تہ ننڍن صوبن جي ڳڻتين کي ڪهڙي ريت گهٽائي سگهجي ٿو.

# شهري، معاشري ۾ تشدد

پاڪستان جهڙن ملڪن ۾ اسين تشدد جي وڌندڙ لاڙي جو تمام گهڻو روج پٽڪو ڪندا آهيون. ڪجهه ماڻهن جو چوڻ آهي ته هٿيارن تائين سولي رسائي انهيءَ مسئلي جو بنيادي سبب آهي جڏهن ته ٻين جو خيال آهي ته اِها خرابي منشيات ۽ ڪلاشنڪوف جي انهيءَ مامري جو نتيجو آهي جيڪو جنرل ضيا ۽ سندس چاڙتن پاڪستان ۾ متعارف ڪرايو پر اِها ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته تشدد رڳو هٿياربند دهشتگردن يا نشو واپرائيندڙن جي ڪري ئي نٿو ٿئي. انجو اظهار اوهانکي هر پاسي نظر ايندو. ڪنهن به روڊ رستي تي معمولي حادثي کانپوءِ تشدد جو سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو. اِهو اسڪولن ۾ پڙهڻ پسي سگهجي ٿو جتي جڏهن ڪو ٻار ڪنهن اُستاد جو چيو نٿو مڃي ته مٿس تشدد ڪيو وڃي ٿو. اوهان پل ڪجهه به نه ڪيو هجي پر جيڪڏهن اوهين ڪنهن ٻئي برادري، نسل يا مذهبي گروهه سان تعلق رکندڙ آهيو يا مختلف انداز ۾ مذهبي رسمون ڪريون يا رڳو ڪنهن مخصوص مشروب مان مزو ٿا ماڻيو ته به اوهين تشدد جو نشانو بڻجي سگهو ٿا.

هن وقت اسانجي ڳُٽڻيءَ جو محور وڏي پئماني تي پکڙيل تشدد ۽ اُڀرائي آهي. انجو نشانو اهڙا ماڻهو بڻجي رهيا آهن جيڪي پنهنجن ڪسن ڪارين ۾ رڌل هوندا آهن، پنهنجي ٻارن ٻچن جي سارسنڀال لهي

رهيا هوندا ۽ جن جو ڪنهن سان به نه ڏنو نه ورتو هوندو آهي. پنجاب ۾ هڪ جوڙي کي ساڙيو ويو، گوجرا ۾ گهرن کي باهه ڏني وئي، لاهور ۾ مذهبي عبادتگاهن کي نشانو بڻايو ويو، صبا دشتياريءَ جهڙن ساڃاهه وندن کي بلوچستان ۾ قتل ڪيو ٿو وڃي، نريندر ڀولڪر کي مهاراشٽر ۾ گوليءَ جو بک ٿو بڻايو وڃي ۽ بنگلاديش ۾ سيڪولر بلاگر خنجر جا وار ڪري موت جي ننڊ ٿا سمهاريا وڃن. شام ۾ يزيدي عورتن کي ٻانهي بڻايو ٿو وڃي جڏهن ته نائجيريا جي ڇوڪرين کي بوڪوحرام وارا اغوا ٿا ڪن. اِهي سمورا مثال خاص طور تي مسلم اڪثريتي ملڪن ۾ تيزيءَ سان وڌندڙ تشدد ۽ اڳرائيءَ جو اظهار ٿا ڪن.

هڪ پاسي مٿين صورتحال آهي ته ٻئي پاسي انجي اُبتڙ هزارين جرمن شهري شام، عراق ۽ افغانستان جي پناهگيرن جو پنهنجي ملڪ ۾ آدرڀاءُ ڪري رهيا آهن، اِهي ساڳيا جرمن آهن جن کو گهڻو وقت اڳ نه پر ڪجهه ڏهاڪا پهرين ئي هٽلر جي نسلي جنون جي حمائت ڪئي هئي ۽ لکين يهودين، لاڏائوئن ۽ ٻين کي نازي ڪئمپن ۽ قيدخانن ۾ واڙيو هئائون. اُها ڪهڙي شئي آهي جيڪا ماڻهن جي گروهه کي ٻين خلاف ايترو ظالم ۽ وحشي ٿي بڻائي؟ ڇا اِهو ڪجهه مذهب يا مذهبي رسمن سبب ٿئي ٿو؟ ڇا رنگ ۽ عقيدو انجا ڪارڻ آهن؟ ڇا اِهو سيپيٽائن ۽ معاشرن وچ ۾ ٽڪراءُ جو نتيجو آهي؟ يا اڳرائي ۽ تشدد تي هر ڪجندڙ ماڻهو رڳو ڪنهن نفسياتي بيماريءَ جهڙي عارضي ۾ ڦاٿل هجن ٿا ۽ جيڪي مايوسي، عظمت جي ڦوند يا ٻين کي پنهنجي مسئلن جو سبب سمجهڻ جي چريائپ ۾ وچڙيل آهن؟ مٿين سوالن جو تجزيو ڪرڻ لاءِ منختلف پهلوئن وارو نقطي نظر اختيار ڪرڻ جي ضرورت آهي، ان ڏس ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽن شعبن يعني علم سياست، نفسيات ۽ سماجيات کي آڏو رکڻو پوندو. اهڙا ڪيترائي سماجي سائنسدان ٿي گذريا آهن جن انهن مسئلن جا سبب ڦلهورڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن ۾ اطالوي ڪميونسٽ انتونيوگرامچي (1891 کان 1937) ۽ جرمن سماجي نفسياتدان ايرڪ فرام (1900 کان 1980) جا نالا اهم آهن. گرامچيءَ ثقافتي بالادستيءَ جي سري هيٺ هڪ جڳ ڀڏرو نظريو پيش ڪيو. جنهن ۾ تجزيو ڪيائين

۽ ڪنهن سرمائيداراڻي معاشري ۾ رياستن ۾ ڪهڙي ريت اقتدار تي پنهنجي بالادستي برقرار رکڻ لاءِ ثقافتي ادارن کي استعمال ڪيو ويندو آهي. ننڍڙي ڄمار ۾ گذاري وڃڻ سبب هو ان ڳالھ جو مشاهدو نہ ڪري سگھيو تہ ٻين مهاڀاري لڙائي ۾ سوڀ ڪانپوءِ سوويت يونين اولهہ يورپي ملڪن تي پنهنجي بالادستي مڙهي. گرامچيءَ کي ميسولينيءَ جي فاشي حڪومت ۾ قيد ڪيو ويو هو. قيد دوران لکيل سندس ڪتاب Prison Notebooks اڄ ڏينهن تائين هڪ شاهڪار لکڻي ليکجي ٿو.

ايرڪ فرام انهيءَ موضوع تي تمام گهڻو ڪم ڪيو آهي. سندس Art of Loving ڪانوڻي Sane Society تائين شائع ٿيندڙ ڪتابن انهيءَ موضوع ۾ دلچسپي رکندڙ پاڪن جي هڪ سموري نسل کي متاثر ڪيو آهي پر اڳرائي ۽ مايوسيءَ وچ ۾ تعلق کي نفسياتي حوالي سان ڄاڻڻ ۽ ڦلهورڻ جي ڪوشش ويهين صديءَ جي پهرين اڌ ۾ ڪئي وئي هئي. انهيءَ حوالي سان فرائيڊ جون ٻہ بنيادي لکڻيون Future of an Illussion (1927)۽ Civilization and its Discontents (1930) سامهون آيون. انکانپوءِ جون ڊولرڊ ۽ نيل ملر 1940 ۾ ”نراسائي – ڪاوڙ“ نظريو پيش ڪيو جنهن ڪانپوءِ ايڊرونو وغيره جي تحقيق تي ٻڌل هڪ انتهائي اهم ڪتاب 1950 Authoritarian Personality ۾ شائع ٿيو.

سڀ کان پهرين فرائيڊ جا ويچار ڄاڻڻ جي ڪوشش ٿا ڪريون ڇاڪاڻ جو اِهي ڏهاڪن تي پکڙيل تحقيق ۽ وسيع اڀياس جو ثمر هئا. فرائيڊ اڳرائيءَ واري ورتاءُ کي نفسي تحرڪ جي تناظر ۾ ٿو ڏسي. سندس دليل اِهو آهي تہ اڳرائي هڪ بنيادي انساني صفت آهي ۽ سندس موجب هر انسان اڳرائيءَ مان ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين مزو ۽ سرهائي ماڻي ٿو. نفسي تحرڪ اڳرائيءَ وارو ورتاءُ اختيار ڪرڻ جي حوالي سان واقعاتي عنصرن کي گهٽ اهميت ٿو ڏئي پر مذهبيت جي وسيع تر تناظر ۾ فرائيڊ جا خيال وڌيڪ متاثر ڪندڙ آهن.

پنهنجي ڪتاب Future of an Illusion ۾ فرائيڊ مذهب کي نظر جو دوکو ٿو ليکي جيڪي اهڙن عقيدن ۽ ويچارن تي ٻڌل آهي جيڪي اسان پنهنجي سر نہ ڦلهوريا آهن پر انجي گُهر آهي تہ ان تي ويساهہ آڻيون.

فرائيڊ اسانجي اڳاٽن ابن ڏاڏن جي حوالي سان مذهب جو پيرو لڌو آهي جيڪي ان تي ويساهه رکندڙ هئا پر هنن اسانکي انجي سچائي بابت سوال اٿارڻ کان جهلي ڇڏيو آهي. فرائيڊ موجب عقيدا انسانيت جي اڳاٽي ترين، سگهاري ترين ۽ انتهائي ضروري سڌن جي پورائي جو اظهار آهن.

فرائيڊ جو چوڻ آهي تہ انسان پنهنجي زندگي ۽ انڪانپوءِ پدرائي تحفظ جي سڌ ۽ پتوڙ ڪندو آهي ۽ لافاني رهڻ چاهيندو آهي. انهن حوالن سان مذهب ڪيس خاطري ڏئو ڪرائي. اِهو بہ هڪ ڪارڻ ٿي سگهي ٿو جو جڏهن ماڻهن جي مذهبي عقيدن بابت ڪو سوال اٿاريو ويندو آهي تہ هو اڳرائي ۽ تشدد تي لهي پوندا آهن. سندن مذهبي عقيدن ۽ سوچن سان معمولي اختلاف بہ ڪين پنهنجي توهين لڳندو آهي ۽ ڪين ان مان پنهنجي تحفظ ۽ ايندڙ زندگيءَ ۾ ملندڙ مراعتن ڪسجڻ جو خدشو لاحق ٿي پوندو آهي. ماڻهو پنهنجي زندگي بچائڻ لاءِ پنهنجي هاتوڪن اثاثن تان هٿ ڪڻي سگهن ٿا ڇاڪاڻ جو اِهي سمورا عارضي آهن ۽ وٽن انهن جو مُلهہ گهٽ هجي ٿو. مذهب انسانن کي ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندڙ مڪمل سرهائي ۽ اطمينان فراهم ڪرڻ جو وعدو ڪري ٿو. انڪري جيڪڏهن ڪيس ٻين کي قتل ڪري انجي ضمانت ملي سگهي ٿي تہ اِهو ڪجهہ ڪرڻ ۾ ڪا هٻڪ نٿو ڀانئي. فرائيڊ انکي دولاب ٿو سڏي ۽ انکي غلطيءَ کان مختلف ٿو ليکي. غلطي جذبات کان وانجهيل ۽ منطقي دليل تي ٻڌل ٿي سگهي ٿي جڏهن تہ دولاب بنيادي طور تي ڪنهن اهڙي سپني ڏسڻ وانگر آهي جيڪو متان ڪڏهن ساڀيان ٿي وڃي. اِها سوچ مذهبي لاڙن/سوچن کي وڏيڪ ٽيڪو ٿي ڏئي. مذهبي سوچن جو بچاءُ وارو وهنوار ايترو سگهارو آهي جو جڏهن سڌون سچ ثابت ٿين ٿيون، مثال جي طور تي ڪا راند کٽجي ٿي يا ڪنهن بيماريءَ مان شفا ٿي ملي تہ مذهب جا پيروڪار انکي قادر مطلق جي رضا سان ٿا ڳنڍين پر جڏهن سڌون پوريون نہ ٿينديون آهن تہ انکي زميني/شيطاني قوتن جي ڪارستاني سڏيو ويندو آهي. فرائيڊ موجب انساني فطرت سماج دشمن ۽ باغي هجي ٿي جنهن ۾ جنسي ۽ تباهيءَ پريا لاڙا تمام

گهٽا آهن. ان تي رڳو اُهي ماڻهو ئي اثرانداز ٿي سگهن ٿا جيڪي پنهنجو پاڻ کي هڪ مثال طور پيش ڪن ۽ جن کي عوام پنهنجو اڳواڻ تسليم ڪري. مذهب سٺي ڪردار ۽ اخلاق عيوض هڪ لافاني انعام ڏيڻ جو وعدو ته ڪري جيڪا ڪابه دنياوي طاقت نٿي ڪري سگهي.

فرائيڊ اِهي دليل پنهنجي اينڊڙ ڪتاب Civilization and its Discontents ۾ اجائين وڏيڪ اڳتي ٿو وڌائي. ان ڪتاب ۾ هو سڀيتا ۽ فرد وچ ۾ بنيادي ڇڪتاڻ تي بحث ٿو ڪري. سڀيتا اطاعت ۽ جبلي خواهشون نپوڙڻ جي گهر تي ڪري جڏهن ته فرد جبلتي طور تي سڌ ڪندڙ ٿئي ٿو. سڀيتا روائتي طور تي قتل، لجالت ۽ بدڪاريءَ کان جهلي ٿي ۽ انهن جي ڀڃڪڙيءَ تي سزائون ٿي مڙهي جڏهن ته انجي ابتڙ اڳاٽيون جبلتون خوشي ماڻڻ ۾ انتهائي هيڃي هونديون آهن. فرائيڊ موجب سڀيتا جي اِها خلقيل خوبي آهي جيڪا پنهنجي شهرين ۾ دائمي طور تي هڻ هٽاڻ، پتوڙ ۽ بي اطمينانيءَ جو اڏمو تي پئدا ڪري ۽ اِهوئي سندس ڪتاب جو سرو پڻ آهي.

فرائيڊ به نوان تصور متعارف ٿو ڪرائي، هڪ "سرهائي ۽ اطمينان جو اصول" ۽ ٻيو "بي انت اڏما". سرهائي جي اصول موجب جڏهن ڪا سرهائي ڀري صورتحال گهڻي دير تائين برقرار رهندي آهي ته اِها انسان جي من ۾ اطمينان جو احساس پئدا ڪندي آهي. گهڻي ڀاڱي انسانن جي زندگيءَ جو مقصد پڻ انهيءَ اصول تحت زندگي گهارڻ هوندو آهي. مذهب، ڪاملتا، بي انت ۽ ابديت جو اڻکٽ احساس ٿو فراهم ڪري جنهن جو تجربو خود ڪيس به ڪڏهن به نه ٿيو هو.

فرائيڊ موجب سڀيتا جو بنيادي تضاد اِهو آهي ته اِها هڪ اهڙو ذريعو آهي جيڪو اسان پنهنجو پاڻ کي اهنج کان بچائڻ لاءِ پاڻ تخليق ڪيو آهي ۽ اِهائي اسانجي اهنج جو سڀ کان وڏو ذريعو بڻجي وئي آهي. معاشري ۾ اڳرائي ۽ تشدد جو هڪ سبب اِهو آهي ته جڏهن معاشري طرفان پنهنجا ثقافتي قدر مڙهڻ تي انسان ۾ نراسائي ٿي پئدا ٿئي ۽ جڏهن اِها سهپ کان ٻاهر ٿي وڃي ٿي ته انسان اڳرائي ۽ تشدد جو دڳ ٿو اختيار ڪري. معاشري کي سرهائي جي اصولن تي به پورو لهڻ گهرجي

پر سيپيتا انسان کي اعليٰ گروهي حاڪميت جو محڪوم بڻائي ڪين هڪبئي سان پر امن ناتن جي دائري ۾ آڻڻ تي چاهي ۽ انڪري اِها سرهائي جي اصول تي پڻ ناهه تي ڪري.

اِهو مشاهدو ٿيو آهي تہ معاشري ۾ ڪنهن هڪ گروهہ جي اختيارن کي جيترو وڌيڪ مڙهيو ۽ لاڳو ڪيو ويندو اوتروئي وڌيڪ ٻيا گروهہ پنهنجو پاڻ کي غير محفوظ ليکيندا ۽ حاوي ۽ بالادست گروهہ طرفان ڪين اڳرائي ۽ تشدد جو نشانو بنائڻ وڌيڪ يقيني بڻجي ويندو.

فرائيڊ جي تجزئي موجب سيپيتا انساني واڌ ويجھ واري قدرتي عمل ۽ اڏمن جي اظهار کي جيترو محدود ڪندي، انجي دٻاءُ جي نتيجي ۾ انسانن جو رخ مخالف ثقافتي گروهہ ڏانهن ٿيندو. اڪثر ماڻهن ۾ پيدا ٿيندڙ بدگماني ايتري سخت ۽ نہ متجندڙ ٿي ويندي آهي جو سيپيتا لاءِ سندن انهيءَ ولوڙي ڪيفيت کي روڪڻ ۽ هڪ حد اندر رکڻ ممڪن نہ رهندو آهي. هيءُ هڪ ٻيو عنصر آهي جيڪو موت ۽ تباهيءَ ڏانهن انساني فطرت ۾ رغبت ۽ پنهنجائپ پيدا ڪري سگهي ٿو.

يوناني ڏند ڪٿا ۾ ٿاناٽوس موت جي هڪ مڪمل علامت آهي. نفسيات ۾ انکي ”موت جي سڌ يا تحرڪ“ ليکيو ويندو آهي جنهن وگهي انسان اهڙين خطري ڀريل ۽ پنهنجو پاڻ کي تباهہ ڪندڙ سرگرمين ۾ گهڙڻ تي هرڪجي ٿو جيڪي آخرڪار سندس موت تي ڇيهہ ٿيون ڪن. هيجان ۽ اڳرائي جهڙا لاڙا انهيءَ ٿاناٽوس جبلت ۾ وڌن ويجهن ٿا. اِهو ثابت ڪرڻ انتهائي ڏکيو آهي تہ معاشري جا گهٽي ياڳي فرد پنهنجي هٿان تباهيءَ ڏانهن هڪ مخصوص اُڇل رکن ٿا پر جڏهن معاشرن ۾ اسين هاڻوڪن ڏينهن وارو تشدد ڏسون ٿا تہ ايئن ٿا ڀانيون تہ ٿاناٽوس شايد پنهنجي ڪرت ۾ رُڌل آهي.

فرائيڊ چوي ٿو تہ ماڻهن ۾ انفرادي طور تي اڳرائيءَ وارين جبلتن بابت ڏوهہ جو احساس موجود هجي ٿو ۽ جيڪڏهن ڪين اِها اُميد هجي تہ انهن کي ڪنهن سڌريل معاشري ۾ قبول ڪيو ويندو تہ هو انهن جبلتن کي هٿ وس ڪري سگهن ٿا. تشدد جي ڏس ۾ پاڪستان ۽ افغانستان جهڙن هيٺن ملڪن ۾ محسوس ٿو ٿئي تہ ڄڻ ماڻهن جي

گهٽائي مان ڏوهہ جو احساس ختم ٿي چڪو آهي يا وري منجهن اهو احساس هوئي ڪونہ. انهيءَ صورتحال جو هڪ مثال اِهو آهي تہ 1947 کانوٺي 1971 تائين ۽ ايستائين جو اڄ ڏينهن تائين جيڪي ظلم ڪندا پيا اچون تن ڪي قبولڻ لاءِ تيار بہ ناهيون. رياستي سطح تي بہ ماضيءَ تي ڪنهن پڇتاءُ جو ڪو اولڙو نٿو ليي پيٽو انهن بابت واڌايون ڏيڻ جو عروج ٿو پسجي.

# نراسائيءَ نا اُميديءَ جا خالق

جرمني، جاپان ۽ اٽليءَ ۾ ٻين مهاڀاري لڙائي ڪانپوءِ ان ڳالهه جي ڪوشش ڪئي وئي تہ انهن ملڪن جي فوجن ۽ حمائتين طرفان ٻين ملڪن ۽ ماڻهن خلاف جيڪا اڳرائي ۽ تشدد ڪيو ويو آهي تنهن بابت ڏوهہ جو احساس پئدا ڪيو وڃي تہ جيئن هو انهن واقعن کي ياد ڪندي ڏک ۽ پڇتاءُ محسوس ڪري سگهن. اڄڪلهہ جرمنيءَ جو عوام شام، عراق ۽ افغانستان کان ايندڙ پناهگيرن جو جهڙي ريت آڌرڀاءُ ڪري رهيو آهي اُهو شايد انهيءَ ڏوهہ جي احساس جو اظهار آهي.

اِها ڳالهہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ فرائيڊ نفسي تحرڪ جي حوالي سان پهرين مهاڀاري لڙائي ڪانپوءِ ۽ ٻين مهاڀاري لڙائي کان اڳ پنهنجا مقالا لکيا هئا. جيڪڏهن جرمنيءَ فرائيڊ جي سوچن تي ڌيان ڏريو هجي ها تہ جرمنيءَ طرفان جنهن غير معمولي اڳرائي ۽ تشدد جو مظاهرو ڪيو ويو تنهن ۾ گهٽي حد تائين گهٽتائي اچي پئي سگهي. بهرحال 1930 واري ڏهاڪي ۾ پروپگنڊا ايترو شديد ۽ غير معمولي هئي جو جن ماڻهن فرائيڊ جو اڀياس ڪيو بہ هوندو تن وٽ بہ خاموش رهڻ يا ملڪ ڇڏڻ کانسواءِ ڪو ٻيو چارو نہ بچيو هو. اِها حقيقت بہ نہ وسارڻ گهرجي تہ نازين جيڪي ڪتاب ساڙيا تن ۾ فرائيڊ جا لکيل ڪتاب پڻ شامل هئا. فرائيڊ جان بچائي انگلينڊ ڀڄي نڪتو پر سندس ڀيڻ ملڪ ۾ ئي رهڻ کي ترجيح ڏني جنهن متعلق ڄاڻايو ٿو وڃي تہ نازين جي حراستي ڪئمپن ۾ مارجي وئي.

فرائيڊ پنهنجي ڪتاب Future of an Illusion ۾ اجتماعي مصيبتن جي طور تي حد کان وڌي ويل مذهبيت تي چوھ چنديا هئا پر جيڪڏهن ٻين مهاڀاري لڙائي جون تباهيون ۽ بربراديون ڏسي ها تہ جيڪر قومپرستيءَ بابت پڻ ساڳيا ئي ويچار رکي ها. مذهب ۽ قومپرستي هڪجهڙا عقيدا ئي اُپارن ٿا. هڪ انسانن کي اهڙي پدراٽي شخصيتن جي مستقل اطاعت گذاريءَ تي مجبور ٿو ڪري جيڪا مذهب جو بڻ بڻياد آهي جڏهن تہ ٻئي ۾ انهن قومپرست اڳواڻن جي تابعداريءَ جي گهُر تي ڪئي وڃي جيڪي "ٻين" خلاف ڏکارجي زهر جا ڍُڪا تا هڻن. انهيءَ ريت مذهب ۽ قومپرستي ٻئي ماڻهن کان جبري طور تي بيپناھ نفسياتي پنگ ٽيون وصول ڪن.

انهيءَ موضوع تي هڪ اهم ڪم Frustration-aggression hypothesis جي سري هيٺ سامهون آيو جيڪو ڊولرڊ، ملر وغيره 1939 ۾ شائع ڪيو هو. انهيءَ تحقيقي ڪم ڏهاڪن تائين انهيءَ موضوع تي ٿيندڙ تحقيق تي پنهنجا اثر وڌا. بنيادي مفروضو گهڻو پيچيدو ناهي پر سولائي سان سمجھ ۾ اچڻ جوڳو آهي ۽ عام فهم آهي. انهيءَ نظرئي موجب انسان اندر موجود نراسائي ۽ نااُميدي اڳرائي وارو سڀاءُ تي پئدا ڪري ۽ اِهي ڪائنس زندگيءَ جو مقصد ڪسي تا ڇڏين، ان سان انسان مان نہ رڳو پتوڙ جو عمل ختم تي ٿو وڃي بلڪ انهيءَ رڪاوٽ خلاف سندس اندر هڪ ردعمل پڻ پئدا ٿو ٿئي. انهيءَ صورتحال جو نتيجو اِهو ٿو نڪري جو نراسائي ۽ نااُميديءَ وارو احساس انسان ۾ ڪنهن مقصد ماڻڻ جا امڪان ختم ڪريو ڇڏي ۽ منجهس ڪاوڙ ۽ ناراضگيءَ واري ڪيفيت پڻ پئدا ٿو ڪري.

هاڻ ڏسڻو اِهو آهي تہ نراسائي پئدا ڇو تي ٿئي؟ نراسائي ۽ اڳرائي واري لاڙي تي اڳتي هلي جيڪو وڌيڪ ڪم ڪيو ويو ان موجب انساني زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ اڻٽندڙ واقعن سبب منجهس منفي احساس پئدا ٿيڻ لڳندا آهن. جيڪڏهن اسين فرائيڊ جي خيالن کي ڊولرڊ ۽ ملر جي خيالن سان گڏايون تہ هينيون نتيجو ڪدي سگهون ٿا تہ سيتا

جو بنياد انسان جي سڌن جي تڪميل جي خواهشن تي ٻڌل آهي، انهن خواهشن ۽ سڌن ۾ اختيار حاصل ڪرڻ، سونهن، صفائي، ضابطو ۽ اعليٰ دانشوراڻي عمل ڪي ڪتب آڻڻ شامل آهي. جڏهن ڪو فرد يا معاشرو انهن سڌن ڪي ماڻڻ ۾ ناڪام ٿو ٿئي ته منجهس نراسائي ۽ ناڪاميءَ جو احساس ٿو پيدا ٿئي.

ماڻهن جي خواهش هوندي آهي ته سندن زندگين تي سندن پنهنجو اختيار هجي ۽ سندن زندگي ٻين جي هٿ وس نه هجي. جڏهن ماڻهن کي لاڳيتو انهيءَ حق کان محروم رکيو ويندو آهي ته هو پنهنجا فيصلا پنهنجي سر ڪن ته منجهن نراسائي پيدا ٿيڻ لڳندي آهي. نوجوانن کي ڪارائتي تعليم ۽ شائستي ۽ بهتر زندگيءَ جي لوڙ هوندي آهي پر جڏهن ڊگريءَ جي شڪل ۾ هڪ ردي ڪاغذ جو ٽڪر سندن هٿ ۾ ڏنو ويندو آهي ۽ کين ڪو اڻٽنڊڙ روزگار پلئه پوندو آهي ته هو انکي پنهنجي توهين تا پائنين ۽ منجهن نراسائي جنم وٺندي آهي. گهراڻا ۽ ڪٽنب پنهنجي زندگين ۽ اوسي پاسي واري ماحول کي سُهڻو ۽ وڻندڙ ڏسڻ جا خواهشمند هوندا آهن پر جڏهن کين پنهنجي چوڌاري گندگيءَ جا ڍير، ٽٽل ڦٽل رستا، ڪِپيل وڻ ۽ ترقيءَ جي نالي تي ڪپيل ٻيلا نظر ايندا آهن ته سندن اندر ۾ نراسائي واسو ڪري ويندي آهي. والدين جي سڌ هوندي آهي ته سندن ٻارن جي صحت جي سارسنڀال هڪ صاف سٿري ماحول ۾ ٿئي پر جڏهن هو پلٽيل گٽرن کي اورانگهي اسپتالن ۾ تا گهڙن ته نراسائي ۽ بد دليءَ جو شڪار تا ٿين. مختلف گروهه ۽ برادريون اِها سڌ ٿيون ڪن ته امن امان واري صورتحال بهتر هجي ۽ سندن زندگيءَ کي تحفظ حاصل هجي پر کين نظر ٿو اچي ته سندن پيارا، ٻار ۽ مٽ مائٽ بيدرديءَ سان قتل ٿا ڪيا وڃن يا اهڙي ريت غائب ٿا ڪيا وڃن جو سندن پتو ئي نٿو لڳي ته سندن اندر ۾ نراسائي ۽ نااميدي جنم ٿي وٺي. جيڪڏهن وڌيڪ نه ته به ساڃاهه وندن جي اِها سڌ ضرور هوندي آهي ته هو پنهنجي ذهني صلاحيتن سان اڳتي وڌن پر جڏهن محسوس ٿا ڪن ته جنگي جنون ۽ تنگ نظريءَ جي قيمت تي سندن ڏاهپ جي آزاديءَ کي قربان ڪيو پيو وڃي ته نراسائي سندن من ۾ واسو ٿي ڪري.

1950 ۾ ايڊورنو وغيره ھين مهاڀاري لڙائيءَ دوران ۽ انکانپوءِ
کيل پنهنجي تحقيق حاڪماڻي شخصيت جي سري هيٺ شائع ڪئي.
هنن شخصيت جي امتيازي صفتن کي جانچڻ جو هڪ معيار مقرر ڪيو.
ان معيار تحت ڪنهن فرد جي صفتن جي درجي بندي ۽ انجي شدت کي
واضح ڪيو ويو هو. انهيءَ معيار کي هنن فاشي پئماني (ايف پئمانو،
ڪڏهن ڪڏهن انکي قبل از فاشي پئمانو پڻ ليکيو ويندو آهي) جو نالو
ڏنو. هنن شخصيت جي نوعيت واضح ڪرڻ لاءِ چيو ته نون صفتن ذريعي
نوعيت واضح ٿي ٿئي. اِهي صفتون هيٺ ڏجن ٿيون: سڃاڻپ ته صفتن
سان واضح ٿيندي آهي جيڪا گاڏڙ تصور ڪئي ويندي آهي.

1. روائت پسندي : روائتي عقيدن تي انڌو اعتقاد پوءِ ڀل اُهي درست هجن يا غلط.
2. جبري اطاعت : اطاعت گذاريءَ ذريعي اختيار ڪيل طاقت جو احترام.
3. آپيشاهاڻي اڳرائي : روائتي سوچ کي نه مڃيندڙن يا مختلف طريقي سان سوچيندڙن خلاف اڳرائي تي ڀاڙڻ.
4. عقليت پسنديءَ جي مخالفت : تصوراتي سوچ، حساس ذهنن جي مخالفت، تخليق، خطرناڪ سوچن/لاڙن جي مزاحمت، فنڪارن ۽ ليکڪن تي بي اعتمادي، دنيا کي فقط اڇي ۽ ڪاري رنگ ۾ ڏسڻ، مسئلن جو سولو حل ڦلهورڻ ۽ مناظري وارو انداز اختيار ڪرڻ، جيئن "سڌسماءُ جا ذريعا هر ڪا شئي پنهنجي هٿ وس ٿا رکن" "بداخلاقي اصل مسئلو آهي".
5. وهم پرستي ۽ روائتي انداز : ڀاڳ تي ويساهه ۽ اِهو سمجهڻ ته ڀاڳ جو لکيو ڪوبه ٽاري نٿو سگهي، غير لچڪيدار درجي بندين ۾ رهندي سوچ ويچار ڪرڻ.
6. طاقت ۽ سخت گيري : ڪنهن سگهاري قيادت جي ضرورت جيڪا ڪو ناهه ڪرڻ ڪانسواءِ طاقت جو مظاهرو ڪري، ڪنهن سگهاري شخصيت سان پنهنجو پاڻ کي لاڳاپيل ڏيکارڻ، ٻئاڪ جي حد تائين پنهنجي طاقت ۽ ثابت قدم هئڻ جي دعوا ڪرڻ.

7. تباهيءَ پري سوچ رکڻ: عمومي مخالفت، انسانن جي تذليل وارو ورتاءُ رکڻ، ماڻهن بابت عام طور تي منفي انداز ۾ سوچڻ يعني اِهو ليکڻ تہ سمورا ماڻهو ڪوڙ ٿا ڳالهائين يا جيڪڏهن ڪنهن کي موقعو ملندو تہ چوري ڪندو يا دوکو ڏيندو.
8. ناڪاميءَ کي ٻين تي وجهڻ: لاڙو رکڻ ۽ محسوس ڪرڻ تہ پنهنجي ڪوتاهي، خامي، ڪاوڙ يا ڏپ جي ذميواري ڪنهن ٻئي گروهہ تي ٿي اچي.
9. تشدد ۽ جنس سان تمام گهڻو لڳاءُ.

مٿين پئماني تي تمام گهڻن نفسياتدانن طرفان تمام گهڻا چوهہ چنڊيا ويا آهن. سندن چوڻ هو تہ انهيءَ نظرئي ۾ انتهائي عموميت آهي، اِهو معروضي حقيقتن تي ٻڌل ناهي ۽ ان ۾ عقلي ۽ سائنسي دليلن کان ڪم نہ ورتو ويو آهي. پر ايڊرنو جيڪي ڪجهہ ڏنو آهي اُهو پنهنجو پاڻ تي يا پنهنجي گروهہ تي لاڳو ڪندي اِهو جائزو وٺڻ گهرجي تہ اوهانکي پنهنجي اوسي پاسي ۽ ويجهن ماڻهن ۾ مٿين مان ڪيتريون صفتون ٿيون نظر اچن.

اچو تہ آخري نڪتي کان اهم نڪتي ڏانهن وڌون، ڇا اوهانجي اوسي پاسي رهندڙ جنس ۽ تشدد ڏانهن گهڻي رغبت ٿا رکن؟ ڇا هو پنهنجي ڪاوڙ لاءِ ڪنهن ٻئي گروهہ کي ذميوار ٿا ليکين؟ ڇا ٻين انسانن بابت عام طور تي مخالفت ۽ تذليل ڀريو ورتاءُ نظر اچي ٿو؟ ڇا ماڻهو ڪنهن سخت، غير لچڪدار ۽ سگهاري قيادت جي سَڌ ڪن ٿا؟ ڇا ماڻهو وهم پرستي ۽ طئي ٿيل روائتي اصولن تي عمل ٿا ڪن؟ ڇا هو عقليت ۽ تخيل پسنديءَ جا مخالف آهن؟ ڇا هو اهڙن ماڻهن خلاف اگرائيءَ وارو سياءُ اختيار ڪن ٿا جيڪي ڪانئن مختلف آهن ۽ غير روائتي سوچ ٿا رکن؟ ۽ ڇا ماڻهو روائتي عقيدن تي انڌو ويساهہ ٿا رکن؟

جيڪڏهن مٿي اُٿاريل سوالن جو جواب هائوڪار ۾ آهي تہ پروڙي وٺو تہ اسين پنهنجي هولوڪاسٽ ڏانهن وڌي رهيا آهيون. اِهو آڏو رهي تہ مٿيون پئمانو يورپ ۾ فاشزم ۽ نازي ازم پويان عنصرن

ڪي سمجهڻ لاءِ جوڙيو ويو هو، جيتوڻيڪ ان ۾ گهڻي دير ٿي چڪي هئي. جيڪڏهن اِهو پئمانو اڳي جوڙيو وڃي ها ته به جرمن ان تي ڪو ڌيان نه ڏرين ها، جهڙي ريت فرائيڊ جي لکڻين سان ڪري چڪا هئا. ڏاڍڏمر ڪندڙ شخصيتن ريڊورنو ۽ فرنيڪفرٽ مڪتبي فڪر سان لاڳاپيل ٻين ساڃاهه وندن جي لکڻين جو نوٽيس ضرور ورتو. هٽلر طرفان سندن انسٽيٽيوٽ فار سوشل ريسرچ (سماجي تحقيق واسطي ادارو) بند ڪرڻ تي هو سڀئي جرمنيءَ مان ڀڄي نڪتا.

انهيءَ ڪتاب ۾ اِهو نتيجو سامهون آندو ويو ته ڪا جابر ۽ آپيشاهاڻي حڪومت نسلي، مذهبي يا ٻوليوار اقليتن خلاف دشمنيءَ ڀريون پاليسيون اختيار ڪري ٿي، جيتوڻيڪ ان ڏس ۾ ڪجهه نفسياتدانن جو دليل مختلف آهي. هنن جابر حڪومتن جا مثال آڏو آڻيندي ڄاڻايو آهي ته سندن حڪومتي دور ۾ دشمني ڀريون پاليسيون اختيار نه ڪيون ويون آهن. بهرحال وچ اوڀر ۾ آپيشاهاڻي حڪومتن جي خاتمي ڪانپوءِ جهڙي نوعيت جو تشدد سامهون آيو آهي، اُن مان پتو ٿو لڳي ته اهڙيون حڪومتون دشمني ۽ مخالفت جي بنياد تي قائم هونديون آهن ۽ جڏهن انهن جي بالادستي ختم ٿيندي آهي ته اِهو مظهر اُڀري سامهون ايندو آهي.

هاڻ سوال اِهو ٿو پئدا ٿئي ته جيڪڏهن مٿيون شخصي سياءُ خاص طور تي روائت پرستي، ڏاهپ دشمني، حاڪميت سان وفاداري ۽ اقليتي گروهن ڏانهن اڳرائي اسانجي معاشري ۾ گهر ڪري ويا آهن ته پوءِ ان صورتحال لاءِ ذميوار ڪير آهي؟ انهيءَ سوال جو جواب ڦلهورڻ لاءِ هڪ ڀيرو ٻيهر نندي قد ۽ سدائين بيمار رهندڙ انٽونيوگرامچيءَ ڏانهن مُوٽڻو پوندو جيڪو ”ثقافتي بالادستي“ واري تصور جي ادراڪ ۾ اسانجي مدد ٿو ڪري.

پنهنجي ڪتاب Prison Notebooks ۾ گرامچيءَ اِهو موقف اختيار ڪيو آهي ته ”ثقافتي بالادستي“ ڪنهن به معاشري ۾ موجود انهن ثقافتي قدرن تي ٻڌل هوندي آهي جيڪي حڪمران طبقا معاشري تي مڙهين ٿا پر ڏسڻو اِهو پوندو ته پاڪستان ۾ حڪمران طبقا ڪهڙا آهن؟ جهڙي

ريت چيو ويندو آهي تہ جيڪڏهن اوهانکي اِهو پتو ناهي تہ پاڪستان تي اصل حڪمراني ڪير ٿو ڪري تہ رڳو ايترو ڦلهوريو تہ اُهو ڪير آهي جنهن جي مخالفت ڪرڻ جي اوهانکي اجازت ناهي.

گرامچيءَ موجب انهيءَ "ثقافتي بالادستيءَ" کي فطري ۽ اٽل نہ ليکڻ گهرجي پر ان کي اهڙي مصنوعي معاشري طور ڏسڻ گهرجي ۽ اِهو تجزيو ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ بالادستي مڙهڻ لاءِ اِنکي جنهن ريت استعمال ڪيو ٿو وڃي تنهن جون پاڙون ڪٿي ڪتل آهن. عام طور تي معاشرا گهڻ-جهتي هوندا آهن پر حاڪم طبقا انهيءَ معاشري جي ثقافت کي پنهنجي بالادستي برقرار رکڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن. انجو مطلب اِهو ٿيو تہ ماڻهن جا عقيدا، جواز، تصور، قدر ۽ ٻين ماڻهن کي ذهنن تي مڙهي اهڙي ريت سخت گير بڻايو وڃي جو حاڪم طبقن جي عالمي نظرئي کي سماجي قدرن طور قبوليو وڃي. مٿين تناظر ۾ ڪيترين ئي اهڙيون حقيقتون آهن جن کي نظر ۾ رکڻ ضروري آهي. انهن ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين تي پابندي، پاڪستان ٽائيمز ۽ امروز اخبارن کي سرڪاري ملڪيت ۾ وٺڻ، ايوب خان طرفان سيڪيورٽي رياست وارو تصور متعارف ڪرائڻ، جنهن جي حوالي سان اڳتي هلي جنرل يحيٰ جي اطلاعات واري وفاقي وزير ميجر جنرل نوابزادي شير علي خان (1969 کان 1971) طرفان نظريہءِ پاڪستان پيش ڪرڻ، 1974 ۾ پاڪستان جي آئين ۾ ٻين ترميم ٿيڻ، پاڪستان ۾ نام نهاد اسلامي نظام لاڳو ٿيڻ ۽ صحافين ۽ سياسي ڪارڪنن کي جنرل ضيا جي آپيشاهاڻي حڪومت دوران ڦٽڪن جي سزا، جنرل اسلم بيگ طرفان تزويراتي گهرائي، بينظير ڀٽو جي پهرين حڪومت ۾ سارڪ سربراهي ڪانفرنس لاءِ راجيو گانڌيءَ جي پاڪستان اچڻ واري موقعي تي سڌسماءُ جي ذريعن پاران ڏڪار جي مهم، صوبائي حقن يا علائقائي ٻولين کي قومي ٻولين جو درجو ڏيڻ جي گهر ڪندڙن خلاف رياستي ادارن طرفان لاڳيتو نندا، افغانستان ۾ طالبان کي هڪ "مثالي اسلامي رياست" جي خالق طور پيش ڪرڻ جهڙيون ڳالهيون خاص اهميت جوڳيون آهن. پاڪستان انهن ٻن ملڪن (ٻيو ملڪ سعودي عرب) مان

هڪ هو جنهن افغانستان ۾ طالبان حڪومت کي باضابطي طور تسليم ڪيو هو.

گرامچي اِن پاسي ڌيان ثو ڇڪرائي ته حاڪمن طرفان جيڪا "ثقافتي بالادستي" مڙهي ويندي آهي تنهن کي عالمگير طور تي هڪ تسليم ٿيل بالادست نظريو سڏيو ويندو آهي جيڪو سماجي، سياسي ۽ معاشي اسٽيٽس ڪو (Status Quo) کي فطري، اٽل، مستقل ۽ هر فرد لاءِ لاڀائتو سڏيندو آهي پر اصل حقيقت اِها آهي ته اِهو مصنوعي نظرياتي عنصرن جو هڪ خاڪو آهي جيڪو رڳو حاڪمن کي لاڀ رسائيندو آهي ۽ حاڪمن مان مراد اُهي آهن جن تي تنقيد جي اجازت نه هوندي آهي.

جيڪڏهن ايڊورنو جي "آپيشاهاڻي شخصيت" ۽ گرامچيءَ جي "ثقافتي بالادستيءَ" واري تصور کي هڪٻئي سان ڳنڍي تجزيو ڪنداسين ته انهيءَ نتيجي تي پهچنداسين ته اِهي ٻئي تصور هڪ ٻئي سان جا ٻه پاسا آهن ۽ هڪٻئي کي هٿي ثا ڏين. هڪ تصور اُهو ماحول ۽ فضا ٿو تخليق ڪري جنهن ۾ ٻيو تصور وڌي ويجهي ٿو.

بحث جي هن مرحلي تي منطقي طور اِهو سوال ٿو آڏو اچي ته وڏي پئماني تي پکڙيل نراسائي ۽ اگرائيءَ جي انهن هٿيارن پهنوارن کي مڏو ڪرڻ لاءِ ڇا ڪجي؟ سڀ کان پهرين ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته غربت ۽ جاهليت ۽ موقعن جي اڻهوند، اظهار تي پابندي ۽ ڪنهن صحتمند ماحول جي اڻهوند جهڙن مامرن کي نراسائي ۽ نااُميدي پيدا ڪرڻ جا بنيادي عنصر ليکيو وڃي ۽ ان سان گڏوگڏ اِها حقيقت پڻ مڃجي ته فرقيواريت، جنگوازم ۽ قومپرستي، ڌاڌائي ۽ اُسهپ ئي اُهي اهل سبب آهن جيڪي معاشري ۾ اگرائي وارا لاڙا پيدا ڪرڻ جو سبب ٿا بڻجن. هڪ پاسي اسين ماڻهن جي سڌن ۽ اميدن کي اجايل ٿا رکون جنهن جو سبب اِهو آهي ته اسين گذريل ڪيترن ئي ڏهاڪن کان پاڪستان کي فلاحي ۽ جمهوري رياست بنائڻ بدران سيڪيورٽي رياست طور هلائڻ تي ڳنڊ ڏيو ويٺا آهيون، ٻئي پاسي اسان ملڪ تي "ثقافتي بالادستي" مڙهي رکي آهي جنهن ۾ آپيشاهاڻي شخصيت جو تصور پنهنجي انهن سمورين صفتن سان عمل پذير آهي جيڪي مٿي بيان

ڪيل آهن.

اسانجي ”ڊيپ اسٽيٽ“ جي نام نهاد مدبرن ۽ تدبيرن جي صاحبن وٽ نه وقت آهي ۽ نه ئي وري هو سياسي ۽ سماجي ماهرن تي بحث مباحثي ۾ ڪا دلچسپي رکن ٿا. ڪين پختو ويساهه آهي ته درست اُهوئي آهي جيڪو هو سوچين ۽ سمجهن ٿا، جيڪي ماڻهو ساڻن سهمت ناهن، تن جو دماغ جاءِ ڪري سگهجي ٿو. هن مضمون جي پڇاڙي ايرڪ فرام جي ڪتاب Sanc Socicty مان ورتل هيٺين ٽڪري تي ڪريون ٿا:

”انهيءَ حقيقت سان ته لکين ماڻهو هڪجهڙي نوعيت جي براين تي ويساهه ٿا رکن، اِهي برائيون چڱاين ۾ تبديل نٿيون ٿين، اِها به حقيقت آهي ته جيڪڏهن گهڻا ماڻهو غلطي ڪري رهيا هجن ته اُها غلطي سچ نٿي بڻجي وجي ۽ بلڪل ساڳي ريت اِها به حقيقت آهي ته جيڪڏهن لکين ماڻهو هڪ جهڙي ڪنهن مخصوص ذهني عارضي جو شڪار آهن ته اُهي انڪري درست فهم ۽ فراست وارا نه ليکيا ويندا.“

# سڀ کان بهتر جمهوريت

گذريل ڪجهه عرصي کان ٻيهر اِهي ڇوٻول آهن تہ هن ملڪ کي جمهوري حڪومت بدران هڪ اعليٰ درجي واري ”ٽيڪنيڪي حڪومت“ جي گهرج آهي جيڪا ديانتدار ۽ قابل ماڻهن تي ٻڌل هجي، جيڪا عدليا ۽ فوج جي آشيرواد سان اقتدار ۾ اچي ۽ انڪي سموري مسئلن جي ڏيڻ مان ڪڍي. ان قسم جون ڳالهيون ڪندڙن ۾ اهڙا ٽيڪنوڪريٽ اڳيرا آهن جيڪي ماضيءَ ۾ آمرن سان ڪم ڪندا رهيا آهن ۽ هاڻ پنهنجي انهيءَ عمل جو فخر سان بچاءُ ٿا ڪن. انهيءَ ۾ ڪو شڪ شبهو ناهي تہ پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ غير معمولي ڪارڪردگيءَ جو مظاهرو ڪندڙ فرد انتهائي احترام جوڳا هجن ٿا ڇاڪاڻ جو هو ڪنهن مخصوص شعبي ۾ ملڪ کي لاڀ ٿا رسائين، جيستوڻيڪ انهيءَ لاڀ جي اهميت کي بہ جانچڻ گهرجي تہ محدود ملڪي وسيلن کي جن ڪمن تي سيڙايو ويو، سو انهن وسيلن جو بهترين استعمال بہ هو يا نہ ۽ ڇا انهن وسيلن مان ڪو ٻيو بهتر ڪم ٿي پئي سگهيو. ٽيڪنيڪي حڪومت جي وڪالت ڪندي جيڪي دليل ڏنا ٿا وڃن سي ظاهري طور تي مناسب ٿا لڳن، مثال جي طور تي علم ۽ ڏاهپ جي بالادستي هئڻ گهرجي، نئين سر جوڙجڪ جي گهرج آهي، جديد انداز کانسواءِ قوم جي ترقي ممڪن ناهي يا ايماندار سرپرست ئي بهترين انتظامي سارسنڀال لهي سگهن ٿا. ظاهر آهي تہ انهن ڳالهين سان ڪوبہ عقل ڀريو ماڻهو اختلاف نٿو ڪري سگهي ۽ نہ ئي انهن ٽيڪنيڪي ماهرن جي مهارت

تي اگر ڪٿي سگهجي ٿي پر معاملا جيڪڏهن رڳو ٽيڪنيڪي مهارت ۽ ڪجهه ايماندار ماڻهن ذريعي ٺيڪ ٿي سگهن ها ته پاڪستان جا گهٽ ۾ گهٽ چار فوجي آمر اِهو ڪم پنهنجي من گهڙت ٽيڪنوڪريٽن ذريعي ضرور ڪري ڇڏين ها پر مامرو ايترو سادو به ناهي، هت معاملو رڳو مخصوص شعبن ۾ ٽيڪنيڪي مهارت جو نه پر وسيع تر سماجي شعور جو آهي يعني انهيءَ عمل کي سمجهڻ انتهائي ضروري آهي ته دنيا جا ترقي يافته معاشرا گذريل ٻن ٽن سئو سالن ۾ جتي پهتا آهن، اُتي ڪين رڳو ڪجهه ايماندار ماڻهن ناهي پهچايو پر ان پويان عميق سماجي عنصر آهن جن انهن معاشرن کي ڏاڪي به ڏاڪي ترقيءَ جي راهه تي لڳايو آهي. ان ڏس ۾ ٻن چئن ڪرشماتي شخصيتن جا حوالا ڏيڻ سان مسئلو حل نٿو ٿئي ڇاڪاڻ جو ان لاءِ معاشري ۾ فرد جي ڪردار کي سمجهڻو پوندو ۽ سماجي ارتقا ۾ تقابلي جائزن ذريعي ئي ڪنهن نتيجي تي پهچي سگهون ٿا يا اِها دعوا ڪري سگهون ٿا ته ٽيڪنيڪي حڪومت جمهوري حڪومت کان وڌيڪ ڪارائتي آهي.

سڀ کان پهرين سماجي ترقي ۽ معاشي ترقيءَ جي فرق کي سمجهڻو پوندو. اِها ڳالهه صحيح آهي ته ڪجهه آمرن جي دور ۾ دنيا جي ڪجهه ملڪن شاندار معاشي ترقي ڪئي آهي جهڙوڪ چليءَ جي آمر آگسٽو پنوشي جو دور چليءَ جي بهترين معاشي ترقيءَ جو دور هو، جو 1973 کان 1990 وارن آپيشاهيءَ جي سترهن سالن دوران معاشي ترقيءَ جي ساليانو شرح انتهائي بهتر رهي. ساڳي ريت ڪوريائي آمر جنرل پارڪ چنگ هيءَ جو مثال ڏئي سگهجي ٿو جو سندس دور ۾ تيز معاشي ترقيءَ وارو هو. پاڪستان ۾ جنرل ايوب ۽ ايسٽائين جو جنرل ضياء، جنرل پرويز مشرف جي دورن ۾ معاشي ترقيءَ جي ساليانو واڌويجهه جمهوري حڪومتن جي ڀيٽ ۾ بهتر رهي آهي پر سماجي شعور رکندڙ اِهو ڄاڻن ٿا ته چلي، ڪوريا ۽ پاڪستان جي آمرن مجموعي طور تي سماجي ارتقا کي جيڪو هاڃو رسايو آهي تنهن کان انهن ملڪن جو عام ماڻهو اڻواقف آهي ۽ جڏهن به انهن ملڪن جي اڏتري تاريخ لکي ويندي انهن آمرن کي چڱن لفظن سان ياد نه ڪيو ويندو. پاڪستان

۾ آپيشاهيءَ جو ڪيترين ئي نسلن لوڙهيو آهي ۽ ايندڙ ڪيئي نسل پڻ لوڙهيندا. اِهو چوڻ ته ”ٽيڪنيڪي حڪومت ۾ علم ۽ ڏاهپ جي بالادستي هوندي يا ٿي سگهي ٿي.“ حقيقت تي ٻڌل ناهي ڇاڪاڻ جو ان لاءِ اسانکي سڀ کان پهرين علم ۽ ڏاهپ جي اُپٽار ڪرڻي پوندي. علم ڪنهن هڪ شعبي ۾ تمام گهڻي ڄاڻ حاصل ڪري سهيڙي ته سگهجي ٿو پر ڏاهپ نه. ڏاهپ کي جيڪڏهن انگريزي لفظ Wisdom جو هم معنيٰ ليکجي ته اِها رڳو ڪنهن هڪ شعبي ۾ گهڻو ڪجهه اڀياس ڪرڻ سان حاصل نٿي ٿئي. ڏاهپ اسانکي معاشري جي انيڪ محرڪن کي سمجهڻ، مشاهدي جي غيرمعمولي صلاحيت هئڻ ۽ عوام جي اُڌمن ۽ امنگن کي سمجهڻ سان حاصل ٿئي ٿي. جيڪڏهن انهيءَ ڪسوٽيءَ تي پرکبو ته پوءِ اسان کي سمورا سياستدان جهڙوڪ حسين شهيد سهروردي، مولوي تميزالدين خان، خان عبدالغفار خان، مير غوث بخش بزنجو، ذوالفقار علي ڀٽو، بينظير ڀٽو، نواز شريف، اعتزاز احسن، افراسياب خٽڪ ۽ رضا رباني وغيره سمورن فوجي آمرن ۽ ٽيڪنوڪريٽن کان وڌيڪ ڏاهپ ڀريا نظر ايندا. ڪوبه ٽيڪنوڪريٽ يا فوجي عملدار سماجي شعور جي معاملي ۾ حسين شهيد سهرورديءَ کانوني رضا ربانيءَ تائين ڪنهن جو به مقابلو نٿو ڪري سگهي. انڪري اِها دعوا حقيقتن جي بنهه اُبتڙ آهي ته ٽيڪنيڪي حڪومت ۾ علم ۽ ڏاهپ جي بالادستي هوندي. ساڳي ريت ”نئين سر جوڙجڪ“ جي هر آمر ضرورت محسوس ڪئي آهي ۽ بنيادي جمهوريتن کانوئي هائيرايجوڪيشن ڪميشن قائم ڪرڻ تائين ٽيڪنيڪي ماهرن جي مدد سان ”نئين سر جوڙجڪ“ ٿيندي پئي رهي آهي پر انهن سمورين ڪوششن جي نتيجو اسين ڀروڙي چڪا آهيون. جيڪڏهن نئين سر جوڙجڪ جي خواهش کي درست مڃجي ۽ نيتن تي شڪ به نه ڪجي ته سوال اِهو ٿو پيدا ٿئي ته ڇا اسين ملڪي سطح تي جمهوريت جو ٻليدان ڏئي بنيادي جمهوريتن واري رانديڪي سان وندري سگهون ٿا يا اِهو ته ڇا شروعاتي تعليم جي قرباني ڏئي محدود وسيلا اعليٰ تعليم تي سيڙائڻ جي اجازت ڏئي سگهجي ٿي يا نه......؟ جيڪڏهن نئين سر

جوڙجڪ جمهوري انداز ۾ ڪئي وڃي ته ڄڻدار رهي ٿي ۽ جيڪڏهن آپيشاهاڻي طريقي سان ڪئي وئي ته سوويت يونين وانگر مُني صديءَ کانپوءِ به اکڙجي سگهي ٿي. نئين سر جوڙجڪ جو حق ڪنهن به ريت ڪنهن آمر يا ڪجهه ٽيڪنيڪي ماهرن کي قطعي حاصل ناهي. عالمي سطح تي ڪامياب جمهوريتن ۾ شهري بالادستيءَ جو جيڪو تصور آهي سو اُسريل معاشرن صدين ۾ سکيو آهي، اِنکي ڪنهن آمر يا ٽيڪنيڪي ماهر جي پسند يا ناپسند تي تاراج نٿو ڪري سگهجي، انڪري جنرل مڪ آرٿر جي صدر هيري ٽرومين هٿان برطرفي هجي يا جنرل ميڪ ڪرسٽل جي صدر بارڪ اوباما هٿان جمهوريت ئي ٽيڪنوڪريٽس تي بالادستيءَ جي علامت آهي، انڪري ڪنهن بچاءَ واري وزير جو فوجي هئڻ ضروري ناهي ۽ نه ئي سائنس جي وزير جو سائنسدان هئڻ. حيرت جوڳي ڳالهه آهي ته "ڪنهن مختلف جمهوري سرشتي" جي پنيرائيءَ ۾ جيڪي ٽي چار عنصر پيش ڪيا ٿا وڃن يعني تعليم، سائنس، ٽيڪنالوجي، جدت ۽ ايمانداري، تن ۾ عوام جو ذڪر ڪٿي به ناهي ۽ اتيئي فرق واضح ٿي وڃي ٿو ته ٽيڪنيڪي ماهر پنهنجو پاڻ کي عوام کان مٿاهون ٿا ليکين ۽ پچائي لاءِ فوج ۽ ڪورٽن کي ئي ڪافي ٿا سمجهن. انجي ابتڙ سياستدان عوام آڏو جوابده هوندو آهي ۽ ڪنهن جمهوري سرشتي ۾ سندن رحم ۽ ڪرم تي هوندو آهي. جيڪڏهن ايئن نه هجي ها ته اسين مختلف چونڊن ۾ وڏا وڏا ديو دسجندي نه ڏسون ها.

هڪ سونهري سپنو، جيڪو ٽيڪنيڪي ماهر ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، سو آهي "بدعنوانيءَ کان پاڪ ايماندار ٽيڪنيڪي حڪومت" قائم ڪرڻ جو. جيڪڏهن اِهو ممڪن هجي ها ته زبيده جلال ۽ جنرل جاويد اشرف قاضي، جهڙا تعليم وارا وزير جيڪي هڪ آپيشاهاڻي آمر جي ڇپر ڇانو ۾ هئا، تعليم واري شعبي مان بدعنوانيءَ جو خاتمو آڻي چڪين ٿا، يا گهٽ ۾ گهٽ جرنيلن ذريعي اين ايل سيءَ کي اربين رپين جو گهاٽو نه ٿئي ها، يا ريٽائرڊ جرنيلن جو اولاد اڄ اربين رپين جي جائيدادن جو مالڪ نه هجي ها. اِهو چوڻ ته ملڪ جو هاڻوڪو حال انڪري آهي جو سپريم ڪورٽ جي فيصلن تي عمل نٿو ڪيو وڃي،

حقيقتن کان نظرون ڦيرائڻ آهي. پاڪستان جي تاريخ ۾ جمهوريت جي پاڙ اکيڙڻ ۾ ڪورٽن جو ڪردار ڪنهن کان به ڳجهو ناهي. جسٽس منير ڪانوني جسٽس ارشاد حسن خان تائين ۽ جسٽس مولوي مشتاق ڪانوني جسٽس انوارالحق تائين ڪورٽ فيصلن جي هڪ اٽڪڻ قطار آهي جن ملڪ کي هن حال تائين پهچايو آهي ۽ گڏوگڏ هڪ ڪان پوءِ ٻيو ٽيڪنوڪريٽن جو لشڪر آهي جيڪو هر آمر جي اڳيان پويان لور لور ڪندو ٿو رهي ته جيئن پنهنجي ٽيڪنيڪي صلاحيتن جو مظاهرو ڪري سگهي. رڳو اهو چئي جمهوريت کي رد نٿو ڪري سگهجي ته ڪجهه اسيمبلي ميمبرن جو ڊگريون جعلي آهن. اهڙي جعلسازي ڪندڙن کي سزا ضرور ملڻ گهرجي پر ڊگرين ۽ ڏاهپ ۾ ڪو تعلق ثابت نٿو ڪري سگهجي. جيڪڏهن ايئن هجي ها ته اڄ سمورن اُسريل ملڪن ۾ پي ايڇ ڊي رکندڙ ئي صدر ۽ وزيراعظم هجن ها. ساڳي ريت اهو چوڻ به درست نه ٿيندو ته اُسهپ ۽ دهشتگرديءَ جي انت لاءِ جمهوري ڪان وڌيڪ ٽيڪنيڪي حڪومت جي گهرج آهي. اِها ڳالهه اسين سيئي ڄاڻون ٿا ته اسانجي معاشري ۾ اُسهپ ۽ دهشتگرديءَ جي گهڻي واڌ ويجهه آپشاهاڻي راڄ دوران ئي ٿي آهي، جن جو انحصار ٽيڪنيڪي مهارتن تي هو، جمهوريت تي نه-جڏهن ته اُن وقت وڏيون ڊگريون رکندڙ ٽيڪنيڪي ماهر وپنهنجي پنهنجي شعبن ۾ ”اڪيون ڪيريون ڪندڙ ڪارناما“ ڪري رهيا هوندا آهن ۽ ڪين ان ڳالهه جو ڪو سروڪار نه هوندو آهي ته معاشري کي مجموعي طور تي ڪهڙي ڏٻڻ ڏانهن ڌڪيو پيو وڃي ۽ ان عمل ۾ سندن آمر آقا ڪيترو ملوث آهي.

هڪ ٻيو بيان اِهو هوندو آهي ته ”جاگيردارن تي ٻڌل پارليامينٽ ڪڏهن به تعليم جي واڌ ويجهه لاءِ ڪم نه ڪندي.“ اِها ڳالهه درست آهي ته جاگيردار تعليم جي واڌ ويجهه نٿا چاهين پر جڏهن اسانجي ملڪي تاريخ ۾ اڌ کان وڌيڪ عرصو فوجي آمر اقتدار ۾ رهيا آهن، جنکي ٽيڪنيڪي ماهرن جي مدد پڻ حاصل هئي، تڏهن تعليم جي واڌ ويجهه لاءِ ڪو ڪم ڇو نه ڪيو ويو. جيڪڏهن جواهر لعل نهرو وڏن سڌارن ذريعي جاگيرداراڻو نظام ختم ڪيو ته انجي پويان هڪ سگهارو

جمهوري سرشتو هو جنهن انجي پنپرائي ڪئي هئي. پاڪستاني آمر لاڳيتو جاگيردارن کي ٽيڪ ڏيندا رهيا آهن، پوءِ اُهو ايوب خان سان گڏ نواب امير محمد خان ڪالاباغ جهڙو وحشي جاگيردار هجي يا پرويز مشرف سان چوڌري پائرن جهڙا شاطر جاگيردار، شرط رڳو اهو ٿي هوندو آهي ته آمر جا وفادار بڻيا ته سمورا گناهه معاف. جيڪڏهن بنگلاديش جاگيرداري ختم ڪئي ته ايوب خان ۽ يحيٰ خان اِهو ڇو نه ڪيو؟ شايد انڪري جو ايوب خان جو ڪٽنب پاڻ به جاگيرون ناهڻ ۾ رڌل هو ۽ يحيٰ خان پنهنجو پاڻ کي لاڳيتو صدر رکڻ جي سازش سٽڻ ۾ مصروف هو.

اِهو مفروضو ته جاگيردارن جي غلبي واري پارليامينٽ ڪڏهن به ڪو اهڙو قانون نه ٺاهيو آهي جيڪو سندن مفادن جي ابتڙ هجي، جيڪڏهن درست هجي ها ته وفاقي وپارليامينٽ ارڙهين ترميم ذريعي وفاق جا اڪثر اختيار صوبن کي منتقل نه ڪري ها ۽ نه ئي صدر پنهنجا اختيار وزيراعظم جي حوالي ڪري ها. اِهي آمر ئي هئا جن سمورا اختيار پنهنجي ذات تائين محدود رکيا ۽ پرويز مشرف جهڙي آمر ملڪ تي به پيرا هنگامي حالتون مڙهيون. جاگيرداريءَ وارو لفظ جمهوريت سان نه پر آمريت سان ڳنڍيل آهي ڇاڪاڻ جو جاگيرداري ۽ جمهوريت هڪٻئي جو ضد آهن ۽ لاڳيتو جمهوري عمل ئي عوام ۽ ملڪ کي جاگيرداراڻي بدسوڻ کان ڇوٽڪارو ڏيکاري سگهي ٿو. آمريت پنهنجي بنياد ۾ جاگيرداريءَ جي ويجهو هجي ٿي ڇاڪاڻ جو اِها عوام کي چيڀاڙي ٿي. ڪو هڪ شخص ٽيڪنيڪي ماهرن ذريعي معاشري کي بدلائي نٿو سگهي، اِها دعوا ايئن ئي آهي جيئن پاٿيءَ ذريعي موٽر گاڏي هلائڻ

# سول-فوجي ناتا

ترڪي، مصر ۽ پاڪستان رڳو وڏا اسلامي ملڪ ئي ناهن، جيڪي مختلف ڪندن ۾ واقع آهن پر اهي گڏريل ستن ڏهاڪن ۾ پنهنجي سياسي پيشرفت ۾ اچرج ۾ وجهندڙ هڪجهڙائي پڻ رکن ٿا. انهن واقعن جو ادراڪ اسان کي سول-فوجي ناتن جي وسيع تر تصوير ڪشيءَ ۾ مدد ڪندو ۽ اِها ڄاڻ پڻ ڏيندو تہ انهن ناتن ڪهڙي ريت انهن مسلمان اڪثريتي معاشرن ۾ سماجي تاڃي پيٽو جوڙيو آهي.

ترڪي ڪجھ اڳيرو رهيو آهي ۽ جيڪڏهن اٺانوي ورهين واري اڳوڻي جنرل، بغاوت ڪندڙ ۽ هٺ نوڪئي صدر ڪنعان ايورن جو اڪيلائپ پريو موت ۽ تدفين سونهون آهي تہ مصر ۽ پاڪستان پڻ آخرڪار ساڳي ڏسا ڏانهن وڃي سگهن ٿا. 2012 ۾ جنرل ايورن کي بغاوت ۾ پنهنجي ڪردار تي هڪ ڪيس پوڳٽو پيو ۽ 2014 ۾ انقره جي هڪ ڪورٽ ڪيس جنم ٽيپ ٻڌائي. سندس سڀ ڪان هيٺين يعني معمولي سپاهيءَ واري عهدي تي تنزلي پڻ ڪئي وئي. مئي 2015 ۾ جڏهن گذاري ويو تہ سندس ڪجھ مٽن مائٽن ۽ ڪجھ فوجي عملدارن ئي سندس جنازي ۾ شرڪت ڪئي ڇاڪاڻ جو هاڻ هو فوج جو اڳوڻو ڪمانڊر ۽ مملڪتي سربراهہ نہ پر ڏوهاري ۽ غاصب هو. سياسي پارٽين پنهنجو ڪوبہ عيوضي سندس جنازي ۾ نہ اُماڻيو ۽ سندس جنازي دوران ڪيترن ئي ماڻهن مسجد جي اڱڻ ۾ مظاهرو پڻ ڪيو.

اوڻويهين صديءَ جي پڇاڙ واري سياست ۾ ترڪي کي "يورپ

جو بيمار مرد“ ليکيو ويندو هو. ويهين صديءَ جي شروعات ۾ عثمانيا سلطنت آخري پساهه کڻي رهي هئي ۽ پوءِ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ انجي تابوت ۾ آخري ڪوڪو ٺوڪيو. لڙائي جي پڄاڻيءَ تي مصطفيٰ ڪمال (اڳتي هلي اتا ترڪ) ۽ سندس فوجن جي سورهيائپ وارن ڪارنامن هوندي به اتحادي فوجن ترڪيءَ کي جهڪڻ تي مجبور ڪيو ۽ انکي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ جرمنيءَ جي حمائت ڪرڻ تي سخت سيکت ڏني.

ڪمال اتا ترڪ مرحليوار عوام کي نجات ڏياريندڙ طور اڀريو ۽ پنهنجي جنگجوئن ذريعي نه رڳو وڃايل ڪجهه علائقا واپس ورايائين پر آخرڪار عثمانيا سلطنت به ختم ڪيائين ۽ ملڪ کي سيڪولر ۽ ترقي پسند آئيندي جي دڳ تي آندائين. ڪيس پلي پٽ پتو هو ته جيڪڏهن ملڪ کي اڳتي وڌڻو آهي ته معاشري کي ماضيءَ جي ذهن مان نڪرڻو پوندو.

هو آڪٽوبر 1923 ۾ جديد ترڪيءَ جو پهريون صدر بڻيو ۽ 1924 ۾ ملڪ کي هڪ نئون آئين ڏنائين. ايندڙ پندرهن سالن تائين پنهجي ماڻهن جي ذهنن کي وچئين دور جي پڇاڙڪي علامتن مان به ڪڍڻ جي پتوڙ ۾ جنبيل رهيو. معاشري ۾ مذهبي غلبي خلاف پتوڙيائين ۽ هڪ اهڙي سول ڪوڊ جو اعلان ڪيائين جيڪو سوئٽزرلينڊ ۾ استعمال ٿي چڪو هو. سموريون مذهبي ڪورٽون بند ڪري ڇڏيائين ۽ ڏوهن جي انت لاءِ اٽليءَ جا قانون لاڳو ڪيائين. 1934 ۾ عورتن کي مڪمل حق ڏنائين ۽ اڳاڻي ترڪ صورتخطيءَ کي لاطيني صورتخطيءَ ۾ تبديل ڪيائين.

1938 ۾ اتاترڪ جي گذاري وڃڻ تي سندس پراڻو ساٿي عصمت انونو صدر بڻيو جنهن وڏي مهارت سان پنهنجي ملڪ کي ٻين مهاڀاري لڙائي کان بچائي ورتو. پنهنجي ملڪ کي اڻ ڌريو رکيو ۽ آخري مرحلي تي ئي اتحادين جو ساٿ ڏنائين. 1946 ۾ هُن هڪ جماعتي اقتدار جو خاتمو ڪيو ۽ گهڻ جماعتي سرشتو متعارف ڪرايو جنهن ڪانپوءِ ٿيندڙ پهرين عام چونڊن ۾ سندس پارٽيءَ سوپ ماٺي. هو 1950 تائين ملڪ جو صدر رهيو. ايندڙ چونڊن ۾ مخالف ڌر جي پارٽي ڪامياب ٿي. هو

پنهنجي شڪست قبول ڪرڻ ۾ اعليٰ ظرف ثابت ٿيو ۽ جمهوري روائتن جي پيروي ڪندي عدنان ميندرس ۽ جلال بايار ڪي وزيراعظم ۽ صدر وارا عهدا سونپي پنهنجي عهدي تان استعفا ڏنائين.

ان ريت ترڪي مسلمان دنيا جو اُهو پهريون ملڪ بڻيو جنهن جمهوري طريقي سان اقتدار جي هڪ سياسي پارٽيءَ کان ٻئي ڏانهن منتقليءَ جو مشاهدو ڪيو. اِهو ڪارنامو عصمت انونو جو ليکبو نہ ڪي فوج جو جنهن نئين چونڊيل حڪومت کي ڊاهڻ جون ڪوششون شروع ڪري ڏنيون هيون. ساڳي نوعيت جون ڪوششون اڳتي هلي مصر ۽ پاڪستان ۾ پڻ ڪيون ويون.

عثمانيا سلطنت جي انت کانپوءِ، لڳ ڀڳ چوٿائي صديءَ تائين ترڪ فوج ترڪ معاشري جي سمورن پاسن تي حاوي رهي ۽ ڪنهن فوجي ذهن جي مڪمل عڪاسي ڪندي ورلي ئي مخالفن کي برداشت ٿي ڪيو ويو. 1950 واري ڏهاڪي کانپوءِ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ آئين ۾ موجود ڪجھ سيڪولر ضابطن کان هٽڻ جي ڪوشش ڪئي تہ فوج انجي مزاحمت ڪئي ۽ 1960 ۾ جنرل جمال گرسل چونڊيل سول حڪومت جو تختو اونڌو ڪري صدر ۽ وزيراعظم ٻنهي کي گرفتار ڪري ورتو.

مصر ۾ فوج 1952 دوران اڳيئي جنرل نجيب جي سرواڻيءَ ۾ اقتدار تي قبضو ڪري چڪي هئي جنهن کي 1954 ۾ جمال عبدالناصر هٽايو. هو 1970 ۾ گذاري وڃڻ تائين هڪ پارٽيءَ جي اقتدار ۾ رهيو. انهيءَ عرصي دوران ترڪ ۽ مصري فوج ۾ هڪ ٻئي هڪجهڙائپ انهن جي سيڪولر هئڻ جي دعوا ۽ مذهبي انتهاپسنديءَ جو مخالف هئڻ هو پر جيڪڏهن اورچائپ سان جائزو وٺبو تہ نظر ايندو تہ اِها فوج جي بلا روڪ ٽوڪ بالادستي ئي هئي جنهن مذهبي انتهاپسنديءَ کي جنم ڏنو.

مصر ۾ جمال عبدالناصر ساڳي نموني تي هڪ جديد رياست قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اڻ ڌري تحريڪ جي هڪ ناميارو اڳواڻ طور اُڀريو. جڏهن تہ ترڪي ۽ پاڪستان جون فوجون 1950 ۽ 1960 وارن ڏهاڪن ۾ امريڪا جي پاسي تي چڪيون هيون. مصر شروعات ۾ تہ

امريڪا ڪان پرپرو رهيو پر آخرڪار ترڪي ۽ پاڪستان جي فوجن جي پيروي ڪرڻ لڳو.

ترڪيءَ ۾ فوج يونان کي هڪ مستقل خطري طور پيش ڪيو جڏهن ته مصر ۽ پاڪستان ۾ اِهو ڪم اسرائيل ۽ ڀارت جي حوالي ٿيو. هر ملڪ ۾ جرنل قومي مفادن جا هٿ ٺوڪيا نگهبان بڻجي ويندا آهن، عوام جي جمهوري اُڌمن کي چيپاٽيندا آهن ۽ اِهو تاثر پکيڙيندا آهن ته حفاظت جا هو ئي ضامن آهن.

ترڪيءَ وانگر ئي 1950 وارو ڏهاڪو پاڪستان ۾ جمهوريت ۽ گهڻ-پارٽي سرشتي لاءِ هڪ تجرباتي دور هو. ترڪيءَ جي پهرين سويلين صدر جلال بايار ۽ وزيراعظم عدنان ميندريس راءِ پچڻ ڪانسواءِ ڪجھ وڏا قدم کڻي فوج کي ميڄرائي وڌو.

پاڪستان ۾ فوج 1958 ۾ اقتدار تي سڌوسنئون قبضو ڪيو. ان کان اڳ اي ڪي فضل الحق، حسين شهيد سهروردي، خان عبدالغفار خان، جي ايم سيد، غوث بخش بزنجو ۽ ميان افتخارالدين جهڙا اڳواڻ جيڪي ملڪ کي جمهوري راهه تي آڻڻ جي ڪوشش ڪري پئي سگهيا، جيڪڏهن ڪين سول ۽ فوجي ڪاموراشاهيءَ طرفان ڌڪار ۽ ننڍا جو نشانو نه بڻايو وڃي ها جهڙي ريت غلام محمد، اسڪندر مرزا ۽ ايوب خان طرفان ڪيو ويو پر ترڪي ۽ مصر وانگر پاڪستان ۾ به جمهوري رستو مڪمل طور تي ترڪ ڪيو ويو يا اهڙو بڻايو ويو جيڪو سيڪيورٽي اسٽيبلشمنٽ لاءِ ئي مناسب هو.

ناصر، ايوب ۽ گورسل پنهنجي پنهنجي ملڪ ۾ فوجي ڪنٽرول سگهارو ڪيو ۽ جمهوريت خلاف ساڳيو ئي راڳ الاپيو ته اِها انارڪي (ڏڦير) کي جنم ٿي ڏئي، قومي سلامتيءَ کي خطري ۾ ٿي وجهي ۽ ترقيءَ جي راهه کوٽي ٿي ڪري. اِها دعوا پڻ ڪئي وئي ته فوج بدديانت عنصرن خلاف ملڪ جي بچاءُ لاءِ سيني کي ”هڪ صفحي تي ٿي آڻي“.

1960 ۾ جمال گرسل نه رڳو جمهوري طور تي چونڊيل حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو پر صدر جلال بايار ۽ وزيراعظم عدنان ميندريس ٻنهيءَ کي موت جي سزا جي راهه پڻ صاف ڪيائين. جلال بايار کي

اڳتي هلي وڏي ڇمار سبب رعائت ڏيندي جنم ٽيپ ڏني وئي پر عدنان مينڊريس کي ڦاسيءَ چاڙهيو ويو. انکان لڳ ڀڳ ويهه سال پوءِ پاڪستان ۾ جنرل ضيا جي فوجي حڪومت وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽو کي ڦاسي ڏني ته تڏهونڪي ترڪ وزيراعظم بلند ايجوت ان تي تبصرو ڪندي چيو ته ترڪي اڄان تائين پنهنجي اڳواڻ کي ڦاسي ڏئي قيمت چڪائي رهيو آهي ۽ اسين نٿا چاهيون ته پاڪستان به اِها ساڳي غلطي ڪري.

ترڪ فوج 1961 ۾ ظاهري طور تي ته جمهوريت بحال ڪئي پر جنرل گورسل پنهنجو پاڻکي صدر چونڊرايو. ساڳي ريت پاڪستان ۾ فوجي حڪومت 1962 ۾ سويلين حڪومت قائم ڪئي پر جنرل ايوب خان جنرل گورسل جي پيروي ڪندي ”چونڊيل“ صدر بڻيو.

1960 وارو سڄو ڏهاڪو ناصر، ايوب ۽ گورسل حڪومت جي منظم سرشتي جي ڪوشش ۾ رڌل رهيا. هنن مان ناصر ئي 1970 ۾ پنهنجي موت تائين عوامي پنيرائيءَ جو مزو ماڻيو جڏهن ته جنرل ايوب ۽ گورسل اهڙي عوامي پنيرائي ۽ ايڪتا ماڻي نه سگهيا جنهن جو هنن چونڊيل سويلين حاڪمن جي مبينه ناڪاميءَ ڪانپوءِ اظهار ڪيو هو. ترڪيءَ ۾ سليمان ڊيمرل ۽ بلند ايجويت ۽ پاڪستان ۾ شيخ مجيب الرحمان ۽ ذوالفقار علي ڀٽو عوامي اڌمن جي ترجمان طور اُڀريا.

71-1970 ۾ ٽنهي ملڪن اهڙا واقعا ڏٺا جن جا انتهائي ڏور رس اثر پيا. ناصر 1970 ۾ گذاري ويو ۽ پنهنجي پويان اهڙو ورثو ڇڏي ويو جيڪو پاڪستان ۽ ترڪيءَ ۾ سندس هم منصبن کان بنهه مختلف هو. ناصر 1950 ۾ پنهنجي ساٿي جنرل نجيب سان گڏجي مصر مان بادشاهت جي پاڙ اکيڙي هئي، پوءِ 1954 ۾ نجيب کي هٽائي ڇڏيائين، پهرين وزيراعظم بڻيو ۽ پوءِ هڪ پارٽيءَ وارو آئين ڏنائين ته جيئن 1956 ۾ ملڪ جو صدر بڻجي سگهي. جيتوڻيڪ جنرل نجيب 1984 تائين جيئرو رهيو پر سندس سياسي ڪردار ٽيهه سال اڳ ئي ختم ٿي ويو هو. جنرل ايوب ۽ گورسل پنهنجون خدمتون امريڪا کي آڇيون، ناصر سامراج مخالف سياءَ اختيار ڪيو ۽ سوئيز نهر کي قومي ملڪيت ۾ وٺي

برطانيا، فرانس ۽ اسرائيل جي ڏمر کي نينڊ ڏنائين.

گورسل 1966 ۾ گذاري ويو ۽ ترڪيءَ کي هڪ ڀيرو ٻيهر ڏچي ۾ وجهي ويو. اِها هاڻ ڪا راز جي ڳالهه ناهي تہ 1966 کان 1970 تائين ترڪيءَ ۾ ٿيل شورشن ۾ امريڪي سي آءِ اي جو هٿ هو ۽ اُها کاٻي ڌر جي پارٽين تي الزام ڌرڻ لاءِ دهشتگرد حملن جي رٿابندي ڪندڙ هئي. ڊيمرل وچٿرو ساڄي ڌر وارو سياستدان هو پر انتها پسند نہ هو، ان هوندي بہ فوج منجهانئس خوش نہ هئي. مارچ 1971 ۾ جڏهن يحيٰ خان اوڀر پاڪستان ۾ اڪثريتي پارٽيءَ خلاف فوجي آپريشن شروع ڪرڻ وارو هو تہ ترڪ فوج ڊيمرل کي هڪ ڌمڪي ڀريو خط لکي رهي هئي جنهن ۾ مٿس نااهلي ۽ امن امان واري صورتحال کي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ ناڪاميءَ جا الزام ڌريا ويا هئا. ترڪ فوج سويلين حڪومت خلاف اهي الزام ورجائي بغاوت جو هڪ وڏيڪ اشارو ڏنو تہ، "اِها ملڪ کي تباهہ ڪري" ۽ "سياستدان هڪ صفحي" تي اچڻ لائق ناهن.

ساڳي صورتحال پاڪستان ۾ هئي جتي فوج اقتدار عوام جي چونڊيل عيوضين حوالي ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي ڇاڪاڻ جو اُهي "غدار" هئا ۽ ملڪ جا ڀاڱا ڪرڻ لاءِ اتاولا هئا انڪري مٿن اقتدار ڏئي اعتماد نٿو ڪري سگهجي.

انور سادات 1970 ۾ ناصر کانپوءِ مصر ۾ اقتدار سنڀاليو ۽ فوج جي سرپرستيءَ ۾ هڪ پارٽيءَ واري حڪومت جو سلسلو برقرار رکيائين. هُن ڏهن سالن کان وڏيڪ عرصو حڪومت ڪئي، اسرائيل خلاف جنگ وڙهيو ۽ آخرڪار امرڪي صدر جمي ڪارٽر جي ٿياڪڙيءَ ۾ اسرائيل سان ڪئمپ ڊيوڊ ناهہ ڪيائين. مذهبي پارٽيون مڇريل هيون، خاص طور تي اخوان المسلمين جنهن 1981 ۾ هڪ فوجي پريڊ دوران مٿس حملو ڪري کيس ماري وڌو.

# سول-فوجي ناتا-II

پاڪستان 1971 ۾ ٽٽي ويو ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جي اڳواڻيءَ ۾ 1977 تائين هڪ جمهوري تجربو ڪيو ويو. ڀٽو جنرل ايوب خان جو ٻانهن ٻيلي هو ۽ هاڻ "نئين پاڪستان" جو وزيراعظم هو. هُن ملڪ کي نئون آئين ڏنو پر پنهنجي ئي آئين کي مُڏو ڪري مخالف ڌر کي ڪچلڻ لاءِ اڳرائيءَ وارو سياءُ اختيار ڪيائين. 1977 تائين ڀٽو ڪابي ۽ ساڄي ٻنهي ڌرين سان ڦٽائي چڪو هو جيڪي سندس اخراج جي گهر ڪري رهيون هيون.

1971 ۾ ترڪيءَ هڪ وڏيڪ فوجي بغاوت ڏٺي، جنهن بعد سنڌن من گهڙت ٽيڪنوڪريٽ آندا ويا جيڪي پاڪستان ۽ ترڪيءَ جهڙن ملڪن ۾ غاصبن جي واهر لاءِ سدائين هڪيا تڪيا هجن ٿا. ترڪيءَ ۾ فوج ڊيمرل ۽ ايجوت جهڙن سياستدانن کي هڪ پاسي ڪيو، هڪ پروفيسر نهادايرم کي وزيراعظم طور متعارف ڪرايو جنهن هڪ ٽيڪنوڪريٽ ڪابينا جوڙي جنهن جو ڪوبہ سياسي پسمنظر نہ هو. اِهو ئي اُهو طريقو آهي جنهن وسيلي ترڪي ۽ پاڪستان ۾ فوج سويلين چهرا استعمال ڪندي آهي پر مصر ان حوالي سان مختلف آهي جو اُتي سدائين هڪ پارٽيءَ وارو اقتدار رهي ٿو جنهن سبب قانوني مخالف ڌر جو امڪان پڻ ختم ٿي وڃي ٿو.

جيتوڻيڪ ترڪيءَ ۽ پاڪستان انيڪ ڀيرا سياسي سرگرمين تي پابندي مڙهي ۽ پنهنجي مرضيءَ سان سياسي پارٽين کي ختم ڪيو پر

انهن گهٽ ۾ گهٽ گهڻ پارٽي سرشتي جو سلسلو برقرار رکيو. ترڪيءَ ۾ 1971 واري فوجي بغاوت ڪانپوءِ به سياسي استحڪام برقرار رهيو. چاڪاڻ جو جمهوريت کي پٽڙيءَ تان لاهڻ ڪانپوءِ قبرستان جهڙي سانت چاڻنجي ويندي آهي پر ماڻهن جي پنهنجي چونڊيل نمائندگيءَ جي حڪومت واري خواهش کي ختم نٿو ڪري سگهجي پوءِ پل اِها ڳالهه جنرلن لاءِ ڪيتري به اڻسهائيندڙ ڇو نه هجي. ماڻهو پنهنجا فيصلا پنهنجي سر ڪرڻ چاهيندا آهن ۽ جڏهن فوج ۽ ڪورٽ غيرمناسب ريت کين شڪست ڏيڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن ته اِهو کين پسند نه ايندو آهي.

پاڪستان ۾ اسان کي 1977 ۾ ٽين مارشل لا پلٽ پئي ۽ ترڪيءَ کي 1980 ۾. اُتي هن ڀيري جنرل ڪنعان ايورن بغاوت ڪئي ۽ ٻن سالن اندر ترگت اوزال جي سرواڻيءَ ۾ هڪ وفادار گروهه جوڙيائين جنهن هڪ ڀيو سويلين چهرو ٽي پيش ڪيو جڏهن ته ايورن 1980 واري ڏهاڪي ۾ هڻ نوڪيو صدر بڻيل رهيو. هُن هڪ نئون آئين ڏنو جنهن يقيني بڻايو ته هو 1989 تائين صدر رهندو. نئين آئين هڪ ڀيرو ٻيهر سمورن ننين وڏن معاملن ۾ فوج کي بالادست بڻايو. اوزال 1987 ۾ ٻيو ڀيرو وزيراعظم بڻيو ۽ 1989 ۾ ايورن جي دور جي پڄاڻيءَ تي صدر جو عهدو سنڀاليائين.

هاڻ انجي ڀيٽ 1980 واري ڏهاڪي جي پاڪستان سان ڪريو جتي جنرل ضيا آئين سان ساڳي جُٽ ڪري رهيو هو ۽ محمد خان جوڻيجي جي روپ ۾ وٽس پنهنجو اوزال موجود هو ۽ پوءِ ساڳي ريت اسٽيبلشمنٽ جي هڪ وفادار ملازم غلام اسحاق خان کي صدر جي حيثيت ۾ پاڪستان تي مڙهيو ويو.

1991 ۾ ترڪيءَ عراق خلاف پنهنجي زمين ۽ فضا استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني ۽ ساڳيءَ سال اوزال جي پارٽي چونڊن ۾ هارائي وئي ۽ ڊيمرل هڪ ڀيرو ٻيهر صدر چونڊجي ويو. اِها پاڪستان جي حالتن سان ملندڙ جلندڙ صورتحال آهي جتي اسٽيبلشمنٽ جي ڪوشش هوندي به بينظير ڀٽو اقتدار ۾ اچي وئي.

1993 ۾ بينظير ڀٽو فاروق لغاريءَ کي صدر بڻايو ۽ ترڪيءَ ۾ ڊيمرل رياست جو سربراهه بڻيو پر انهيءَ مرحلي تي هڪيرو ٻيهر ٻنهي ملڪن ۾ سياسي عدم استحڪام پيدا ٿيو ۽ مذهبي ساڄي ڌر حد کان وڌيڪ متحرڪ ٿي وئي. 1996 ۾ ترڪ وزيراعظم نجم الدين اربکان ترڪيءَ جي سيڪولر سياست جو رخ مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ واضح طور تي مذهبي لاڙو رکندڙ حڪومت اقتدار ۾ اچي وئي پر ان هڪ ڀيرو ٻيهر فوج کي مداخلت ڪرڻ جو جواز فراهم ڪيو. وزيراعظم کي هڪ سال اندر استعفا ڏيڻ تي مجبور ڪيو ويو ۽ مٿس ايندڙ پنجن سالن تائين سياست ۾ حصو نه وٺڻ جي پابندي پڻ مڙهي وئي. ظاهري طور تي فوج ڪمالي اصولن جي بچاءَ ۾ اهو قدم کنيو هو.

ساڳيو ئي وقت هو جڏهن پاڪستان ۾ ڪورٽون هر چونڊيل حڪومت کي هٽائڻ جي منظوري ڏيڻ لاءِ اسٽيبلشمنٽ جون ساٿاري بڻيل هيون جهڙي ريت 1993 ۾ هڪ حڪومت کي هٽايو ويو. ترڪيءَ ۾ اربکان جي پارٽيءَ تي 2001 ۾ پابندي مڙهي وئي پر هڪ سال ڪانپوءِ اِها هڪ نئين نالي سان سامهون آئي ۽ 2002 ۾ عبدالله گل چونڊون کٽي وزيراعظم بڻجي ويو ڇاڪاڻ جو رجب طيب اردوان کي چونڊون وڙهڻ جي اجازت نه ڏني وئي هئي. نئين اسيمبليءَ آئيني ترميمون ڪيون ته جيئن اردوان چونڊن ۾ حصو وٺي سگهي جن ۾ هو آخرڪار آيو ۽ 2003 ۾ وزيراعظم بڻجي ويو.

انهيءَ سموري عرصي دوران مصر سياسي مانار مان گذرندو رهيو ۽ حسني مبارڪ فوج جي پٺڀرائيءَ سان پنهنجو پاڻ کي چونڊرائيندو رهيو. پاڪستان 1999 ۾ هڪ ٻئي فوجي بغاوت ڀوڳي ۽ جنرل پرويز مشرف چونڊيل حڪومت جو تختو اونڌو ڪري پنهنجو پاڻ کي چيف ايگزيڪيٽو جهڙي واپاري اداري وانگر عهدي تي فائز ڪيو، جنهن بابت سياست ۾ اڳي ڪڏهن ٻڌو ئي نه ويو هو. ڪورٽون فوج سان ان حد تائين گڏ هيون جو ترڪيءَ ۾ فوجي سربراهه کي آئين ۾ تبديليءَ ڪرڻ جو پڻ اختيار ڏنو ويو.

2000 واري ڏهاڪي ۾ پاڪستان ۽ مصر فوجي حڪمرانن جي

ماتحت رهيا ۽ آخرڪار 2011 ۾ حسني مبارڪ جي اقتدار جو سج مصر ۾ غروب ٿي ويو جڏهن هڪ عوامي بغاوت جي نتيجي ۾ سندس ٽيهن سالن واري اقتدار جي پڄاڻي ٿي. حسني مبارڪ ته قيد ٿيو پر پرويز مشرف پنهنجي خراب صحت جي آڌار تي پرڏيهه کسڪڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

ترڪيءَ ۾ منظرنامون تبديل ٿيو جڏهن ڪنعان ايورن کي چورانوي ورهين جي ڄمار ۾ 86 ورهين جي ايئرمارشل تحسين سان گڏ ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو. 1980 واري آئين جنرلن خلاف ڪنهن ڪاروائي آڏو بند ٻڌي رکيو هو پر 2010 ۾ آخري فوجي بغاوت کان ٺيڪ ٽيهه سال پوءِ هڪ ريفرينڊم ذريعي آئيني ترميم متعارف ڪرائي وئي جنهن سويلين حڪومت کي بغاوت ڪندڙن خلاف ڪيس هلائڻ جي اجازت ڏني.

مصر جي نئين چونڊيل صدر محمد مرسيءَ مارشل طنطاويءَ کي هٽائي ڇڏيو ۽ جنرل عبدالفتح السيسيءَ کي ڪمانڊر انچيف بڻايو. هُن هڪ دولابي سپنو ڏيکاريو ته مصر به ترڪ ماڊل جي پيروي ڪندو.

مجموعي طور تي ترڪ فوج چار ڀيرا حڪومتون ڊاٺيون، 1960، 1971، 1980 ۽ 1997 ۾، پاڪستان فوج 1958، 1969، 1977 ۽ 1999 ۾ سڌوسنئون اقتدار تي قبضو ڪيو. مصر مرسيءَ جي مختصر عرصي کانسواءِ سدائين فوجي تسلط ۾ ئي رهيو.

2010 ۾ انهن ٽنهي ملڪن ڊرامائي تبديليون ڏٺيون. مصر ۾ پهريون ڀيرو شفاف ۽ آزاداڻيون چونڊون ٿيون ۽ محمد مرسيءَ کي اقتدار جي پرامن منتقلي ٿي. صدر بڻجڻ کانپوءِ هُن تڙ تڪڙ ۾ کي اُپاءُ ورتا ۽ فوج کي مڃرائي وڌائين. آخرڪار ڪمانڊر انچيف جي حيثيت سان مرسيءَ جي پنهنجي چونڊيل جنرل عبدالفتح السيسيءَ کيس اقتدار مان تڙي ڇڏيو ۽ پاڪستان ۽ ترڪيءَ جي غاصبن طرفان ڪيڏيل ناٽڪ مان اُتساهه پرائيندي روائتي طريقي سان پنهنجو پاڻکي صدر ڪيائين. ميندريس ۽ ڀٽي جي ڦاسيءَ کانپوءِ مرسيءَ کي پڻ هڪ انتهائي تڪراري ڪيس ۾ موت جي سزا ٻڌائي وئي جيڪا پاڪستان ۽ ترڪيءَ وانگر ئي

انصاف جي توهين هئي.

سو اسانجي تجزئي موجب مصر جمهوري ڏاکڻ تي سڀ کان هيٺ آهي.

ترڪيءَ 2010 ۾ بغاوت ڪندڙ ۽ انجي سڌ ڪندڙن سمورن اهم جنرلن خلاف عدالتي ڪاروايون ٿيڻ واري پيشرفت جو مشاهدو ڪيو. دلچسپ ڳالهه اِها آهي ته جمهوري طور تي چونڊيل وزيراعظم ۽ پوءِ صدر اردوان سمورا اختيار پنهنجي هٿ وس ڪرڻ چاهي ٿو ۽ ذري گهٽ آمر بڻجي چڪو اهي. اِها پاڪستان ۾ ذوالفقار علي ڀٽي ۽ نواز شريف جي ڪوششن کان ڪنهن به ريت مختلف ناهي.

پاڪستان، مصر ۽ ترڪيءَ وچ ۾ ڪنهن غير يقيني ڪيفيت ۾ وڪوڙيل آهي. هت پهريون ڀيرو ڪنهن جمهوري طور تي چونڊيل حڪومت 2013 ۾ اقتدار پرامن طور تي ايندڙ چونڊيل حڪومت کي منتقل ڪيو پر جمهوري لاڀ هڙپ ڪرڻ واسطي سورمائن جا منحوس پاڇولا هڪڀيرو ٻيهر لامارا هڻڻ لڳا. آخري غاصب جنرل کي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ڪورٽ ۾ پنهنجي خلاف الزامن کي منهن ڏيڻو پيو پر جيڪي ڪجهه داءُ تي لڳل هو سو پاڪستان لاءِ تمام گهڻو هو جو هو ترڪيءَ جي پوئواري ڪري جتي جنرل ايورين کي بغاوت لاءِ ڪٽهڙي ۾ آڻڻ ۾ ٽيهه سال لڳا.

نواز شريف ميٽرو ناهي شهري قوت پنهنجي هٿن ۾ رکندي اردوان واري راهه ورتي پر جڏهن ترڪ اڳواڻ جي پيرويءَ جي ڪوشش ڪيائين ته معاملا گهڻو ڳنڀير ٿي ويا ۽ هو مقدس ڳئون ماتا سان سنگ اٽڪائي ويٺو ۽ نتيجي ۾ سڄي حياتيءَ لاءِ نااهل بڻجي ويو.

جيڪڏهن پاڪستان ۾ ايندڙ پندرهن سال ڪا فوجي بغاوت نه ٿي ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٽن جمهوري چونڊيل حڪومتن پنهنجو وارو وڄايو ته اُميد ڪري سگهجي ٿي ته 2030 واري ڏهاڪي ۾ پاڪستان اُن هنڌ تي پهچي وڃي جتي اڄ ترڪي آهي نه ته مصر جهڙو هاجو ملڪ آڏو هوندو.

# ڇا مُند ڦري؟

پاڪستان ۾ پيراڊائم شفٽ يا مُند ڦرڻ بابت گهڻيون ڳالهيون ٿي چڪيون آهن. طالبان کي نشانو بنائڻ، دهشتگردن جا ٺڪاڻا تباهه ڪرڻ، قاتلن کي ڦاهي چاڙهڻ، رڪاوٽون هٽائڻ، مدرسن کي ضابطي هيٺ آڻڻ، حالتن تي فوج جي مڪمل ڪنٽرول، فوجي ڪورٽن جي ڪم ڪرڻ کان پوءِ اوهان کي پاڪستاني رياست جي مُند ڦرڻ بابت ٻيا ڪهڙا ثبوت گهرجن؟

اِها رڳو ڪنهنجي سڌ ئي ٿي سگهي ٿي جو ڳالهه ايتري سادڙي ئي هجي.

ان کان اڳ جو انهيءَ موضوع تي وڌيڪ ڳالهائجي ته پاڪستان پنهنجون ترجيحون نئين سر طئي ڪيون آهن، "مند ڦرڻ" وارو تصور ڪجهه تفصيل سان سمجهڻ جي گهرج آهي ته جيئن اِهو اصطلاح سمجهڻ کان سواءِ ئي انهيءَ ۾ وڃائجي نه وڃون.

علم صرف موجب پيرا ڊائم لفظ يوناني لفظ Para يعني ڳنڍيل يا اڳتي ۽ Deigma يعني ظاهر ڪرڻ يا اشارو ڏيڻ مان نڪتل آهي. پينگوئن سماجياتي لغت (2000) موجب پيرا ڊائم "دنيا ڏسڻ جا عام طريقا آهن جيڪي اشارو ٿا ڪن ته ڪهڙي قسم جي سائنسي ڪم ڪرڻ جي گهرج آهي ۽ ڪهڙي قسم جا نظريا قبوليت جوڳا آهن" "آڪسفورڊ سماجياتي لغت (1998) ڄاڻائي ٿي ته "لفظ پيراڊائم ڪنهن روائتي مثال يا نموني جي نشاندهي ٿو ڪري جنهن کي ورجايو وڃڻو آهي."

پر امڪاني طور تي بهترين ڳالهه فلسفي بابت آڪسفورڊ لغت (2000) ۾ آهي جيڪا ٽي اپٽارون تي ڏئي، ”گرامر ۾ پيراڊائم مان مراد نمونو آهي. ڪنهن روائتي مخصوص ماحول ۾ ڪنهن لفظ جي گردان فلسفي ۾ ڪنهن ويچار جو نمونو ۽ بنان ڪنهن ثبوت جي حقيقت يا سچ طور قبول ڪيو ويندڙ پڙدي پويان مفروضن جو ڳٽڪو ۽ آخر ۾ سماجيات ۾ اِهو لفظ وڏي پئماني تي مفروضن ۽ وارتائن جي ڳٽڪي لاءِ استعمال ٿيندو آهي جيڪي ڪنهن ثقافت يا معاشري ۾ موجود هجن.“

هڪ امريڪي فزڪس دان، مورخ ۽ سائنس جي فلسفي ٿامس ڪوهن (1922 کان 1996) 1962 ۾ اهو پنهنجو جڳ مشهور ڪم “The Structure of Scientific Revolution” جي صورت ۾ پيش ڪيو. ڪيس سائنسي ڄاڻ جي پيش رفت واضع ڪرڻ لاءِ ”پيراڊائم شفٽ“ وارو اصطلاح استعمال ڪرڻ جو جس ملي ٿو جنهن جو مطلب اِهو آهي ته سائنسي ميدان ۾ ڪنهن سڌي سنواٽي ۽ مستقل طريقي سان اڳتي وڌڻ بدران گردشي تبديلين تحت هجن ٿا. هُن انهيءَ تصور جو به قياس ڪيو ته سائنسي سچ، ڪنهن به مقرر ٿيل پل تي رڳو ٻاهرين عنصرن جي بنياد تي مستحڪم نٿو ٿئي پر ان کي سائنسي برادريءَ جي يڪرائپ سان اختيار ڪيو ويو آهي.

هاڻ ان کي پاڪستان تي ٿا لاڳو ڪريون، پهريون سوال اِهو هوندو ته اُهو ڪهڙو پيراڊائم يعني رياستي نظريو آهي جنهن جي شفٽ ٿيڻ يعني ڦيرائڻ جي ڳالهه پئي ڪئي وڃي؟ اُها ڪهڙي ”روائتي طور تي مقرر ڪيل ترتيب“ آهي جنهن تي نئين زوال جي ڏگ لهڻ جو قياس ڪيو ويو آهي.

پاڪستان ۾ پيراڊائم جو مرڪزي جُز مذهب آهي جيڪو به قومي نظرئي جي ڦڪيءَ ۾ ستيل آهي. ان کان هٽي ڪري ته محمد علي جناح 11 آگسٽ 1947 واري تقرير ۾ ڇا چيو ۽ ڇا نه چيو، ”بنيادي مفروضو“ انهيءَ عام تصور تي ٻڌل هو ته مذهب ورهائيندڙ طاقت آهي ۽ اهڙن مصلحتن کان پاڪ عنصرن جو حامل آهي جيڪو ملڪ جي ورهاڱي لاءِ ضروري آهي.

اِها پيراڊائم قرارداد مقاصد، نظريهٔ ضرورت، قادياني مخالف تحريڪ، ون يونٽ سُنو چار صوبا خراب، آپيشاهي چڱي جمهوريت خراب، اشتراڪي/ترقي پسند خطرو، ڀارت دشمني، بنگالي/بلوچ غدار، ڪرپشن جو نعرو، اسلامائڻ (يا اڳتي هلي عربائڻ) تي زور، ڪيهون ڪرڻ جو مرض، گماشتن جو اثر رسوخ، دائمي ماليخوليا، تزويراتي گهرائي، جوهري رڪاوٽ، ايمان جو اتحاد، هڪ ٻولي هڪ قوم ۽ اهڙا ٻيا جزا شامل ڪندي رهي.

اِهي انهيءَ پيراڊائم جا وڏا جزا آهن. ڏسون ٿا تہ انهن مان ڪهڙا ڦريا آهن؟

قرارداد مقاصد جنهن ملڪ کي تباهيءَ جي دڳ تي لاتو سا اڄ بہ آئين جو حصو آهي.

جيڪڏهن پيراڊائم "سوچڻ جو نمونو" آهي تہ پيراڊائم شفٽ انهيءَ نموني ۾ تبديليءَ جي صورت ۾ هئڻ گهرجي جڏهن ملڪ جو اهم ترين دستاويز ئي مذهب جي حلفي اقرار سان شروع ٿيندو هجي ۽ سمورن اُسريل ملڪن ۾ جديد دور جو غالب نظريو سيڪيولرازم هجي، تہ اسين پنهنجي اوسي پاسي اهڙا آڏو آيل پيراڊائم ٿا ڏسون جن سان پيٽ ڪرڻ ممڪن ناهي.

پيراڊائم شفٽ عملي طور تي انهن مان ڪنهن هڪ جي تبديلي آهي مثال جي طور تي تہ اِها اسان جي پيراڊائم يعني رياستي نظرئي کي تبديل ڪري قومن جي تعظيم ۾ فٽ ڪري يا دنيا پنهنجو نظريو تبديل ڪري اسان جو موقف اختيار ڪري. بيشڪ دنيا پنهنجو رخ نہ پئي بدلائي ۽ جيڪڏهن اسين پنهنجي نظرئي سان چهٽيل رهياسين جيڪو متروڪ ٿي چڪو آهي ۽ وچئين دور سان تعلق رکندڙ آهي تہ مزاحمت جاري رهندي حقيقت ۾ ڪا تبديلي نظر بہ نہ پئي اچي.

اسان وٽ رياستي نظرئي جو ٻيو جزو قادياني مخالف تحريڪ جي صورت ۾ 1950 واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ شامل ٿيو ۽ 1970 واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ پنهنجي عروج تي پهتو جڏهن رياست ماڻهن جي ايمان تي پنهنجي راءِ لاڳو ڪرڻ شروع ڪئي. 1980 واري

ڍاڪي ۾ ان ۾ وڏيڪ جزا شامل ٿيندا رهيا ۽ ماڻهن کي پنهنجي عبادت واري جاءِ کي نالو ڏيڻ واري حق کان بہ محروم ڪيو ويو.

انهيءَ نظرئي پنهنجو پاڻ کي اجائين وڌيڪ گهرو ڪيو ڇاڪاڻ جو 2000 واري ڍاڪي کان لڳ ڀڳ سمورين اقليتن کي نشانو بڻايو پيو وڃي. جيڪڏهن مُند ڦري هجي ها تہ اِهو سفر ابتڙ ڏسا ۾ هجي ها.

انهيءَ نظرئي جو ايندڙ جزو هو نظريئہ ضرورت، جيڪو 1950 واري ڍاڪي جي وچ ڌاري چيف جسٽس محمد منير جيئرو ڪيو. تيرهين صديءَ جي انگريز قانوندان هينري ڊي بريڪٽن جي اِها آڳاٽي نشاني قانون کان مٿاهان قدم کڻڻ لاءِ حڪمرانن طرفان استعمال ڪئي ٿي وئي. اِهو مختصر طور تي چوي ٿو، ”هونئن جيڪو قانوني ناهي پر ضرورت موجب قانوني بڻايو ويو آهي.“ ان ريت اسان آئين جون مختلف ڀڃڪڙيون ڏٺيون جن جو نتيجو رياستي ۽ غير رياستي عنصرن جي مجرمانہ قدمن جي صورت ۾ نڪري رهيو آهي.

جڏهن ملڪ جون اعليٰ ترين ڪورٽون ضرورت واري نظرئي کي بنياد بڻائينديون ڪنهن قانون جي ڀڃڪڙيءَ جي منظوري ڏين تہ معاشرو قانون جو قبرستان بڻجي ويندو آهي جنهن کي ڪنهن ضرورت تحت دفن ڪري سگهجي ٿو. پوءِ گهرج پوڻ تي ضرورت جي بنياد تي قانون کي تبديل بہ ڪري سگهجي ٿو، جنهن جو هاڻوڪو مثال فوجي ڪورٽون ۽ موت واري سزا جي بحالي آهي.

سو انهيءَ نظرئي کي بہ ست سال لنگهي چڪا آهن ۽ ان ۾ ڪابہ تبديلي نظر نٿي اچي.

پاڪستان جي نظرياتي موقف جو هڪ ٻيو جزو اِها دعويٰ آهي تہ ”صوبائيت“ ملڪ لاءِ هاڃيڪار آهي ۽ جڏهن ڪو صوبائي حقن جي ڳالهہ ٿو ڪري تہ اصل ۾ ملڪي سلامتيءَ کي خطري ۾ ٿو وجهي. انهيءَ مفروضي تحت 1955 ۾ اولهہ پاڪستان جا صوبا ٽوڙي انهن کي ون يونٽ ۾ شامل ڪيو ويو. لاهور کي ان جي راڄڌاني بڻايو ويو پوءِ اصطلاحي طور تخت لاهور جو وجود پيو. 1955 کان 1970 تائين ون يونٽ جي دور ۾ سرڪاري ملازمن جو وڏو تعداد لاهور مان ڀرتي ڪيو ويو

جيڪي باقي علائقن ۾ موجود سرڪاري ڪاٽن ۾ اُماڻايا ويا. اِهو ئي سبب آهي تہ اِوهان ڪي سنڌ جي ڏاٽن يا بلوچستان جي هوائي اڏن تي پنجاب جي وڏي پئماني تي نمائندگي نظر ايندي. ون يونٽ ئي صوبائي ڏڦير جا بج ڇٽيا.

ون يونٽ جي خاتمي ڪان پوءِ اِهو پيراڊائم جيئن جو تيئن رهيو. ذوالفقار علي ڀٽو طرفان بلوچستان ۽ سرحد صوبي جي حڪومتن تي ڪاهہ مسئلي ڪي اجائين وڏيڪ ڳنڀير بڻائي ڇڏيو ۽ پوءِ جنرل ضياءَ اقتدار جون واڳون سنڀاليون ۽ سنڌس منصب دارن ڀٽي جي حمايت ڪرڻ تي سنڌ ڪي ڪرڙي سزا ڏني.

1973 واري آئين ۾ ارڙهين ترميم ننڍن صوبن جون شڪايتون ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر مجموعي طور تي پيراڊائم ساڳيو ئي رهيو.

اڪثر حڪومتن ۾ سموريون اهم وفاقي وزارتون پنجاب ڪي ملنديون رهيون، قومي اسيمبليءَ جو اسپيڪر ۽ فوجي سربراهہ اڪثر پنجاب مان آيا جڏهن تہ سمورا آپريشن بلوچستان، پختونخواهہ ۽ سنڌ ۾ ٿيا.

پوءِ نظرياتي رياست جو "آمريت چڱي جمهوريت خراب" وارو حصو ٿو اچي. اُهي باورچي جن پهرين جمهوري ديڳ ڦٽائي غلام محمد ۽ اسڪندر مرزا جهڙا ڪامورا هئا ۽ پوءِ شاهي راڏائو جن آپيشاهيءَ ڪي عروج تي پهچايو سي جنرل ايوب ۽ جنرل يحيٰ ڪان وٺي ضياءَ ۽ مشرف تائين هئا. ايستائين جو سويلين حڪومتن جي اقتدار ۾ هئڻ دوران بہ اِهو پيراڊائم جاري رهيو، ڪڏهن حميد گل جهڙا جنرل اسلامي جمهوري اتحاد جهڙيون نيون قوتون ٺاهيندا رهيا تہ ڪڏهن وري مختلف ڇاڙتا روڻٺهارڪو ٿيندي ڀاڏائيندا رهيا تہ جمهوريت هڪ دولاب آهي.

جمهوريت ڪي ابتر ڏيکارڻ جو اِهو لاڙو هر اُن طريقي تي سوال اُٿاري جاري ٿو رهي جيڪو جمهوريت جي نتيجي ۾ سامهون ٿو اچي، نگران حڪومتن تي شڪ شبها ظاهر ڪري، چونڊن واري ڪميشن جي عملدارن خلاف الزام ڌري ۽ هر مفاهمت ڪي مڪ مڪا سڏيندي. پيراڊائم ڪي جيئن جو تيئن برقرار رکڻ جي ڪوشش جاري رهندي پئي آئي آهي.

ڪميونسٽ خطري کي وڌائي چڙهائي پيش ڪيو ويو ۽ ان کي ملڪ جي هر ترقي پسند آواز کي چيڀاڙڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو. 1951 ۾ راولپنڊي سازش ڪيس کان وٺي سول سوسائٽي ڪارڪنن تي ٿيل هاڻوڪن حملن تائين فرق رڳو شدت جو آهي. جڏهن ايوب خان جي غنڊن حسن ناصر کي تشدد ڪري قتل ڪيو تڏهن رياستي ترڪتالن لاءِ ايترو سولو نه هو جو انهن کي خاموش ڪرائين ۽ قتل ڪرائين جيڪي ڪورٽن کان انصاف گهري رهيا هئا. هاڻ راشد رحمان مارجي ويو ۽ ممتاز قادريءَ جي ساراهه ڪئي وئي. رياست جو ڏنل اِهو ثمر وڏي پئماني تي معاشري ۾ پيهجي ويو آهي.

جڏهن سول سوسائٽي ميمبر لال مسجد آڏو مظاهرو تا ڪن ته کين خطرناڪ ڌمڪيون پلئه ٿيون پون ۽ جڏهن مولانا عبدالعزيز کلئي عام دهشتگردن جي حمايت ٿو ڪري ته ڪيس ساڳي مسجد ۾ ڪم ڪرڻ جي اجازت ٿي ملي. هتي ٻه نظرياتي موقف ۾ تبديلي پروڙڻ ڏکيو آهي، جڏهن چوڌري نثار دهشتگردن جي مارجي وڃڻ تي سوڳ ٿو ڪري.

هندستان دشمني پاڪستان جي رياستي نظرئي جو هڪ جزو آهي. سياسي قيادت هندستان سان ناتا بهتر ڪرڻ جي پل ڪيتري به ڪوشش ڪري، ان جي راهه ۾ سدائين ڪونه ڪو ڪارگل يا اجمل قصاب اچي ٿو وڃي. هندن ۽ ٻين "ڪافرن" خلاف سرڪاري نصابي ڪتابن ذريعي ڌڪار پئدا ڪرڻ جي لاڳيتو عمل سبب ڌڪارجي اِها ڏنوٽي دکندي ٿي رهي. خيبر پختونخواهه جي اڳوڻي حڪومت طرفان جڏهن جهادي لباڙ جو زور گهٽائڻ جي ڪوشش ٿي ته عوامي نيشنل پارٽيءَ کي پٺ سان لڳايو ويو ۽ اُها پنهنجي چونڊ مهم ئي نه هلائي سگهي. هاڻ لال قلعي تي حملي جون تياريون نئين سر شروع ٿي ويون آهن. رياستي نظرئي ۾ ڪٿي ڪو ڦير آيو آهي؟

رياستي نظرئي ۾ بنگالين ۽ بلوچن کي غدار ليکڻ هڪ اهم جزو رهيو آهي. بنگالين کي اڌ هندو، اڌ ٻڪايل ۽ اڌ پاڪستاني سڏيو ويندو هو، سندن حب الوطنيءَ تي شڪ ٿي ڪيو ويو ۽ اِهو تصور عام هو ته هو پاڪستان ٽوڙڻ لاءِ هندستان سان ڳٽ جوڙ ڪرڻ ۾ رڌل آهن.

ٻنهي ڌرين جي ڳالهه ته ڇڏيو پر شير بنگال سڏجندڙ مولوي فضل حق جهڙي اوير بنگال جي چونڊيل وڏي وزير کي مبينه طور تي هندستان سان گڏجي سازش سٽڻ جي الزام هيٺ برطرف ڪيو ويو.

بلوچستان تي نظر وجهبي ته اتي به صورتحال ڪو مختلف نظر نه ايندي. نوي ورهين جي پوڙهي نوروز خان جي گرفتاري ۽ ايوبي حڪومت دوران جيل ۾ سندس مرتيو، جنرل پرويز مشرف جي حڪومت ۾ اڪبر خان بگٽيءَ جو جبلن ۾ قتل، 1970 واري ڏهاڪي ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ۾ عطاالله مينگل حڪومت جي برطرفي، 1990 واري ڏهاڪي ۾ نواز شريف حڪومت طرفان اختر مينگل جي چونڊيل حڪومت سان ورتاءُ ۽ پنجري ۾ بند ڪري پرويز مشرف حڪومتي دور ۾ ڪورٽ آڏو سندس پيشي سميت بلوچن جي حقن جي پيچڪڙين جو هڪ ڏکھو سلسلو آهي. جهڙي ريت بنگالين کي غدار ليکيو ويندو هو تيئن بلوچن کي پڻ غدار ئي سمجهيو ٿو وڃي. پيپلز پارٽي حڪومت طرفان آغاز حقوق بلوچستان ۽ نواز شريف طرفان نيشنل پارٽيءَ سان اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيواريءَ هوندي به رياست جو نقطي نظر تبديل نه ٿيو آهي، جنهن جو اظهار ماما قدير سان ٿيل ورتاءُ ۽ بلوچستان جي مسئلي تي ٿيندڙ بحث دٻائڻ وارين تازين ڪوششن مان پلي پٽ پروڙي سگهجي ٿو. اها ڳالهه ٻنهه واضع آهي ته بلوچن بابت رياست جو نظريو ساڳيو ئي آهي جهڙو ماضيءَ ۾ هو.

هن نظرئي ۾ بدعنوانيءَ جو انتهائي بي سرو دهل وڃايو ٿو وڃي. بدعنواني يعني ڪرپشن يقيني طور تي هڪ ڳنڀير مسئلو آهي جنهن ۾ رياست جو هر ادارو ملوث آهي. پر حيرت جوڳي ڳالهه اِها آهي ته بدعنوانيءَ وارن الزامن جو هدف سدائين ۽ گهڻي ڀاڱي سياستدان ئي بڻجن ٿا. هر ڪنهن کي سياسي ڪرپشن بابت حقيقي يا ڏند ڪٿائي داستان لکڻ / اکڻ جي کلي آزادي آهي پر سول ۽ فوجي ڪاموراشاهي ۽ عدالتي سرشتي ۾ ٿيندڙ ڪرپشن بابت لکڻ مهل پنهنجو پاڻ تي سنسرشپ مڙهڻي ٿي وڃي. ان حوالي سان به رياستي نظرئي ۾ ڪا ڦيرگهير نه ٿي آهي.

ملڪ کي اسلامي بلڪ عربي بنائڻ وارو عنصر گذريل چاليهن ورهين کان زور شور سان ميدان ۾ لٿل آهي. پل پٺي خلاف قومي اتحاد جي تحريڪ ۾ پنهنجي سفير رياض الخطيب ذريعي سعودي مداخلت جو معاملو هجي يا سعودين جي حمايتي مُلن طرفان سعودي عرب فوج اُماڻڻ جي گُهر، رياستي نظريو لاڳيتو ساڳيو ئي ٿو رهي. ملڪ کي سعودي رنگ ۾ رنگڻ جا ڪيترائي چٽ سامهون اچي ويا آهن. ڪار جي نمبر پليٽ تي الباڪستان يا البنجاب لکجڻ هجي يا شهري مرڪزن ۾ بن دائود يا بن علي جهڙا نالا لکڻ جو معاملو، اِهو لاڙو مشترڪ نظر ٿو اچي ته ان نوعيت جي رياستي نظرئي واري دائري کي وڌ کان وڌ وسعت ڏجي. هن وقت معاشري جا ڪيترائي حصا ان لاڙي کان انتهائي متاثر ٿي چڪا آهن.

رياستي نظرئي ۾ شهه رڳ واري سينڊروم جو تعلق ڪشمير سان آهي. اها ڳالهه ڪرڻ ته ڪشمير پاڪستان جي شهه رڳ آهي اسان کي اِهو به مڃڻو پوندو ته انهيءَ شهه رڳ جو هڪ حصو هندستان جي والار هيٺ آهي. اها ڳالهه هر هر ورجائڻ سان ته پاڪستان ڪشمير کان سواءِ جيئرو نٿو رهي سگهي، اصل ۾ اڻچاٽائيءَ ۾ پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ زوال پزير ۽ ڪمزور ڏيکارڻ جوڳو آهي. رياستي نظرئي جو اِهو شايد سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ عنصر آهي جنهن ذريعي سڄي ملڪ کي هڪ مسئلي واسطي داءُ تي لڳايو ويو آهي. اِهو مسئلو ڳالهين ٻولهين ذريعي حل ڪرڻ بدران اِهو موقف اختيار ڪيو ويو آهي ته ڪشمير پاڪستان جو حصو آهي ۽ هو پنهنجي موقف تان هڪ انچ به پوئتي هٽڻ لاءِ تيار ناهي. ڪشمير ۾ قبائلي اڳرائي کان وٺي آپريشن جبرالٽر ۽ رستن تي آزاداڻي طور تي گهمندڙ ڦرندڙ مختلف تنظيمن جا گروهه اصل ۾ اهو اعلان آهن ته ان مسئلي تي رياستي نظريو تبديل نه ٿيو آهي.

مٿين صورتحال جو نتيجو مستقل دماغي خلل جي صورت ۾ سامهون آيو آهي جيڪو قوم ۽ رياست طور اسان جي سوچڻ ۽ سمجهڻ واري صلاحيت ختم پيو ڪري. جڏهن جنرل مرزا اسلم بيگ تزويراتي گهرائي وارو نظريو پيش ڪيو ته ان سندس نفسي فريب جي عڪاسي

ٿي ڪئي. جڏهن ڊاڪٽر عبدالقدير خان هر هندستاني شهر ڪجهه منٽن اندر تباهه ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني ته ان کي دماغي خلل ڪانسواءِ ٻيو ڇاٿو چئي سگهجي. جڏهن ائٽمي صلاحيت ۽ سگهه کي زوردار انداز ۾ سلامتيءَ جي هڪ علامت طور اڀاريو ويو ته اِها حقيقت مڪمل طور تي وساري ڇڏي وئي ته سوويت يونين هزارين ائٽم بم رکڻ جي باوجود ڊهي ڍير ٿي ويو هو. ان ڪيفيت کي تصديق جو تعصب سڏيو ويندو آهي جنهن تحت ڄاڻ جي اهڙي ريت اپٽار ڪئي وڃي جنهن سان ڪنهن فرد جي عقيدن يا مفروضن جي تصديق ٿيندي هجي. ان جو مقصد اهو آهي ته ماڻهن طرفان ڄاڻ کي تعصب ڀريل اپٽار لاءِ سهيڙيو ۽ استعمال ڪيو ٿو وڃي. عام طور تي جذباتي مسئلن ۽ گهري ريت پيهجي ويل عقيدن تي ان جا گهڻا اثر پوندا آهن.

پاڪستان ۾ پنهنجي هٺوڪي موقف جي پنيرائيءَ لاءِ اڻڇٽي شاهدين وارو لاڙو ملي ٿو جنهن جو نتيجو رويي جي ورچ/ٽوڙڦوڙ جي صورت ۾ ٿو سامهون اچي. جيستائين اسين عملي طور تي غلط ثابت ٿيڻ باوجود پنهنجي نظرين ۽ تصورن تي ڳنڍ ڏئي ٻيٺا رهياسين تيستائين نظرياتي تبديلي آڻڻ ناممڪن هوندو. ماڻهو عام طور تي پنهنجي عقيدن ۽ تصورن بابت انتهائي تعصب ڀريا هوندا آهن، هو فقط هڪ امڪان تي نظر رکندا آهن جڏهن ته ٻين خيالن کان ڪن ٽار ڪندا آهن. جيڪڏهن فرد يا ملڪ پنهنجي ڪنهن نظرياتي موقف خلاف ڪنهن غير معمولي ثبوت سامهون هوندي به پنهنجي ڳالهه تي ڳنڍ ٽا ڏين ته هو اڻتري ريت حقيقتون ڄاڻڻ بدران پنهنجي غلط هئڻ جي قيمت ٽا چڪائين. پنهنجي نظرياتي موقف جي ابتڙ ثبوت سامهون اچڻ جي باوجود ان قسم جو سياءُ پنهنجي نظرئي تي ضرورت کان وڌيڪ خود اعتمادي ۽ خوشفهميءَ واري لاڙي کي هٿي ٿو ڏئي.

جيڪڏهن ڪا رياست پنهنجي نظرين ۾ ڪا تبديلي آڻڻ بدران انهن تي هوڏ ٿي ڪري ۽ پنهنجي شهرين کان توقع ٿي ڪري ته هو گهربل انداز ۾ پنهنجي سوچ ۽ سياءُ ۾ تبديلي آڻين ته انهيءَ مقصد واسطي تعليم، تشهير ۽ طاقت جهڙا وسيلا ڪتب آندا ويندا آهن. ڪو

متبادل موقف يا لاڙو ماڻهن آڏو پيش ڪرڻ جي اجازت نہ هوندي آهي ۽ اهڙي ڪنهن بہ عمل کي حب الوطنيءَ جي نالي تي چيپائيو ويندو آهي. اهڙي صورتحال سبب ماڻهو آهستي آهستي منطقي چونڊ واري صلاحيت کان محروم ٿي ويندا آهن جهڙي ريت پاڪستان ۾ ٿي رهيو آهي.

پنهنجي هڪ شاندار مقالي Objectivity, Value Judgment and theory choice ۾ Kuhn نظرئي جي چونڊ جي پنجن معيارن جو احاطو ٿو ڪري. پهريون تہ اِهو درست هجي يعني ان جي حق ۾ تجرباتي ثبوت موجود هجن، اِهو داخلي ۽ خارجي لحاظ کان مستحڪم هجي، ان جو دائرو وسيع هجي، بيان ڪرڻ سولو ۽ سادو هجي ۽ مظهر ۾ موجود نون ناتن جي انڪشاف جي حوالي سان لاڀ پريو هجي. اِهي معيار پاڪستان تي لاڳو ڪبا تہ پتو لڳندو تہ اسان جي رياست جنهن نظرئي جي سرپرستي ٿي ڪري سو پنهنجي سمورن جزن سميت ڪيتري حد تائين اڻپورو ۽ نقص پريو ٿي چڪو آهي.

اسان کان جنهن نظرياتي تبديليءَ کي ساراهڻ جي اُميد ڪئي پئي وڃي سا نہ درست آهي نہ نوس ۽ نہ ئي وري با اصول آهي. اسان کي ان ڳالهہ تي ويساهہ ڪرڻ جو پيو چيو وڃي تہ پاليسي مقصدن ۾ ڪنهن وڏي تبديلي ۽ ڦير گهير جي ڪا گهرج ناهي بس رڳو پنهنجي مفادن جي ترجيحن ۾ معمولي ڦير گهير اسان کي ڏڪيائيءَ کان بچائي سگهي ٿي. جيڪڏهن نظرياتي موقف ۾ ڪا تبديلي ٿي بہ اُهي تہ اِها ان جي دائري ۾ وسعت ناهي ۽ اِها پنهنجي مظهر ۾ نمود رٿيندڙ نون ناتن جي بيان يا انڪشاف ۾ ناڪام ثابت ٿي آهي. اسان کي رڳو ڪڏهن ڪڏهن هدف تباهہ ڪرڻ ۽ ميزائل حملن بابت پريس رليز پڙهڻ لاءِ ضرور ملي ٿي وڃي.

اهڙا پاٺڪ جن کي لاڳاپيل موضوعن تي وڌيڪ ڪجهہ پڙهڻ ۾ دلچسپي هجي سي هنگري ۽ برطانيا جي ليکڪ مائيڪل پولاني (1891 کان 1976) جو ڪتاب سائنس، عقيدو ۽ معاشرو ضرور پڙهن. پولانيءَ علم جي نظرئي ۽ عمل بابت تمام گهڻو ڪجهہ لکيو آهي.

سماجي سائنسدانن جينوٽيڪ انساني حقن ۽ جمهوري اصولن بابت بڪرائپ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر اڃان تائين اِهو ثابت ڪرڻ هڪ انتهائي ڏکيو ڪم آهي ته ڪو سماجي نظريو پنهنجي جمار گذاري چڪو آهي ۽ ان کي ڪنهن وڏيڪ ترقي پسند نظرئي سان تبديل ڪيو وڃي جيڪو بدلجندڙ حقيقتن سان ٺهڪاءُ ۾ هجي.

طبعي سائنس ۾ ڪنهن بيمار انسان تي ڪنهن دوا جا فائدا ڏيکارڻ گهڻو سولو ڪم آهي. پر معاشري ۾ جمهوريت جا شهر يا صوبائي خودمختياري ۽ عقيدن ۽ سوچن جي اندلٺ جي سونهن قبول ڪرڻ جي مثبت اثرن جي پروڙ ڪرڻ هڪ وڏيڪ ڏکيو ڪم آهي. سيل ۾ وائرس سبب ڪاري ڪامڻ لاءِ تيار ڪيل دوا سڄي دنيا جي مريضن لاءِ هڪ مجيل علاج ليکي تي وڃي پر معاشري ۾ رواداري پيدا ڪرڻ لاءِ مذهبن جي تقابلي اڀياس تي ٻڌل ڪنهن سادڙي ڪورس يا زندگي گهارڻ جي صفتن واري تعليم تي ڪنهن نصاب جي تياريءَ تي اهڙو ڏقير پيدا ٿي سگهي ٿو جهڙو ڪنهن ڪشف يا الهام تي ٿيندو آهي. ڪنهن انساني معاشري ۾ جيڪڏهن ماڻهن کي انهن غلطين ۽ نقصن جو سامهون هجي جنهن جي اُپٽار سندس نظريا نه ڪري سگهندا هجن ته هو ان جي بچاءُ ۾ مرڻ مارڻ لاءِ تيار تي ٿا پون.

هن سموري بحث جي پڄاڻيءَ تي ايترو چئي ٿا سگهون ته ڪجهه تبديليون ضرور آيون آهن. جمهوريت جي تازي پختگي ٻنهي ايوانن جي گڏيل اجلاس ۾ پروڙي سگهجي ٿي جنهن ۾ ڊرٽو برگيڊ جو مقابلو ڪرڻ ۽ يمن جي ڏقير ۾ پاڪستان کي اڻ ڌريو رکڻ جهڙا مظهر سامهون آيا. بهرحال، انهن پيشرفتن جي آڌار تي اِهو نتيجو نٿو ڪڍي سگهجي ته ماضيءَ جي سياسي نظرئي ۽ سياسي موقف ۾ ڪا تبديلي آئي آهي.

# ٽي ملڪ، ٽي سبق

پاڪستان ۾ نون ورهين واري آپيشاهاڻي دور کان پوءِ 2008 ۾ جمهوري حڪومت قائم ٿي ۽ 2013 ۾ اقتدار جي پر امن منتقلي ٿي پر اڃان تائين اقتدار ۾ فوجي مداخلت واري عنصر کي مڪمل طور تي نظر انداز نٿو ڪري سگهجي. جيڪڏهن گذريل هڪ سئو ورهين تي نظر ڊوڙائبي ته پتو لڳندو ته ڪٿي به جمهوريت هڪدم نازل نه ٿي آهي پر ڏهاڪن تي پکڙيل لاڳيتو جدوجهد کان پوءِ ئي حاصل ٿي سگهي آهي. هن مضمون ۾ پاڪستان، بنگلاديش، برما ۽ ٿائيليند جي سياسي حالتن تي بحث ڪيو ويو آهي ته انهن جي سماجي ارتقا ۾ ڪهڙيون ڳالهيون هڪجهڙيون آهن ۽ پاڪستانيءَ طور اسين ڪانئن ڇاتا پرائي سگهون.

## سويلين ۽ فوجي ڪشمڪش

بنگلاديش، برما ۽ ٿائيليند ٽئي ملڪ گذريل ڪيترن ئي ڏهاڪن کان لاڳيتو سويلين ۽ فوجي ڪشمڪش جو شڪار رهيا آهن. انهيءَ ڇڪتاڻ ۾ ڪڏهن ته انتهائي شدت پڻ ايندي رهي آهي، مثال جي طور تي 1988 ۾ برما ۽ 1990 ۾ بنگلاديش ۾ فوجي حاڪمن خلاف عوامي جدوجهد يا ٿائيليند ۾ لاڳيتو فوجي بغاوتون. پوءِ هڪ پُر تشدد دور کان پوءِ ڪجهه عرصي لاءِ انهن ملڪن ۾ ڪنهن حد تائين پُر سڪون دور پڻ

آيو، پر جتي ايئن لڳو تہ هاڻ فوج سياست ۾ مداخلت کان پرهيز ڪري چڪي آهي، اُتي اوچتو ئي اوچتو جمهوري قوتن کي ڌچڪو لڳندو رهيو آهي ۽ لڳو ٿي تہ جمهوريت لاءِ ٿيندڙ ڪوششون ناڪاميءَ جو شڪار ٿي رهيون آهن ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر فوجي مداخلت ۽ بالادستيءَ لاءِ راهہ هموار ڪئي پئي وڃي ۽ ان عمل ۾ فوج سڌو سنئون مداخلت ڪندي ٿي نظر اچي.

پاڪستان کان ڌار ٿيڻ کانپوءِ بنگلاديش جي سياسي ۽ فوجي اڳواڻن مان اُميد هئي تہ هو اُتي پائيدار جمهوريت جا بنياد رکڻ ۾ سوڀارا ٿيندا پر ايئن نہ ٿيو. مجيب الرحمان چوندن ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ کان پوءِ بنگلاديش کي هڪ سيڪولر آئين ڏنو جيڪو پنهنجي ليکي هڪ وڏي ڪاميابي هو پر ان کان سگهوئي پوءِ هُن اهڙيون وڏيون غلطيون ڪيون جيڪي پٺي بہ نہ ڪيون هيون. پٺي بہ پاڪستان کي يڪرائپ وارو آئين ڏيڻ کان پوءِ پنهنجي اقتدار کي سگهارو بنائڻ لاءِ آئين جون پچڪڙيون شروع ڪيون ۽ بيوقوفيءَ تي ٻڌل ترميمون ڪرڻ لڳو. ساڳي ريت مجيب الرحمان بہ هڪبئي پويان آئيني ترميمون ڪرايون جن تازي چاول بنگلاديش ۾ جمهوريت جون پاڙون وڌڻ ويجهڻ نہ ڏنيون، مثال جي طور تي آئين ۾ چوٿين ترميم وسيلي جون 1975 ۾ بنگلاديش ۾ هڪ پارٽي سرشتو لاڳو ڪيو ويو جڏهن تہ باقي سمورين پارٽين تي پابندي مڙهي وئي. مجيب نئين پارٽيءَ جو نالو BAKSAL (بنگلاديش ڪرشڪ سرامڪ عوامي ليگ) رکيو ۽ پاڻ ان جو سربراهہ بڻجي ويو. انهيءَ آئيني ترميم تحت سمورين ٻين پارٽين ۽ اڳواڻن لاءِ لازمي بڻيو تہ هو حڪمران پارٽيءَ ۾ شامل ٿين ڇاڪاڻ جو سيپٽمبر 1975 کان پوءِ حڪمران پارٽيءَ کان سواءِ ڪنهن ٻئي پارٽيءَ کي ڪم ڪرڻ جي قانوني اجازت نہ هئي. مجيب الرحمان پنهنجي انهيءَ آپيشاهاڻي ترميم کي ٻئي انقلاب جو نالو ڏنو ۽ سوويت پولٽ بيورو جي طرز تي هڪ پندرهن ڄڻن واري مرڪزي ڪميٽي جوڙيائين، جنهن ۾ سائس کان سواءِ سيد نذرالاسلام، منصور علي، عبدالحسنات، محمد قمر الزمان، عبدالمالڪ ۽ پروفيسر يوسف علي وغيره شامل هئا. ان سان

ڳڙوڳڙ ڇپڻ سرڪاري اخبارن کان سواءِ باقي ٻين سمورين اخبارن ۽ رسالن کي پابندي پڻ مڙهي وئي. انهيءَ موقعي تي عوام ۾ بيچيني ڏسندي بنگلاديش جي فوج کي مداخلت جو موقعو مليو ۽ 15 آگسٽ 1975 تي هڪ فوجي بغاوت ذريعي شيخ مجيب الرحمان ۽ سندس گهر ڀاتين کي قتل ڪيو ويو. سندس ڌيءَ حسينا واجد پرڏيهه ۾ هئڻ سبب ئي جيئري بچي سگهي. فوج مجيب جي نائب صدر خوندڪر مشتاق کي ملڪ جو صدر بڻايو پر نومبر 1975 ۾ وڌيڪ ٻه فوجي بغاوتون ٿيون، جن جي نتيجي ۾ خوندڪر مشتاق کي استعيفا ڏيڻي پئي ۽ جسٽس ابو صائم کي صدر بڻايو ويو. ضياءُ الرحمان صدر بڻجڻ کان پوءِ پنهنجي بنگلاديش نيشنلسٽ پارٽي قائم ڪئي پر چار سال اقتدار ۾ رهڻ کان پوءِ فوج جي ئي ڪجهه عنصرن 1981 ۾ ضياءُ الرحمان کي قتل ڪري ڇڏيو. ڪجهه عرصو افراتفري رهڻ کان پوءِ ليفٽيننٽ جنرل حسن محمد ارشاد مارچ 1981 ۾ اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ ڊسمبر 1990 تائين اقتدار ۾ رهيو، جيستائين لڳ ڀڳ سموريون پارٽيون سندس خلاف روڊ رستن تي نه نڪري آيون. 1991 وارين پارلياماني چونڊن ۾ جنرل ضياءُ الرحمان جي بيوهه خالدا ضياءَ جي بنگلاديش نيشنلسٽ پارٽيءَ ڪاميابي ماڻي ۽ هوءَ بنگلاديش جي تاريخ جي پهرين عورت وزير اعظم بڻجي وئي. 1996 وارين چونڊن ۾ شمع مجيب الرحمان جي ڌيءَ حسينا واجد سوڀاري ٿي وزير اعظم بڻجي پر هوءَ 2001 وارين چونڊن ۾ خالدا ضياءَ کان هارائجي وئي. 2006 ۾ رٿيل چونڊن جو حسينا واجد بائيڪاٽ ڪيو، جنهن تي فوج مداخلت ڪري ٻن سالن لاءِ هڪ نگران حڪومت قائم ڪئي جنهن ڊسمبر 2008 ۾ چونڊون ڪرايون جن ۾ حسينا واجد ٻه ڀاڱي ٽي اڪثريت حاصل ڪئي. جنوري 2014 وارين چونڊن جو خالدا ضياءَ بائيڪاٽ ڪيو ۽ هاڻ صورتحال اِها آهي جو حسينا واجد ٽيون ڀيرو وزير اعظم بڻجي چڪي آهي جڏهن ته عالمي طور تي انهن چونڊن کي تسليم نه ڀيو ڪيو وڃي ۽ اِهو هُل ڀيو هلي ته متان فوج هڪ ڀيرو ٻيهر مداخلت جو وجهه نه تاڙي.

ساڳي ريت برما به 1948 ۾ آزادي حاصل ڪرڻ کان پوءِ هيل تائين جمهوريت سگهاري نه ڪري سگهيو آهي، بلڪه اِهو چوڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو ته بنگلاديش ۽ ٿائيلينڊ جي پيٽ ۾ هتي فوج جي بالادستي انتهائي گهڻي آهي ڇاڪاڻ جو هتي هڪ پيرو به عام چونڊون آزاداڻي ۽ منصفاڻي طور نه ٿيون آهن ۽ فوج ئي هر ڀيري چونڊن ۾ ڪامياب ٿيندي رهي آهي. آزادي کان پوءِ اونو برما جو پهريون صدر بڻيو ۽ 1952، 1956 ۽ 1960 ۾ گهڻ پارٽي چونڊون پڻ ٿيون. 1962 ۾ جنرل نيون اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ اهڙي ريت فوج سنڌ سنئون اقتدار تي قابض ٿي وئي. هتي هڪ پارٽي سرشتو لاڳو ڪيو ويو. 1970 کان 1975 دوران فوج خلاف مظاهرا ٿيا پر فوج اِهي چيڀاٽي ڇڏيا. سول ۽ فوجي ڪشمڪش ۾ فوج خلاف سڀ کان وڏا عوامي مظاهرا 1988 ۾ ٿيا، جن جي نتيجي ۾ جنرل سامانگ اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ برما جو نالو بدلائي ميانمار رکيائين. هُن مئي 1990 ۾ آزاداڻيون چونڊون ته ڪرايون پر انهن ۾ آنگ سانگ سوچيءَ جي نيشنل ليگ فار ڊيموڪريسيءَ جي لڳ ڀڳ اسي سيڪڙو سيٽون کٽڻ تي فوج چونڊن جا نتيجا قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ اقتدار تي پنهنجو قبضو برقرار رکيو. آگسٽ 2007 ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر فوج خلاف عوامي مظاهرا ٿيا جن کي فوج معمول جيان چيڀاٽي ڇڏيو.

2008 ۾ فوج هڪ آئيني ريفرنڊم ڪرايو ته جيئن "باضابطا" جمهوريت آڻي سگهجي. ان قسم جي "باضابطا" جمهوريت آڻڻ جون ڪوششون پاڪستان ۾ جنرل ايوب خان کان وٺي جنرل پرويز مشرف تائين بنگلاديش ۾ جنرل ضياءُ الرحمان ڪانوني، جنرل حسين محمد ارشاد تائين ڪندا رهيا آهن. ميانمار ۾ نئين آئين هيٺ 2010 ۾ عام چونڊون ڪرايون ويون جن کي مجموعي طور تي فراڊ ئي ليکيو ويو ڇاڪاڻ جو انهن ۾ فوج جي ڇپر ڇانو واري پارٽي يونين ساليڊرٽيءَ اسي سيڪڙو سيٽون کٽڻ جي دعويٰ ڪئي پر هڪ چڱي ڳالهه اِها ٿي جو مارچ 2011 ۾ فوجي جنرلن جي سڌي سنئين حڪومت قائم ڪئي وئي جنهن ۾ ظاهري طور تي ڪجهه شهري آزاديون ڏنيون ويون.

ميانمار ۾ 2010 وارين چونڊن جي نتيجي ۾ اقتدار ۾ ايندڙ حڪومت جا ڪجهه سڌارا اهڙا آهن جيڪي ملڪ کي جمهوريت جي ڏگ تي ۽ گاڏڙ معيشيت ڏانهن وٺي وڃي رهيا آهن. عوامي اڳواڻ آنگ سانگ سوچيءَ کي آزاد ڪيو ويو آهي ۽ انساني حقن جو قومي ڪميشن جوڙيو ويو آهي جنهن لڳ ڀڳ ٻه سئو سياسي قيدين کي عام معافي ڏني آهي. نئون پورهيت قانونن تحت مزدور يونينيون قائم ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي آهي ۽ اخباري سينسرشپ ۾ پڻ رعايت ڪئي وئي آهي.

ميانمار ۾ انهن مثبت تبديلين جو هڪ نتيجو اِهو نڪتو جو عالمي سطح تي انهيءَ عمل کي پذيرائي ملي. 2011 ۾ امريڪي پرڏيهي وزير هيلري ڪلنٽن برما جو دورو ڪيو ۽ آسيان ٻه 2014 ۾ ميانمار کي تنظيم جي سربراهي سونپڻ جي منظوري ڏني. گذريل اڌ صديءَ دوران ڪنهن امريڪي پرڏيهي وزير جو اِهو پهريون دورو هو جنهن اوباما جي دوري جي راهه هموار ڪئي. 2012 جي ننڍين چونڊن ۾ آنگ سانگ سوچيءَ جي پارٽيءَ کي حصو وٺڻ جي اجازت ڏني وئي جنهن ۾ ان 45 مان 43 سيٽون حاصل ڪيون انهن چونڊن ۾ پهريون ڀيرو عالمي مبصرن کي پڻ ميانمار اچڻ جي اجازت ڏني وئي. نومبر 2012 ۾ امريڪي صدر بارڪ اوباما پڻ ميانمار جو دورو ڪيو ۽ برمي صدر ٿين سين سان ملاقات ڪئي ۽ رنگون يونيورسٽيءَ ۾ تقرير پڻ ڪيائين. مئي 2013 ۾ برمي صدر امريڪا جو جوابي دورو ڪيو ۽ ڪيترن ئي گڏيل ٺاهن تي صحيحون ڪيائين.

هاڻ صورتحال اِها آهي ته ميانمار جي سڀ کان وڌيڪ مقبول اڳواڻ آنگ سانگ سوچي مخالف ڌر جي سڀ کان وڏي پارٽي نيشنل ليگ فار ڊيموڪريسيءَ جي سربراهه آهي پر اِهو واضح ناهي ته ڪيس صدارتي چونڊن ۾ حصو وٺڻ جي اجازت هوندي يا نه ڇاڪاڻ جو ميانمار جو هاڻوڪو آئين ڪيس هڪ برطانوي شهريءَ جي زال هئڻ ڪري انهن چونڊن لاءِ نااهل ٺهرائي ٿو. هن وقت ميانمار ۾ ٿيندڙ سڌارن جو سڀ کان وڏو امتحان اِهو ئي آهي ته آئين ۾ ان ڏس ۾ تبديلي ڪئي ٿي وڃي يا نه. جهڙي ريت پاڪستان جي آئين ۾ اٺين ترميم ذريعي جنرل ضياءَ شق

58 (2) بي داخل ڪئي جيڪا گذريل ٽيهن سالن دوران هر هر جمهوريت جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻجندي رهي، ساڳي ريت ميانمار جي آئين ۾ شق 59 ايف پڻ هڪ وڏي رڪاوٽ آهي. فوجي حڪومت طرفان 2008 ۾ آئين ۾ اها شق داخل ڪرڻ جو مقصد نظر بند اڳواڻ آنگ سانگ سوچيءَ جي سياسي مقصدن ۾ رڪاوٽ وجهڻ هو. آئين جي انهيءَ شق موجب جيڪڏهن ڪنهن شهريءَ جي ڪنهن پرڏيهيءَ سان شادي ٿيل آهي يا ڪنهن جا ٻار پرڏيهي آهن ته اهڙو شهري ميانمار جي صدارت لاءِ نااهل هوندو. سوچيءَ جو مرحوم مڙس مائيڪل ايريس برطانوي عالم هو ۽ سندن ٻه ٻار برطانيا ۾ ئي ڄاوا ۽ برطانوي پاسپورٽ رکندڙ آهن.

سوچيءَ اپريل 2012 ۾ ٿيندڙ ننڍين چونڊن ۾ شاندار ڪاميابي ماڻي پارلياماني سيٽ کٽي ورتي ۽ سندس پارٽيءَ جا 43 ميمبر پڻ پارليامنٽ پهچي ويا. ايندڙ سال يعني 2015 ۾ عام چونڊون ٿيون ۽ سوچيءَ جي پارٽي وڏي اڪثريت سان انهن ۾ سوڀاري ٿي. جنهن کان پوءِ پارليامنٽ ميمبرن ڪي صدر جي چونڊ ڪرڻي هئي. جيڪڏهن اِها تڪراري آئيني شق رڪاوٽ نه بڻجي ته نوان چونڊيل ميمبر هڪدم سوچيءَ کي صدر طور چونڊي وٺندا. 2008 وارو فوجي آئين اقليتي نسلي گروهن جهڙوڪ ڪارن ۽ ڪاچن کي به ڪا سياسي رعايت نٿو ڏئي ۽ اِهي گروهه ڪيترن ئي ڏهاڪن کان فوجي حاڪمن جي ڏاڍاين خلاف مزاحمت ۾ رڌل آهن. ڪجهه عرصو اڳ تائين ايئن ٿي لڳو ته ڄڻ ميانمار جي حڪمران پارٽي USDP آئين ۾ گهربل تبديلي آڻيندي پر 109 پارلياماني ميمبرن تي ٻڌل ڪميٽيءَ مهينن تي پکڙيل ڳالهين ٻولهين کان پوءِ فيصلو ڪيو ته برمي عوام جي اڪثريت ڪنهن آئيني تبديليءَ جي گهرجائو ناهي. ڪميٽيءَ دعويٰ ڪئي ته ان کي ڪو اٺاويهه هزار عوامي خط مليا آهن ۽ اڪثر خطن ۾ آئيني تبديلين جي مخالفت ڪيل آهي. ان کان سواءِ فوج لاءِ مخصوص پنجويهه سيڪڙو سيٽون پڻ برقرار رکڻ جي منٿ ڪئي وئي آهي.

اِها دعويٰ پڻ ڪئي پئي وڃي ته آئيني تبديليءَ لاءِ رڳو پنج سؤ خط مليا آهن. انهن ڳالهين مان واضع ٿو ٿئي ته فوج ۽ ان جي ڇپر ڇانو

۾ حاڪم سولائي سان آنگ سانگ سوچيءَ کي اجان تائين صدر مجڻ لاءِ تيار ناهن ۽ ان لاءِ آئيني تبديلين جا پڻ مخالف آهن. مٿان وري صدر ٿان سين پڻ چيو آهي ته ڪنهن به اهڙي تبديليءَ کان پاسو ڪرڻ گهرجي جيڪا هاڻوڪن سمورن سڌارن تي پاڻي ڦيري ڇڏي يا عوام کي ٻيهر سياسي آزادين کان محروم ڪري وجهي. هاڻوڪي اسيمبليءَ ۾ اسي سيڪڙو ڪاڌ وڌيڪ سيٽون فوج ۽ حڪمران پارٽي وٽ آهن ۽ ڪنهن به آئيني تبديليءَ لاءِ پنجهتر سيڪڙو ميمبرن جو سهمت هئڻ ضروري آهي. هاڻ ڏسڻو اِهو پوندو ته ڇا ايندڙ عام چونڊن کان پوءِ سوچيءَ جي پارٽي ايتريون سيٽون حاصل ڪري سگهندي جو گهربل آئيني ترميم ڪري آنگ سانگ سوچيءَ کي صدر بڻائي.

هاڻ ٿورڙي ڳالهه ٿائيلينڊ جي ٿي وڃي، جيڪو 1932 کان هيل تائين ڪُل 17 آئين، 18 فوجي بغاوتون ۽ 27 وزير اعظم ڀوڳي چڪو آهي. جيتوڻيڪ 1932 ۾ آپيشاهاڻي بادشاهت جو اثر رسوخ ختم ڪري ٿائيلينڊ ۾ فوجي ۽ سول آفيسرن جي هڪ گروپ آئيني حڪومت قائم ڪري ورتي هئي، تنهن وقت ملڪ جو نالو سيام هو. 1939 ۾ سيام کي ٿائيلينڊ نالو ڏنو ويو. ٻين مهاڀاري لڙائي دوران هتي عملي طور تي جاپاني قبضو رهيو پر لڙائيءَ کان پوءِ ٿائيلينڊ ان خطي ۾ امريڪي اتحاديءَ طور سامهون آيو، جتي هڪ ٻئي پويان فوجي بغاوتون ٿينديون رهيون. 1932 کان هيل تائين ٿائيلينڊ ۾ فوجي ۽ سويلين حڪومتون اينديون وينديون رهيون آهن پر سمورين حڪومتن موروثي بادشاهت جي آئيني حيثيت برقرار پئي رکي آهي. ان دوران پاڪستان وانگر ٿائيلينڊ پڻ امريڪا جو ان خطي ۾ هڪ انتهائي ويجهو پيچي رهيو ۽ 1965 کان 1971 تائين ويٽنام واري لڙائيءَ ۾ امريڪا جو ساٿ ڏيندو رهيو ۽ 1964 کان 1972 تائين لائوس ۾ پڻ امريڪا جي پٺڀرائي ڪندو رهيو. 1973 کان پوءِ فقط ٽي سال سويلين حڪومت رهي پر 1976 ۾ هڪ رتو ڇاڻ ڀري انقلاب ملڪ تي ٻيهر فوجي حڪومت مڙهي ڇڏي.

1980 واري ڏهاڪي ۾ گهڻي ڀاڱي پريم ٽنسولا ننڊا جي حڪومت رهي جيڪو هڪ فوجي حاڪم هو جيڪو 1978 کان 1981

تائين ڪمانڊر انچيف رهيو ۽ 1980 کان 1988 تائين ٿائيلينڊ جو وزير اعظم. جنرل پريم چونڊون نہ ڪرايون پر هڪ ٻيو اڳوٽو جنرل چونڊجي 1994 تائين وزير اعظم رهيو. 1991 واري فوجي انقلاب کان پوءِ فوج ڊگهي عرصي تائين سڌو سنئون حڪومت نہ ڪري سگهي ۽ مئي 1992 واري آئين ۾ ڪنهن فوجيءَ جي وزير اعظم بڻجڻ تي پابندي مڙهي وئي. سيپٽمبر 1992 وارين چونڊن ۾ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جو چوآن ليڪ پائي ڪٽي اقتدار ۾ آيو ۽ 1995 تائين حڪومت ۾ رهيو. پوءِ عدم استحڪام جي هڪ دور کان پوءِ آخرڪار ٿاڪسن شنا واترا چونڊون کٽي وزير اعظم بڻيو پر ڪيس بہ 2006 ۾ فوجي بغاوت ذريعي هٽايو ويو ۽ 1997 وارو آئين منسوخ ڪري اسيمبلي ٽوڙي وئي. فوج 2007 ۾ چونڊون ڪرايون جن ۾ ٻيهر ٿاڪسن شنا واترا جو هڪ وفادار سندر اويج اڪثريت حاصل ڪري وزير اعظم بڻجي ويو. 2006 واري فوجي بغاوت کان پوءِ ٿائيلينڊ ٻن واضع سياسي ڌرين ۾ ورهايل آهي. هڪ اڳوٽي وزير اعظم ٿاڪسن شنا واترا جو حمائتي گروپ آهي جيڪو سرخ پوش سڏجي ٿو جڏهن تہ ٻيو ٿاڪسن جو مخالف گروپ آهي جيڪو هيڊو پوش آهي، جنهن جي اڪثريت بادشاهہ ۽ فوج جي حمايتين تي ٻڌل آهي. ٿاڪسن گروپ بادشاهہ ۽ فوج جا اختيار گهٽائڻ ٿو چاهي. 2007 ۾ جڏهن ٿاڪسن جا حمايتي ٻيهر اقتدار ۾ آيا تہ فوج جي چرچ تي هڪ ڀيرو ٻيهر ڏڦير شروع ٿيا، ڪورٽون جيئن تہ فوج جون حمايتي هيون تنهنڪري ٿاڪسن جي حمايتي وزير اعظم کي 2008 ۾ هڪ ڪيس ذريعي برطرف ڪيو ويو. ان کان پوءِ ٿيندڙ چونڊن ۾ ٿاڪسن جي ڀيڻ ينگ لڪ شناواترا چونڊجي وزيراعظم بڻجي وئي. ڪيس بہ هيڊا پوش ڌر، فوج ۽ بادشاهہ جي حمايتين پنهنجي مدت پوري ڪرڻ نہ ڏني ۽ ٻيهر احتجاج شروع ٿي ويو. نتيجي طور هڪ ڀيرو ٻيهر چونڊون ڪرائڻ جو اعلان ڪيو ويو ۽ ٻين فيبروري 2014 تي ٿيل چونڊن معاملن کي اجائين وڌيڪ ڳنڀير بڻائي ڇڏيو. حڪومتي ۽ مخالف ڌر وارين ٻنهي پارٽين چونڊن ۾ سوڀارو ٿيڻ جي دعويٰ ڪئي. حزب اقتدار ڦيوٿائي پارٽيءَ، جنهن چونڊ عمل روڪڻ جون ڪوششون ناڪام بڻايون هيون، وڌ کان

وڌ اِها دعويٰ ڪري سگهي ته لڳ ڀڳ نوي سيڪڙو پولنگ اسٽيشنون
ڪليل هيون ۽ لڳ ڀڳ پنجاهه سيڪڙو ماڻهن ووٽ وڌا پر احتجاج
ڪندڙن ۾ مخالف ڌر جي سڀ کان وڏي پارٽي ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ
ايترين جاين تي چونڊ عمل کي ناڪام بڻايو جو آئيني طور تي ڪا
حڪومت نه جُڙي سگهي ۽ هاڻ ان ڳالهه جو امڪان آهي ته ڪورٽن
ذريعي انهن چونڊن کي رد ڪرايو وڃي ۽ ايستائين جو ڦيوتائي پارٽيءَ
کي ئي ختم ڪيو وڃي. وزير اعظم ينگ لڪ سناواترا جا مخالف ڪيس
استعيفا ڏيڻ تي مجبور ڪندا رهيا. چونڊن کان پوءِ احتجاج ڪندڙن جو
ورتاءُ لڳ ڀڳ بنگلاديش ۾ ٿيندڙ چونڊن کان پوءِ مخالف ڌر جي خالد
ضياءَ ۽ سندس حمايتين جهڙو ئي هو يعني ٻئي چونڊن کي ناڪام سڏي
رهيا هئا ۽ هاڻ ٻنهي ملڪن جي مخالف ڌر جي گهر هئي ته وزير اعظم
استعيفا ڏئي ڇاڪاڻ جو چونڊ عمل منصفاڻو نه هو پر بنگلاديش وانگر
ٿائيلينڊ ۾ به ايئن ٿو لڳي ته مخالف ڌر لاءِ پنهنجو احتجاج ڊگهي
عرصي تائين جاري رکڻ ممڪن نه هوندو. ٻنهي ملڪن ۾ احتجاجي
تحريڪون مهينن تائين هلن ٿيون ۽ ٻنهي ملڪن ۾ عورت وزير اعظمن
خلاف شديد نوعيت جا الزام ڌريا ٿا وڃن پر هاڻ ٻنهي ملڪن ۾ ماڻهو
انتهائي بددليءَ سان انهن احتجاجن ۾ حصو ٿا وٺن يا ان لاءِ مجبور ڪيا
ٿا وڃن. ٻئي وزير اعظم يعني حسينا واجد ۽ شناواترا انهيءَ موقف تي
قائم آهن ته جتي چونڊون نه ٿي سگهيون آهن اُتي ننڍيون چونڊون
ڪرائي سگهجن ٿيون.

ٿائيلينڊ جو اڳوڻو وزير اعظم ٿاڪسن شناواترا 2001 کان 2006
تائين وزير اعظم جي عهدي تي رهيو. ڪيس فوجي بغاوت ذريعي
برطرف ڪيو ويو، جنهن کان پوءِ هو پاڻ مرادي ڏيهه نيڪاليءَ واري
زندگي گهاري رهيو آهي ته جيئن پنهنجو پاڻ کي بدعنوانيءَ جي الزامن
تحت سزا کان بچائي سگهي. ٿائيلينڊ جي مخالف ڌر، جنهن جو تعلق
ملڪ جي ڏاکڻين علائقن سان آهي ۽ جيڪا وچولي طبقي جي نسبتاً
وڌيڪ پڙهيل ڳڙهيل آباديءَ تي ٻڌل آهي، ٿاڪسن شناواترا کي ٿائي
سياست ۾ موجود سمورين خرابين جو ڪارڻ ٺي ليکي. بنگلاديش ۾

تائيلينڊ ۾ به ملٽري حڪومتن جي مخالف ڌر چونڊ عمل ۾ رخنو وجهي پنهنجي ساک کي هاڃو رسايو آهي ۽ ماڻهن کي پر امن طريقي سان ووٽ ڏيڻ کان روڪيو آهي. انهيءَ مقصد لاءِ لاڳيتو پر تشدد مظاهرا ڪيا ويا، جن ۾ درجنن جي ڳاڻيٽي ۾ ماڻهو اجل جو شڪار بڻيا ۽ زخمي ٿيا پر ٻنهي ملڪن ۾ اقتداري ڌر جا مسئلا به ڪي گهٽ ناهن. نين حڪومتن کي سگهارو ڪرڻ ۽ عالمي سطح تي انهن کي قبول جوڳو بنائڻ ۾ وقت لڳي سگهي ٿو. ٻنهي ملڪن ۾ فوج جيڪا هر هر اڳرائي ڪندي پئي آئي هئي سا هاڻ سڌي سنئين مداخلت کان پاسو ڪري رهي آهي، بهرحال فوج جا بااثر حصا پڙدي پويان پنهنجون حرڪتون جاري رکن ٿا ۽ سياستدانن کي بدعنوان طور چٽڻ ۾ جنبيل ٿا رهن.

## ٽي سبق

انهن ٽن ملڪن جي مٿاڇري جائزي مان به گهٽ ۾ گهٽ ٽي اهم سبق پرائي سگهجن ٿا. سڀ کان پهريون ته شايد اِهو آهي ته جمهوريت هڪ ڏکيو ٽڪائينڊڙ عمل آهي. جمهوريت جي گاڏي هر هر پٽڙيءَ تان لهي سگهي ٿي پر نراس ٿيڻ جي ڪا ضرورت ناهي ۽ ان کي ٻيهر پٽڙيءَ تي چاڙهڻ جي ڪوشش جاري رکڻ گهرجي. ٻيو سبق اِهو آهي ته فوج ڪنهن به ريت سولائي سان جمهوريت کي وڌڻ ويجهڻ نه ڏيندي ۽ هر حال ۾ ڪوشش ڪندي رهندي ته ان جي اثر رسوخ ۾ اضافو ٿئي ۽ سويلين جمهوري حڪومتون پنهنجون پاڙون پختيون نه ڪن جڏهن ته ٽيون سبق اِهو آهي ته سياسي قوتن کي جتي به جيترو به موقعو ملي، پنهنجا حق حاصل ڪرڻ گهرجن شايد اِهو ئي شاهراهه جمهوريت تي ڪاميابيءَ جو صحيح ڏڳ آهي.

# اسان جي وفاق لاءِ سبق

اڄ جيڪڏهن هندستان ۾ جمهوريت جيئري جاڳندي ۽ سگهاري ڏيندي نظر ٿي اچي ته ان جو سبب اُهي سيڪولر اصول آهن جن جي آڌار تي ان ملڪ جي بانين پنهنجو آئين جوڙيو هو. انهن ۾ ڊاڪٽر امبيڊڪر (1891 کان 1956) جو نالو سر فهرست آهي، جيڪو پيار وچان بابا امبيڊڪر جي نالي سان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. انهيءَ سيڪولر آئين جي ڪري هندستان ڪيترن ئي امتحانن ۽ گهوٽالن مان سرخرو ٿي پار نڪتو آهي. سيڪولر آئين کان سواءِ هڪ ٻيو عنصر جنهن ان ملڪ جي ايڪتا ۾ پاڻ ملهايو آهي سو آهي اتان جي حڪمرانن طرفان عوامي خواهشن جي احترام ۾ نين انتظامي ايڪائين قائم ڪرڻ کي ممڪن بنائڻ. 2014 ۾ هندستان ڏکڻ هندستان جي رياست آنڌراپرديش جو ورهاڱو ڪري تلنگانا جي نئين رياست قائم ڪئي جنهن لاءِ اُتان جا رهواسي پورين پنجاهه سالن کان پتوڙي رهيا هئا.

انهيءَ سوال تي بحث ممڪن آهي ته هندستان ۽ پاڪستان ٻئي غربت، بيروزگاري ۽ تعليم جي اٿهوند جهڙا اهم مسئلا حل ڪرڻ ۾ ناڪام رهيا آهن. پر اِها حقيقت مڃڻ کانسواءِ ڪو ٻيو چارو ناهي ته هندستان بطور ملڪ جي پاڪستان کان گهڻو بهتر ڪارڪردگيءَ جو مظاهرو ڪيو آهي.

## وفاق جي ڪاميابي ڪهڙي ريت ممڪن آهي؟

ڪنهن به وفاق جي ڪاميابيءَ جو دارومدار انهيءَ ڳالهه تي هوندو آهي ته وڏين رياستن يا صوبن مان ننڍيون انتظامي اڪائيون ڪيتري سولائي سان جوڙي سگهجن ٿيون ۽ پنهنجي اختيارن جي استعمال ۾ انهن کي ڪيتري خود مختياري حاصل هوندي. عام طور تي وفاقي جمهوريتون ٻن ايوانن واري پارليامينٽ تي ٻڌل هونديون آهن.

هندستان ۾ مٿين ايوان کي راڄيه سڀا سڏجي ٿو، جنهن جون سيٽون هر رياست يا يونين جي آباديءَ جي تناسب موجب آهن. اِهو ئي سبب آهي جو جتي پاڪستان جي مٿين ايوانن يعني سينيٽ ۾ هر صوبي جي هڪ جيتري نمائندگي آهي اُتي هندستان جي راڄيه سڀا ۾ اتر پرديش ۽ مهاراشٽرا جون ترتيبوار 31 ۽ 19 سيٽون آهن جڏهن ته نون رياستن جي هڪ هڪ سيٽ آهي، انهن ۾ ارونا چل پرديش، گوا، منيپور ۽ ميگهالي جون رياستون شامل آهن.

آزاديءَ کان اڳ برطانوي هندستان ۾ گهٽي ڀاڱي ٻن قسمن جا انتظامي علائقا هوندا هئا، جن ۾ برطانوي هندستان جا صوبا ۽ نوابن، مهاراجائن جون رياستون شامل هيون. نوابي رياستن تي نوابن ۽ راجائن جي شاهي گهراڻن جو راڄ هو پر لڳ ڀڳ سمورن صوبن ۾ ڪنهن نه ڪنهن شڪل جا قانون سازادارا ضرور موجود هئا، جيڪي ويهين صديءَ جي شروعات ۾ سڌارن ذريعي متعارف ڪرايا ويا هئا جڏهن ته ننڍين صوبن جو انتظام چيف ڪمشنرن جي هٿ ۾ هو. 1930 واري ڏهاڪي ۾ جيڪي آئيني سڌارا متعارف ڪرايا ويا تن ۾ حڪمرانيءَ جي وفاقي اصولن کي گهٽي حد تائين مڃيو ويو هو.

آزاديءَ مهل سڄي هندستان ۾ پنج سؤ نوابي رياستون هيون. انهن کي اِهو حق ڏنو ويو ته اُهي پنهنجي لاءِ هندستان ۽ پاڪستان مان ڪنهن هڪ جي چونڊ ڪن. انهن مان گهٽي ڀاڱي رياستن جاگرافيائي حقيقتن کي آڏو رکندي پاڪستان يا هندستان مان ڪنهن هڪ ملڪ جي

چونڊ ڪئي. پوئتان ۾ حيدرآباد دکن آزاد رياست هئڻ جو اعلان ڪيو پر حيدرآباد دکن هندستاني فوج جي سٽ سهي نہ سگهيو. 1948 ۾ ان تي قبضو ڪري ان کي هندستان ۾ شامل ڪيو ويو.

گهڻي ڀاڱي آزاد نوابي رياستون 1947 کان 1950 واري عرصي دوران هندستان جو حصو بڻجي ويون. انهن مان ڪن کي اڳيئي موجود رياستن ۾ ضم ڪيو ويو جڏهن تہ ڪجهہ ٻين کي نين رياستن جو درجو ڏنو ويو، مثال جي طور تي راجپوتانا، هماچل پرديش، مڌيا پرديش ۽ ونڌيا پرديش جي رياستن کي ڪيترن ئي نوابي رياستن سان ڳنڍي قائم ڪيو ويو جڏهن تہ ميسور، حيدرآباد، ڀوپال ۽ بلاسپور کي نون نالن سان منظم ڪيو ويو.

## هندستان جو آئين

26 جنوري 1950 تي لاڳو ٿيندڙ هندستاني آئين ۾ هندستان کي هڪ ريپبلڪ ليکڻ جو اعلان ڪيو ويو جيڪا رياستن جي يونين هئي. انهيءَ آئين ۾ ٽن قسمن جي وفاقي اڪائين کي تسليم ڪيو ويو هو. پهرين اڪائي برطانوي هندستان ۾ موجود صوبن جي جهڳٽي تي ٻڌل هئي جن ۾ اڳيئي چونڊيل اسيمبليون موجود هيون. انهيءَ جهڳٽي ۾ نَوَ صوبا يعني آسام، بهار، مڌيا پرديش (اڳوڻو سينٽرل پراونس ۽ برار)، مدراس، اڙيسا (جنهن جو نالو 2011 ۾ تبديل ڪري اوڊيشا رکيو ويو)، پنجاب (اڳوڻو نالو اوڀر پنجاب) ۽ اولهہ بنگال شامل هئا.

هندستان ۾ 1950 واري آئين تحت ائن نوابي رياستن جو هڪ وڌيڪ جهڳٽو پڻ شامل هو جن تي هڪ راج پرامک ذريعي راڄ ٿي ڪيو ويو، جنهن کي هندستان جو صدر مقرر ڪندو هو جيڪو عام طور تي ڪنهن رياست ۽ چونڊيل اسيمبليءَ جو حاڪم هوندو هو. ان نوعيت جي رياستن ۾ حيدرآباد دکن، جمون ۽ ڪشمير، مڌيا ڀارت، ميسور، پٽيالا ۽ اوڀر پنجاب اسٽيٽ يونين (PEPSU)، راجستان، سائو راشٽر ۽ ٽراونڪورڪوچين شامل هيون. ٽين جهڳٽي ۾ اهڙا صوبا شامل ڪيا ويا

جن جو انتظام چيف ڪمشنرن کي هلائڻو هو. ڪجهه ننڍين نوابي رياستن لاءِ هندستاني صدر طرفان چيف ڪمشنر مقرر ڪيا ويندا هئا. انهن ۾ اجمير، ڀوپال، بلاسپور، ڪورگ، دهلي، هماچل پرديش، ڪڇ، منيپور، ترپورا ۽ ونڌيا پرديش جون رياستون شامل هيون. ان کان سواءِ هڪ ٻئي درجي بندي ۾ انڊا مان ۽ نڪوبار ٻيٽن کي شامل ڪيو ويو.

ٻوليءَ جي بنياد تي انتظامي اڪائين جي قائم ڪرڻ واري گهر برطانوي راڄ دوران پڻ ڪئي ويندي هئي. اڙيسا پهريون صوبو هو جيڪو 1936 ۾ ٻوليءَ جي بنياد تي قائم ڪيو ويو. اڙيسا کي ڌار صوبو بنائڻ واري تحريڪ بنيادي طور تي 1895 ۾ شروع ٿي هئي جنهن جي اڳتي هلي قيادت مڌو سودن ڪئي جنهن اڙيسا کي بهار کان ڌار ڪرائڻ ۾ ڪاميابي ماڻي.

## فضل علي ڪميشن

آزاديءَ کان پوءِ جڏهن پاڪستان ۾ اولهه پاڪستان جي صوبن کي ون يونٽ ۾ ضم ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي وئي ته اُن وقت هندستان جي وزير اعظم جواهر لعل نهرو (1889 کان 1964) رياستن جي نئين سر جوڙجڪ لاءِ 1954 ۾ رينارڊ چيف جسٽس فضل علي (1886 کان 1959) جي سربراهيءَ ۾ هڪ ڪميشن جوڙيو. اِهو ڪميشن فضل علي ڪميشن طور ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. انهيءَ ڪميشن جي ٻين ميمبرن ۾ هر هديانات (1887 کان 1961) پڻ شامل هو جيڪو اڳتي هلي هندستان جو گهرو معاملن وارو وزير بڻيو. فضل علي ڪميشن هندستاني رياستن جي نئين سر جوڙجڪ بابت 30 سيپٽمبر 1955 تي پنهنجي سفارشن واري رپورٽ پيش ڪئي. انهيءَ رپورٽ جي پيش ٿيڻ کان اڳ مدراس جي تيلگو ڳالهائيندڙ آباديءَ هڪ ڌار رياست لاءِ جدوجهد ڪئي هئي جنهن ۾ کين ڪاميابي حاصل ٿي هئي ۽ 1953 ۾ مدراس جو ورهاڱو ڪري آنڌرا رياست قائم ڪئي وئي هئي. 1950 کان 1956 تائين ٻين رياستن جي حدن ۾ پڻ معمولي تبديليون ڪيون ويون هيون. مثال جي

طور تي بلاسپور جي ننڍڙي رياست کي هماچل پرديش ۾ ضم ڪيو ويو هو جڏهن ته ماضيءَ ۾ فرانس جي والار هيٺ علائقي چندرانگر کي 1955 ۾ اولهه بنگال جو حصو بڻايو ويو.

لڳ ڀڳ اِهو ئي وقت هو جڏهن نومبر 1954 ۾ پاڪستان حڪومت سرڪاري طور تي اعلان ڪيو ته اولهه پاڪستان جا صوبا ختم ڪري ون يونٽ قائم ڪيو پيو وڃي جنهن جي راڄڌاني لاهور هوندي ان جي ابتڙ هندستان آگسٽ 1956 ۾ "رياستن جي نئين سر جوڙجڪ" وارو ايڪٽ منظور ڪيو ۽ ستين آئيني ترميم ذريعي صوبن جي اڳوڻي درجي بنديءَ ۾ ورهاست ختم ڪري ڇڏي. پهرين ۽ ٻين جهڳٽي ۾ ايندڙ صوبن کي رياست (State) جي حيثيت ڏني وئي جڏهن ته باقي اڪائين کي Union Territories سڏيندي انهن کي مرڪزي حڪومت جي ماتحت ڪيو ويو. بهار جا ڪجهه حصا اولهه بنگال کي ڏنا ويا. ان ريت نومبر 1956 ۾ آندل انتظامي تبديليون ڪجهه هن ريت هيون:

آنڌرا کي حيدرآباد جي تيلگو ڳالهائيندڙ علائقن سان جوڙيو ويو ۽ ان ريت نئين وجود ۾ ايندڙ رياست کي آنڌرا پرديش جو نالو ڏنو ويو. آسام ۾ ڪابه تبديلي نه ڪئي وئي. بهار جا ڪجهه علائقا اولهه بنگال ۾ شامل ٿيا. بمبئي کي سوراشٽرا ۽ ڪڇ جا ڪجهه علائقا ڏنا ويا. مڌيا پرديش جي ناگپور ڊويزن جا مراٺي ڳالهائيندڙ ضلعا بمبئي ۾ شامل ڪيا ويا. ساڳي ريت مراٺ وڙا جي مراٺي ڳالهائيندڙن جو علائقو حيدرآباد دڪن مان ڪڍي بمبئي ۾ ضم ڪيو ويو. بمبئي جا انتهائي ڏاکڻيان ضلعا ميسور ۾ شامل ڪيا ويا.

1960 ۾ بمبئي کي مهاراشٽرا ۽ گجرات ۾ ورهايو ويو. ٽراونڪور، ڪوچن ۽ مدراس جي مالابار ضلعي کي ختم ڪري ڪيرالا بڻايو ويو. ٽراونڪور جي ڏاکڻيئي حصي يعني ڪنيا ڪماريءَ کي مدراس جو حصو بڻايو ويو (1965 ۾ مدراس جو نالو بدلائي تامل ناڊو رکيو ويو). ونڌيا پرديش ۽ ڀوپال رياست کي هڪٻئي ۾ ضم ڪري مڌيا پرديش بڻايو ويو. ميسور کي ڪوچ جا ڪنڙا ڳالهائيندڙ علائقا ڏنا ويا (1973 ۾ ميسور جو نالو تبديل ڪري ڪرناٽڪ رکيو ويو). پٽيالا ۽ اوڀر

پنجاب اسٽيٽس يونين پنجاب جو حصو بڻيا جڏهن ته اجمير ۽ مڌيا ڀارت جا ڪجھ حصا راجستان ۾ شامل ڪيا ويا.

هندستان جي آئين موجب نيون رياستون قائم ڪرڻ هندستاني پارليامينٽ جو استحقاق آهي، جيڪا ڪابه رياست يا ان جو ڪو حصو واپس وٺي سگهي ٿي ۽ ٻين رياستن جي علائقن کي پاڻ ۾ ضم ڪري هڪ نئين رياست پڻ جوڙي سگهي ٿي. انهيءَ اختيار تحت 1963 ۾ ناگالينڊ جي رياست قائم ڪئي وئي ۽ 1966 ۾ پنجاب جي هندي ۽ هرياڻوي ڳالهائيندڙ ڏاکڻين علائقن کي گڏائي هرياڻا رياست قائم ڪئي وئي. 2000 ۾ وڌيڪ ٽي رياستون يعني ڇتيس ڳڙهه، جهار کنڊ ۽ اترانچل (جنهن جو نالو 2007 ۾ اترا کنڊ طور تبديل ڪيو ويو) ٺاهيون ويون.

## تلنگانا تحريڪ

هاڻ ڪجھ ذڪر تلنگانا جي نالي سان قائم ٿيل نئين رياست جو به ڪرڻ گهرجي. هت اِها ڳالھ ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته اِها نئين رياست ٻوليوار بنيادن تي قائم نه ڪئي وئي آهي. آندراپرديش ۽ تلنگانا ٻنهيءَ ۾ هڪڙي ئي ٻولي يعني تيلگو ڳالهائي ٿي وڃي. آزاديءَ مهل تيلگو ڳالهائيندڙ مدراس جي اترين علائقن ۽ حيدرآباد رياست جي اترين علائقن ۾ رهندڙ هئا. تنلگانا ڪرشنا ۽ گوداوروي دريائن جي وچ واري علائقي ۾ آهي. مدراس جي تيلگو ڳالهائيندڙ علائقن جي هڪ اهم اڳواڻ رامولا مدراس کان تيلگو علائقن کي ڌار ڪرائڻ واري تحريڪ شروع ڪئي. ڊسمبر 1952 ۾ ٻن مهينن واري بک هڙتال جي نتيجي ۾ هو گذاري ويو ته هندستاني وزير اعظم جواهر لعل نهرو مدراس جي تيلگو ڳالهائيندڙن لاءِ آندرا جي نالي سان هڪ نئين رياست جوڙڻ جو اعلان ڪيو.

هيءُ اهو پيشمنظر آهي جنهن سبب 1953 ۾ آندرا رياست وجود ۾ آئي جنهن ۾ حيدرآباد جو تيلگو ڳالهائيندڙ علائقو تلنگانا شامل نه هو. تلنگانا ۾ 1946 کان 1951 تائين ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا هڪ

تحريڪ هلائي جيڪا حيدرآباد جي نظام جي راڄ هيٺ نلگوندا ضلعي
کان شروع ٿي وارنگل ۽ بيدر جي ضلعن تائين پکڙجي وئي. شروعات
۾ اِها تحريڪ مقامي زميندارن خلاف هئي ۽ پارٽي ڪارڪنن هارين
جي سرواڻي ڪندي سوين ڳوٺن کي زرعي اشرافياجي پنجوڙ کان آجو
ڪرايو. هندستاني فلم ڊائريڪٽر شيام بينگل جنهن جو پنهنجو تعلق پڻ
تلنگانا سان هو، پنهنجي هڪ شاهڪار فلم نشانت (1975) ۾ انهيءَ
تحريڪ جي شاندار عڪاسي ڪئي آهي. انهيءَ فلم ۾ نصير الدين شاهه
۽ شبانا اعظميٰ مرڪزي ڪردار ادا ڪيا. انهيءَ تحريڪ دوران هندستان
حيدرآباد تي قبضو ڪري نظام کي اقتدار تان بيدخل ڪري ڇڏيو. 1951
کان پوءِ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا پنهنجي پاليسيءَ ۾ تبديلي آڻيندي
پرتشدد انقلاب بدران جمهوري واٽ جي چونڊ ڪئي.

1953 ۾ فضل علي ڪميشن مدراس ۽ حيدرآباد جي تيلگو
ڳالهائيندڙ علائقن کي پاڻ ۾ ضم ڪري وشال آندرا رياست قائم ڪرڻ
جي سفارش ڪئي. تلنگانا وارن انهيءَ رٿ جي ڪڏهن به پٺڀرائي نه
ڪئي ڇاڪاڻ جو آندرا جا تيلگو علائقا وڏيڪ اُسريل هئا جيڪو برطانيا
جو ئي ڪارنامو هو ڇاڪاڻ جو مدراس سڌو سنئون برطانوي ڪنٽرول
هيٺ هو ۽ اُتي وڏي پئماني تي تعليمي ادارا، اُسريل بينڪاري، صنعت،
واپار ۽ بندرگاهه موجود هئا جن کان تلنگانا محروم هو. تلنگانا کي
حِيدرآباد ۾ نظام جي حڪمرانيءَ دوران تمام گهڻو نقصان سهڻو پيو هو
۽ مقامي زميندارن جي ڏاڍ ڏمر سبب تعليم ۽ ترقيءَ جي حوالي سان
اُتان جي صورتحال انتهائي ابتر هئي.

هندستان طرفان 1952 ۾ حيدرآباد ۾ پهريون جمهوري چونڊون
ڪرايو ويون جن جي نتيجي ۾ راما ڪرشنن اُتان جو پهريون وڏو وزير
چونڊيو ويو. ڪيس ان ڳالهه جو مڪمل احساس هو ته تلنگانا وارا وشال
آندرا ۾ شامل ٿيڻ لاءِ تيار نه هئا پر ڪيس انڊين نيشنل ڪانگريس جي
دٻاءَ هيٺ آڻ ميٽي پئي ۽ تلنگانا ۽ آندرا کي هڪ رياست ۾ ضم ڪرڻ
تي راضپو ڏيکاريائين.

1955 ۾ آنڌرا جي رياستي اسيمبليءَ تلنگانا وارن جي حقن لاءِ هڪ قانون منظور ڪري ڪين خاطري ڪرائي ته سرڪاري نوڪرين ۾ پرتين، تعليمي ادارن ۾ داخلائن ۽ ترقياتي رٿائن ۾ شموليت جي ڏس ۾ ساڻن خاص ورتاءُ ڪيو ويندو. 1956 ۾ آنڌرا ۽ تلنگانا کي آنڌرا پرديش نالي رياست قائم ڪرڻ لاءِ ضم ڪيو ويو. اِهو قدم ڪٿنندي فضل علي ڪميشن جي سفارشن کي نظر انداز ڪيو ويو جن موجب ان قسم جي انضمام لاءِ تلنگانا اسيمبليءَ کان ٻه ڀاڱي ٽي ووٽن جي اڪثريت واري منظوري حاصل ڪرڻ ضروري هئي. آنڌرا پرديش جي چاليهه سيڪڙو آبادي تلنگانا تي ٻڌل هئي ۽ اِهي علائقا حيدرآباد شهر سبب رياست جو پنجهتر سيڪڙو محصول ڏئي رهيا هئا پر سرڪاري نوڪرين ۾ ان جي نمائندگي فقط ويهه سيڪڙو هئي جڏهن ته ٻين ڪيترن ئي ئي سرڪاري ادارن ۾ تلنگانا جي نمائندگي ان کان به گهٽ هئي.

گذريل پنجاهه سالن دوران انهن ٻنهي ۾ عليحدگيءَ واري تحريڪ ڏينهون ڏينهن زور ٺيندي وئي. رڳو 2010 کان 2012 جي اطلاعن موجب ٽي سئو کن نوجوانن آپگهات ڪيو جڏهن ته لکين ماڻهن مظاهرا ڪيا. آنڌرا پرديش جي تيرهن پوئتي پيل ضلعن مان نو تلنگانا جا هئا جڏهن ته ان ۾ پنجيتاليهه سيڪڙو ڀيلا هئا. ڪانگريس جولاءِ 2013 ۾ مرڪزي حڪومت کي درخواست ڪئي ته تلنگانا کي هندستان جي 29هين رياست بڻايو وڃي. آڪٽوبر ۾ ڪابينا انهيءَ تجويز جي پٺڀرائي ڪئي ۽ ڊسمبر ۾ بل منظور ڪيو ويو. آخرڪار هندستان جي ٻنهي ايوانن آنڌرا پرديش جي ٽيهن مان ڏهن صلعن کي ڌار ڪري تلنگانا رياست قائم ڪرڻ جي منظوري ڏني. تلنگانا جي آبادي لڳ ڀڳ ٽي ڪروڙ پنجاهه لک آهي.

## پاڪستان لاءِ سبق

هيءُ مختصر جائزو اسان کي انهيءَ نتيجي تي پهچڻ ۾ مدد ٿو ڪري ته هندستان ۽ پاڪستان جا مسئلا هڪجهڙا ٿي سگهن ٿا پر گهٽ ۾ گهٽ وفاقي جمهوري سطح تي، عوامي گهر جي موٽ ۾ نيون

انتظامي اڪائيون قائم ڪرڻ تي راضپو ڏيکارڻ جي ڏس ۾ هندستان پنهنجي سلامتيءَ کي يقيني بڻائي چڪو آهي. نالن ۾ تبديليءَ جو معاملو هجي، رياستي حدن ۾ ڦير گهير جي ڳُهر هجي يا نين انتظامي اڪائين جي جوڙجڪ، وفاقي حڪومت کي همدرديءَ ڀري سوچ وارو انداز اختيار ڪرڻ گهرجي.

ورهاڱي مهل لڳ ڀڳ هڪ درجن صوبن کان اڄ 29 رياستن تائين هندستان پنهنجي ملڪ جي اندروني سرحدن ۾ ورهاڱي پويان ورهاڱو ڪري چڪو آهي. ۽ اِهو ئي هڪ سبب آهي جو پاڪستان جي ڀيٽ ۾ هندستان ۾ تمام گهٽ عدم استحڪام نظر نٿو اچي. "قومي مفاد" جي هٺرادو نگرانن جي ڪنهن مداخلت کان سواءِ باقاعدي صاف ۽ شفاف چونڊون، ڪنهن لاهه چاڙهي کان سواءِ قومي بقا جو پهريون شرط آهن.

پاڪستان لاءِ هڪ ٻيو اهم سبق اِهو آهي ته وفاقي حڪومت ۽ فوجي اسٽيبلشمينٽ کي ماضيءَ جي باقيات مان جند ڇڏرائڻ گهرجي. وفاقي اڪائين جي فيصلي طور ارڙهين ترميم کي قبول ڪن ۽ جيڪڏهن عوامي ڳُهر هجي ته نون صوبن جي جوڙجڪ ڏانهن وڪ کڻن. پاڪستان جيڪڏهن وفاق طور پنهنجي بقا چاهي ٿو ته هندستان جي فضل علي ڪميشن جي طرز تي نئين سر جوڙجڪ بابت ڪميشن جوڙڻ ان لاءِ وقت جي ضرورت آهي.

# فرقيواريت ۽ نصاب

گذريل ستن ڏهاڪن دوران، پاڪستان ۾ تعليم جو رخ ڏاڪي ٻہ ڏاڪي ذهنن ڪي فطري آزاد خيالي، ذميوار ۽ سيڪولر شهري بنائڻ جي ڪوشش ڪان هٽائڻ وارو هلندو پيو اچي. قومي يا مذهبي يا اجائين اهو چئجي تہ فرقيوارائي لحاظ ڪان رڳو پنهنجو پاڻ کي ئي درست رستي جو پانديئڙو ثابت ڪرڻ واري بينائي تي زور ڪجهہ گهٽو ئي رهيو آهي. روبوٽ جهڙا اهڙا پيشيور فرد پيدا ڪرڻ جو لاڙو آهي جيڪي بزنس ائڊمنسٽريشن، ڪمپيوٽر ۽ انفارميشن ٽيڪنالاجي، انجنيئرنگ، قانون يا طب پڙهن تہ سهي پر معاشري ۾ مثبت ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ عقليت پسندي ۽ سماجي گهرجن ڪي سمجهڻ واري صلاحيت ڪان قطعي طور تي محروم هجن.

نتيجو اِهو نڪتو آهي جو هر سال اسان جا لکين شاگرد تعليمي ادارن مان فارغ ٿي پنهنجي ذهنن ۾ هن دنيا جي عارضي ۽ بي ثبات هئڻ ۽ پنهنجي آخرت بهتر بنائڻ جي شديد خواهش سان ملڪ جي افرادي قوت ۾ شامل ٿا ٿين.

نوجوان نسل کي فرقيواريت ۽ انتها پسند مذهبي جنون جي باهہ ڪان محفوظ رکڻ واسطي نصاب جي نئين سر جوڙجڪ ضروري آهي. سماجيات جا ڪجهہ ڪورس يا موضوع هر شعبي ۾ مهارت حاصل ڪندڙ شاگردن لاءِ لازمي هئڻ گهرجن جيڪي ڪين ٻين مذهبن ۽ فرقن جي عقيدن ۽ رسمن ڪان متعارف ڪرائين. اسان جي شاگردن کي اِهو سکڻ جي ضرورت آهي تہ مذهبن جي منظم صورت ۾ ڪجهہ اهڙيون

خصوصيتون هجن ٿيون. جيڪي لڳ ڀڳ سمورن مذهبن ۽ فرقن ۾ هڪجهڙيون لڀن ٿيون. جيڪڏهن اسين پنهنجي ڏاهپ جي اوزارن ۽ تجزياتي طريقن تي ڄميل ڌوڙ اُڏاري ڇڏيون ته اسان کي مذهبن جي طريقيڪارن ۽ وهنوارن جي فهم پري ڏاهپ حاصل ٿي ويندي.

اسان جي معاشري ۾ وڌندڙ اسهپ کي آڏو رکجي ته في الحال اهو ڪنهن سودائيءَ جو سپنو ٿي لڳندو پر مذهبي تنگ نظريءَ جي نتيجي ۾ جيئن پوءِ تيئن وڌندڙ ظلم ۽ ڏاڍائي روڪڻ لاءِ ڪٿان ته شروعات ڪرڻي پوندي. نصاب کي نه رڳو سائنسي مشاهدن واري مقصديت سان تحقيق تي آڌاريل هئڻ گهرجي پر ان کي معاشري جي جوڙجڪ ڪندڙ عنصرن جهڙوڪ مذهبن ۽ فرقن تي دسترس لاءِ به هڪجهڙو تحقيقي انداز اختيار ڪرڻ گهرجي.

عملي ۽ طبعي سائنسي علمن وانگر مقداري تحقيق تي وڌيڪ ڌيان ڏريو ٿو وڃي. نصاب ۾ خاص طور تي اعليٰ تعليم ۾ انگن اکرن تي ان حد تائين غير معمولي زور ڏنو ٿو وڃي جو سماجي خصوصيتن جي ماهيتي فهم لاءِ ورلي ئي جاءِ ٿي بچي.

هت تحقيق مان مطلب اِهو ناهي ته ڪو سمورن شاگردن کي سروي ۽ راءِ شماري تي لڳايو وڃي پر چوڻ جو مقصد اِهو آهي ته نوجوان ذهنن ۾ تحقيق جا ڪجهه بنيادي عنصر ڇٽيا وڃن. انهن مان سڀ کان پهريون ۽ اهم ترين لامحدود علم جي طلب جو انتهائي تجسس هئڻ آهي. هن وقت، علم جي گهٽ ۾ گهٽ ڄاڻ جو بنياد طبعي سائنسن تي رکيل آهي، جڏهن ته پاڪستان ۾ سماجي علمن واري تعليم جي حالت ڏسجي ته هت معاملو ان جي بلڪل ابتڙ آهي. متن ۾ جيڪي ڪجهه ڄاڻايو ويو آهي، گهٽ ۾ گهٽ ان کي ئي علم سمجهي حاصل ۽ قبوليو ٿو وڃي، يا وري ان متن جي هر پيري نئين تشريح ٿي ڪئي وڃي.

ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته متن تي سوال اُٿارڻ جي صلاحيت پيدا ڪئي وڃي، پوءِ ڀل انهيءَ متن جو ذريعو ڪجهه به هجي.

اسانجي رياست طرفان قومي، مذهبي ۽ خاص طور تي جنرل ضياءَ جي دور کان فرقيوارائي يڪ رنگي مڙهڻ جي ڪوشش اسان جي نوجوان

نسل کي ٻين جي عقيدن جي وهنوارن ۽ قومي سڌن جو کليءَ دل سان مشاهدو ڪرڻ جي موقعن کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. تنوع ۽ رنگارنگيءَ کي هميشه ماڻهن کي مشاهدي ۽ موقعن کان مالا مال ٿو ڪري، مثال جي طور تي ٻين مذهبن جي تهوارن ۾ شريڪ ٿيڻ سان ٻين جي ثقافت ۾ موجود انساني خوبيون سڌو سنئون پروڙڻ جو موقعو ٿو ملي. گهڻ رخي ثقافتي ۽ مذهبي ادراڪ جي اڻهوند اسانجي نوجوان نسل کي ٻين ماڻهن جي زندگي گهارڻ جي انداز جي تاريخي پسمنظر جو تجزيو ڪرڻ لائق ئي نه ڇڏيو آهي.

مثال جي طور تي معاشري جي هر فرد کي ان ڳالهه جو پتو هئڻ گهرجي ته مذهب ۽ فرقا ڪهڙي ريت ٺا قائم ٿين.

اِهو صحيح آهي ته شاگردن کي هر مذهب ۽ فرقي جي سمورن پاسن جو اڀياس ڪرڻ جي ضرورت ناهي پر ڪين گهٽ ۾ گهٽ ايترو ته پتو هئڻ گهرجي ته فرد عبادت جي حالت ۾ يا پختي يقين واري حالت ڪانسواءِ ڪيئن ٺا عمل ڪن. هڪ ٻيو نڪتو جيڪو نصاب ۾ شامل ڪرڻ جي ضرورت آهي سو خاص طور تي عوامي سطح تي مذهب جو تبديل ٿيندڙ ڪردار آهي. اسانجي نوجوان نسل کي پتو هئڻ گهرجي ته مذهب ۽ فرقا سياسي طور تي ڪهڙو رويو اختيار ڪن ٺا ۽ اُهي معاشي پاسن جا ذميوار هجن ٺا ۽ ڪهڙي ريت سڌ سماءُ جا ذريعا مذهب ۽ فرقي جهڙي نجي شيءِ کي عوامي ملڪيت ۾ ڪٺي آيا آهن.

اسانکي نصاب ۽ تعليم ذريعي عالمي مذهبي سطح تي ڪثرت واري نظرئي کي همٿائڻ ۽ مذهبي ۽ فرقيوارائي ٽڪراءُ جا امڪان محدود ڪرڻ جي ضرورت آهي. مذهبي عقيدت جي نوعيت ان قسم جي هوندي آهي جو اِها سوچ ويچار جي بنيادي صلاحيتن تي اثرانداز ٿيندي آهي. جينوٽيڪ نسلي تعصب، جنس جي بنياد تي برتريءَ وارو احساس ۽ صنفي مت ڀيد به اهڙائي اثر مرتب ڪن ٺا پر مذهبي ۽ فرقيوارانا پاسا ٻين سڀاڻپن جي ڀيٽ ۾ بدترين ٿين ٺا.

سڌ سماءُ، جديد ثقافت خاص طور تي پاڪستان ۽ ٻين مسلمان اڪثريتي ملڪن ۾ هڪ جداگاڻي شڪل اختيار ڪري ورتي آهي جيڪا

پنهنجي سر جديد جي مخالفت آهي. سڌ سماءُ ۽ سوشل ميڊيا مذهبي عملن کي دلچسپيءَ جي بنيادي موضوعن طور پيش ڪري رهيا آهن ۽ مذهبيت ۽ فرقيواريت تي ورلي ئي ڪنهن بحث يا سماجي تحقيق جو اهتمام ڪن ٿا.

اولهه وارن معاشرن ۾ نصاب جي تبديليءَ تي نظر ڊوڙائڻ مان پتو لڳندو ته تاريخي طور تي مذهب جو اڀياس سماجيات جو موضوع رهيو آهي. نصاب جوڙيندڙن انساني معاشري ۾ مذهب جي ڪردار ۽ عمل تي تفصيل سان لکيو آهي. اڄ اڪثر مسلمان ملڪن ۾ تعليمي ماهرن کي شروعاتي ڪلاسن کان وٺي اعليٰ تعليم تائين، شاگردن جي مدد ڪرڻ ۾ هڪ اهم ذميواري نڀائڻي پوندي آهي جنهن ڪري مذهبي موضوعن ۽ اثر رسوخ ۾ اضافي جو سبب واضع ٿو ٿئي. اڄوڪا شاگرد سگهوئي سڌ سماءُ جي ذريعن ۾ ڪم ڪندا، سياست ۾ حصو وٺندا، ٽڪراءَ ۾ ذر ٻڌبا ۽ نجي معاملن کي ڪائناتي سچائي طور واضع ڪرڻ ۾ رڌل هوندا.

اسانجو اڄوڪو نوجوان نسل ئي سڀاڻي جو عوام آهي. هو حمل ڪيرائڻ يا بچائڻ لاءِ مندو اتڪائيندا، جنسيت ۽ صنفي لاڙن جهڙن موضوعن تي ڪو موقف اختيار ڪندا. سندن غير منطقي ورتاءُ سياءُ ۽ موقف اڳيئي هاجن جو سبب بڻجي رهيا آهن. سماجي پاسن کان متعارف ڪرائڻ جي نتيجي ۾ ڪين اِهو سمجهڻ ۾ مدد ملندي ته فرد لاءِ معاشري ۾ مذهب ڪهڙي ريت ڪم ٿا ڪن. يونيورسٽين ۾ سماجي علمن وارا شعبا ٿوري گهڻي تحقيق ڪرائين ته ٿا پر اِهو ورلي ئي ٿو ٿئي جو ان ۾ اهڙن موضوعن جي ڪا گنجائش نڪري جيڪي تڪرار جو سبب بڻجن. غير تڪراري موضوعن جهڙوڪ تماڪ ڇڪڻ ۽ نشو واپرائڻ جي ئي اڪثر چونڊ ٿي ڪئي وڃي.

ڪنهن مستحڪم معاشري ۾ نصاب کي اعتبار جوڳو ۽ اعتماد جوڳي راهه ڏيکاريندڙ هئڻ گهرجي. ان کي اهڙي پليٽ فارم طور ڪم ڪرڻ گهرجي جيڪو شاگردن کي دنيا جهان جي مذهبن جي سماجي اڀياس ذريعي ٿيندڙ دريافتن ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ تائين رسائي مهيا

ڪري. جيئن ته تعليم وارو شعبو صوبن حوالي ٿي ويو آهي. ان ڪري هاڻ اِها صوبائي حڪومتن جي ذميواري ٿي بڻجي ٿي ته عوام جو پئسو ڪنهن مخصوص عقيدي، جماعت، مذهب يا فرقي جي تبليغ تي خرچ نه ٿئي.

ٻين ملڪن ان قسم جي معاملن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪهڙا جتن ڪيا، بابت وڌيڪ ڄاڻ جي طلب رکندڙ امريڪا جي هڪ ڪورٽ ڪيس بابت ضرور پڙهن جيڪو آن لائين Education of Board, McCollum 203US333 تي موجود آهي.

ڪورٽ فيصلو ڏنو ته مذهبي مبلغن کي اسڪولي وقت دوران ڪلاس روم تائين رسائي ڏيڻ مشنرين ۽ فرقيوار گروهن کي حڪومتي سهڪار فراهم جوڳو آهي جيڪا آئين جي ڀڃڪڙي آهي. ڪورٽ جو چوڻ هو ته اسڪولي زمين تي اسڪولي وقت دوران، مذهبي تعليم جي اجازت ڏيڻ ”شاگردن کي مذهبي تعليم لاءِ رياست جي لازمي سرڪاري اسڪولن جي مشينري استعمال ڪرڻ ۽ مذهب جي غير آئيني طريقي سان ترويج ڪرڻ“ آهي.

پاڪستان ۾ ڪجھ ماڻهن کي اِهو عمل وقت کان اڳ محسوس ٿيندو پر اسان کي دير سوير ڀرين وڪ ته کڻڻي ئي پوندي.

# تعليم ۽ مذهب

معاشرو ٻڌتر جو شڪار آهي نہ رڳو پاڪستاني معاشرو پر لڳ ڀڳ سمورا معاشرا ۽ اِها ڪا نئين ڳالھ ناهي. انهيءَ ٻڌتر جي اُپٽار لاءِ فلسفي، مذهب ۽ سائنس ۾ حقيقتن ۽ سچائيءَ جي ڳولا ۾ ماڻهن ۽ قومن جي سرواڻي ڪئي آهي. ڪجھ اپٽارون ڏور رس ثابت ٿيون تہ ڪجھ وري اجائين وڏيڪ دولاب پريون. ٻڌتر ۽ هوراڪورا گڏوگڏ هلن ٿيون. نوجوان نسل فطري طور تي وڏيڪ ٻڌتر جو شڪار ۽ تحقيق جي لوڙ رکندڙ ٿيندو آهي. وهي چڙهيل ڪنهن حد تائين پنهنجي هورا ڪورا ٻاڻي مونجهارن سميت رهڻ سگهي وڃندا آهن. نوجوان نسل اڪثر اهڙا سوال اٿاريندو آهي جن جا جواب سولا نہ هوندا آهن.

چا ارتقا جو نظريو درست آهي؟ چا مقدس صحيفن جي پيروي ڪرڻ گهرجي؟ دنيا هڪ هفتي اندر ٺهي هئي يا اِهو اربين سالن جو عمل آهي؟ چا آيتون ياد ڪرڻ گهرجن؟ يا اِهي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي؟ چا تعليم غير مشروط آهي يا مشروط؟ چا ڪو ابدي سچ موجود آهي؟ يا سڀڪجھ فقط عارضي آهي؟

ان قسم جا سوال غير معمولي ناهن تہ پوءِ چا ڪجي؟ خاموش رهجي يا اُها ورندي ڏجي جيڪا هاڻوڪن ويچارن جي پٺڀرائي ڪري پنهنجي ۽ اوسي پاسي وارن ماڻهن جو سوڻهون ٻڌڻ جو بهترين طريقو قبول عام سان ايياس ڪرڻ آهي. پر ڪنهن کي پڙهجي؟ قدرت الله شهاب کي يا ممتاز مفتيءَ کي؟ نسيم حجازيءَ کي يا بانو قدسيا کي؟ يا انهن؟ سوچ جي پين ليکڪن کي؟

جيتوڻيڪ اِهي ليڪڪ هڪ خاص سوچ جي لاڙي جي بهترين خدمت ڪري سگهن ٿا پر سوچ ويچار ڪي ريج ڏيڻ لاءِ وڏيڪ اونهي ۽ تنقيدي اپياس جي ضرورت هجي ٿي. مذهب پنهنجي سر ذاتي چونڊ جو معاملو آهي ۽ هر ڪنهن کي پنهنجي ويساهه موجب انتي عمل ڪرڻ جو حق حاصل هئڻ گهرجي.

بنيادي طور تي معاشري ۾ فساد پکيڙڻ جو سبب مذهب نه پر مذهبي جنون ۽ فرقي پرستيءَ ۾ واڌ آهي. جيڪڏهن نوجوان نسل ٻڌتر جو شڪار آهي ته اُها جادو ڪان وني ميڊوسا تائين هر قسم جي هوائي توائي ڳالهين تي ايمان آڻي سگهي ٿو. تعليمي سرشتي ۾ رڳو ڪنهن مخصوص عقيدي جي تعليم اهڙا فرد پيدا ڪري سگهي ٿي جيڪي رڳو پنهنجو پاڻ کي صحيح ليکين. انهيءَ مسئلي کي منهن ڏيڻ جو سڀ کان بهترين طريقو مذهب جو وڌ کان وڌ سماجي اپياس ڪرڻ آهي.

The Mentor Philosophers سلسلي جي ٽن مختصر جلدن کان شروعات ڪري سگهجي ٿي جيڪي سترهين، ارڙهين ۽ اوڻهويهين صديءَ جي ناميارن فلسفين جي بنيادي لکڻين تي ٻڌل آهن. ”ڏاهپ جو دور“ ۾ بيڪن، پاسڪل، هوبزا گليليئو، ڊيڪارٽ، اسپينوزا ۽ ليبنز جي بنيادي لکڻين کي سهيڙيو ويو آهي. ”روشن خياليءَ جو دور“ ۾ لوڪ، والٽيئر، هوم، ريڊ، ڪونڊيلاڪ، هامان ۽ ٻين جون چونڊ لکڻيون ويهين صديءَ جي عظيم عالم آئزيا برلن جي پيش لفظ ۽ حاشين سان پيش ڪيون ويون آهن. ”نظرئي جو دور“ ۾ ڪانٽ، نتشي، شوپنهار، ڪومٽي، مل، اسپنرسر، مارڪس، ميڪ، ڪرڪ گارڊ ۽ هيگل جا تصور بيان ڪيا ويا آهن.

جيڪڏهن اوهان جو ڦهلوريندڙ ذهن اڃان ڪجهه وڌيڪ جو طلبگار آهي ته درخائم ۽ ويبر ذريعي ڳالهه کي اڳتي وڌائي سگهو ٿا ٿي سگهي ٿو ته هو درست جواب نه ڏئي سگهن پر گهٽ ۾ گهٽ منطقي انداز ۾ سوچڻ تي همٿائيندا ضرور. ايمائل درخائم موجب مذهب معاشري جي هڪ لازمي سگهه آهي ڇاڪاڻ جو اُن وٽ تمام گهڻن عقيدن کي هڪ شڪل ڏيڻ جي سگهه آهي. درخائم جي خيال ۾ مذهب،

مذهبي ناتن ۽ اجتماعي شعور جي احساس کي وڌائڻ ويجهائڻ ذريعي سماجي سرشتي ۾ هم آهنگي پيدا ڪري سگهي ٿو. هڪ حوالي سان، جديد سماجياتي تعليم جي شروعات درخائم جي 1897 واري ڪتاب آپگهات جو اڀياس ۾ مذهب بابت اڀياس کان ٿي جنهن ۾ هُن پروٽسٽنٽ ۽ ڪيٿولڪ فرقن ۾ آپگهات جي مختلف شرح کي ڦلهوريو.

درخائم جو 1921 وارو ڪتاب ”مذهبي جيوت جون بنيادي شڪليون“ سندس انهيءَ تحقيق تي ٻڌل آهي جيڪا هُن مذهبن جو اڀياس ڪندي ڪئي آهي. مذهب جي شروعاتي شڪل هئڻ سبب ٽوٽم ازم يا آڳاٽي آسٽريليا جي آڳاٽي ڪٽنبي سرشتي جو اڀياس سندس بنيادي دلچسپي آهي.

ميڪس ويبر مذهب کي ان جي ٻين سماجي ادارن کي مدد پهچائيندڙ طور تي ڏسي. ويبر موجب مذهبي عقيدن جو سرشتو هڪ اهڙو سماجي ڍانچو تي فراهم ڪري جيڪو ٻين سماجي ادارن جي واڌ ويجهه ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿو بڻجي. ويبر سڄي دنيا جي مذهبن خاص طور تي لکين پيروڪار رکندڙ عالمي مذهبن جو وڏي پئماني تي اڀياس شروع ڪيو. قديم يهوديت، عيسائين، هندومت، ٻڌمت ۽ تائو مت ۾ سندس خاص دلچسپي هئي. پنهنجي ڪتاب ”سرمائيداري ۽ پروٽسٽنٽ اخلاقيات جو تحرڪ“ (1914) ۾ هُن اولهه جي سوچ ۽ ثقافت تي عيسائيت جي اثرن جو مشاهدو ڪيو آهي. ويبر جو بنيادي مقصد سماجي تبديليءَ تي مذهب جي اثرن کي ڦلهورڻ هو.

ويبر اوڀر جي مذهبن کي سرمائيدارانه نظام جي رڪاوٽ طور ڏٺو هن سوچيو ته اعليٰ روحانيت حاصل ڪرڻ جو ذهني دٻاءُ هندن کي دنياوي محنت ۽ مشقت کان بچائي پئسا ڏوڪڙ جوڙڻ ۽ ڪمائڻ کان روڪي ٿو. ويبر جي خيالن سان اختلاف ڪري سگهجي ٿو پر هو گهٽ ۾ گهٽ مذهب جي دائري ۾ وڏيڪ تحقيق جي سفر تي روانگيءَ جي شروعات ضرور ٿو آڇي. ساڳي ريت ڪارل مارڪس اسان کي جبر ۽ تڪرارن جي درجي بنديءَ کي مذهب جو هٿيار ڄاڻائي هڪ نئون نقطي نظر فراهم ڪيو آهي. مارڪس تاريخ، معشيت ۽ فلسفي ۾ وڌيڪ

دلچسپي ٿو رکي ان ڪري هُن درخائم ۽ ويبر وانگر مذهب تي گهڻو ڌيان نہ ڏريو آهي.

پر انهن ٿنهي ليڪڪن مذهب بابت اسان جي ڄاڻ ۽ ادراڪ ۾ اضافو ضرور ڪيو آهي.

هڪ ٻيو اهم ڪتاب سرجيمس فريزر (1854 کان 1941) جو لکيل "سونهري شاخ، مذهب ۽ جادو جو هڪ اڀياس" سڀ کان پهرين مختصر شڪل ۾ 1922 ڌاري شايع ٿيو. جديد علم الانسان جي باني ۾ ڳاڻيٽو ٿيندڙ فريزر جو اِهو شاهڪار 1850 ۽ 1912 دوران ٻارهن جلدن ۾ شايع ٿيو. هو اِهو مفروضو ٿو پيش ڪري تہ انسانذات مذهبي عقيدن ذريعي جادو کان سائنسي سوچ ڏانهن سفر ڪيو آهي.

اڙدو ۾ ان ڪتاب جو ترجمو "شاخ زرين" جي سري سان سيد ذاڪر اعجاز ڪيو آهي جيڪو لاهور جي مجلس ترقيءِ ادب شايع ڪيو آهي.

ان کان پوءِ علامہ نياز فتحپوريءَ جي ڪتاب "من ويزدان" جا ٻئي جلد ۽ "نگار" رسالي جو "خدا نمبر" رڪيندس، جيڪي علامہ جي ايڊيٽرشپ ۾ شايع ٿيو. نياز فتحپوري خدا جي خيال تي بحث ٿو ڪري ۽ گڏوگڏ اِهو بہ تہ ان کهڙي ريت مختلف ملڪن ۽ ايراضين ۾ ارتقائي مرحلا طئي ڪيا. اِهي ٻئي مختلف پبلشرن ڪيترائي ڀيرا شايع ڪيا آهن ۽ اڄان تائين پاڪن لاءِ مذهب جي تصور جو بنيادي اڀياس ڪرڻ واسطي اهم آهن.

مختلف مذهبن جي تخليق واري تصور بابت هڪ ٻيو ڪتاب سيد سبط حسن جو "ماضي ڪي مزار" آهي هيءُ ڪتاب گذريل چاليهن سالن دوران سڀ کان وڌيڪ وڪرو ٿيندڙ ڪتابن مان هڪ آهي ۽ اِهو بہ ڪيترائي ڀيرا شايع ٿي چڪو آهي.

علي عباس جلالپوري پڻ تحقيق جي چاهيندڙ پاڪن لاءِ هڪ اهم نالو آهي. سندس لکڻيون، هڪ درجن کان وڌيڪ ڪتاب هر هر پڙهڻ لائق آهن جن ۾ هو اڙدو ۾ مذهب ۽ فلسفي جي شاندار اُپٽار ٿو ڪري.

رياضي دان دانشور برٽنڊرسل اڻ ڳڻيا ڪتاب ۽ مضمون لکيا آهن جن ۾ "اولهندي فلسفي جي تاريخ" پڻ شامل آهي. سندس ڪيترن

ئي ڪتابن جو پاڪستاني ڏاهي قاضي جاويد اڙدو ۾ ترجمو ڪيو آهي.
قاضي جاويد جون پنهنجون لکڻيون پڻ انهيءَ موضوع تي اهميت جوڳيون آهن.

اڙدو ۾ ٻيا ذڪر جوڳا ليکڪ اشفاق سليم مرزا، ابن حنيف ۽ ڊاڪٽر مبارڪ علي آهن. تاريخ کان وٺي فلسفي تائين انهن ليکڪن ماضيءَ کي حال سان ڳنڍڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي.

مرزا جا اڙدو ۽ انگريزيءَ ۾ لکيل جلد فلسفي جي موضوعن جو وڏي پئماني تي احاطو ڪن ٿا. ابن حنيف آڳاٽين ڪهاڻين تي وڏيڪ ڌيان ڌريو آهي جيڪي اسان کي ڏند ڪٿائن جي علم ۽ مذهب وچ ۾ ڳانڊاپو ڦلهورڻ تي هرڪائين ٿيون. ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو ڌيان اسان جي نصابي ڪتابن ۾ پڙهائي ويندڙ تاريخ کي وائکو ڪرڻ تي آهي. سندس سٺ کان وڌيڪ ڪتاب، جيڪي انگريزيءَ جي ڀيٽ ۾ اڙدو ۾ وڌيڪ آهن، پاڪستان جي تاريخ آڏو ڇميل ڪوهيڙو صاف ٿا ڪن.

گذريل ڪجھ سالن ۾ ڊاڪٽر رفعت اقبال جي ڪتاب "خرد افروزي اور روشن خيالي" پڙهندڙن کي شاندار مواد فراهم ڪيو آهي. مصطفيٰ ڪريم جي مضمونن جو ڳٽڪو "روشن خيالي کي فڪري اساس" پڻ ان ڏس ۾ ذڪر جوڳا ڪتاب آهي.

مسعود اشعر ۽ ڊاڪٽر پرويز هودڀائيءَ جي سرواڻيءَ ۾ مشعل فائونڊيشن هاڻوڪي ادب جي عقلي ۽ سائنسي سوچ کي اڳتي وڌائي رهي آهي. ڊاڪٽر پرويز هودڀائيءَ جو ڪتاب "مسلمان ۽ سائنس" اڙدو ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي جنهن ۾ امام غزالي ۽ ابن رشد جي سوچ وچ ۾ ڇڪتاڻ جي هڪ دلچسپ ڪيفيت بيان ڪيل آهي. مشعل فائونڊيشن اسٽيفن هاڪنگ، رچرڊ ڊاڪنز، آئزڪ آسموف، ڪارل سيگان ۽ ٻين سائنسدانن ۽ ليکڪن جا ترجما شايع ڪيا آهن. ناظر محمود اسٽيفن هاڪنگ جي ڪتاب "وقت جو سفر" جو اڙدو ترجمو ڪيو آهي جنهن جا ڪيترائي ايڊيشن شايع ٿي چڪا آهن. راشد رازي ۽ ياسر جواد پڻ اڙدو ۾ ڪيترائي ترجما ڪيا آهن

آخر ۾ پيھر انگريزيءَ ڏانھن تا موٽون. مشيل فوڪو (1926 کان 1984) جا فرانسيسيءَ کان انگريزيءَ ۾ ڪيل ترجما ڪنھن سوڪڙيءَ کان گھٽ ناھن. خاص طور تي ”مذھب ۽ ثقافت“ سندس اھڙن مضمونن جو ڳٽڪو آھي جيڪو جرمي آرڪيريٽ سھيڙيو آھي ۽ جيڪو پھريون ڀيرو ڪتابي صورت ۾ 1999 ۾ شايع ٿيو. فوڪو اِھي مضمون 1962 کان 1982 وارن ويھن سالن ۾ لکيا جيڪي پاڳلپڻي، سياست، مذھب ۽ جنسيت جھڙن مختلف موضوعن بابت آھن. ھيءَ ڳالھ ٻولھ انگريزيءَ ۾ لکندڙ ڪرسٽوفر ھچنز جي لکڻين جو ذڪر ڪرڻ کان سواءِ اڌوري رھندي. ھچنز کي پڙھڻ ۾ سدائين سرھائي ٿي ٿئي. سندس چٽو نثر ۽ منطقي دليل ذھنن تي جميل دز صاف ڪريو ڇڏين.

ڪتاب ۽ مضمون ئي آھن جيڪي پائيدار تبديليءَ جو حقيقي ڏس ڏين نه ڪي سوشل ميڊيا تي پکڙجندڙ ميمز ۽ شعر جيڪي وقتي طور تي دل ۾ اٿل پٿل تا پيدا ڪن. عرب بھار ته ھر ڪنھن کي ياد ھوندو جنھن کي لباڙ بازي ڪندي فيس بوڪي انقلاب سڏيو ويو؟ سوشل ميڊيا جو ڪردار ايتري حد تائين وڌائي چڙھائي پيش ٿو ڪيو وڃي جو ان کان اڳ ڪو انقلاب ڇڻ ته آيو ئي نه ھجي. جوشيلي شاعريءَ وانگر سوشل ميڊيا پڻ نوجوان نسل کي تکڙي رد عمل تي ھر ڪائي سگھي ٿو پر اِھا اھو ڀرپور وار نٿي ڪري سگھي جنھن جي اسان کي ضرورت آھي. اسان جي معاشري، يا ان ڏس ۾ ڪنھن به معاشري کي مستقل دانشوراڻي مڪالمي ۾ شامل ٿيڻ وارن ماڻھن جي صلاحيت ۽ سڌ جي ضرورت آھي جنھن جا سٺا ڪتاب پڙھڻ واري عادت اختيار ڪرڻ کانسواءِ ڪو ھيو دڳ ناھي.

# ڪيرالا 1957 ۾

1957 ڀارت لاءِ هڪ دلچسپ سال هو. نئين قائم ڪيل ڀارتي رياست ڪيرالا جي رهواسين هڪ ڪميونسٽ حڪومت کي چونڊي ورتو. چئني پاسان اٽليءَ کان وڪوڙيل شهري رياست سان مرينو ۾ 1945 وارين چونڊن ۾ ڪميونسٽن جي سوڀ کانپوءِ ڪيرالا ۾ اِها پهرين چونڊيل ڪميونسٽ حڪومت هئي.

1957 ۾ سان مرينو ڪميونسٽ حڪومت ڊير ٿي ته ڪيرالا ان جي جاءِ والاري. اڳتي هلي ڪيرالا ۾ ڪميونسٽ وقت بوقت سٺن سالن کان هيل تائين حڪومت ڪندا پيا اچن. اِها ڳالهه دلچسپي کان خالي نه ٿيندي ته روس ۽ اوڀر يورپ ۾ ڪميونزم جي خاتمي ۽ چين ۾ بنيادي تبديلين کان پوءِ به ڪيرالا ۾ ڪميونزم ۽ مارڪسزم وڏي ويجهي رهيو آهي.

اِها ڳالهه غور ڪرڻ جوڳي آهي ته ڪيرالا ۾ وڏي پئماني تي اڻبرابريءَ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا کي ڪاميابي ڏياري. ان جو مطلب اِهو قطعي ناهي ته ڀارت جي ٻين حصن ۾ معيشت اڻبرابريءَ واري ناهي. يقيني طور تي هئي پر ڪيرالا ۾ اِها سڀ کان وڌيڪ واضح هئي. انيڪ عنصرن مان هڪ 1950 واري ڏهاڪي ۾ انتهائي درجي جي غريب هارين ۽ غير معمولي زميندارن وچ ۾ هڪ واضح فرق هو. دولت جي هڪجيتري ورهاست ڪميونسٽ پارٽيءَ جو انتهائي پرڪشش وعدو هو. ان کانسواءِ ڪيرالا ۾ تعليم جو انتهائي شاندار سرشتو هو جنهن سان

آزاديءَ کان پوءِ هارين ۽ پورهيتن ۾ تعليم جي شرح ۾ اضافو ٿيو، جنهن سندن سياست ۾ حصو وٺڻ واري جذبي کي اُتساهيو.

اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ ڪميونسٽ پارٽي تعليمي سرشتي ۾ اهائين وڏيڪ اضافو ڪيو جنهن ڪري 2007 تائين اُتي تعليم جي شرح ڀارت ۾ سڀ کان وڏيڪ ٿي وئي. انتهائي معاشي اڻبرابري هوندي به اُتي فرقيوارائي ڏڦيرن جو تناسب گهٽ رهيو. باقي سڄو ڀارت نسلي ۽ مذهبي تشدد جو شڪار رهيو پر ڪيرالا ان کان بچيل رهيو. غريب هندو ۽ غريب مسلمان اُن ريت ورهايل نه هئا جهڙي ريت باقي ملڪ ۾ هئا ۽ ان ڳالهه مختلف مذهبي پرتن ۽ سياسي طور تي معاشري جي هيٺين طبقن کي گڏيل سياسي سهڪار ڪرڻ لاءِ همٿايو.

ڪيرالا ۾ آزاديءَ کان پوءِ ڪميونسٽن تي ڏاڍي ڏمر پڻ ان ڏس ۾ هڪ اهم عنصر هو جنهن ڪميونزم جي وڌڻ ويجهڻ ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پنپرائيءَ ۾ ڪردار ادا ڪيو. هڪ ڪاٿي موجب آزاديءَ دوران پوليس هزارين ڪميونسٽن کي قتل ڪيو. انهيءَ تشدد ڪميونسٽن جي حق ۾ همدرديءَ پيدا ڪئي جيڪي پورهيتن ۽ هارين جي گهٽ اُجرت ۽ ٻين حقن جي پيچڪڙيءَ خلاف پتوڙي رهيا هئا. ڪميونسٽن سگهاري اشرافيا جي مخالف ڪئي ۽ ڪيرالا واسين جون دليون ۽ دماغ کٽي ورتائون. ان سان گڏوگڏ اِهو به ته ڪميونسٽن انهيءَ نظرئيي کي پڻ قبوليو ته جمهوري اڪثريت ۾ سوشلزم کي هڪ امن پسند جمهوري عمل ذريعي قائم ڪري سگهجي ٿو.

1950 واري ڏهاڪي جي وچ کي جيڪڏهن سارجي ته جمهوري سوشلسٽن عالمي مداخلت کي هڪ درست عمل طور قبول ڪري ورتو هو جڏهن ته انقلابي سوشلسٽن پر تشدد ڪاروايون جاري رکڻ تي زور ٿي ڏنو پر تشدد انقلابي ڪارروايون کي رد ڪندي هاڻ ڪميونسٽ پارٽي پڻ سڌارا لاڳو ڪرڻ لاءِ چونڊيل ادارن ذريعي ڪوشش ڪري رهي هئي سگهاري ۽ مستحڪم فلاحي رياست قائم ڪرڻ وارو اِهو طريقو اسڪينڊينوين طرز وارو هو.

1957 ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ رياستي چونڊن ۾ اڪثريت ماڻي ۽ پهرين ڪميونسٽ حڪومت قائم ڪيائين. ڪميونسٽ اڳواڻ اي ايم ايس نامبودي ريپاد (1909 کان 1998) وڏو وزير بڻيو ۽ ٻين پارٽي رياستن ۾ ڪميونسٽ پارٽين لاءِ هڪ نئون مثال قائم ڪيائين.

ڪيس پارٽي جمهوريا ۾ پهرين غير ڪانگريسي وڏي وزير بڻجڻ جو اعزاز حاصل ٿيو. پر تشدد ڪارروائين جي تلخ تجربن ڪميونسٽ پارٽيءَ تي اونها اثر وڌا ۽ اُن نئين آئين تحت بالغ راءِ وارين چونڊن ۾ حصو وٺڻ وارو اِهو نئون نقطي نظر اختيار ڪيو هو. اُن ووٽرن جو من کٽڻ تي سمورو ڌيان ڌريو ۽ هڪ صحتمند جمهوريا ۾ ڀاڱي ڀائيوار بڻجڻ جي ڪوشش ڪيائين.

ڪيرالا جي پهرين ڪميونسٽ حڪومت، پارٽيءَ جي سينئر ۽ تجربيڪار همراهن تي ٻڌل هئي جهڙوڪ گوپالن، دامودارن، نامبودي ريپارد ۽ راچوتامينن وغيره.

سمورن وڏن نالن، جيڪي ڪميونسٽ تحريڪ جي حوالي سان سڄي ڀارت ۾ ڄاتا سڃاتا ٿي ويا، شروعاتي مشهور جدوجهد ۾ حصو ورتو ۽ حڪومت جوڙڻ کان پوءِ غريبن جي حوالي سان حڪومتي پاليسين ۾ ڏور رس اثرن واري تبديلين کان شروعات ڪيائون. شروعاتي ترقياتي قانونن ۾ زميني سڌارن ۽ تعليمي سڌارن جو اعلان ڪيو ويو.

هاڻ سوال اِهو ٿو پيدا ٿئي تہ هو ناڪام ڇو ٿيا؟ ان جو هڪ سبب پارٽي ۽ حڪومت وچ ۾ رابطي جي اڻهوند هو. پارٽيءَ مقامي انتظاميا جي معاملن ۾ مداخلت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ پوليس پنهنجي وت آهر مزاحمت ڪئي. انکان سواءِ وڏي پئماني تي زميني سڌارن جي مزاحمت ٿي خاص طور تي جن جو تعلق ملڪيتي مفادن سان هو.

لڳ ڀڳ ساڳئي وقت، معاشري جا ڪجھ پرت تعليمي ايڪٽ خلاف ٻانهون کنجي سامهون آيا. ٻن سالن اندر سمورا مخالف هڪ نڪتي تي سهمت ٿيڻ شروع ٿيا ۽ ڪميونسٽ حڪومت خلاف ”آزاديءَ جي جدوجهد“ شروع ٿي وئي. ان ڪري جيڪا حڪومت پنجن سالن لاءِ

چونڊجي آئي هئي سا اناويهہ مهينا ئي اقتدار ۾ رهي سگهي. ڪنهن حد تائين زميندار بہ تحريڪ جوڙڻ ۾ ڪامياب ٿيا جيڪا ظاهري طور تي زميني سڌارن ۽ تعليمي ايڪٽ خلاف هئي. 1959 ۾ حڪومت کي برطرف ڪيو ويو جيڪا قانونساز اسيمبليءَ ۾ اڪثريت هئڻ جي باوجود گورنر ذريعي گهر پيڙي ڪئي وئي.

هندستاني وزير اعظم نهرو ۽ جمهوري قدرن جي علمبردارن گورنر جي اهڙي سفارش جي پٺڀرائي ڇو ڪئي؟ اڻ تصديق ٿيل اطلاعن موجب، نهرو جمهوري انداز ۾ چونڊيل حڪومت برطرف ڪرڻ بابت بدتر جو شڪار هو. اِها سندس ڌيءَ اندرا گانڌي هئي جنهن ڪيس اِهو فيصلو ڪرڻ تي هرڪايو ۽ راضي ڪيو. اڳتي هلي هوءَ پاڻ جڏهن هندستان جي وزيراعظم بڻي ۽ 1975 ۾ ملڪ تي هنگامي حالتون مڙهيائين تہ سندس آپيشاهاڻا لاڙا پنهنجي عروج تي هئا. پاڪستان ۾ آزاديءَ کان پوءِ واري پهرين ڏهاڪي دوران اهڙيون برطرفيون ڪيترائي پيرا ڪيون ويون ۽ هاڻ هندستان بہ ساڳيا پير کنيا هئا. اِها ٻنهي ملڪن ۾ واضع طور تي جمهوري وهنوارن ۽ قدرن جي کليل پيچڪڙي هئي.

مثال جي طور تي ڪنهن رياستي يا مرڪزي حڪومت کي لاڳاپيل اسيمبليءَ ۾ واضع اڪثريت هئڻ جي صورت ۾ برطرف نہ ڪرڻ گهرجي. پر اِهو اعزاز ڀارت ۽ پاڪستان ٻنهي ملڪن جي سياسي پارٽين کي حاصل آهي تہ ان قسم جي برطرفين جي باوجود انهن چونڊن واري سياست ۽ پارلياماني جمهوريت تان ڪڏهن بہ هٿ نہ کنيو. نمبودري پد هڪ سرواڻ سياستدان ۽ نظرئي دان رهيو. 1962 واري چڪتاڻ دوران هُن جنگجو وطن پرستيءَ واري قافلي ۾ شامل ٿيڻ کان پاسو ڪيو، جنهن ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ ٽڪراءُ واري صورتحال پيدا ڪري ڇڏي هئي. 1964 ۾ هُن هڪ ڌڙي جي سرواڻي ڪئي جيڪو اڳتي هلي هڪ ڌار پارٽي ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا (مارڪسٽ) يا CPM بڻيو.

سي پي ايم اڳواڻ طور هو 1967 ۾ ٻيهر چونڊجي آيو ۽ فقط اڍائي سالن تائين وڏو وزير رهي سگهيو. ان دوران ڪيس پنهنجي ئي ڪميونسٽ پارٽي مان اُٿندڙ مخالفت کي منهن ڏيڻو پيو. جنهن اتحادي

حڪومت جي حمايت تان هٿ کڻي ورتو هو. ڪميونسٽ پارٽيءَ ڪانگريس سان گڏجي حڪومت ٺاهي هئي جيڪا 1977 تائين اقتدار ۾ رهي. سي پي آءِ 1975 وارين هنگامي حالتن دوران اندرا گانڌيءَ جي حمايت ڪئي جڏهن ته سي پي ايم ڪانگريس جي مخالفت ڪندي رهي. نمبودري پد 1977 کان 1992 تائين سي پي ايم جو هڪ طاقتور اڳواڻ ۽ جنرل سيڪريٽري رهيو.

هو 1998 ۾ گذاري وڃڻ تائين سي پي ايم جي مرڪزي ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو. هُن ڪيرالا جي تاريخ تي هڪ ذڪر جوڳو ڪتاب لکيو ۽ موهن داس ڪرم چند گانڌيءَ کي سدائين بنياد پرست هندو ليکيندو رهيو.

هڪ حيرت جوڳو سوال اِهو به هوندو ته پاڪستان ۾ ڪيترن وڏن وزيرن پنهنجي صوبن جي تاريخ يا ڪنهن ٻئي موضوع تي ڪو ڪتاب لکيو آهي ۽ منجهائن ڪيترا نمبودري پد وانگر پنهنجي قوم جي ابي تي سوال اُٿاري سگهن ٿا؟

# اندرا جي ايمرجنسي ۽ هندستاني جمهوريت

آڪٽوبر 1976 جي آخري هفتي ۾ هندستاني آئين ۾ ٻائيتالهيين ترميم بابت پارليامينٽ ۾ ڇتو بحث جاري هو. اِها ترميم هندستاني تاريخ جي تڪراري ترين آئيني ترميم ليکي وڃي ٿي.

انهيءَ ترميم جو نتيجو سپريم ڪورٽ ۽ هاءِ ڪورٽن جي اختيارن ۾ واقع گهٽتائي اچڻ جي صورت ۾ نڪرڻو هو ته جيئن پارليامينٽ مان منظور ٿيندڙ قانونن کي آئين تي برتري حاصل ٿي سگهي جيتوڻيڪ اِها ترميم 1977 ۾ نئين جنتا پارٽي حڪومت چوئيتاليهين ترميم وسيلي واپس وٺي ڇڏي هئي پر ان هوندي به اِها هندستاني آئين جي تاريخ ۾ هڪ ڪاري داغ جيان باقي رهندي.

هن مضمون ۾ سڀ کان پهرين ٻائيتالهين ترميم جو سبب بڻجندڙ واقعن تي نظر وجهنداسين ۽ پوءِ ان مان ڪي سبق پروڙينداسين جيڪي نه رڳو قانون ۽ سياست جي شاگردن لاءِ ڪارائتا ثابت ٿيندا پر عام پڙهندڙن لاءِ به اهو نڪتو سمجهڻ ۾ دلچسپيءَ جو سبب بڻبا ته معاشرا ڪهڙي ريت ناهموار انداز ۾ اڳتي وڌن ٿا.

هندستان بيشڪ دنيا جي وڏين جمهوريتن مان هڪ آهي جنهن جي تاريخ ۾ اهڙا به ڪيئي دور آيا آهن جن ۾ ان ڪنهن جمهوري معاشري کان وڌيڪ آپيشاهيءَ جو منظر پيش ڪيو هوندو جيڪو 1970 واري ڏهاڪي جي وچ واري پاڪستان کان ڪو گهٽو مختلف نه هو جتي

ذوالفقار علي ڀٽو پنهنجي اختيارن ۾ اضافي لاءِ اهڙيون ئي آئيني ترميمون ڪري رهيو هو.

ٻائيتاليهين ترميم جي حقيقي فطرت کان واقفيت لاءِ اسان کي گهڻ ۾ گهڻ هڪ ڏهاڪو پوئتي يعني 1966 ۾ وڃڻو پوندو جڏهن انڊين نيشنل ڪانگريس جي هڪ پراڻي اڳواڻ مرار جي ڊيسائيءَ (1896 کان 1996) کي شڪست ڏئي اندرا گانڌي ملڪ جي وزيراعظم چونڊجي وئي. فقط ارڙهن مهينا اقتدار ۾ رهڻ کان پوءِ جنوري 1966 ۾ لال بهادر شاستريءَ جي تاشقند ۾ گذاري وڃڻ کان پوءِ ڊيسائيءَ پارٽ جو وزيراعظم ٿيڻ جا سپنا ڏسي رهيو هو پر نوجوان ۽ جوشيلي اندرا سندس سپنن کي تاراج ڪري ڇڏيو جيڪا ڪائنس گهڻ ۾ گهڻ ويهه ورهيه ننڍي هئي. اندرا کيس پنهنجو نائب وزيراعظم ۽ ناڻي وارو وزير ته مقرر ڪيو پر اِهي عهدا سندس شان وٽان نه ٿي ليکيا ويا.

1967 وارين عام چونڊن ۾ جيتوڻيڪ اندرا گانڌيءَ جي سرواڻيءَ ۾ سندس پارٽي ته سوڀاري ٿي پر خاص طور تي بزرگ پينل جي اڳواڻن جي اندروني اختلافن سبب ڪانگريس جي حالت ابتر هئي. انهيءَ دوران سپريم ڪورٽ جڳ مشهور گولڪناٿ ڪيس ۾ پنهنجي طاقت جو مظاهرو ڪيو ۽ فيصلو صادر ڪيو ته پارليامينٽ آئين ۾ درج بنيادي حقن مان ڪوبه ڦري نٿي سگهي.

اندرا گانڌيءَ عوامي اڳواڻ وارو ڪردار ادا ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ بينڪ نيشنلزم ايڪٽ 1969 ذريعي چوڏهن وڏيون بينڪون قومي ملڪيت ۾ ورتائين، ان ڪانسواءِ ڏهن سالن کان پوءِ ٻانڊ ميچور ٿيڻ تي نالي ماتر رقم ادا ڪئي وئي. مرار جي ڊيسائي ان عمل مان قطعي طور تي خوش نه هو ۽ 1969 ۾ ناڻي واري وزارت تان استعفا ڏئي ڇڏيائين.

ساڳي سال صدر ذاڪر حسين جي مرتئي وزيراعظم لاءِ هڪ نئين للڪار سامهون آندي جنهن صدارتي ايوان ۾ پنهنجو ماڻهو آڻڻ ٿي چاهيو. هڪ پاسي اندرا گانڌيءَ جي خواهش هئي ته نائب صدر وي وي گري ملڪ جو صدر بڻجي ته ٻئي پاسي ڪانگريس پارٽيءَ لوڪ سڀا جي

اسپيڪر نيلم سنجيوا ريڊيءَ کي ان عهدي لاءِ نامزد ڪيو جيڪو عمل وزيراعظم کي مجرائڻ لاءِ ڪافي هو. هُن وي وي گريءَ کي آزاد اميدوار طور چونڊ وڙهڻ جي چرچ ڏني ۽ پارليامينٽ ميمبرن کي ڪيس ووٽ ڏيڻ لاءِ درخواست ڪيائين.

گري ڪٽي ويو ۽ ان ريت اندرا پنهنجي پارٽيءَ اندر طاقت جي لڙائيءَ ۾ سوڀاري ٿي. اِها ڳالهه پڻ دلچسپيءَ کان خالي ناهي ته ايندڙ وقت ۾ وڏي پئماني تي نسبنديءَ واري مهم هلائيندڙ اندرا گانڌيءَ وي وي گريءَ جي چونڊ ڪئي وئي جنهن جا چوڏهن ٻار هئا.

1969 ۾ ڪانگريس ٻن ڏڙن ۾ ورهائجي وئي جڏهن ته 1970 ۾ سپريم ڪورٽ بينڪون قومي ملڪيت ۾ وٺڻ واري ڪيس ۾ هڪ اهڙو فيصلو صادر ڪيو جيڪو حڪومت کي پسند نه هو. سپريم ڪورٽ جي يارهن ججن مان جسٽس اي اين رائي اختلاف ڪندڙ واحد جج هو جنهن ايڪٽ جي آئيني جواز جو جائزو ورتو هو. اندرا گانڌيءَ ڪيس نوازيندي 1973 ۾ سپريم ڪورٽ آف انڊيا جو چيف جسٽس مقرر ڪيو.

نئين مينڊيٽ جي ٽيڪي تي اندرا گانڌيءَ آئين ۾ چوويهين ۽ پنجويهين ترميمن ذريعي پارليامينٽ کي بنيادي حق معطل ڪرڻ جو اختيار ڏيندي ڪورٽن جا پر ڪترڻ جو فيصلو ڪيو. انهن ترميمن آئين جي ڪنهن به شق ۾ تبديليءَ جو واضع اختيار پارليامينٽ جي حوالي ڪيو ۽ صدر لاءِ لازمي بڻايو ته هو ڪيس پيش ڪيل ڪوبه ترميمي بل جيئن جو تيئن منظور ڪرڻ لاءِ پابند هوندو.

پنجويهين ترميم جائيداد جو حق ڦري ورتو ۽ ان حڪومت کي اختيار ڏنو ته اها ذاتي ملڪيت پنهنجي قبضي ۾ ڪري عوامي استعمال لاءِ ڪتب آڻي جڏهن ته اهڙي ملڪيت جي اگهه جو تعين پڻ ڪورٽن بدران پارليامينٽ جي ذمي ٿيو. لڳ ڀڳ سمورن ناميارن قانوندانن ۽ آئين ساز اسيمبليءَ جي ڪيترن ئي ميمبرن جي مخالفت هوندي به اندرا گانڌيءَ ترميم واپس وٺڻ بدران سولائي سان منظور ڪرائي ورتي.

اِهو هُن لاءِ هڪ انتهائي اهم سال هو، هوءَ پاڪستان خلاف لڙائي کٽي چڪي هئي ۽ اوير پاڪستان ۾ قومپرست بنگالي آزاد رياست بنگلاديش قائم ڪرڻ جو اعلان ڪري چڪا هئا. جنگ ۾ سوڀ ۽ بي ضرر صدر سان، ڪيس 1972 ۾ ڀارت جي اعليٰ ترين اعزاز ”ڀارت رتن“ سان نوازيو ويو جنهن جي سفارش وي وي گريءَ ڪئي هئي جنهن لاءِ ڪيس پڻ اڳتي هلي ساڳي اعزاز سان نوازيو ويو.

اِهو سڀڪجهه عدل، انصاف ۽ جمهوريت سان ڀيانڪ مذاق ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نه هو. 1973 ۾ ڪيشو آنند فيصلي ذريعي سپريم ڪورٽ هڪڀيرو ٻيهر حملي آور ٿي جنهن ۾ آئين جي بنيادي ڍانچي واري سرشتي جو خاڪو بيان ڪيو ويو هو. جسٽس ايچ آر کنا ان وسيلي دعويٰ ڪئي ته آئين اصولن ۽ قدرن جي بنيادي ڍانچي جو حامل آهي.

آئين جي بالادستي رکڻ ۽ ڪنهن هڪ پارٽيءَ جي آپيشاهاڻي حڪومت کان محفوظ رهڻ واسطي هيءُ ڪيس انتهائي اهم هو. سوال انتهائي سادو هو ته ڇا پارليامينٽ وٽ آئين ۾ تبديليءَ جا لامحدود اختيار آهن؟

ست سئو صفحن تي ٻڌل انهيءَ فيصلي ڪورٽ کي ورهائي ڇڏيو ۽ ڇهن جي ڀيٽ ۾ ستن ججن واري معمولي اڪثريت فيصلو صادر ڪيو ته پارليامينٽ آئين ۾ ترميم ڪري سگهي ٿو پر آئين جي بنيادي ڍانچي يا صفتن سان ڇيڙ خاني نٿي ڪري سگهي. ان ڪيس ۾ ٻن ناميارين شخصيتن اهم ڪردار ادا ڪيو. قانوندان نانا پائي پلکي والا جنهن حڪومت خلاف ڪيس پيش ڪيو ۽ جسٽس ايچ آر کنا جنهن بنيادي ڍانچي وارو نظريو پيش ڪيو.

اِهو فيصلو اندرا گانڌيءَ لاءِ هڪ وڏي شڪست هو جڏهن ته ٻئي پاسي جي پي نارائڻ ۽ راج نارائڻ جي اڳواڻيءَ ۾ مخالف ڌر وڌندڙ مهانگائي ۽ گڏيل چوندن ۾ بي ضابطگين خلاف احتجاج ۾ رڌل هئي. اندرا گانڌيءَ 1974 ۾ ائٽمي ڌماڪا ڪري پنهنجي نيڪنامي بحال ڪرڻ

جي ڪوشش ڪئي پر اِنهيءَ عارضي سرهائي ڪان پوءِ بہ حالتن ۾ ھُن لاءِ ڪو سڌارو نہ آيو.

ڪورٽ طرفان آخري حملو 1975 ۾ ٿيو جڏھن اندرا گانڌيءَ خلاف چونڊن ۾ بي ضابطگين جو ڪيس الھ آباد ھائي ڪورٽ ۾ ويو ۽ سندس خلاف فيصلو آيو جنھن جي نتيجي ۾ ڪيس پنھنجي اسيمبليءَ سيٽ تان ھٿ ڌوئڻا پيا. اِھو فيصلو سپريم ڪورٽ ۾ چيلينج ڪيو ويو جتي اندرا کي پنھنجي عھدي تي برقرار رھڻ جي مشروط اجازت ڏني وئي پر ھاڻ سندس طاقت لاءِ جوکم وڌي ويا ھئا.

ان موقعي تي جي پي نارائڻ جي ”مڪمل انقلاب“ واري تحريڪ وزيراعظم ڪان استعفا جي گھر ڪئي. 25 جون 1975 تي اندرا گانڌيءَ پارٽي آئين جي شق 352 لاڳو ڪئي جنھن ذريعي ڪيس غير معمولي اختيار حاصل ٿي ويا. ھاڻ رياست ڪوبہ قدم کڻي پئي سگھي ۽ عوام جي ھٿ وس ڪجھ بہ نہ ھو. مخالف ڌر جي ھزارين حمائتين کي گرفتار ڪيو ويو ۽ ڪين ڪيس ھلائڻ ڪانسواءِ جيلن ۾ واڙيو ويو.

انتھائي سخت سينسرشپ مڙھي وئي ۽ سڏ سماءُ جي ذريعن کان آزادي کسي وئي. ان ريت جيڪڏھن ڏسجي تہ اِھا ايمرجنسي پارليامينٽ ۽ ڪورٽ وچ ۾ ٽڪراءُ جو نتيجو ھئي جنھن 1973 کان 1975 واري عرصي دوران بدامنيءَ جي فضا پيدا ڪئي جنھن جو مخالف ڌر ڀرپور لاڀ پرايو.

ايمرجنسي لاڳو ٿيڻ ڪانپوءِ ايڪويھن مھينن جي عرصي دوران اندرا گانڌيءَ کي چيف جسٽس اي اين ري ۽ صدر فخرالدين احمد جي ڀرپور ڀلپرائي حاصل رھي جاڪاڻ جو ھو ٻئي انھن وڏن عھدن تي پنھنجي نامزدگيءَ لاءِ اندرا گانڌيءَ جا ٿورائتا ھئا.

# هندستاني آئين سان هٿ چراند

25 جون 1975 تي هندستان ۾ هنگامي حالتون لاڳو ڪرڻ کان پوءِ جڏهن اندرا گانڌيءَ شهري آزاديون معطل ڪيون ۽ جبري نسبنديءَ وارو پروگرام متعارف ڪرايو، ته ان سان گڏوگڏ ويهن نڪتن واري هڪ پروگرام جو به اعلان ڪيو هئائين جنهن جو مقصد ٻين اُپائن سان گڏ بي زمين پورهيتن ۽ هارين جا قرض گهٽائڻ يا ختم ڪرڻ هو. اِهو قدم هٽلر وانگر هو جنهن رياست ۾ هنگامي حالتون لاڳو ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي پنجويهن نڪتن واري معاشي پروگرام جو اعلان ڪيو هو. اندرا سگهو ئي سموري مخالف ڌر کي گرفتار ڪيو، سمورين اخبارن تي سينسرشپ مڙهي ۽ هر قسم جي سياسي احتجاج تي پابندي عائد ڪئي. سڌ سماءُ جي وزير آءِ ڪي گجرال کي پڻ وزارت ڇڏڻي پئي. چار جولاءِ تي ڇئن پارٽين آنند مارگ، آر ايس ايس، نڪسل باڙي ۽ جماعت اسلاميءَ تي پابندي مڙهي وئي. آگسٽ ۾ اندرا گانڌيءَ آئين سان هٿ چراند شروع ڪئي جيڪو عمل ٻن سالن اندر سندس حڪومت جي خاتمي جو سبب بڻيو. ڀارت جي آئين ۾ 10 آگسٽ 1975 تي اٺيتاليهين ترميم متعارف ڪرائي وئي. انهيءَ ترميم صدر، نائب صدر ۽ لوڪ سڀا جي اسپيڪر کي عدالتي جانچ، چونڊن ۾ بدعنواني ۽ سندن ماضيءَ کي نظرانداز ڪندي چونڊيو. سپريم ڪورٽ کي اندرا گانڌيءَ طرفان چونڊن

۾ بدعنوانيءَ واري ڪيس جي ٻڌڻي ڪرڻي هئي. شڪست کاڌل اُميدوار راج نارائڻ انهن چونڊن کي چيلينج ڪيو هو.

الهه آباد هاءِ ڪورٽ اندرا گانڌيءَ کي ڏوهاري ليکيو ۽ مٿس مستقبل ۾ چونڊون وڙهڻ تي پابندي مڙهي ڇڏي. لوڪ سڀا مان پنهنجي برطرفيءَ کي اٽٽر پائيندي هُن هنگامي حالتن جو اعلان ڪندي آپيشاهاڻي انداز ۾ راج ڪرڻ شروع ڪيو. جڏهن اوڻيتاليهين ترميم اندرا جي حيثيت کي برقرار رکيو ۽ پارٽي سياست مان ڪيس تڙڻ جي مزاحمت ڪئي ته ايندڙ ڪجهه مهينن ۾ حڪومت هندستاني آئين ۾ موجود ستن آزادين کي معطل ڪري ڇڏيو. لوڪ سڀا جي عرصي ۾ هڪ سال جي واڌ ڪئي وئي جنهن اندرا کي ماڻهن جي مزاحمت ڪانسواءِ وڌيڪ هڪ سال راج ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو. اڳتي هلي هُن وڌيڪ ٽي ترميمون متعارف ڪرايون.

ايڪيتاليهين ترميم صدر، نائب صدر، وزير اعظم يا گورنرن خلاف ڪنهن به ڪيس جي ٻڌڻي ڪرڻ تي جهل وجهي ڇڏي، پوءِ اِهي ڪيس ديواني هجن يا فوجداري ۽ اِهو شرط سڄي حياتيءَ لاءِ لاڳو ٿيڻو هو. ان جو مطلب اِهو هو ته جيڪڏهن ڪو هڪ ڏينهن لاءِ به گورنر رهيو هوندو تنهن کي سڄي حياتي قانوني ڪارروائي کان آجپو ملي ويو. شايد سڀ کان وڌيڪ تباهيءَ پري ٻائيتاليهين ترميم هئي جنهن رياستي هنگامي حالتن جو عرصو ڇهن مهينن کان وڌائي هڪ سال ڪيو، هندستان سوشلسٽ جمهوريا هئڻ جو اعلان ڪيائين پر پارليامينٽ جي اختيارن ۾ ترميم جي حوالي سان سموريون پابنديون هٽائي ڇڏيائين. ان کان پوءِ، هندستان جي ڪنهن به ڪورٽ ۾ ڪنهن به ترميم تي ڪو به اعتراض وارڻ جي گنجائش نه هئي. اڳتي هلي اِها سهولت مشهور منروا ڪيس ختم ڪئي جنهن کان اڳ مٿي ذڪر ڪيل هندستاني ڪيس ڪيشونندا ذريعي بنيادي ڍانچي واري نظرئي کي هٿي ملي هئي. آئين سان اهڙي هٿ چراند ۽ پنجاهه هزار کن ماڻهن کي قيد ڪرڻ چيف جسٽس رجيت ناٿ راءِ (1912 کان 2010) کي ساڄي ڌر جي شخصيت ثابت ڪيو. سپريم ڪورٽ ۾ ڪيس ٽن وڌيڪ سينئر ججن کي نظرانداز

ڪندي 1973 ۾ مقرر ڪيو ويو هو جنهن ڪي عدالتي آزاديءَ تي حملو ليکيو ويو هو. انهيءَ بيمثال ترقيءَ پارت جي قانوني تاريخ ۾ وزير اعظم ڏانهن چاپلوسيءَ وارو رويو متعارف ڪرايو، جنهن جو ذميوار چيف جسٽس پاڻ هو. اِهو مرار جي حڪومت تحت واپس ٿيو.

چيف جسٽس طور سندس عهد ۾ هڪ وڏو فيصلو حبس بيجا واري ڪيس جو هو. اپريل 1976 ۾ جبل پور بہ مخالف شڪلا ڪيس، جيڪو "حبس بيجا" طور پڻ ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو، جي سربراهي اي اين ري ڪئي ۽ پنجن مان چئن ججن آئيني حقن کي بنهہ دڦ ڪري ڇڏيو. حبس بيجا هڪ قانوني ضابطو آهي جنهن تحت ڪو شخص غير قانوني قيد تي هاءِ ڪورٽ سان لهہ وچڙ ۾ اچي سگهي ٿو. سپريم ڪورٽ اعلان ڪيو تہ ڪنهن بہ شخص کي هاءِ ڪورٽ آڏو حبس بيجا جي لکت ۾ درخواست پيش ڪرڻ جي اجازت ناهي.

ان ريت حراست ۾ ورتل وارو ڪو حڪم نامو ڪوبہ شخص قانوني طور تي چيلنج ڪري نہ پئي سگهيو. نون هاءِ ڪورٽن انهيءَ حق کي برقرار رکيو پر سپريم ڪورٽ ان کان نا بري واري. دلچسپ ڳالهہ اِها آهي تہ جن چئن ججن حڪومت جي پنيرائي ڪئي تن کي سپريم ڪورٽ جو جج بڻايو ويو جڏهن تہ اختلاف ڪندڙ کي ان لائق نہ ليکيو ويو. جسٽس ايچ آر کنا انهيءَ ڏکئي وقت بہ ثابت قدم رهيو جو هُن ايندڙ چيف جسٽس بڻجڻ جي امڪان باوجود بہ اڪثريت سان اختلاف رکيو ۽ آخرڪار کيس سپريم ڪورٽ جي سربراهي ڪرڻ واري حق کان محروم ڪيو ويو. سندس ريٽائرمينٽ کان فقط هڪ سال اڳ، ملازمت ۾ ڪائنس گهٽ درجي واري جسٽس مرزا حميد الله بيگ (1913 کان 1988) کي چيف جسٽس بڻايو ويو تہ هن پاڻمرادو استعفا ڏئي ڇڏي.

انهيءَ فيصلي ذريعي سپريم ڪورٽ ڄڻ تہ هاءِ ڪورٽن کي حڪم ڏنو تہ اُهي پنهنجا دروازا ماڻهن تي بند ڪري ڇڏين. اڄ تائين واحد اختلافي راءِ رکندڙ جسٽس کنا جو آواز ڀارتي عدليا ۾ گونجي رهيو آهي. آخرڪار اندرا گانڌيءَ هنگامي حالتن جي خاتمي جو اعلان ڪرڻ کان پوءِ مارچ 1977 ۾ عام چونڊون ڪرايون. اندرا گانڌيءَ کي

پيانڪ شڪست پلٽ پئي ۽ نتيجي طور ڪيس اقتدار کان ڌار ٿيڻو پيو. جنتا پارٽيءَ مرار جي ڊيسائي جي سرواڻي ۾ شاندار ڪاميابي حاصل ڪئي. نئين حڪومت آئين ۾ چوئيتاليهين ترميم متعارف ڪرائي جيڪا ٻنهي ايوانن يڪرائي سان منظور ڪئي.

اندرا گانڌيءَ پنهنجي اقتدار جي استحڪام لاءِ جيڪي قدم کنيا هئا سي انهيءَ ترميم ختم ڪري ڇڏيا. هندستاني آئين ۾ چوئيتاليهين ترميم انهيءَ ڳالهه جي خاطري ڪرائي ته سياسي مصلحت واسطي جمهوريت کي يرغمال نٿو بڻائي سگهجي. ان دور جي صحافياڻي لکڻين ۾ دلچسپي رکندڙ خوشونت سنگهه جو مختصر ڪتاب ”اندرا جي واپسي“ (1980) ضرور پڙهن. خوشونت سنگهه انهن ماڻهن ۾ شامل هو جن هنگامي حالتن جي حمائت ڪئي هئي.

انهيءَ سڄي معاملي مان اسان لاءِ ڪهڙا سبق ٿا پلٽ پون؟ ڪوبه 1970 واري ڏهاڪي دوران هندستاني آئين جي تاريخ جي لاهن چاڙهن مان ٿي سبق پرائي سگهي ٿو.

ٻيو، سياسي پارٽيءَ ۾ روڪ ٽوڪ ۽ مضبوط توازن ڪانسواءِ ڪٽنبي سياست جو نتيجو جمهوري طرز ۾ به ضرورت کان وڌيڪ طاقت جي صورت ۾ سامهون ٿو اچي. تجربيڪار اڳواڻ يا ته ڊير ٿي برداشت ٿا ڪن يا وري پارٽي ڇڏي ڪا ذيلي تنظيم يا ڌار پارٽي ٿا قائم ڪن. اسرندڙ ملڪن ۾ اهو لاڙو مشاهدي هيٺ آيو آهي ته ماڻهو وڏي ڪٽنبي ناليءِ واري گهٽ درجي واري سياستدان آڏو اعليٰ قيادت کي وساريو ڇڏين پر اهو ڪجهه عرصي لاءِ ئي ٿئي ٿو. ماڻهو ڪٽنبي چمڪ ڏسن ٿا پر ڪارڪردگيءَ جي بنياد تي ووٽ ٿا ڏين. 1977 ۾ اندرا گانڌيءَ چونڊن ۾ ان نڪتي تي شڪست کاڌي هئي.

ٽيون، قومپرستيءَ جي نالي تي رياستي ڪنٽرول ورلي ئي ڪم ايندو آهي. 1970 واري ڏهاڪي ۾ اندرا گانڌي ۽ ذوالفقار علي ڀٽي عوامي شموليت بدران ڪامورا شاهيءَ کي هٿي ڏني جنهن جو نتيجو جمود ۽ مفاد پرستيءَ جي صورت ۾ نڪتو جنهن سبب واڌ ويجهه رڪجي وئي ۽ ماڻهن کي خوشامدين جي رحم ڪرم تي ڇڏيو ويو

جڏهن ته ضروري مسئلا جهڙوڪ صحت، تعليم، پاڻي ۽ نڪاس جا انتظام، بجلي، بنيادي ڍانچا ۽ حفاظتي اُپاءَ حڪومتن جي ذميواري آهن ۽ غير مناسب انتظام هئڻ تي انهن جو پڇاڻو ٿيڻ گهرجي. ٻين شعبن جي نگراني ڪئي وڃي پر انهن کي هلائڻ رياست جو ڪم ناهي.

آئين سان هٿ چراند، پنهنجي پسند جي ججن کي ڀرتي ڪرڻ عارضي طور تي مددگار ثابت ٿي سگهن ٿا. پر هڪ عرصي کان پوءِ پارليامينٽ ۽ ڪورٽون اهڙي ضابطي جي خلاف ڪارروايون ۽ بونا پارٽزم کي روڪڻ لاءِ پنهنجي اصلاح ڪنديون آهن. ان جو حل اِهو ئي آهي ته انهن ادارن کي پنهنجي آزاداڻي طور تي ڪم ڪار ڪرڻ ڏنو وڃي. ڀڃاڙيءَ ۾ انهيءَ ڳالهه تي روشني وجهڻ ضروري آهي ته پاڪستان جي پيٽ ۾ هندستان سگهو ئي انهيءَ ڏس ۾ مان نڪري آيو جڏهن ته پاڪستان ۾ پنهنجون حدون اورانگهيندڙ ادارن پارليامينٽ ۽ ڪورٽن کي ڪڏهن به پنهنجي سر ڪم ڪرڻ نه ڏنو آهي. هندستان کي ٻائيتاليهين ترميم کي چوئيتاليهين ترميم ذريعي ختم ڪرڻ ۾ ٻه سال لڳا پر پاڪستان ۾ آئين سان هٿ چرند ڪرڻ وارو عمل اجان تائين جاري آهي ۽ اجان به ڪجهه ترميمون اهڙيون آهن جن کي ڦٽو ڪرڻ جي ضرورت آهي جيڪي اجان تائين پاڪستان واسين کي هيسائي رهيون آهن.

# هندستان جا مسلمان صدر

هنستان جي يارهين صدر اي پي جي عبدالڪلام جي گذاري وڃڻ سان ڀارت جي خلائي ۽ ميزائل ٽيڪنالوجيءَ جو هڪ ڏکوئيندڙ باب پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهتو. اِها اچرج جوڳي ڳالهه آهي ته سندس جهڙي صلاحيتين واري شخص جي حياتيءَ جو هڪ وڏو حصو انهن هٿيارن پنهوارن ڪي ناهڻ، وڌائڻ ويجهائڻ ۾ گذريو جيڪي هزارين ڪلوميٽر ڏور به تباهي آڻي سگهن.

ڀارت جا تيار ڪيل لڳ ڀڳ سمورا ميزائل، اگني ۽ ترشول ڪان وٺي پرٿوي ڪان آڪاش تائين سمورا عبدالڪلام جا اٽمٽ نقش آهن ۽ عام طور تي سڄي دنيا ۽ خاص طور تي ڏکڻ ايشيا ۾ هٿيارن ۾ گهٽتائي آڻڻ واسطي ڪم ڪندڙ امن پسند ماڻهن جي دلين ۽ دماغن ۾ سندس شخصيت ڪا گهڻي ناماچاري نٿي رکي.

اهڙو شخص جيڪو پنهنجي حياتي تباهي پکيڙيندڙ اوزارن جي تياريءَ ۾ ٿو گذاري، عام طور تي حڪومتي ادارن جي چڱن لفظن ۾ ٿو ياد رکيو وڃي ته هو پنهنجي قوم جو محسن هو. جيتوڻيڪ اهڙن ”محسنن“ ڪي لاياتتا ڪم پڻ ڪيا آهن جهڙي ريت ڊاڪٽر عبدالقدير خان طرفان پاڪستان ۾ ڪيئي اسڪول ۽ اسپتالون قائم ڪرڻ پر مجموعي طور تي انسانيت جي نظر ۾ سندن تاثر منفي ئي رهي ٿو.

عام طور تي رياستن جي تشدد تي هڪ هٽي قائم ڪرڻ جي خواهش اُجلون پئي ڏيندي آهي ۽ سرحدن جي ٻئي پاسي انهيءَ هڪ هٽيءَ کي سگهارو ڪرڻ جي لوڙ ۾ اهي پنهنجي ديس واسين ۾ حب الوطنيءَ جو ڪوڙو هل هنگامو پيدا ڪنديون آهن جنهن جو مقصد حب الوطنيءَ کان وڌيڪ پنهنجي حقيقي يا تصوراتي ويريءَ کي تباهه ڪرڻ وارين صلاحيتين کي بهتر بنائڻ هوندو آهي. اِها ڳالهه سمجهڻ جي ضرورت آهي ته خلائي هٿيار. پوءِ اُهي پل ڪيترا به گهڻ اثر ڇو نه هجن. بربادي‌ءَ جا هٿيار ئي آهن ۽ انهن ۾ پرسڪون شهرن ۽ بيگناهه ماڻهن جي تباهي لڪيل هوندي آهي ۽ حب الوطنيءَ جو جوش انهن کي گهڻ تباهيءَ وارو نٿو بڻائي سگهي.

جيتوڻيڪ عبدالڪلام جي مرتئي تي سڄي ڀارت ۾ سوڳ ڪيو ويو ۽ سندس جنازي کي سرڪاري اعزاز ڏنو ويو ڇاڪاڻ جو پنهنجي فضائي ۽ خلائي ڪاميابين جي حوالي سان هو ڀارت ۾ انهيءَ اعزاز جو اهل به هو پر سندس حياتي ۽ ڪم کي انهيءَ آرسيءَ ۾ ڏسڻ گهرجي جنهن ۾ گهڻ ۾ گهڻ ٻن مسلمان ڀارتي صدرن ڊاڪٽر ذاڪر حسين (1897 کان 1969) ۽ فخر الدين علي احمد (1905 کان 1977) پنهنجو اولڙو ڇڏيو آهي. انهيءَ فهرست ۾ جسٽس محمد هدايت الله پڻ شامل آهي جيڪو 1969 ۾ ڊاڪٽر ذاڪر حسين جي مرتئي کان پوءِ وقتي صدر بڻيو.

جيڪڏهن ڀارتي صدرن جي ڏاهپ ڀري ڀيٽ ڪنداسين ته ڊاڪٽر ذاڪر حسين انهن سمورن ۾ هڪ قدآور شخصيت طور نظر ايندو. 1920 ۾ ڀارت ۾ تعليم جي هڪ وڏي مرڪز جامعه مليه اسلاميه جي بانيءَ طور هو مولانا محمد علي ۽ حڪيم اجمل خان سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺل نظر ٿو اچي. تنهن وقت سندس ڄمار فقط ٽيويهه سال هئي ۽ اي ايم او ڪاليج عليڳڙهه (اڄڪلهه علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽي) جو شاگرد هو جنهن کي برطانوي حڪومت کان امداد وٺڻ ڪري انڊين نيشنل ڪانگريس برطانوي پٺڀرائي وارو ادارو ليکيندي هئي.

گانڌيءَ ۽ ٻين ڪانگريسي اڳواڻن جي خواهش تي ذاڪر حسين ايم اي او ڪاليج کان موڪلائي عليڱڙهه ۾ هڪ نئين ڪاليج جو بنياد وڌو جنهن کي اڳتي هلي دهلي منتقل ڪيو ويو. مولانا محمد علي ان جو پهريون وائيس چانسلر ۽ حڪيم اجمل پهريون چانسلر بڻيا. ذاڪر حسين اوڻٽيهن ورهين جي ڄمار ۾ جرمنيءَ مان معاشيات ۾ پي ايڇ ڊي ڪئي ۽ 1926 ۾ جامعه جي وائيس چانسلر طور واپس آيو ۽ ٻن ڏهاڪن تائين انهيءَ عهدي تي رهيو.

انهيءَ دوران هُن آزاديءَ کانپوءِ ڀارت جي تعليم واري پهرين وزير مولانا ابوالڪلام آزادي جي صلاح تي گانڌيءَ طرفان قائم ڪيل بنيادي تعليم واسطي قومي ڪميٽيءَ جي سربراهي پڻ ڪئي. آزاديءَ کانپوءِ عليڱڙهه مسلم يونيورسٽيءَ کي شديد مسئلن جو منهن ڏسڻو پيو ڇاڪاڻ جو مسلمان استادن جو هڪ وڏو تعداد جيڪو پاڪستان جو حمائتي هو، سو لڏپلاڻ ڪري ويو. انهن استادن ڪري يونيورسٽي مسلم ليگ جو ڳڙهه بڻجي وئي هئي. ڪجهه ڪانگريسين عليڱڙهه يونيورسٽيءَ کي سيڪولر ڀارت لاءِ پاڪستان جي حمائت وارو مرڪز ۽ ملڪ لاءِ خطرو ٿي ڀانيو. اِهو ئي وقت هو جڏهن تعليم واري وزير مولانا آزاد ڊاڪٽر ذاڪر حسين کي عليڱڙهه يونيورسٽيءَ جو انتظام سنڀالڻ لاءِ چيو تہ جيئن قومي اداري طور ان کي بچائي سگهي.

ڊاڪٽر ذاڪر حسين 1948 کان 1956 تائين عليڱڙهه يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر رهيو. پوءِ کيس جواهر لال نهرو بهار جو گورنر مقرر ڪيو جنهن عهدي تي 1962 تائين رهيو.

بهار ۾ رياستي حڪومت طرفان قانونساز اسيمبليءَ ۾ هڪ بل ذريعي يونيورسٽين جي آزادي ڇيهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ هُن يونيورسٽين جي دانشوراڻي آزاديءَ خلاف بل تي صحيح ڪرڻ بدران استعفا ڏيڻ جو ڇتاءُ ڏنو. رياستي حڪومت کي پير پوئتي ڪرڻا پيا ۽ اهو قانون جڙي نہ سگهيو. ان جي ابتڙ پاڪستان ۾ وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن جي ڪوشش آهي تہ کهڙي ريت راءِ جي آزاديءَ ۾ گهٽتائي آڻي ۽ تعليمي ادارن کي نيوڙيندي سرڪاري مرضيءَ جي پيروي ڪئي وڃي

1962 ۾ ڊاڪٽر راجندر پرشاد جي ڀارت جي پهرين صدر طور ٻه ڀيرا اهو عهدو ماڻڻ ڪانپوءِ جڏهن نائب صدر ڊاڪٽر راڌا ڪرشنا کي ڀارت جو ٻيو صدر چونڊيو ويو ته ڊاڪٽر ذاڪر حسين کي نائب صدر ۽ گڏوگڏ راڄيه سڀا جو چيئرمين چونڊيو ويو. 1967 تائين ڀارت چين سان (1962) ۽ پاڪستان سان (1965) واريون لڙايون ڏسي چڪو هو.

ڀارت جو پهريون وزير اعظم جواهر لال نهرو گذاري چڪو هو. نئين وزير اعظم شاستريءَ کي ٽياڪڙ طور سوويت يونين تاشقند ۾ پاڪستان سان امن ناهه ڪرڻ تي راضي ڪري ورتو هو، انهن حالتن ۾ ڊاڪٽر ذاڪر حسين 1967 ۾ نائب صدر واري پنهنجي معياد مڪمل ڪئي. اوستائين اندرا گانڌيءَ ملڪ جي وزير اعظم بڻجي چڪي هئي ۽ چاهيائين ٿي ته ڊاڪٽر ذاڪر حسين ملڪ جو نئون صدر بڻجي جنهن اِها آڇ سولائي سان قبولي ورتي.

جيتوڻيڪ سنڌس گذاري وڃڻ سبب ڀارت جي صدر طور سنڌس عرصو انتهائي گهٽ رهيو پر امن امان جي بحالي ۽ هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر ذاڪر حسين جون ڪوششون شاندار رهيون. تعليمي ماهر ۽ منتظم، جامعه مليه ۽ عليگڙهه يونيورسٽيءَ ۾ سنڌس قيادت واري حيثيت لاجواب هئي جنهن مذهب جي نالي تي ورهايل ماڻهن جي دلين ۽ دماغ کي پلٽائي ڇڏيو.

ڊاڪٽر ذاڪر حسين جا ڪتاب خاص طور تي ”تحرڪ ڀري يونيورسٽي“ تعليم بابت سنڌس سوچن جو خاڪو تا پيش ڪن جيڪي تعصب ۽ عقيدي کان متيريون هيون. هن افلاطون جي لکڻين جا اڙدو ۾ ترجما ڪيا جيڪي پڙهڻ وٽان آهن. 1969 تائين، جڏهن هو پنهنجا فرض نڀائيندي، گذاري ويو، ڀارت ٽي صدر ڏسي چڪو هو، ڊاڪٽر راجندر پرشاد، ڊاڪٽر راڌا ڪشن ۽ ڊاڪٽر ذاڪر حسين اِهي ٽيئي مختلف موضوعن ۾ پي ايچ ڊيءَ جون ڊگريون رکندڙ هئا. انهيءَ عرصي دوران پاڪستان کي جيڪي مملڪتي سربراهه پلئه پياسي هئا غلام محمد، ميجر جنرل اسڪندر مرزا، جنرل ايوب خان ۽ جنرل يحيٰ خان.

اِها ڳالهه دلچسپيءَ کان خالي نه ٿيندي ته ڊاڪٽر ذاڪر حسين جو ننڍو ڀاءُ ڊاڪٽر محمود حسين پاڪستان جو حمائتي هو ۽ پاڪستان لڏي آيو هو ۽ هڪ سال لاءِ تعليم وارو وفاقي وزير پڻ رهيو تان جو غلام محمد هٿان خواجا ناظم الدين جي حڪومت برطرف ٿي وئي. ڊاڪٽر محمود حسين وري سياست ڏانهن منهن نه ڪيو ۽ ڪراچيءَ ۾ جامعه مليه قائم ڪيائين پر اِها دهليءَ جي جامعه مليه وانگر اعليٰ تعليم جي ميدان ۾ ڪو ڀوڳو ڀاري نه سگهي ۽ 1972 ۾ قومي ملڪيت ۾ وڃڻ کان پوءِ ته بنهه زوال پذير ٿي. 1990 جي ڇهاڙ ۾ هيءُ ليکڪ ان جي زوال پذيريءَ جون اکيون ڏٺو شاهد آهي.

ڊاڪٽر ذاڪر حسين جي گذاري وڃڻ کان پوءِ، نئين صدر جي چونڊ تائين نائب صدر وي وي گري وقتي صدر بڻيو جنهن پاڻ صدر ٿيڻ ٿي چاهيو پر ان لاءِ کيس پنهنجي عهدي تان استعفا ڏيڻي هئي، آئيني مسئلو پر اِهو آڏو هو ته استعفا ڪنهن آڏو جمع ڪرائي، نه ڪو صدر هو ۽ نه ئي ڪو نائب صدر، جڏهن ته هو پاڻ به وقتي صدر هو. ڀارت جي قانونسازن لاءِ اِها بنهه نئين صورتحال هئي جنهن لاءِ هڪ نئون قانون جوڙي ان عهدي لاءِ سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس جو پڻ اضافو ڪيو ويو اهڙي ريت چيف جسٽس هدايت الله ڀارت جو وقتي صدر بڻجي ويو.

جسٽس محمد هدايت الله انتهائي ڀلوڙ وڪيل هو ۽ هو سڀ کان ننڍيي ڄمار وارو سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس بڻيو. کيس 1968 ۾ ڊاڪٽر ذاڪر حسين سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس مقرر ڪيو هو. اها هڪ انتهائي دلچسپ صورتحال هئي جو هندستان ۾ صدر ۽ چيف جسٽس ٻئي مسلمان هئا. جسٽس هدايت الله جي مختصر صدارتي دور جو هڪ اهم واقعو اِهو هو ته هُن هندستان جو دورو ڪندڙ امريڪي صدر رچرڊ نڪسن جو هم منصب هئڻ طور آڌر ڀاءُ ڪيو. ريٽائرمينٽ جي لڳ ڀڳ ڏهن سالن کان پوءِ هدايت الله کي 1979 ۾ هندستان جو نائب صدر چونڊيو ويو.

هندستان جو اينڊڙ مسلمان صدر فخرالدين علي احمد هو جنهن 1974 ۾ وي وي گري کان پنهنجي عهدي جون ذميواريون ماڻيون. فخرالدين ڄائو ته دهليءَ ۾ هو پر سندس ڪٽنب جو تعلق آسام سان هو. نهرو جي حڪومتي ڏينهن ۾ هو گهڻي ڀاڱي آسام ۾ ڪانگريسي سياست ۾ رڌل رهيو پر اندرا گانڌيءَ وزير اعظم ٿيڻ کان پوءِ کيس دهلي آندو ۽ پهرين صنعتن ۽ واپار جو ۽ اڳتي هلي زراعت جو وزير بڻايو.

هندستاني صدر طور فخرالدين علي احمد جي دور جو بدترين وقت اُهو هو جڏهن اندراگانڌيءَ سڄي ملڪ تي هنگامي حالتون مڙهيون. اندرا پنهنجي سياسي بيرحمي ۽ اقتدار ۾ مرڪزيت جي حوالي سان ڄاتي سڃاتي ويندي هئي ۽ فخرالدين علي احمد هڪ ربڙ اسٽيمپ طور استعمال ٿيو ڇاڪاڻ جو سندس نالي تي اِهي هنگامي حالتون مڙهيون ويون هيون. سرڪاري طور تي صدر طرفان لاڳو ڪيل اِهي هنگامي حالتون جون 1975 کان مارچ 1977 تائين ايڪويهه مهينا رهيون. ايئن اندرا گانڌيءَ کي آپيشاهاڻي انداز ۾ راڄ ڪرڻ جو موقعو مليو ۽ کيس عام چونڊون ملتوي رکڻ ۽ عوامي آزاديون ڇيڀاڻڻ جي اجازت حاصل رهي.

فخرالدين علي احمد ان دوران بنهه خاموش رهيو ۽ ڪانگريس جا گهڻي ڀاڱي مخالف قيد ۾ واڙيا ويا جڏهن ته اظهار جي آزاديءَ تي پهرا رهيا. اندرا گانڌيءَ جي پٽ سنجي گانڌيءَ وڏي پئماني تي نسبنديءَ واري مهم شروع ڪئي پر صدر انکان به لاتعلق ۽ بيپرواهه رهيو.

فخرالدين علي احمد اهڙي ريت ئي ڪمزور ۽ بي وقعت هو جيئن پاڪستان ۾ فضل الاهي چوڌري ۽ رفيق تارڙ هئا جن کي سندن وفاداري ۽ اطاعت گزاريءَ سبب چونڊيو ويو هو. تاريخ جي سفر ۾ انهيءَ فهرست ۾ ٻيا به ڪيترائي نالا شامل آهن.

شايد هنگامي حالتن جو دٻاءُ هو يا ڏوهاري ضمير سندس توانائي کي جهوري رهيو هو جو فخرالدين احمد علي فيبروري 1977 ۾ اُن ساڳئي غسلخاني ۾ گذاري ويو جنهن ۾ اٺ سال اڳ ڊاڪٽر ذاڪر

حسين گذاري ويو هو. هيل تائين هندستان جا ٽي صدر پنهنجي آفيس ۾ پنهنجو صدارتي مدو پورو ڪرڻ ڪانسواءِ گذاري ويا ۽ اتفاق سان ٻئي مسلمان هئا.

هاڻ اچون ٿا هندستان جي ٽين مسلمان صدر اي پي جي عبدالڪلام ڏانهن جنهن نه رڳو 2007 ۾ پنهنجي مدت پوري ڪئي پر بي جي پيءَ سان ويجهو تعلق هئڻ ڪري 2012 ۾ ايندڙ مدت لاءِ پڻ پنهنجي خواهش ظاهر ڪيائين، جڏهن صدر پرتيبا پٽيل پنهنجو وقت پورو ڪيو پر جوڳي حمائت نه هئڻ سبب هو صدارتي چونڊن تان هٽ ڪٽي ويو.

2002 ۾ عبدالڪلام جي صدر ٿيڻ مهل بي جي پيءَ جي حڪومت هئي ۽ اٽل بهاري واجپائي وزيراعظم هو جنهن ڪي پنهنجي لاءِ ڪنهن جوڳي چپر ڇانو جي گهرج هئي. عبدالڪلام هڪ مسلمان سائنسدان هو جنهن هندستان جي اعليٰ ترين شهري اعزاز ڀارت رتن سميت ڪيترائي اعليٰ اعزاز ماڻيا هئا. هُن پوڪران 2 رٿا ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو جنهن جي ڪري 1998 وارا ائٽمي ڌماڪا ٿي سگهيا هئا. بي جي پيءَ لاءِ اهڙي مسلمان سائنسدان ڪان وڏيڪ ڪير مناسب اُميدوار ٿي پئي سگهيو جنهن هندستان کي هٿيارن جي سگهه ڏني هجي.

انڊين نيشنل ڪانگريس عبدالڪلام آڏو پنهنجو ڪو اُميدوار نه لاتو پر ڪابي ڌر جي چئن پارٽين ميدان خالي نه ڇڏيو ۽ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا، سي پي آءِ (ايم)، انقلابي سوشلسٽ پارٽي ۽ فارورڊ بلاڪ گڏيل طور تي اناسي ورهين جي لڪشمي سهگل کي نامزد ڪيو جيڪا هڪ اڳوڻي انقلابي ۽ آزاديءَ جي سپاهي هئي. ڪيس عبدالڪلام جي مقابلي ۾ وڏي شڪست آئي جيڪو 2002 ۾ هندستان جو يارهون صدر بڻيو.

عبدالڪلام جو تعلق انتهائي معمولي پسمنظر سان هو. سندس والد ڏکڻ هندستان جي رياست تامل ناڊو ۾ مدراس (هاڻوڪي چنائي) پرسان هڪ ڳوٺڙي ۾ ٻيڙيون ناهيندو هو. ڪلام ڀارت جي بهترين سائنسي ادارن منجهان هڪ مان اسڪالرشپ حاصل ڪرڻ واسطي انتهائي اورچائپ سان ڪم ڪيو. سندس سموري حياتي اٽڪ ڪاوشن

۽ مقصد حاصل ڪرڻ جو داستان آهي. هن سائنس ۽ ٽيڪنالوجيءَ ۾ پنهنجي غيرمعمولي خدمتن تي هندستان جا اعليٰ ترين اعزاز ماڻيا.

بدقسمتيءَ سان اهڙي شهرت رکندڙ سائنسدان انڌي قومپرستيءَ جي جنون ۾ وچڙي پيو جنهن سندس تباهي آڻيندڙ ايجادن جي طاقت کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. هُن 1998 ۾ ائٽمي ڌماڪن يا پارتي ميزائلن جي واڌ ويجهه واري رٿا جي نگراني ڪئي، ٻين به هُن وانگر ئي ڪيو جهڙوڪ پاڪستان ۾ عبدالقدير خان، ثمر مبارڪ مند يا ڪنهن ٻئي. ڏسڻو اِهو پوندو تہ اوهين ڪندائين واڙهہ جي ڪهڙي پاسي بيٺل آهيو؟ سائنس ۽ ٽيڪنالوجيءَ جي واڌ ويجهه پرامن مقصدن واسطي چاهيو ٿا يا "امن واسطي هٿيار" ۽ "پائيچاري لاءِ بم" جهڙن چلڪندڙ لفظن پويان پنهنجو پاڻ کي لڪايو ٿا. پوئين صورت ۾ ڏڪار جو ڏڻ چاري رهيا آهيو ۽ جنگي وطن پرستيءَ کي وڌائي ويجهائي رهيا آهيو.

# بنگال کان بنگلاديش تائين

2 جولاءِ 2016 تي ڍاڪا ۾ هولي آرٽيسان بيڪريءَ جي محاصري جي پڄاڻيءَ تي پهچڻ تائين، ڇهه اسلام پسند بندوق بردار مارجي چڪا هئا. بچي ويل گهڻي ڀاڱي يرغمالين جو تعلق اٽلي ۽ جاپان سان هو جيڪي اهڙا ملڪ آهن جن جو افغانستان،عراق يا شام جي معاملن سان ڪو تعلق ئي ناهي.

ٻين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ ميسوليني ۽ توجو طرفان پنهنجي پاڙيسري ملڪن کي تاراج ڪرڻ کان پوءِ اٽلي ۽ جاپان پنهنجو پاڻ کي عالمي فتنن کان پريرو ئي رکيو آهي. وڌيڪ امڪان اِهو آهي تہ ڍاڪا ۾ مارجي ويل هٿياربندن ميسوليني يا توجو بابت ڪڏهن ٻڌو ئي نہ هوندو.

هن خطي ۾ بنگلاديش سان اِهو عجيب معاملو رهيو آهي تہ گذريل صدين دوران انجي سرحدن ۽ نالن ۾ ڪيترائي ڀيرا تبديلي آئي آهي. 1905 ۾ انگريزن طرفان بنگال جي ورهاڱي کان اڳ اِهو فقط بنگال هو، پوءِ ڇهن سالن تائين اوڀر ۽ اولهہ بنگال ۾ ورهايل رهيو. انکانپوءِ ٻيهر يڪجا ڪري بنگال بڻايو ويو. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ پهرين اوڀر بنگال ۽ اڳتي هلي اوڀر پاڪستان بڻيو.

1971 ۾ اهو هڪ آزاد ملڪ بنگلاديش طور اُڀريو. ڪنهن زماني ۾ هندستان جي پهرين نوبل انعام يافتہ رابندرناٿ ٽئگور ۽ سنڌس

شانتي نڪيتن ذريعي سجاڳو ويندڙ بنگال ڪيترين پيڙائن، ڏڪر، قتلام، جنسي ڏاڍاين ۽ ذات ڏٽين جو ڪوس سٺو آهي ۽ هاڻ انتهائي اسهپ وارن ماڻهن ۾ ٿو ڳڻجي.

جيتوڻيڪ ڪيترين ئي خرابين لاءِ برطانوي "ورهايو ۽ حڪومت ڪريو" واري پاليسيءَ تي الزام ڏرڻ عام چلن بڻجي ويو آهي پر انهيءَ حقيقت کان به نابري نٿي واري سگهجي ته بنگال کي هندو اڪثريتي اولهه بنگال ۽ مسلمان اڪثريتي اوڀر بنگال ۾ ورهائڻ هن خطي ۾ هندو ملسم تڪرار جو ٻج ڇٽيو. ڏٺو وڃي ته 1905 ۾ ٿيل ورهاڱو آخرڪار 1947 ۾ هندستان کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهائڻ جي ريهرسل هو.

بنگال جي مسلمان اڳواڻن جهڙوڪ نواب سليم الله، مولوي اي ڪي فضل حق ۽ خواجا ناظم الدين مسلمانن ۾ ڌار قومي سڃاڻپ واري سڄاڳي پئدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ انهيءَ مسلم قومي سڃاڻپ کي هڪ پيڙائتي حيرت جو منهن ڏسڻو پيو جڏهن اِهو گڏيل مذهب اولهه پاڪستان جي بالادست عوامي ۽ فوجي ڪاموراشاهيءَ هٿان اوڀر پاڪستان جا مسئلا حل ڪرائڻ ۾ ناڪام رهيو. جناح ۽ لياقت علي خان بنگالي اڳواڻن جهڙوڪ فضل حق ۽ سهرورديءَ کي ناپسند ٿي ڪيو ۽ هنن اڀرندڙ آزاد بنگالي سڃاڻپ جي حوالي سان هڪ کان وڌيڪ ڀيرا پنهنجي ناراضگيءَ جو اظهار ڪيو ته اِها مسلم سڃاڻپ جي ابتڙ آهي جنهن ذريعي سمورن پاڪستاني مسلمانن کي متحد ٿيڻو هو.

جيتوڻيڪ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ وارن چاليهن سالن جي عرصي ۾ بنگال ۾ مسلم سڃاڻپ تي تمام گهڻو زور ڏنو ويو هو پر 1947 کانپوءِ وارن پنجويهن سالن واري عرصي ۾ ٻوليوار تنوع ختم ڪرڻ ۽ متحد رياست قائم ڪرڻ جي ڪوشش خلاف بنگالي قومپرستيءَ جو اُڀار ڏسڻ ۾ آيو.

اولهه پاڪستان جي بالادستيءَ خلاف جدوجهد ۾، اوڀر پاڪستان جا هندو ۽ مسلمان بنگالي متحد ٿي ويا ۽ ڪين سرحد پار کان ٻڻ پنهرائي

حاصل ٿي. آزاديءَ جي هيءَ جدوجهد پنهنجي نوعيت ۾ سيڪيولر هئي ۽ اسلام پرست پارٽين جهڙوڪ جماعت اسلامي ۽ البدر ۽ الشمس جهڙين انهي ذيلي تنظيمن پاڪستاني اسٽيبلشمنٽ جي چرچ ٿي، انهيءَ جدوجهد کي مذهبي رنگ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ دعوا ڪئي ته اها اسلام ۽ اسلام جي قلعي پاڪستان جي بچاءَ جي جنگ آهي.

شيخ مجيب الرحمان، سيڪولر اڳواڻ هوندي به پنهنجو پاڻ کي مٿاهون رکڻ جي ڪوشش ۾ هڪ آمر ثابت ٿيو ۽ بنگلاديش قائم ٿيڻ جي ساڍن ٽن سالن اندر ئي 1975 ۾ پنهنجي ئي بنگالي فوج هٿان پنهنجي سموري ڪٽنب سوڌو قتل ٿي ويو. ايندڙ آمرن، جنرل ضياالرحمان ۽ جنرل حسين محمد ارشاد، جن پندرهن ورهين تائين حڪومت ڪئي، پنهنجي آپيشاهاڻي حڪومت کي درست ثابت ڪرڻ لاءِ اسلام جو سهارو ورتو، جهڙي ريت لڳ ڀڳ ساڳئي دور ۾ جنرل ضيا پاڪستان ۾ ڪري رهيو هو.

انهن پندرهن سالن دوران ضيا ۽ ارشاد جا چٽيل ڀڄ گذريل پنجويهن سالن ۾ وڏي وڻ ٿي چڪا آهن. 1971 واري آزاديءَ جي جنگ دوران ڪيل ڏوهن جي الزام تحت اسلام پرست پارٽين جي اڳواڻن کي ڦاسين ڪين اجائين وڏيڪ طاقت فراهم ڪئي آهي. بنگلاديش ۾ مسلمانن جو ٻيو وڏو جلسو، سبوا ڪاڄ، ٿيندو آهي جيڪو حج ڪانپوءِ دنيا ۾ مسلمانن جو ٻيو نمبر وڏو اجتماع آهي. شيخ حسينا واجد ۽ سندس حڪومت جي سيڪولر لاڙن سبب بنگلاديش ۽ هندستان ۾ ويجهڙائپ ٿي آهي، جنهن جو نتيجو پاڪستان سان ناتن ۾ تناءُ جي صورت ۾ نڪتو آهي.

لبرل ۽ سيڪولر بلاگرز، هم جنس پرستن ۽ هاڻ پرڏيهين لاءِ ڏکار تي ٻڌل ڏوهن جو هاڻوڪو اڀار بنگلاديشي معاشري ۾ مسئلن کي واضح ٿو ڪري جنهن جو چهرو سيڪولر آهي پر انجي هڪ پاسي حسينا واجد جي آپيشاهاڻي حڪومت آهي ته ٻئي پاسي القاعده ۽ دولت اسلاميا (داعش) جهڙين دهشتگرد تنظيمن جي وير تي ٻڌل مسلم سجاڳپ. ميانمار مان ٽڙيل روهينگيا مسلمانن ۽ هندستان جي آسام مان ڪڍيل بنگالي

مسلمانن کي بنگلاديش ڏانهن ڏکڻ ۾ انهيءَ جو ثبوت آهي.

جيتوڻيڪ پاڪستان جي ڀيٽ ۾ بنگلاديش انساني ترقيءَ جي ڀين ڏسائن ۾ ترقي ڪئي آهي پر اِهو پنهنجي سويلين ۽ فوجي آپيشاهاڻي حڪومتن جي مهربانيءَ ڪري سهپ ۽ رواداريءَ واري معاشري جي واڌ ويجهه ۾ ناڪام رهيو آهي.

حقيقت اِها آهي ته پارٽ مجموعي طور تي پنهنجو پاڻ کي سيڪولر ۽ سهپ تي ٻڌل معاشري طور ته پنهنجي اسرندڙ جمهوريت ۽ سياسي ۽ سماجي ماهرن ۾ فوج جي مڪمل عدم مداخلت جي بنياد تي مڃرايو آهي. ڍاڪا کان دمشق تائين مسلمان ملڪن ۾ اَسهپ ۽ انقلابن جي شدت رڳو امريڪي ۽ اسرائيلي سازشن جو ئي نتيجو ناهي. جيتوڻيڪ انهن ۾ انهن جي جزوي شموليت هڪ عنصر ضرور آهي. سڄي دنيا ۾ مسلمان سوچ غير منطقي انداز ۾ ڪم ڪري رهي آهيءَ هو ترقيءَ کي پُٺ ڏيئي ۽ اولهه جي سپيتا تي غلبو حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ وڃائڻ واري پتوڙ ۾ جنبيل آ رهن. هو اعليٰ ترين اولهندي ٽيڪنالوجي استعمال ڪن پر راءِ ۽ عقيدت ۾ اختلاف برداشت ڪرڻ لاءِ پنهنجي دانشوريءَ جو سافٽ ويئر اپگريڊ ڪرڻ کان انڪاري آهن.

ٻين مسلمان ملڪن وانگر بنگلاديش کي پڻ پنهنجون ترجيحون نئين سر جوڙڻ جي ضرورت آهي. انهيءَ واسطي مذهبي درسگاهن تي ڪڙڪندي تعليمي سرشتي جي مڪمل جانچ پڙتال ڪرڻ ۽ دانشوراڻي بيانيي کي جديد بڻائڻو پوندو.

هاڻ اِهو واضح ٿيندو پيو وڃي ته "لون وو لوز" ۽ ٻين گروهن طرفان ٿيندڙ حملن کي منهن ڏيڻ سولو ناهي، جهڙي ريت سان برنارڊينو ۽ لينڊبو کان برسلز ۽ ڍاڪا تائين هاڻوڪن مهينن جي واقعن مان ظاهر ٿيو آهي. سڄي دنيا جي مسلمانن کي جيوت جي بدلجندڙ حقيقتن ۽ سائنس ۽ ٽيڪنالوجيءَ جي وڏي پئماني تي ترقيءَ سان نهڪاءَ ۾ اچڻو پوندو، جن کي صديون پراڻي بيانيي ذريعي سمجهي نٿو سگهجي. مسلمان جيترو جلد انهيءَ حقيقت جو ادراڪ ڪندا، دنيا لاءِ اوترو ئي چڱو ٿيندو.

# ميگنا ڪارٽا ڪان اٺ سئو سال پوءِ

ڪنهن به آزاد شخص کي گرفتار يا قيد نٿو ڪري سگهجي، نه ئي ڪيس حقن يا ملڪيت کان محروم ٿو ڪري سگهجي، نه ئي ڪيس جلاوطن يا شهر بدر ڪري سگهجي ٿو، نه ئي ڪيس ٻين طريقن سان سندس شين کان محروم ڪري سگهجي ٿو، نه اسين سندس خلاف طاقت جو استعمال ڪنداسين نه ئي ٻين کي انهيءَ مقصد لاءِ اماڻينداسين، سواءِ قانوني فيصلن جي يا ملڪي قانونن جي، نه اسين ڪنهن کي وڪرو ڪنداسين، نه ڪنهن کي حقن يا انصاف کان انڪار يا دير جو حق آهي.

2015 ۾ دنيا عظيم ناهه ميگنا ڪارٽا کي سارينديءَ اٺ سئوهون ساليانو ڏيهاڙو ملهايو. ميگنا ڪارٽا جيڪو جمهوريت ۽ انساني حقن جي ڪجهه بنيادي اصولن جي علامت آهي، جن مان فقط ٻن جا متي حوالا ڏنا ويا آهن، سياسيات جي تاريخ ۾ هڪ غير معمولي حيثيت رکندڙ آهي. شاهه جان، جنهن 1215 ۾ انهيءَ دستاويز تي صحيح ڪئي هئي، ڪڏهن سوچيو به نه هوندو ته هو پنهنجي قلم سان ڪا اهڙي شئي لکندو جيڪا قانوني اصولن جو دائمي پڙنامون بڻجي ويندي.

پاڪستان جهڙا ڪجهه اُسرندڙ ملڪ اڃان تائين ميگنا ڪارٽا ۾ طئي ڪيل ڪجهه شرطن کان ڪوهين ڏور آهن. اِهو ڪير ٿو سمجهي سگهي ته اٺ صديون اڳ ٺهندڙ ناهه، جنهن ۾ پنج درجنن کان وڌيڪ

شرط يا شڪون شامل آهن، سياسي گهوٽالو حل ڪرڻ جي عملي ڪوشش ٿي سگهي ٿو.

سياسي اهميت رکندڙ انتهائي تاريخي دستاويزن کي سمجهڻ لاءِ انهيءَ وايومنڊل جي هڪ مجموعي تصوير اڏو هئڻ ضروري آهي. ان ڏس ۾، ٻارهين صديءَ جي ڪجهه واقعن جو جائزو شايد اسانجي مدد ڪري سگهي، هڪ يورپ جيڪو اوستائين اونداهي دور ۾ قائل هو، پادري روحاني ۽ عارضي قوتن کي برقرار رکڻ لاءِ پنهنجا جتن ڪري رهيا هئا. هڪبٽي پويان ايندڙ حڪمران معاشري ۾ مذهبي تسلط گهٽائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هئا ۽ ان عمل ۾ ڪڏهن ڪڏهن راهبن کان ٻه وڏيڪ وڏيون غلطيون ڪري رهيا هئا. هڪ ڪانپوءِ ٻيو پاپاءِاعظم ماڻهن کي مسلمانن خلاف صليبي ويڙهه شروع ڪرڻ لاءِ ڀڙڪائي رهيو هو. مقدس ماڳن تي قبضو ڪرڻ لاءِ هڪ ڪانپوءِ ٻئي لڙائي، ۽ پوءِ معاشري ۾ اڀرندڙ هڪ مثبت طبقو جنهن حڪمرانن طرفان محصول مڙهڻ ۽ جنگ جي نالي تي قوم جو رت وهائڻ وارين آپيشاهائي مدي خارج قوتن خلاف مزاحمت شروع ڪري ڏني هئي.

تفصيل ۾ وڃڻ کان اڳ، شايد ادب ۽ فلمن جي غير روائتي طريقن ذريعي تاريخ کي جانچڻ جو طريقو لاڀائتو ٿي سگهي ٿو. پڙهندڙ تخليات، افسانن ۽ فلمن ذريعي ڪجهه ڦلهورڻ جي ڪوشش ڪري سگهن ٿا. ان فهرست ۾ سڀ کان پهرين ٽي ايس ايلٽ (1888 کان 1965) جو لکيل هڪ ناٽڪ ”گرجا ۾ قتل“ آهي جيڪو 1170 ۾ ڪنٽربري ڪيٿيڊرل ۾ آرچ بشپ ٿامس بيڪٽ، جي قتل بابت آهي. هڪ انفرادي شخص طرفان اختياري جي مخالفت بابت هيءُ ناٽڪ اڄ به اوتروئي لاڳاپيل محسوس ٿو ٿئي جيڪو 1930 واري ڏهاڪي ۾ لکجڻ مهل.

ان جا واقعا 11 ڊسمبر 1170 تي ٿامس بيڪٽ جي فرانس ۾ ستن سالن واري گمشدگيءَ ڪانپوءِ موت تائين وارن ڏينهن تائين رونما ٿين ٿا. هيءُ ناٽڪ دنياوي قوتن جي عروج خلاف بيڪٽ جي داخلي جدوجهد ۽ خارجي لڙائي جو داستان آهي. چار جوان ڪليسا پهچن ٿا، جن ٻڌو آهي ته بادشاهه بيڪٽ سان پنهنجي ناراضگيءَ جو اظهار ڪري چڪو آهي

جنهن کي هو بيڪٽ جي قتل جو حڪم ٿا ليکين. انهن سورمن ان تي عمل ڪندي ڪيس قتل ڪري وڌو. هڪ ٽال ۾ نوحي خواني تي ٿئي!

زمين گدلي آهي، پاڻي گدلو آهي، اسانجا وحشي صفت انسان ۽ اسين رت-هاڻا آهيون.

ناٽڪ جي پڄاڻيءَ تي سورما تنقيد ڪندڙن کي مخاطب ڪندي پنهنجي ڪارنامي جو بچاءُ ٿا ڪن ته قتل درست ۽ صحيح نيت سان ڪيو ويو هو ته جيئن چرچ جي طاقت، استحڪام ۽ رياستي اقتدار ڪمزور نه ٿين. هيءُ ناٽڪ وچئين دور ۾ روحاني ۽ دنياوي قوتن وچ ۾ ويڙهاند جي شاندار عڪاسي ٿو ڪري. بادشاهه ڪنهن وقت بيڪٽ جو ويجهو ترين دوست بڻجي چڪو هو ۽ هُن ڪيس انهيءَ اُميد سان آرچ بشپ بڻايو هو ته هو بادشاهه جي حڪمن جي پوئواري ڪندو پر انجي اُبتڙ بيڪٽ روحاني قانون جي دنياوي ۽ عارضي قانون تي برتري برقرار رکي.

اِهوئي داستان 1964 ۾ فلم "بيڪٽ" ۾ پيش ڪيو ويو جنهن جو هدائتون پيٽر گلينول ڏنيون. رچرڊ برٽن جي بيڪٽ طور، پيٽراوٽول جي شاهه هينري ٻيو طور ۽ جان گيلگود جي فرانسيسي بادشاهه وارو ڪردار ادا ڪرڻ ڪانپوءِ ان فلمَ جي ناڪام ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نٿي ٿيو. انهيءَ فلم جو دائرو انتهائي وسيع آهي جنهن ۾ متحرڪ ڪئمرائن جو ڪمال آهي ڇاڪاڻ جو انجي ابتڙ ٿيٽر ۾ ماڳ مڪان جون ڪيئي پابنديون هجن ٿيون.

فلم جي شروعات هينري ٻين ۽ ٿامس بيڪٽ جي عهدي ۽ نسبي شجري ۾ فرق ڪان مٺيري دوستيءَ جي تاريخي حقيقت قائم ڪرڻ ڪان ٿئي ٿي. بادشاهه کي بيڪٽ جي روپ ۾ پنهنجي خدمت گذارن ۾ هڪ ناياب رازدان صلاحڪار ۽ وفادار هٿ آيو جيڪو بادشاهه جي هر حڪم جي پوئواري ٿو ڪري. بادشاهه جي چرچ سان مسلسل هلندڙ ڏڦيرن جي ڪري ڪليسا وارن طرفان فرانس جي وڄايل سلطنت ٻيهر حاصل ڪرڻ وارين بادشاهه جي ڪوششن ۾ پنهنجي شرڪت ڪان نابري مالي مسئلن جو سبب بڻي. چرچ جي انهيءَ بدظنيءَ انجي

محصول کان مٿيري حيثيت کي برقرار رکيو جيڪا انکي اڳوڻي بادشاھ وٽان مليل ھئي. بادشاھ بيڪٽ کي ڪنٽربريءَ جو آرچ بشپ مقرر ڪري انھيءَ حيثيت جو جمود ٽوڙڻ جي ڪوشش ٿو ڪري پر بادشاھ کان ڊڄندي سندس دوست ڊرامائي طور تي پنھنجي مقرريءَ ڪانپوءِ بدلجي ٿو وڃي ۽ تخت بدران پنھنجي نئين عھدي سان وفاداري ٿو نڀائي.

پاڪستاني پڙھندڙن لاءِ اِھا صورتحال اچرج جوڳي نہ ھئڻ گھرجي، اُھي جيڪڏھن رڳو جرنيلن، جڄن ۽ سياستدانن جون بدلجندڙ وفاداريون ياد رکن جيڪي مسلسل وفادار ھئڻ جي اُميد ۾ "راڄ ڪندڙ اختيارن جي صاحبن" طرفان مقرر ڪيا ويندا آھن پر بدليل صورتحال کين پنھنجي اڳوڻن آقائن سامھون آڻيو بيھاري.

ميگنا ڪارٽا جي سفر ۾ اسانجو ايندڙ ٽاڪ 1183 ۾ آھي جيڪو جيمز گولڊ مين جي ھڪ ناٽڪ "سياري ۾ شينھن" ۾ پيش ڪيو ويو ويو آھي. بيڪٽ سان مقابلي کان لڳ ڀڳ ٻہ ڏھاڪا پوءِ، بادشاھ ھينريءَ جا ٽئي پٽ سندس تخت جو وارث بڻجڻ ٿا چاھين. انھيءَ ناٽڪ کي 1969 ۾ ڊائريڪٽر انٿوني ھارڊيءَ آسڪر انعام يافتا فلم ۾ پڻ تبديل ڪيو. پيٽراوٽولي بادشاھ، ڪيٿرين ھيپبرن سندس زال، انٿوني ھوپڪنز بادشاھ جو پٽ رچرڊ جيڪو اڳتي ھلي بادشاھ رچرڊ ٻيو، ٽموٿي ڊالٽن (جيڪو اڳتي ھلي 1980 واري ڏھاڪي جي پڇاڙ ۾ راجر مور جي جاءِ تي جيمز بانڊ واري ڪردار ۾ پڻ آيو) فرانس جي بادشاھ جو ڪردار ڪيو. اھڙن اداڪارن جي موجودگيءَ ۾ فلم کي ڪامياب ٿيڻو ئي ھو، سا ٿي.

ٻارھين صديءَ واري برطانيا کي سمجھڻ لاءِ اسان وٽ ٻيو ادبي ذريعو "آئيون ھو" آھي. 1820 ۾ شائع ٿيل سر والٽر اسڪاٽ جي انھيءَ تاريخي ناول تي رچرڊ ٿروپ 1952 ۾ ھڪ فلم ٺاھي. ھڪ ڀيرو ٻيھر رابرٽ ٽيلر، ايلزبيٿ ٽيلر ۽ جوان فنٽينءَ واري اِھا فلم برطانيا جي مٿين طبقي وارن سيڪسن گھراڻن مان ھڪ جو داستان آھي.

اِھو ٽين صليبي لڙائيءَ ۾ ناڪاميءَ ڪانپوءِ 1994 جو داستان آھي جڏھن ڪيترائي صليبي يورپ ۾ پنھنجي گھرن ڏانھن موٽي رھيا ھئا.

هينري بين جي پٽ رچرڊ کي برطانيا ڏانهن واپسيءَ واري سفر ۾ آسٽريا جي ليو پولڊ پڪڙي ورتو. انهيءَ هو، صلاح الدين ايوبيءَ خلاف ويڙهه دوران ڪنگ رچرڊ جو ساٿاري هو ۽ پوءِ آسٽريا جي اغوا ڪندڙن کان سندس آزاديءَ ۾ مدد پڻ ڪيائين. ناول ۽ فلم تاريخ کان اڳيان هجن ٿا ۾ ٻارهين صديءَ جي پيچاڙ ۾ نارمن (فرانسيسي فاتح جيڪي 1066 ۾ هيسٽنگ واري لڙائيءَ ۾ فتح ڪانپوءِ آزاد ٿيا هئا) ۽ سيڪسن (مقامي جنگي نارمن ڇيپائي چڙهيو) وچ ۾ لاڳيتو ڇڪتاڻ سمجهڻ ۾ مددگار ثابت ٿين ٿا.

وڏيڪ ٻه فلمون ”صليبي جنگيون“ (1935) جنهن جون هدائتون سيسل بي ڊي مليءَ ڏنيون ۽ ”دهشت جي بادشاهت“ (2005) جنهن جون هدائتون رڊلي اسڪاٽ ڏنيون، ان دور ۾ دلچسپي رکندڙ پاڻکن لاءِ مددگار ثابت ٿينديون.

انهيءَ پسمنظر سان ميگناڪارٽا ڏانهن موٽي سگهون ٿا. ٻه اهم واقعا آڏو آهن، هڪ پوپ انوسنٽ ٽين جي 1198 ۾ چونڊ ۽ ٻيو 1199 ۾ ڪنگ رچرڊ جو موت. پوپ پنهنجي پاپائي اقتدار کي نافذ ڪرڻ لاءِ سيڪولر سياستدانن تي گجگوڙ شروع ڪئي ته جيئن سمورن بدعتين کي چرچ مان تڙي سگهجي. سندس حڪمت عملين سندس طاقت جو اظهار ته ڪيو پر عوام کي انتهائي ڳلتيءَ ۾ به وجهي ڇڏيائين. ڪنگ رچرڊ ٻهريون جيڪو پڪڙجي پيو هو، قيد ٿيو ۽ پوءِ پنهنجي ننڍي ڀاءُ هينري بين جي سڀ کان ننڍي پٽ جان ذريعي ڀنگ ڏئي آزاد ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

پنهنجي جانشيني ۽ تخت تي ويهڻ ڪانپوءِ، فرانس سان ٿيل مرتمار لڙائيون نئين بادشاهه لاءِ تباهيءَ پريون ثابت ٿيون. ناڪام ۽ انتهائي مهانگي ڪندڙ تي پڪڙيل لڙائين سندس راڄ کي متاثر ڪيو. پنهنجي ڀاءُ کان ورثي ۾ مليل وسيع سلطنت جي حفاظت واريون سندس سموريون ڪوششون دڦ ٿي ويون. لڙائيءَ جي وڏن خرچن جان کي هٿايو ته هو استحصالي جاگيردارانا اختيار استعمال ڪندي اشرافيا ۽ شاهي عهديدارن کان مالي ڀاڱي پائيواريءَ جي گهر ڪري

انکانسواءِ، پوپ سان ٽڪرار ان حد تائين پهتو جو 1208 ۾ هڪ امتناعي حڪم ذريعي پادرين کان سمورين روحاني خدمتون واپس ورتيون ويون. اِهو حڪم هڪ لحاظ کان سينسرشپ هو جيڪو چرچ جي رسمن، پوءِ ڀل اِهي انفرادي هجن يا اجتماعي، تي جهل وجهڻ وارو هو. 1209 ۾ پوپ جان کي مذهب کان ٻاهر ڪري ڇڏيو. تنهن زماني جي بادشاهن جي اڪثريت يا اڄ جي آمر حڪمرانن وانگر ڪنگ جان انتهائي سخت ۽ ضدي سڀاءَ وارو هو. شايد ڪيس ياد رکڻ جو بهترين سبب 1216 ۾ سندس طرفان ميگناڪارٽا جاري ڪرڻ يا ايئن چئجي تہ جاري ڪرڻ تي مجبور ٿيڻ هو.

هاڻوڪي دور جي حڪمرانن جي جنگ جوئي واري لاڙي وانگر ڪنگ جان جنگين جو ڪوڏيو هو. هر پيري جنگ ۾ شڪست ٿي کاڌائين ۽ هر پيري پنهنجي آمدنيءَ جا ذريعا وڃائي ٿي ويٺو. ان ريت هر نئين جنگي مهم جوئي جو بار هميشہ جيان سسندڙ محصول ڏيندڙن تي ٿي پيو. ڇا خيال آهي، اِها ڳالهہ ڄاتل سڃاتل نٿي لڳي؟

وڏيڪ فوجي مهم جوئين مالي گهوٽالي کي اجائين وڏيڪ ڳنڀير بڻائي ڇڏيو ۽ محصولن جي وصوليءَ لاءِ آمدنيءَ جي سمورن ذريعن مان ممڪن حد تائين وڌ کان وڌ نپوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. هُن انتظاميا، ڪورٽن، زميني سرِشتي جي جاگيرداراڻي وهنوار مان ڏوڪڙ ڪديا. هُن جيترو وڌيڪ ظالماڻو ورتاءُ ڪيو، اوتروئي سندس مخالفن کي هُن خلاف منظم ٿيڻ جي همت ٿي.

پنهنجي حڪومتي دور جي گهڻي ڀاڱي عرصي ۾، جان برطانيا جي روحاني پيشوا انوسنٽ ٽين سان هڪ ڊگهي بحث ۾ رڌل رهيو. 1205 ۾ ڪنٽربريءَ جي نئين آرچ بشپ جي چونڊ جي ڪوشش اِهو ٽڪراءُ پيدا ڪيو. جان پوپ جي نامزدگي مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ امتناعي حڪم ذريعي راهبن کي ڪنٽربريءَ مان ڪڍي ڇڏيائين، جنهن جي نتيجي ۾ مقدس ڪاڄ نہ ٿي سگهيا، وهان جا مقدس فرض ادا نہ ٿيا. جنازن کي مذهبي رسمن ذريعي مقدس بنائڻ جي اجازت نہ ڏني وئي. جان چرچ جي زمينن ۽ انهن مان حاصل ٿيندڙ وڏي شاهي آمدنيءَ کي منجمند ڪري ڇڏيو.

ميگناڪارٽا جي روداد ۾ آخرڪار جان کي پوپ جي ڪنٽربري جي آرچ بشپ لاءِ نامزدگي مڃڻي پئي، ڏيهه نيڪالي ڏنل پادرين کي بحال ڪرڻو پيو ۽ چرچ جي ضبط ڪيل آمدنيءَ جو ازالو ڪرڻو پيو. پوپ منصبدار هئڻ سان گڏوگڏ برطانيا ۽ آئرلينڊ جو روحاني پيشوا بڻجي ويو پر جان کي پنهنجي حڪومت جاري رکڻ جي اجازت پڻ ڏئي ڇڏيائين. جنوري 1215 ۾ امير طبقي جي هڪ گروهه بادشاهه طرفان مڙهيل بي حساب محصولن خلاف پوپ کي هڪ باقاعدي عرضداشت پيش ڪئي. نئين آرچ بشپ انهيءَ طبقي کي همٿايو ته هو جان تي دٻاءُ وجهن ته هو آئيني حدن ۾ رهندي راڄ ڪري. بادشاهه امير طبقي جون گهرون مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ نتيجي طور هو بادشاهه سان وفاداريءَ کان لاتعلق بڻجي ويا. اِها صورتحال گهرو لڙائيءَ جو بنياد بڻي ۽ بادشاهه حڪم جاري ڪيو ته باغين جي زمينن تي قبضو ڪيو وڃي. امير طبقي لنڊن ٽاور تي قبضو ڪري ورتو پر جان سندن گهرون مڃڻ کان نابري وارينڊو رهيو.

آخرڪار آرچ بشپ ذريعي، ٿيمز دريا جي ڪناري تي ريمنڊ ۾ ڏگهيون ڳالهيون ٻولهيون ٿيون جيڪي هڪ اهڙي ناهه جو سبب بڻيون، جنهن ۾ بادشاهه ڪيترين ئي رعائتون ڏنيون ۽ جن جي اُپٽار بيرون جي شڪن ۾ ڪئي وئي آهي. نتيجي طور انتهائي گهڻي ۽ وسيع طاقت سان پنجويهن نوابن تي ٻڌل هڪ ڪميشن جوڙيو ويو جنهن جو مقصد بادشاهه جي پوئواري يقيني بنائڻ ۽ ڪيس پنهنجي اختيارن تائين محدود ڪرڻ هو.

ميگنا ڪارٽا سگهوئي پنهنجون شقون پاڻ مسنوخ ڪيون ۽ نوابن بادشاهه سان وفاداريءَ جو نئين سر حلف کڻي باضابطي امن قائم ڪيو.

ميگناڪارٽا آزاديءَ جي بنيادي اصولن جو بيان نه پر مزاحمت جو هڪ تسلسل هو جيڪو پراڻين رنجشن ۽ ظالماڻي حڪومت کي نندي ٿو ۽ ان ڪري اڄ به مهلائتو ٿو لڳي. ميگناڪارٽا جون گهڻي ڀاڱي شقون حڪمرانن جي مخصوص علائقن ۾ محصول ۽ ملڪي انتظام

وارا اختيار محدود ڪرڻ جي ڳالهه ٿيون ڪن. ميگناڪارٽاجي ٺيهڻ مان لڳ ڀڳ چاليهن شقن جو تعلق سامراجي وهنوار جي شاهي بدعنوانيءَ سان آهي ۽ انجي حل لاءِ بادشاهه جي حقن کي منظم ڪرڻ جو ذريعو ٿيون فراهم ڪن.

عدالتي معاملن ۾ بادشاهه جي من ماني خواهشن ۽ ڳرا ڏنڊ مڙهڻ لاءِ هن پاران استعمال ٿيندڙ عدالتي اختيار ختم ڪيا ويا. هڪ اهم شق ۾ ڄاڻايل آهي ته ڪو به عهديدار پنهنجي ئي اڻ تصديق ٿيل بيان جي آڌار تي ڪنهن شخص تي ڪيس هلائي نه سگهندو. هاڻ انجي اسانجي دور جي بدمهانديءَ عدل واري سرشتي سان ڀيٽ ڪريو ته انيڪ مثال سامهون اچي ويندا. ايستائين جو اڄان تائين، ميگناڪارٽا تي صحيحن ڪان اٺ سئو سال پوءِ به، پروڙيون ٿا ته ماڻهن کي ثابت تي سگهندڙ بيانن ڪانسواءِ گرفتار ڪيو ٿو وڃي، مٿن ڪيس هلايو ٿو وڃي، ڪين سزائون ٿيون ڏنيون وڃن، ايستائين جو ڦاهيءَ چاڙهيو ٿو وڃي. انهن ڪٽنبن بابت ڇا چئجي جيڪي پنهنجي پيارن، جن کي زبردستي رياستي عهدن تان هٽايو ويو آهي، جي هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ٿا ڀٽڪن ۽ سڀ ڪان اُگرو اِهو ته انکي للڪاري به نٿو سگهجي.

ميگناڪارٽا تحت پنجويهن نوابن تي ٻڌل هڪ ڪميٽي جوڙي وئي هئي ته جيئن ٺاهه جي پاسداريءَ لاءِ بادشاهه تي نظر رکي سگهجي ۽ انجا شرط لاڳو ٿيڻ جي خاطري ڪري سگهجي. شرط پورا نه ٿيڻ جي صورت ۾، نوابن کي بادشاهه جي زمين ۽ جائيداد تي قبضو ڪرڻ جو اختيار حاصل هو، اُهي شرط جن تحت ڪم ڪندڙ ڪميٽي ميگناڪارٽا جي اصل منشا واضح ٿا ڪن. مثال جي طور تي قانون کي پنهنجي سر طاقت حاصل آهي ۽ حاڪم پنهنجو پاڻکي ان کان بالاتر نٿو ليکي سگهي.

جنکي جنرل مشرف جي دور ۾ 2007 دوران لڳ ڀڳ پوري عدليا برطرف ڪرڻ واري سمري ياد آهي يا جنرل ضيا جا آرڊيننس جن کيس ۽ سندس حڪمن ۽ ايستائين جو سندس فوجي عملدارن جي

فيصلن کي قانون ۽ آئين کان مٿاهون ٿي بڻايو، سي جيڪڏهن ميگناڪارٽا جون ڪجهه شقون پڙهندا ته پنهنجو پاڻ کي نوحي خواني ڪندي پسندا.

ميگناڪارٽا جي اهميت انهيءَ حقيقت ۾ ڳجهي آهي ته ڪنهن حد تائين تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن بادشاهه پنهنجا اختيار لکت ۾ هڪ دستاويز ذريعي محدود ڪرڻ جي اجازت ڏني.

جيڪڏهن اُن دور ۾ اسانجي خطي جي واقعن جي روشنيءَ ۾ انجو جائزو وٺبو ته پتو لڳندو ته ٻارهين صديءَ ۾ غزنوين ۽ غورين جا جانشين هڪٻئي پويان راڄ ڪري رهيا هئا. ڪين ننڍي ڪنڊ جا نارمن ليکي سگهجي ٿو جيڪي پنهنجي فتح ڪيل علائقن ۾ نيون ٻوليون ۽ ثقافتي عنصر ڪٺي آيا. جهڙي ريت برطانيا ۾ هڪ نئين ٻولي جڙڻ جي مرحلن ۾ هئي، جنهن جو پهريون اظهار جيفري چاسر جي "ڪينٽبريءَ جا قصا" ۾ ٿئي ٿو، ساڳي ريت اسين خسرو جي شاعريءَ ۾ پهريون ڀيرو ٻولين جو ڳاڙ پروڙيون ٿا.

بهرحال، هت سياسي ميدان ۾ ڪو ميگناڪارٽا نظر نٿو اچي، قطب الدين ايبڪ (1206 کان 1210) جي اڳواڻي ۾ 1206 ۾ لاهور ۽ دهليءَ ۾ غلامن جي گهراڻي تخت سنڀاليو، جنهن ڪانپوءِ شمس الدين التمش (1210کان 1236) آيو هيءُ سمورا آپيشاهيءَ وارا بادشاهه هئا جنکي اسانجي درسي ڪتابن ۾ متقي بادشاهه بڻائي پيش ڪيو ٿو وڃي پر هنن ڪنهن به وچئين دور يا جديد آپيشاهاڻي بادشاهه وانگر پنهنجي رعيت کي غلام بنائڻ لاءِ ڪنورتا جو مظاهرو ڪيو هو.

افسوسناڪ ڳالهه اِها آهي ته ان دور کي سمجهڻ لاءِ ڪو ناٽڪ، ناول يا فلم رٿڻ ممڪن ناهي، انجي بدران اسانوٽ جهاد کي همٿائڻ لاءِ رياستي سٽسماءَ جا ذريعا استعمال ڪندڙ جنرل ضيا جي پسنديده نسيم حجازيءَ جهڙن ماڻهن جا نام نهاد تاريخي ناول آهن جيڪي وڙهڻ مرڻ ۽ رومانوي ڪردارن تي ٻڌل آهن.

هڪ حوالي سان، پاڪستان اڃان تائين ميگناڪارٽا جون ڪجهه شقون لاڳو ٿيڻ جو منتظر آهي. مذهبي پيشوا پنهنجو پاڻ کي چورڻ

ڦيرڻ کان نابري واريل آهن ۽ رياست سمورن مذهبي ادارن جو اندراج ڪرڻ ۾ ناڪام رهي آهي، ايستائين جو هڪ بدنام مولويءَ کي مسجد مان برطرف ڪرڻ جي سگهه ڪان بہ وانجهيل آهي، پوءِ مولانا شيرانيءَ جهڙن مذهبي پيشوائن جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. قانوني طريقن کي اڳيئي چيپائيو ويو آهي. هن مضمون جي شروعات ۾ بيان ڪيل شقن کي هڪ اڇاتري نظر سان ڀيهر ڏسو ۽ ويچاريو تہ اسين ڪٿي بيٺل آهيون.

# مثالي دنيا جي ڳولا

تازوئي ٿامس مورجي ”يوٽوپيا“ جا پنج سئو سال پورا ٿيا آهن. اشتراڪيت ۽ لاڳاپيل سياسي نظرين جي مبصرن ۽ شاگردن لاءِ اِهي پنج صديون مثالي معاشرو قائم ڪرڻ جي سڌ بابت ڀيهر سوچڻ جي هڪ دلچسپ تحرڪ ٿيون پئدا ڪن. اِهو سوويت يونين ۽ ٻين اوڀر يورپي ملڪن ۾ پڙپانگ ٿيل اشتراڪي معاشرن جو تجزيو هجي يا 1979 واري ايراني انقلاب جو يا وري طالبان ۽ داعش جون هڪ مڪمل اسلامي معاشرو قائم ڪرڻ واريون هاٺوڪيون ڪوششون، انهيءَ سموري عمل هزارين زندگيون ڳڙڪايون ۽ مخالفن کي چيپائيو.

هيلري مينٽل جي تاريخي ناول ”وولف هال“(2009) مور جي موت جي ور چڙهڻ ڏانهن وٺي ويندڙ واقعن کي انتهائي شاندار انداز ۾ قلمبند ڪيو آهي پر ان کان به وڌيڪ دلچسپ اُهي تفصيل آهن ته ڪهڙي ريت ”يوٽوپيا“ جو ليکڪ پنهنجو پاڻ کي ”ملحدين“ جي ايذاءُ رسائي مان تسڪين ٿو ڏياري.

يوٽوپيائي ادب ۾ جنهن ڪتاب جو سڀ کان وڌيڪ حوالو ڏنو ويندو آهي سو آهي ٿامس مور جو ”يوٽوپيا“. ان هڪ نئون اصطلاح متعارف ڪرايو جيڪو سمورين ٻولين ۾ جيئن جو تيئن استعمال ٿئي ٿو پر يوٽوپيا تي ڳالهائڻ کان اڳ، مسلمان تاريخ جي هڪ عظيم ڏاهي

ابونصر خارابيءَ جي عام طور تي نظرانداز ٿيندڙ پر انتهائي اهم ڪم "المدينہ الفاضلہ" تي ان ڏس ۾ هڪ نظر وجهڻ گهرجي.

ڏهين صديءَ جي شروعات ۾ ٿامس مور کان لڳ ڀڳ ڇهہ سئو سال اڳ لکيل انهيءَ ڪتاب کي "ڪامل رياست" يا "گڏيل وارو شهر" جي سري سان ڪيترائي ڀيرا ترجمو ڪيو ويو آهي. اولهہ ۾ الفارابيس طور ڄاتو ويندڙ الفارابي (870 کان 950) ناميارو فلسيوف ۽ فقيہ هو جنهن جي نہ رڳو اخلاقيات، منطق، مابعدالطبعيات، فلسفي ۽ سياسيات پر سنگيت تي پڻ مهارت هئي. جيتوڻيڪ الفارابيءَ کان اڳ، گهڻ ۾ گهڻ ٻن ٻين اهم ليکڪن پڻ انهيءَ موضوع تي لکڻ ۾ پاڳي پائيواري ڪئي، جن ۾ افلاطون پنهنجو ڪتاب ريپبلڪ چوٿين صدي قبل مسيح ۾ لکيو جڏهن تہ ڪائنس هڪ هزار سال پوءِ آگسٽين پنهنجو ڪتاب "خدا جو شهر" لکيو پر فقط سچ جي علامت طور بيان ٿيندڙ مذهب جي اُپٽار ڪندي لفارابيءَ شاندار ڪم ڪيو آهي.

افلاطون ۽ الفارابي ٻئي جٽا رياست جي رهنمائيءَ لاءِ فلسفين ڏانهن تا نهارين پر فلسفي کي ڪشش ڀريو بنائڻ ۽ شايد مذهبي اڳواڻن جي ڏمر کان بچڻ واسطي الفارابي انکي افلاطون جي فلسفي جو شاهہ بدران پيغمبر يا امام ٿو سڏي. تفصيل ۾ وڃڻ تي پتو ٿو لڳي تہ الفارابي پنهنجي امام يا حاڪم کي عبادتگذار ڪان وڌيڪ فلسفي ڏسڻ ٿو چاهي. ڪيس پنهنجي "فطري خواهش" سان راڄ ڪرڻ گهرجي ۽ ان قسم جي حڪمرانيءَ لاءِ "درست ورتاءُ" اختيار ڪرڻ گهرجي. حڪمرانن کي ڪيترن ئي ضابطن ۾ پنهنجو پاڻکي ڪامل بنائڻ گهرجي ۽ بهتر ٻوليءَ جو ٻڌ ٿيڻ ذريعي ڪيس پنهنجا خيال اثرائتي انداز ۾ پنهنجي رعيت تائين پهچائڻ جو اهل هئڻ گهرجي.

"مستعد عقل ۽ ڏاهپ" اهڙي بنيادي خوبي آهي جيڪا الفارابي پنهنجي بادشاهہ ۾ چاهي ٿو. جيڪا ان ڳالهہ جو اشارو تي ڏئي تہ جيڪڏهن ڪنهن مذهبي اڳواڻ ۾ اهڙي ڏاهپ نہ هجي تہ ڪيس حاڪم بڻجڻ جو ڪو حق نٿو رسي. سُٺي يادگيريءَ ڪانسواءِ، حاڪم ۾ "سکڻ سان لڳاءُ" ۽ "سٺي فهم ۽ فراست" پڻ هئڻ گهرجي. الفارابي سکڻ ۽

سمجهڻ کي همٿائڻ بدران اڪثر مذهبي اڳواڻ پنهنجي مخاطبين کي متاثر ڪرڻ لاءِ پنهنجي سٺي يادگيريءَ تي ڀاڙين ٿا. اسانجي نشري مبلغين ۽ جملن پويان جملا ٻڌائيندڙ نيم حڪيمن واري دور ۾ پڻ اِها ڳالهه ڪيتري قدر سچي ٿي لڳي.

ذهني ۽ جسماني لحاظ کان ڪنهن "مڪمل تندرست جسم" وانگر الفارابيءَ جو گڏڻ وارو شهر چڱائين ۽ خوشين جي ڳولا ٿو ڪري. انجي ابتڙ سندس "بدحال شهر" خاسق، جاهل ۽ ٽڪيل آهي. هو خوشيون ماڻڻ لاءِ ماڻهن جي سهڪار تي زور ٿو ڀري. هو واضح طور تي اِها پيشبندي ٿو ڪري ته گڏڻ وارو شهر ان وقت ظاهر ٿيندو جڏهن انجون سموريون گهڻگهريون قومون خوشيون ماڻڻ لاءِ هڪٻئي سان سهڪار ڪنديون. هو پنهنجي ٻنهي پيشروئن افلاطون ۽ آگسٽين جي ريپبلڪ ۽ خدا جو شهر جي پيٽ ۾ تمام گهٽي چٽن خيالن وارو ٿو نظر اچي.

ڪتاب جي ڪجهه حصن ۾، الفارابي مذهب کي اهڙي ريت ٿو ڳاڏڙ ڪري جو ڪٿي ڪٿي اُهو ڪجهه خود سندس پنهنجي لکڻيءَ جي ابتڙ ٿو لڳي. ايئن ٿو لڳي ته جڻ هُن پنهنجي آزاد سوچ همعصر ديني سوچ جي دائري ۾ محدود ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته جيئن مذهبي متعصب پرت سندس ويري نه بڻجي وڃي جيڪو اُن وقت به اوتري ئي ڳاٽيڻي ۾ هو جيترو اڄ آهي. ڏهين صديءَ ۾ رهندي، عباسي خلافت جي زوال مهل سڄي مسلمان دنيا جي ابتري پروڙيندي فارابيءَ پنهنجي هڪ پرامن ۽ خوشحال دنيا جي خواهش جو اظهار ڪيو آهي. ڇهه صديون اوراڻگهي جڏهن اڳتي ٿا ڏسون ته ٿامس مور جو يورپ ٿو نظر اچي ۽ سورهين صدي عيسويءَ ۾ به مذهبي ڏاڍ ڏمر ۽ ٽڪراءُ جي ساڳي ڪيفيت پروڙي سگهجي ٿي.

جرمنيءَ ۾ گوٽنبرگ طرفان پرنٽنگ پريس جي ايجاد سبب ڪتابن ۽ نظرين کي تيزيءَ سان پکڙجڻ جو موقعو مليو. ايندڙ ڏهاڪي ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار وڏيون لکڻيون مڪمل ٿيون، 1613 ۾ ميڪاوليءَ جو ڪتاب دي پرنس، 1616 ۾ ٿامس مور جو يوٽوپيا ۽ ڪرسٽين پرنس

جو ڪرستان جي تعليم ۾ 1617 ۾ سڀ کان وڌيڪ تباهہ ڪُن ڪيٿولڪ عبادتن خلاف مارٽن لوٿر جو پڇانوي مقالا۔ دي پرنس بنيادي طور تي حڪمرانن لاءِ سياست جي اخلاقيات کان عليحدگيءَ جي وڪالت ڪندي، رياستي طاقت ڪي عمل ڏانهن وڌائڻ جي ڏسا ۾ ان دور جي حقيقي سياست تي هڪ سياسي رٽ آهي.

ٿي سگهي ٿو تہ ڪو اِهو بحث ڪري تہ دي پرنس ۽ يوٽوپيا ٻن مختلف موضوعن تي لکيل ٻنهہ ڌار ڪتاب آهن پر اورچائپ سان ڏسڻ تي ٻنهي ۾ ڪيتريون ئي هڪجهڙايون لهي سگهجن ٿيون. يوٽوپيائي ادب ۾ افلاطون ۽ آگسٽين کان الفارابيءَ تائين بلڪ انکانپوءِ بڪسلي ۽ آرويل ۾ هڪ عام رواج ٿو نظر اچي ۽ اِهو آهي تہ رڳو رياست نہ پر حڪمرانن لاءِ پڻ معيار جي رٽ ۽ اُن دور جو ننڍا پريو بيانيو. مور بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ مهل هاٽوڪي ادب جي ٻن جزن جو ذڪر لازمي طور تي ٿيڻ گهرجي. پهريون رابرٽ بولٽ (1924کان 1995) جو سمورين مُندن جو ماڻهو، 1950 واري ڏهاڪي ۾ انهيءَ ناٽڪ جا ڪيترائي نسخا لکيا ويا.

مور بابت انهيءَ ناٽڪ تي 1966 ۾ ٺهيل فلم ڪيترائي آسڪر ايوارڊ حاصل ڪيا. فلم ۾ سر ٿامس مور جو مرڪزي ڪردار پال شو فيلڊ ڪيو. اِهو ناٽڪ ۽ فلم مور کي هڪ اهڙي وليءَ طور تا پيش ڪن جنهن قاضيءَ جي حيثيت ۾ شاهہ هينري انين جي سندس زال ڪيترين آف آراگون سان طلاق جي تصديق ڪرڻ کان نابري واري. هو پنهنجي اصولن تي ناهہ ڪرڻ بدران پنهنجي موت کي ترجيح ٿو ڏئي ۽ اِهو ناٽڪ ڏسندڙن تي ٿامس مور پنهنجي ڌاڪ ٿو ويهاري. ٻيو، هيلري مينٽل جو ناول وولف هال آهي، جنهن ۾ ٿامس مور کي ملحدن جي پر تشدد دشمن طور پيش ڪيو ويو آهي. اِهو ٿيوڊر تاريخ ۾ مور جي ولين واري حيثيت تي سوال ٿو اُٿاري.

دلچسپ ڳالهہ اِها آهي تہ مثالي رياست بابت ڪتاب يوٽوپيا لکڻ کانپوءِ ملحدن جو شڪار ٿامس مور جي ڌيان ڌرڻ جو مرڪز بڻجي ويو. ڪفر جي خطري جي مخالفن ۾ هو شدت اختيار ڪندو ويو ۽ انهيءَ

لاڙي خلاف تيز ترار ٻولي استعمال ڪيائين. يوٽوپيا ۾، مورجي خيالي سلطنت انتها درجي جي آپيشاهاڻي هئي، ڪنهن شراب خاني، ڪوٺي يا اهڙي ڪنهن جڳهه ڪان وانجهيل جتي ماڻهو نجي يا ڳجهي ريت پاڻ ۾ ملي سگهن. مور رياستي مامرن بابت اسيمبليءَ ڪان ٻاهر بحث مباحثي جو به مخالف آهي. يوٽوپيا ۾، مور پنهنجي پڙهندڙن کي هر هر ياد ٿو ڏياري ته ماڻهن جي ايڪتا لاءِ ڪميونٽيءَ جي ڪيتري اهميت آهي.

ان لاءِ ذاتي مفاد هڪ تباهي ڀري طاقت آهي جيڪا سماجي ايڪتا جي ٻنڌڻ کي ڇيهون ڇيهون ٿي ڪري. سندس مثالي ماڳ ۾ نه ڪو بند دروازو آهي ۽ نه ئي ڪا ذاتي جائيداد. مثبت پاسو سياسي سگهه جو هئڻ آهي ۽ هو حاڪم کي عوام جي وجود ۾ ٽاڪ ڪرڻ جي صلاح تو ڏئي. اِهو گهڻي ڀاڱي اُهوئي انداز آهي جيڪو اڳتي هلي مختلف قسمن جي جمهوريتن ۾ ڪيل دعوائن ۾ تجربن هيٺ آندو ويو. ڪائونسلر ۽ سندن شهزادا چوندجن ٿا ۽ ماڻهن سان باقاعدي صلاح مشوري ۾ فيصلو ٿا ڪن. الفارابيءَ جي ڪتاب وانگر يوٽوپيا ۾ مور جي دعوائن ۾ ايترو ته تضاد آهي جو اچرج ٿي لڳي ته اصل ڳالهه ڪيئن قلهورجي.

مثال جي طور تي اقتدار ۾ شرڪت واري راءِ ڏيندي هو اسيمبليءَ ڪانسواءِ عوامي ڳالهه ٻولهه تي جهل ٿو وجهي. جيڪڏهن ڪو شخص رڳو قانوني عوامي پليٽفارم ڪان ٻاهر عوامي ڳالهه ٻولهه ڪندي هٿ آيو ته سندس ڏوهه موت جي سزا جو حقدار ليکبو ته جيئن واضح طور تي عوامي راءِ ۾ ڦينار ۽ فرق ڪان بچي سگهجي. يوٽوپيا لکجڻ واري سال ۾ ئي هڪ ٻيو ڪجهه گهڻ مشهور ڪتاب سامهون آيو.

ايراس مس جو "هڪ مسيحي شهزادي جي تعليم" اِهو ڪتاب يوٽوپيا جي ڀيٽ ۾ ميڪاوليءَ جي ڪتاب "دي پرنس" سان وڌيڪ ملندڙ جلندڙ آهي. فرق اِهو آهي ته ايراس مس چڱو مسيحي شهزادو ڪيئن بڻجي تي پنهنجا ويچار وندبا آهن جڏهن ته ميڪاولي مسيحي اخلاقيات يا ڪنهن به اخلاقيات بابت گهڻ فڪرمند آهي.

هت ان ڳالهه جي وضاحت ضروري ٿيندي ته جيتوڻيڪ دي پرنس

1513ع ۾ ليکيو ويو پر هيءَ ڪتاب گهڻو پوءِ 1532 ۾ شائع ٿيو انڪري انهيءَ جو ڪو امڪان ناهي تہ ايراس مس اهو پڙهيو هجي، انڪري انکي سندس آزاداڻو پورهيو ليکڻ گهرجي. ايراس مس جو ڪتاب دي پرنس ۽ يوٽوپيا کان مختلف آهي. اِهو تعليم ۽ سٺي استاد جي صفتن تي پڻ ڌيان ٿو ڌري جيڪي ان ڪي تعليمي اثاثي ۾ هڪ قيمتي ڀاڱي پائيوار تا بڻائين. ايراس مس آڌو مثالي اُستاد نرم سڀاءَ ۾ مواخذو نہ ٿيندڙ ڪردار پريو آهي. اِهو اسانکي چيني ڪميونسٽ اڳواڻ ليوشائوچيءَ جي ڪتابچي "سٺو ڪميونسٽ ڪيئن بڻجي" جي ياد ٿو ڏياري جيڪو 1940 واري ڏهاڪي کان 1960 واري ڏهاڪي تائين چين نواز ڪميونسٽن تمام گهڻو استعمال ڪيو.

متضاد بيانن هوندي بہ يوٽوپيا ايندڙ صدين ۾ تمام گهڻو يوٽوپيائي ادب تخليق ڪيو. هڪ صديءَ دوران، اٽليءَ ۾ ڪامپنيلا الحاد ۽ سرڪشيءَ سبب قيد جي ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ هڪ فلسفياڻو ڪم "سج جو شهر" (1602) سامهون آندو. جرمنيءَ ۾ ويلنٽائن "ڪرسٽيانو پولس" (1619) تيار ڪيو جنهن ۾ تعليمي ۽ سماجي سڌارن ڪي ترتيب ڏيندڙ سائنسي ۽ مسيحي نظرين جي وڪالت ڪيل آهي، جهڙي ريت الفارابيءَ اسلام ڪي انفرادي سوچ ذريعي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۾ سڀ کان وڌيڪ متاثر ڪندڙ ڪم فرانسس بيڪن جو هو جيڪو تجربن جي بنياد رکندڙ سائنسي انداز جو باني آهي. سندس علم سياسيات مذهب ۽ فلسفي ڪي مڪمل طور تي ڌار ڪري ڇڏيو.

بيڪن جو ناول "نئون اٽلانٽس" 1627 ۾ شائع ٿيو. اِهو سمنڊ ۾ گم ٿي ويل جهاز جي اپٽار سان شروع ٿو ٿئي جيڪو پنهنجي مسافرن سميت هڪ اڻڄاتل ماڳ تي ٿو پهچي. ڪتاب ۾ هر هر ذڪر ٿيندڙ موضوع ڏاهپ ۽ عظمت آهن. جيتوڻيڪ نئين ماڳ تي مذهب جو هڪ اهم ڪردار آهي پر اِهو گهڻي ڀاڱي پڙدي پوشيءَ لاءِ آهي، هو نئين مذهب طور سائنس ڪي وڏائي ويجهائي ٿو پر اڳتي هلي فارابيءَ وانگر زور ٿو ڀري تہ اُتي مذهبي قانون هئا جن جي لازمي طورتي پيروي ڪرڻ گهرجي. اِها حيرت جوڳي ڳالهہ آهي تہ اڪثر نام نهاد رياستن

مذهب ۽ ٻين نظرين بابت "ضابطي" تي گهڻو ڌيان ڏريو آهي، پوءِ پل اُهو سوشلزم هجي، سرمائيداراڻو نظام هجي يا مذهبي، ۽ اِهو به ان حد تائين جو ڏاڍ ڏمر جون حدون ڇهڻ لڳي.

هٽلر، مسيوليني ۽ اسٽالين جي راڄ هيٺ ملڪ ته ٺيا پري پر جديد رياستون جيڪي وڏي جمهوريت هئڻ جون دعويدار آهن، جهڙوڪ ڀارت ۽ امريڪا، پڻ تاريخ ۾ اهڙا دور پروڙي چڪيون آهن جن ۾ نظم ضبط جي نالي تي اختلافي راءِ کي چيڀاٽيو ويو آهي، بحث جو تت ڪڍندي اسين ڪو مثالي معاشرو قائم ڪرڻ جون ڪوششون جاري رهڻ جي اُميد ڪري سگهون ٿا جيڪو آزاداڻي سوچ، دليل، فنڪاراڻي ۽ سائنسي تخليق جي بنياد تي انفرادي ۽ سماجي مفاد وچ ۾ توازن رکندو هجي نه ڪي نظم ضبط ۽ برابريءَ جي منحرف خيالن تي جيڪي قومي ۽ رياستي مفادن جي نالي تي انفراديت کي چيڀاٽيو ڇڏين.

# روسي بادشاهت جو انت
# ڪنهن آندو......؟

## مارچ 1917 واري انقلاب ۾ پاڪستان لاءِ وڏا سبق لڪيل آهن

اڪثر ماڻهو اِهو سمجهن ٿا تہ روس ۾ بادشاهت جو انت آڪٽوبر 1917 واري بالشويڪ انقلاب جي نتيجي ۾ آيو جنهن ڪانپوءِ سوشلزم جي هڪ نئين دور جي شروعات ٿي. جيتوڻيڪ ويهين صديءَ جو سڀ کان وڏو انقلاب "آڪٽوبر انقلاب" ئي هو پر روس ۾ بادشاهت جو انت انڪان ڪجهہ مهينا اڳ مارچ 1917 ۾ ٿيو. پراڻي ڪيلينڊر موجب انکي "فيبروري انقلاب" بہ ڪوٺيو ٿو وڃي. اصل ۾، انهيءَ انقلاب جي نتيجي ۾ ئي بالشويڪ انقلاب جي راهہ هموار ٿي. دلچسپ ڳالهہ اِها آهي تہ مارچ 1917 جي انهيءَ انقلاب ۾ نہ لينن ۽ نہ ئي سندس بالشويڪ پارٽيءَ ڪو اهم ڪردار ادا ڪيو هو، ڇاڪاڻ جو لينن پرڏيهہ ۾ هو ۽ بالشويڪ پارٽي انهن ڪيترن ئي گروهن مان هڪ هئي جيڪي اقتدار ۾ اچڻ لاءِ پتوڙي رهيا هئا. مارچ انقلاب جي مرڪزي ڪردارن ۾ ڪي ٻيا اڳواڻ ۽ پارٽيون هئا، جن جو مرڪزي نُڪتو بادشاهت جو انت آڻڻ هو. هنن هڪ عبوري حڪومت پڻ جوڙي هئي جنهن کي ڪجهہ مهينن ڪانپوءِ اقتدار کان تڙيو ويو.

هن مضمون جو مقصد بالشويڪ انقلاب تي روشني وجهڻ بجاءِ انهن حالتن ۽ واقعن، شخصيتن ۽ پارٽين کي واضح ڪرڻ آهي،

جن تي گهڻو ڌيان نہ ڏنو ويو آهي. اهو ڏسڻو آهي تہ روسي سياست ۾ اهي ڪهڙا سرواڻ فرد هئا جن روس ۾ بادشاهت جو انت آندو ۽ اهي ڪهڙا سبب هئا جن جي ڪري سوويت سرشتو ڍهي پٽ پيو. ويهين صديءَ جي شروعات ڪانوڻي ئي روس شديد معاشي گهوٽالي جو شڪار هو. 1900 کان 1913 تائين وارو عرصو روس ۾ زراعت ۽ صنعت جي تباهيءَ جو عرصو هو. جيڪڏهن ڪنهن هڪ سال پيداوار چڱي ٿي ٿئي تہ وري ايندڙ ڪيترائي سال معاشي ابتري ٿي رهي. سامان سڙي ۽ عام واهپي جي اسمن جي کوٽ معمول بڻيل هئي، ايستائين جو جڏهن شهنشاهہ نڪولس پيو جنگ ۾ شامل ٿي ٿيو تہ خود فوج لاءِ ضروري سامان پڻ اڻلڀ هو. 1904 ۾ جاپان ۽ 1914 ۾ جرمنيءَ خلاف لڙاين ۾ لکين هارين کي فوج ۾ جبري طور تي ڀرتي ڪيو ويو جنهنڪري زرعي علائقن ۾ پيداوار متاثر ٿي.

نڪولس پيو 1894 کان تخت تي ويٺل هو جنهن جي سڄي ڪابينا ڏڏ ۽ نا اهل هئي. شايد روس ۾ انقلابن جي شروعات اوڏي مهل ٿي جڏهن جنوري 1905 ۾ ڏور اوڀر ۾ روسي فوجن جي پيشقدميءَ تي چڙهي جاپاني فوج مٿن ڪاهہ ڪئي. ان لڙائي ۾ شڪست کانپوءِ نڪولس پين جي حمائت ۾ تمام گهٽتي لاٿ آئي. جاپانين هٿان روسين جي شڪست هڪ وڏو واقعو هئي، جنهن جي نتيجي ۾ 1905 واري انقلاب جي شروعات ٿي ۽ پوءِ زار کي مجبور ٿيڻو پيو تہ هو سڌارا پرستن کي ڪي رعائتون ڏئي ۽ آئين ناهي ۽ اسيمبلي يا ڊوما قائم ڪري. ان وقت هلندڙ سياسي تحريڪن ۾ روسي سوشل ڊيمو ڪريٽڪ پارٽيءَ جي بہ ڀاڱي ڀائيواري هئي. اها پارٽي 1898 ۾ قائم ٿي هئي ۽ 1903 ۾ منشويڪ ۽ بالشويڪ يعني اقليتي ۽ اڪثريتي ڌڙن ۾ ورهائجي وئي. آڪٽوبر 1905 ۾ زار نڪولس کي مجبور ٿي هڪ پڌرنامو جاري ڪرڻو پيو جنهن جي نتيجي ۾ راءِ جي اظهار ۽ اجتماع جي آزاديءَ جهڙيون شهري آزاديون ڏيڻيون پيون انهيءَ پڌرنامي ۾ وعدو ڪيو ويو هو تہ عوام جي چونڊيل اسيمبلي يا ڊوما جوڙي ويندي. 1905 واري انقلاب ۾ ناڪام ٿيڻ کانپوءِ ايندي ئي اپريل 1906 ۾ نوان بنيادي قانون متعارف ڪرايا ويا، جن تحت

ڊوما جا ٻه ايوان جڙيا هئا پر انجي ابتڙ فقط هڪ ايوان چونڊجڻو هو ۽ ان وٽ به انتهائي محدود اختيار هجن ها يعني انهيءَ ايوان کي بجيٽ ۽ انتظامي معاملن ۾ ذري گهٽ بي اختيار رکيو ويو. ساڳي ريت شهري آزاديون به وعدي کان گهٽ ڏنيون ويون. انهيءَ سموري عرصي ۾ روسي سياست کي متاثر ڪندڙن ۾ ڪيترائي دانشور ۽ ليکڪ شامل هئا. مثال جي طور تي چرنا شيوسڪيءَ جيل مان هڪ ناول لکيو، "نيٺ ڇا ڪجي؟" ساڳي ريت هڪ نالو هرزن جو هو جيڪو ادب ۽ سياست تي لکندو هو ۽ هارين کي ڪميون ۾ منظم ڪرڻ تي چاهيائين ته جيئن هو وڏن زميندارن خلاف بغاوت ڪري سگهن، جڏهن ته عملي سياست ۾ حصو وٺندڙن ۾ مارڪسي انقلابي ايڪسل روڊ اهم هو جيڪو لينن کان ويهه ورهيه وڏو هو. شروعات ۾ ايڪسل روڊ انارڪسٽ باڪونن کان متاثر هو، پر اڳتي هلي سندس دوستن ۾ پليخانوف ۽ مارتوف پڻ شامل ٿي ويا. جيڪي ويهين صديءَ جي شروعات ۾ روسي سياست جا وڏا نالا هئا.

1903 ۾ روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي ٽٽڻ مهل ايڪسل روڊ، مارتوف ۽ پليخانوف منشويڪ گروپ جو ساٿ ڏنو ۽ ويهين صديءَ جا شروعاتي پندرهن سال ان ۾ انتهائي سرگرم رهيا. اِهي ٽئي انتهائي وڏا دانشور هئا جن جو چوڻ هو ته روسي مارڪسي انقلابين کي پرتشدد ڪاروايون ڇڏي پورهيتن ۽ هارين کي منظم ڪرڻ گهرجي ۽ اولهه يورپ جي سماجي جمهوري روائتن موجب پارلياماني ڪم ڪرڻ گهرجي. اِها ڳالهه لينن جي حڪمت عمليءَ جي بنهه ابتڙ هئي، جنهن پيشيوراڻي انقلابين جي مرڪزي قيادت تحت اقتدار تي قبضو ڪرڻ تي چاهيو. ايڪسل روڊ، مارتوف ۽ پليخانوف اڳڪٿي ڪئي ته جيڪڏهن اقتدار لينن جي پارٽيءَ هٿ چڙهيو ته هو زار جي جاءِ تي پنهنجي آمريت قائم ڪري ڇڏيندو. 1906 کان 1917 تائين ڪُل چئن اسيمبلين کي گهر پيڙو ڪيو ويو. روس جي شروعاتي ٻن اسيمبلين ۾ هارين ۽ مضبوط لبرل ۽ سوشلسٽ گروه جي جوڳي نمائندگي هئي انهيءَ گروهه وڏا سڌارا ٿي چاهيا جنهن ڪري زار کي اسيمبلي ختم ڪرڻ ۾ دير ئي نه لڳي.

انهيءَ دوران روسي سياست جو هڪ ٻيو وڏو نالو پيوٽر استولي پڻ هو، جيڪو 1906کان 1917 ۾ پنهنجي قتل تائين روس جو وزيراعظم رهيو. ياد رهي ته 2008 ۾ جڏهن هڪ روسي ٽيليويزن جي هڪ پروگرام ۾ ماڻهن کان راءِ ورتي وئي ته سندن اڪثريت پيوٽر استوليءَ کي ويهين صديءَ دوران روس جي ٻين وڏي شخصيت ليکيو. 2012 ۾ ماسڪو ۾ سندس مجسمو پڻ هنيو ويو.

1907 ۾ استولي پن پارلياماني نمائندگيءَ ۾ تبديلي ڪندي ٽين ڊوما جوڙي جنهن ۾ قدامت پرست ميمبرن جي اڪثريت هئي، انهيءَ ٽين ڊوما حڪومت جي زرعي سڌارن جي پٺڀرائي ڪئي ۽ پنهنجي پنجن سالن وارو مدو مڪمل ڪري 1912 ۾ ختم ٿي وئي. ان دوران بالشويڪ ۽ منشويڪ ڪانسواءِ سرگرم گروپن ۾ ٽي اهم هئا، آئيني جمهوريت پسند، آڪٽوبري ۽ سوشلسٽ انقلابي جيئن ته آڪٽوبري گروهه پارليامينٽ ۾ وچٿري سياست ڪندڙ ۽ آئيني بادشاهت تي يقين رکندڙ هو انڪري استولي پن جي سڌارن جي حمائت ڪيائين انهيءَ گروهه جي ئي ٽين ڊوما ۾ مرڪزي حيثيت هئي. آئيني جمهوريت پسند گروپ، معتدل لبرل پارٽيءَ جيان وڏيڪ تبديلين جو خواهشمند هو ان گروهه جي پهرين ۽ ٻين پارليامينٽ ۾ اڪثريت هئي پر جوڙ توڙ ڪري انجي اڪثريت گهٽائي وئي. انهن سمورن گروهن ۾ سڀ کان وڏيڪ پرتشدد سوشلسٽ انقلابي هئا، جن جو اڳواڻ وڪٽرچرنوف هو. اِهي انقلابي 1900کان 1917 تائين مرڪزي سوشلسٽ ڌڙي ۾ ڪم ڪري رهيا هئا ۽ انهن جو سمورو ڌيان بادشاهت جي خاتمي ۽ هارين ۾ زمين جي ورهاست تي هو. ڪين سڀ کان وڏيڪ حمائت هارين وٽان ئي هئي ۽ اِهي مارڪسي انقلابين جي ابتڙ صنعتي پورهيتن تي ڌيان نه ڌري رهيا هئا. چوٿين ڊوما پڻ مجموعي طور تي قدامت پسند هئي پر 1914 ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي شروع ٿيڻ ڪانپوءِ ان زار روس جي مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي. لڙائي جي پهرين ٽن سالن دوران ڊوما ڪوشش ڪئي ته روسي شهنشاهه کي تخت ڇڏڻ تي راضي ڪجي ڇاڪاڻ جو لڙائي ۾ هڪٻئي پويان شڪست پلئه پئجي رهي هئي ۽ عوام پڻ بادشاهت جي انت جي

ڪُهر ڪري رهيو هو. 1915 ۾ ڊوما ۾ هڪ ترقي پسند اتحاد قائم ٿيو جنهن ۾ معتدل، قدامت پسند ۽ لبرل پڻ شامل هئا جيڪي شاهي حڪومت کي مجبور ڪري رهيا هئا تہ عوام جو اعتماد بحال ڪرڻ واسطي سڌارا آندا وڃن. ترقي پسند گروپ جو اڳواڻ مليوڪوف هو، جنهن کي لڳ ڀڳ اڌ ڊوما جي پٺڀرائي حاصل هئي. هو 1916 جو پورو سال ڪوشش ڪندو رهيو تہ ڪنهن ريت زار سان ڳالهيون ٻولهيون ڪري ڪيس تخت تان هٽايو وڃي.

1915 ۾ زار فوج جي ڪمان پاڻ سنڀالي ۽ راڄڌاني ڇڏي روسي پولينڊ ۾ قائم فوجي مرڪز منتقل ٿيو. سندس خيال هو تہ شهنشاهہ طرفان ڪمان سنڀالڻ تي فوجي وڏيڪ سورهيائپ سان وڙهندا پر جيئن تہ زار کي ويڙهہ جو تجربو نہ هو انڪري سندس غلط فيصلن وڏيڪ تباهي آندي. انهن هڪبئي پويان ايندڙ شڪستن لاءِ هرڪو زار کي ذميوار ليکڻ لڳو ۽ سندس اقتدار ۾ رهڻ ڏکيو ٿي پيو. راڄڌانيءَ ۾ زارينا اليگزانڊر ۽ سندس دل گهريو پادري راسپوتين حڪومت هلائي رهيا هئا. زار نااهل ثابت ٿيل هو ۽ روسي عوام جي صبر جو پئمانو لبريز ٿيڻ لڳو هو. 1916 جي پڇاڙ ۾ راسپوتين کي قتل ڪيو ويو ۽ فيبروري 1917 ۾ فسادن منهن ڪڍيو. راڄڌاني، جنهن جو نالو سينٽ پيٽرسبرگ کان بدلائي پيٽرو گراڊ ڪيو ويو هو، انقلاب جي منهن ۾ هو. فوجين بغاوت ڪئي جڏهن تہ پورهيتن پنهنجي سوويت قائم ڪئي، هاڻ چوٿين ڊوما حرڪت ۾ آئي ۽ عبوري حڪومت ٺاهي زار کي تخت ڇڏڻ تي مجبور ڪيائين. عبوري حڪومت نهڻ ڪانپوءِ حڪومتي معاملن ۾ زار جو عمل دخل بنهہ ختم ٿي ويو، ڊوما وچٽري پاليسي اختيار ڪئي ۽ سڀ کان وڏي غلطي ڪندي جنگ جي خاتمي جو ٽڪڙو اعلان نہ ڪيائين. ڊوما زار کي هٽائڻ ۾ سوڀاري ٿي چڪي هئي ۽ هاڻ جنگ جي خاتمي جو اعلان ڪندي عوامي پٺڀرائي پڻ حاصل ڪري پئي سگهي پر اهو نہ ڪندي پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هنيائين ۽ ان ريت سوويت جو ڏاڪو وڏو ويو. عوام ۽ فوجين جي پيٽرو گراڊ سوويت قائم ٿي چڪي هئي، جنهن جي سرواڻي منشويڪ ۽ سوشلسٽ انقلابين وٽ هئي.

انهيءَ سوويت ۾ بالشويڪ پارٽيءَ جي نمائندگي تمام ٿوري هئي. هاڻ پورهيتن ۽ هارين جي سرواڻي سوويتن سنڀالي ورتي هئي ۽ هٿياربند جٿا جوڙي پنهنجي حڪمن تي عمل ڪرائڻ جو عمل شروع ڪيو ويو ايستائين جو پيٽروگراڊ جي ڇانوڻيءَ ڪي بہ سوويت جي ماتحت ڪيو ويو. دلچسپ ڳالھ اِها آهي تہ فيبروري ۽ مارچ 1917 جي انهيءَ روسي انقلاب دوران پيٽروگراڊ سوويت ۾ منشويڪ ۽ سوشلسٽ انقلابين جي اڪثريت هئي جڏهن تہ ڊوما ۾ ترقي پسند اتحاد حاوي هو. هاڻ ڏسڻو اِهو آهي تہ ايندڙ ڇهن مهينن ۾ طاقت جو توازن ڪهڙي ريت بالشويڪ پارٽيءَ جي حق ۾ تبديل ٿي ويو پر ان لاءِ هڪ ڌار مضمون جي ضرورت آهي. في الحال ايترو ئي چئبو تہ روس ۾ پيش آيل انهن واقعن ۾ پاڪستان لاءِ ڪيترائي سبق سکڻ واسطي موجود آهن. سڀ کان وڏو اِهو تہ جنگ جو نغارو وڄائي عارضي طور تي تہ عوامي پذيرائي حاصل ڪري سگهجي ٿي پر جنگ جون تباهيون جيئن ئي عوام ڪي سڌوسنئون متاثر ڪنديون هو پنهنجي حڪومتن خلاف اُٿي کڙا ٿيندا آهن جهڙي ريت 1971 ۾ اوير پاڪستان ۾ ٿيو. عوام آهستي آهستي جنگي جنون کان بيزار ٿي وڃي ٿو. ٻيو سبق اِهو آهي تہ جيڪڏهن ڪا رياست عوام جا بنيادي مسئلا حل نٿي ڪري تہ اُها عوام جو اعتماد وڃائي ٿي ڇڏي ۽ پوءِ مختلف انقلابي پنهنجي قوتي ٿا ڏيکارين. مستحڪم رهڻ جي خواهشمند رياست کي عوام جي بنيادي ضرورتن جو خيال رکڻو پوندو. عوام کي ڊگهو عرصو قومپرست، جنگجو يا مذهبي ۽ فرقيوارائي نعرن ۾ وچڙائڻ سان رياست ڪنهن ٻئي جو نہ پر پنهنجي ئي عوام جو نقصان ٿي ڪري جڏهن تہ حقيقي يا خيالي ويري پنهنجي جاءِ تي موجود ٿو رهي.

# سوويت يونين جي ٽوڙڦوڙ چو ۽ ڪيئن....؟؟

## دنيا جي سڀ کان وڏي سوشلسٽ رياست جي آخري سالن جو اکين ڏٺو احوال

ليکڪ 1984 ۾ ماسڪو جي مشهور پيٽرڪ لوممبا پيپلزفرينڊشپ يونيورسٽيءَ جو شاگرد بڻيو جنهن کي مختصر طور تي لومبا يونيورسٽي سڏيو تي ويو. ڊسمبر 1991 ۾ سوويت يونين جو انت آيو ۽ 2016 ۾ انهيءَ عظيم ملڪ جي پڄاڻيءَ جي پنجويهين ورسي هئي جيڪا گهٽي پاڳي خاموشيءَ سان لنگهي وئي. هن مضمون ۾ ليکڪ سوويت يونين جي اُن دور جون حالتون هڪ اکين ڏٺي شاهد طور پيش ڪري رهيو آهي.

1980 واري ڏهاڪي ۾ پاڪستان ۾ جنرل ضيا جي حڪومت هئي. صحافين کي ڦٽڪا پئي هنيا ويا ۽ جمهوريت جو جنازو پئي ڪڍيو ويو. سياسي ۽ شاگرد ڪارڪن سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ تي گرفتار پئي ڪيا ويا ۽ سزائون ٿي پيوڳيائون. انهن حالتن ۾ هزارين سياسي ڪارڪن ڏيهه نيڪاليءَ ۾ ويا ۽ ڪيترائي يورپ جي مختلف شهرن ۾ ٽانيڪو ٿيا. سوويت يونين پڻ انهن ملڪن مان هڪ هو جن پاڪستان جي سياسي ڪارڪنن ۽ شاگردن جو آڌرڀاءُ ٿي ڪيو. ماسڪو پهچڻ کانپوءِ جنهن ڳالهه سڀ کان پهرين متاثر ٿي ڪيو سا هئي سوويت

حڪومت ۽ عوام طرفان ٽين دنيا جي شاگردن کي کليل ٻاڪرين آڌرڀاءُ ڪرڻ. جيئن تہ سوويت يونين رياست جو بنيادي پرولتاري بين الاقواميت تي ٻڌل هو انڪري ماڻهن ۾ نسل پرستي يا پرڏيهين سان ڌڪار جو شائبو ئي نہ هو. سوويت يونين ۾ هزارين پرڏيهي شاگرد تعليم پرائي رهيا هئا، جن جو هڪ وڏو ڀاڱو پيٽرس لومومبا يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هو، جتي هڪ سئو کان بہ وڌيڪ ملڪن جا شاگرد هئا. ان دوران ليکڪ کي اسي روبل ماهوار وظيفو ملندو هو جيڪو نہ رڳو خرچ پکي لاءِ ڪافي هو پر ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ رقم مان ڪجهہ تفريحي سرگرميون پڻ ٿي وينديون هيون. صحت جون سهولتون بهترين ۽ بلڪل مفت هيون. ڪتاب ايترا سستا جو پري ٻڌي ڪٽجي. عالمي ادب جا ترجما ايترو تہ عام جام هئا جو ورلي ئي ڪو گهر اهڙو هوندو جنهن ۾ عالمي ادب جو ڪو شاهڪار موجود نہ هجي. اوپيرا ۽ بيلي کي سرڪاري سرپرستي حاصل هئي ۽ انهن جو ٽڪيٽ عام ماڻهو بہ خريد ڪري پئي سگهيو. سينيمائون لاتعداد هيون، جتي دنيا جهان جون فلمون روسي ٻوليءَ ۾ ڊبنگ ڪانپوءِ ڏيکاريون ٿي ويون.

استاد انتهائي ٻاجهارا هئا ۽ منجهن مت ڀيد بنهہ ڪونہ هو. موڪلن ۾ شاگردن کي ٻين شهرن جو سير ٿي ڪرايو ويو ۽ جن شاگردن ڪجهہ رقم ٿي ڪمائڻ چاهي سي اڏاوتي ڪم ڪار سان ٿي لڳا. سوويت دشمن پروپگنڊا جي ابتڙ اتي ڪنهن بہ قسم جي دهشتگرديءَ جي تربيت نٿي ڏني وئي ۽ نہ ئي ڪي جي بيءَ جا جاسوس پٺ تي لڳل هوندا هئا. سوويت يونين جي وشال ملڪ ۾ سفر دوران ڪنهن کي بہ تنگ نٿي ڪيو ويو، بس رڳو شاگردن وارو سڃاڻپ ڪارڊ گڏ هجي، اتي پڙهندڙ اڪثر شاگرد هينين وچولي طبقي سان تعلق رکندڙ هئا، جيڪي مقامي آباديءَ سان سولائي سان ٺهڪي ٿي ويا، منجهائن ڪيترن تہ اتي وهان بہ ڪيا.

پر سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا اهو سڀڪجهہ اوترو ئي پلوڙ هو جيترو پهرين نظر ۾ ڏسڻ ۾ ٿي آيو؟ اصل ۾ اتي جيڪا ڳالهہ سڀ کان پهرين انتهائي اٿوڻندڙ ٿي لڳي سا هئي هر شئي جي خريداريءَ لاءِ

قطارون. پل خوراڪ جا اسر خريد ڪجن يا فرنيچر هر جاءِ تي قطارون ئي قطارون ٿي نظر آيون. عام واهپي وارين شين جي کوٽ عام ڳالهه هئي جڏهن ته تنوع پڻ اڻهوند هو يعني جيڪڏهن ڪو شيمپو يا صابڻ خريد ڪرڻ چاهجي ته عام طور تي انهن جو هڪ ئي قسم ميسر هو. اليڪٽرانڪ جا اسر بي ڍنگا ۽ ڪوجها هئا، جن جو معيار پڻ ڪو خاص نه هو هوٽل، ريسٽورينٽ ۽ ڪيفي به گهٽ هئا ۽ مهانگا پڻ، ايسٽائين جو پاڪستان جهڙي ملڪ مان ويل عام شاگرد به اهڙي عياشيءَ کان محروم هئا. انهيءَ معاشري ۾ ڪيترين ئي گهٽيل لهرون هيون جيڪي ماڻهن جي ناراضگيءَ جو اظهار ڪنديون ٿي رهيون، ڪو شخص پرڏيهه مان ڪو چڱو شيمپو يا خوشبودار صابڻ آڻيندو هو ته مقامي ماڻهو انڪي اچرج مان ڏسندا هئا جڏهن ته ڪين پرڏيهي فلمن ۾ جديد اليڪٽرانڪ اسر ڏسي پنهنجي محروميءَ جو احساس ٿيندو هو. جينز يا ان قسم جا بيا ناهوڪا ڪپڙا لٽا ڏسندا هئا پر هيچجي پوندا هئا پر اڪثر ان جو ڪليو اظهار نه ڪري سگهندا هئا. ساڳي ريت جڏهن ڪين پتو ٿي لڳو ته ٻين ملڪن ۾ گهٽيءَ جي ڪنڊ تي ڪپڙا نه رڳو ڏوڻاري سگهجن ٿا پر سبرائي به سگهجن ٿا ته ڪين ايئن لڳندو هو ته ڄڻ سوويت حڪومت ڪين عام سهولتن کان محروم رکيو آهي. انهن سمورين ڳالهين ڪري سياسي بيچينيءَ جو اظهار ٿيندو هو پر انڪي ٻاهر ڪڍڻ جا سمورا دڳ بند هئا. سڄ سماءُ جي وسيلن تي رياست جو عملي ڪنٽرول هو. سڄي ملڪ ۾ هڪ ئي پارٽي هئي يعني ڪميونسٽ پارٽي آف سوويت يونين هئي جڏهن ته ڪنهن ٻئي سياسي پارٽي يا تنظيم قائم ڪرڻ جي اجازت نه هئي. اختلاف راءِ رکڻ تي مڪمل پابندي هئي ۽ پرڏيهه سفر جي پڻ آزاداڻي اجازت نه هئي.

اهڙي صورتحال ۾ ان ڳالهه جي اهميت گهٽجي ٿي وڃي ته تعليم ۽ صحت جون سهولتون مفت آهن ۽ بيروزگاري نالي ماتر به ناهي ڇاڪاڻ جو سوويت آئين هر ڪنهن کي روزگار جي ضمانت ٿي ڏني ڄڻ نه ڏاڍو ڀائي ته مليو ٿي پر "ڀونڪڻ" جي اجازت نه هئي تعليم ته مفت هئي پر مارڪس ۽ لينن ۽ سندن نظرئي تي تنقيد ڪرڻ جي اجازت نه

هئي. صحت جون سهولتون ته هيون پر ماڻهن جي وڏيڪ دلچسپي کاسمينڪ اسمن ۾ هئي. مختصر طور تي اِهو چئجي ته ماڻهن جي تنوع واري سڌ پوري نه پئي ٿي ۽ نه ئي کنهن غير روائتي بيانيي جي اجازت هئي. ماڻهو پوڙهن حاڪمن مان بيزار هئا ۽ هوا جو هڪ تازو جهوٽو اوڏي مهل آيو جڏهن 1982کان 1985 وارن ٽن سالن دوران ٽي بزرگ سوشلسٽ اڳواڻ برزنيف، آندرو پوف ۽ چرنينڪو هڪٻئي پويان گذاري ويا. هاڻ هوا رخ بدلائڻ لڳي هئي.

ليڪڪ کي اُهو ڏينهن چڱي ريت ياد آهي جڏهن سندس روسي ٻوليءَ جي اُستاد ڪلاس ۾ اطلاع ڏنو ته سوويت اڳواڻ چرنينڪو گذاري ويو آهي. اسين شاگرد خوش ٿياسين ته ان مهابي ڪجھ ڏينهن ته يونيورسٽي بند رهندي پر ايئن قطعي نه ٿيو، بس رڳو هڪ منٽ جي خاموشي اختيار ڪرڻ کانپوءِ دنيا وري پنهنجي ساڳي ڪرت سان جنبجي وئي. نئين اڳواڻ گورباچوف جي چونڊ سگهو ئي ڪئي وئي. چوونجاهه ورهين جو گورباچوف اڳوڻي حاڪم چرنينڪو جي ڀيٽ ۾ گهڻ ڄمار وارو هو. هو 1917 واري انقلاب کانپوءِ ڄاول پهريون سوويت سربراهه هو. سندس چونڊ مان اِها ڳالهه واضح پئي ٿي ته سوويت ڪميونسٽ پارٽيءَ کي انجو اندازو ٿي چڪو هو ته سوويت عوام هاڻ پوڙهن اڳواڻن کان بيزار ٿي چڪو هو ۽ هڪ نئين نوجوان اڳواڻ جي ضرورت آهي. گورباچوف ڪيترن ئي اولهه جي ملڪن جو دورو ڪري چڪو هو ۽ سرمائيداراڻي معيشيت جي خامين سان گڏوگڏ خوبين کان پڻ واقف هو.

گورباچوف اقتدار سنڀاليندي ئي سوويت عوام سان کليو ڳالهائڻ شروع ڪيو. هو وات زباني ڳالهائڻ جو ماهر هو ۽ انهن سوويت شهرين جي دلين ۾ گهر ڪري ويو جيڪي ماضيءَ ۾ برزنيف جي لڪيل خطبن کان تنگ آيل هئا. اقتدار ۾ اچڻ جي ڪجھ ئي مهينن ۾ گورباچوف اعلان ڪيو ته سوويت معشيت جي سُست رفتاريءَ جو هڪ وڏو ڪارڻ الڪوحل جو حد کان وڌيڪ استعمال آهي. هُن مختلف قسمن جا شراب مهانگا ڪري ڇڏيا ۽ انهن جو وکرو به گهٽائي ڇڏيو. نتيجي

طور غير قانوني بڻيون قائم ٿيون جنهن ڪري سوويت حڪومت جي محصولن جي ڏس ۾ اربين روبلن جو نقصان ٿيڻ لڳو. بهرحال مئي 1985ع ۾ شروع ڪيل اِها جهل ڪو گهڻو وقت هلي نه سگهي. انهيءَ پهرين مهم ۾ ناڪاميءَ ڪانپوءِ فيبروريءَ 1986ع ۾ ستاويهين پارٽي ڪانگريس ۾ گورباچوف سوويت معاشري جي نئين سر اڏاوت بابت پنهنجو خاڪو پيش ڪيو، انهيءَ نئين خاڪي جا چار جزا هئا، پر پستوريڪا يعني نئين سر اڏاوت، معاشري ۾ جمهوريت، گلاسنوسٽ يعني راءِ جي اظهار جي آزادي ۽ اسڪاريني يعني تيز رفتار معاشي ترقي. سوويت معاشرو ان ڪان اڳ ذري گهٽ ويهن ڪن سالن ڪان جڻ ته جمود جو شڪار هو ۽ ٻين ملڪن ۾ سوشلسٽ تحريڪن جي مدد ڪرڻ سبب معاشي دٻاءُ جو پڻ شڪار هو ۽ شايد ان ڏس ۾ آخري بار افغانستان ۾ سوويت فوجي اڳرائي ذريعي پيو هو. 1979ع ۾ سوويت پولٽ بيورو جي جن ميمبرن افغانستان ۾ فوجون لاهڻ جو فيصلو ڪيو هو سي شايد انهيءَ حقيقت ڪان اڻڄاڻ هئا ته انجي نتيجي ۾ خود سندن پنهنجو معاشرو ڪهڙي دٻاءُ هيٺ ايندو ۽ ان سوويت يونين کي جڻ پاتال ۾ غرق ڪري ڇڏيو.

شروعات ۾ گورباچوف انهيءَ ڳالهه جو ڪو اشارو نه ڏنو ته ڪو هو افغانستان مان پنهنجون فوجون واپس گهرائڻ چاهي ٿو، بهرحال هُن پراڻي پرڏيهي وزير آندري گروميسڪو جي جاءِ تي ايڊورڊ شيوناردزي کي پرڏيهي وزير ضرور مقرر ڪيو. پنهنجي اقتدار جي پهرين سال ۾ گورباچوف جو گهڻو ٿو زور سوويت معشيت کي هٿي ڏيڻ تي هو ۽ ان مقصد لاءِ هو پنهنجا فوجي خرچ گهٽائڻ لڳو پر اجان مارڪيٽ ايڪانومي يا سرمائيداراڻي منڊيءَ واري معشيت جي ڳالهه نه پئي ڪئي وئي. گورباچوف جي خواهش هئي ته مرڪزي رٿابنديءَ واري معشيت کي ئي ڪنهن ريت ٺيڪ ڪجي، جنهن لاءِ هُن گوسپري يومڪا نالي هڪ پروگرام شروع ڪيو، جنهن تحت پيداوار جو معيار بهتر بڻايو ويو. اختلاف راءِ جي آزاديءَ جي سلسلي ۾ گورباچوف منحرف دانشور آندري سخاروف کي ذاتي طور تي ماسڪو اچڻ جي نينڊ ڏني جيڪو

ملڪ اندر نيڪالي ڏنل هو. ان تي اخبارن ۽ رسالن کي پڻ وجهه مليو ۽ انهن حڪومت تي تنقيد ڪرڻ شروع ڪئي. پهريون پيرو مقامي سطح جي ڪميونسٽ اڳواڻن خلاف صحافين لکڻ شروع ڪيو. نتيجي طور ڏهاڪن تائين ڍڪ هيٺ مامرا سامهون اچڻ لڳا. ماڻهو انهن تبديلين تي خوش هئا ۽ گورباچوف کي انتهائي پسند ڪرڻ لڳا پر اها پسنديدگي گهڻو عرصو نه هلي سگهي.

1986 ۾ هڪ سال ماسڪو ۾ رهڻ کانپوءِ ليکڪ آذربائيجان جي راڄڌاني باڪو ٽرانسفر ٿيو. آذربائيجان تن ڏينهن ۾ سوويت يونين جي پندرهن رياستن مان هڪ هو. اُتي اسان پهريون پيرو سوويت يونين جي هڪ مسلمان اڪثريتي رياست ڏٺي جنهن جي آباديءَ جو روسين لاءِ ڪو گهڻو چاهه نه هو. باڪو ۾ هڪ سال رهڻ دوران اسان گهڻي ڀاڱي پرائيون مسجدون بند ڏٺيون ۽ ماڻهن کي مذهبي آزادين لاءِ بيچين پروڙيوسين. جيڪڏهن ماسڪو سوشلزم جو جرڪندڙ مُک هو ته باڪو انجو اونداهو پاسو. جيتوڻيڪ باڪو هڪ انتهائي وڻندڙ شهر هو جتان جا رهواسي انتهائي قربانيا هئا پر اُتان جي صورتحال انتهائي خراب هئي. گوشت ۽ مکڻ جي پڻ راشن بندي هئي. شاگردن جون هاسٽلون جهريل حالت ۾ هيون. پاڻيءَ جي کوٽ هئي ۽ ڪاڪوسن ۽ غسلخانن جو ذڪر نه ئي ڪجي ته بهتر ٿيندو.

1986 جي آخري ڏينهن ۾ گورباچوف هڪ روائتي سوويت غلطي ڪندي قازقستان جي ڪميونسٽ پارٽي اڳواڻ، کي جيڪو اصل ۾ رياست جو سربراهه هو، کي هٽائي سندس جاءِ تي هڪ روسي همراهه کي مقرر ڪيو. هٽايل اڳواڻ ڪنائيف کي هٽائڻ تي عوامي مظاهرا شروع ٿي ويا، جنهن مان گورباچوف پروڙيو ته عوام سياسي فيصلن ۾ پنهنجي شموليت ٿو چاهي، انڪري 1987 ۾ هُن چونڊن ۾ هڪ کان وڌيڪ اميدوارن جي رٿ پيش ڪئي ۽ سرڪاري عهدن تي غيرڪميونسٽن جي مقرريءَ جي پڻ وڪالت ڪيائين. 1987 ۾ ئي هڪ نئون قانون منظور ڪيو ويو جنهن تحت سرڪاري ادارن کي آزاديون ڏنيون ويون. اڳتي هلي جوزف اسٽالين جي ڏکوئيل ماڻهن کي وڏي

پشماني تي بحال ڪيو ويو ۽ ان ريت اسٽالين جي ڪيل ويڌن جو جيڪو کليو کلايو اظهار 1956 ۾ شروع ٿيو هو، ان ۾ ٽيهن سالن کانپوءِ اچائين وڌيڪ واڌ آئي. ليڪ 1987 ۾ يوڪرين جي شهر اوديسا منتقل ٿيو ۽ اتي بہ روسين خلاف ڊبيل مخالفت پروڙيائين ساڳي سال عظيم آڪٽوبر انقلاب جو سترهون ڏيهاڙو آيو جنهن جو مزو انڪري ڦٽي ويو جو گورباچوف ماسڪو جي ميئر بورس يلتسن کي برطرف ڪري ڇڏيو هو، جنهن سبب پارٽيءَ اندر اختلاف ابري سامهون آيا. هاڻ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ ڌڙي بنديون شروع ٿي ويون هيون، جن مان هڪ پاسي پراڻو ڪميونسٽ اڳواڻ ڪامريڊ ليگاچوف هو، جيڪو گورباچوف کي تيز رفتار تبديلين کان روڪي رهيو هو تہ ٻئي پاسي يلسن هو جنهن معاشري کي سگهو ئي تبديل ڪرڻ ٿي چاهيو. اِها ويڙهہ 1988 ۾ اچائين وڌيڪ تيز ٿي وئي، جنهن سبب سوويت يونين جي ڏڦير جو وقت وڌيڪ ويجهو اچي ويو.

تمام گهڻا ماڻهو اِهو پڇندا آهن تہ جڏهن گورباچوف سوويت يونين کي ڏڦير ۽ زوال ڏانهن وٺي پئي ويو تہ اُن مهل ايتري سگهاري ڪميونسٽ پارٽيءَ ڇا پئي ڪيو ۽ ڪنهن ڪيس روڪيو ڇو نہ؟ انهيءَ سوال جو جواب ايترو سولو ۽ سادو ناهي.

اصل ۾ پارٽيءَ جي ڪيترن ئي سينئر اڳواڻن جهڙوڪ لوڪيانوف، جيڪو گورباچوف جو شروعاتي اتحادي هو ۽ جنهن سندس معاشي سڌارن جي پٺڀرائي ڪئي هئي، انهيءَ عمل کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. لوڪيانوف بدعنوانيءَ خلاف گورباچوف جي ويڙهہ ۾ سائس گڏ هو. ڇا واقعي سپنن جي انهيءَ دنيا ۾ بدعنوانيءَ جو راڄ هو؟ منهنجو ان ڏس ۾ ذاتي مشاهدو ڇا آهي؟ اهو پڇي سگهجي ٿو.

هن مضمون جي شروعات ۾ مون پنهنجي ماسڪو کان باڪو وڃڻ جو ذڪر ڪيو آهي. انجو سادو سبب اِهو هو تہ آءُ پنهنجي تعليمي شعبي کي تبديل ڪرڻ جو گهرجائو هئس. ڪيترن ئي شاگردن کي اهو ڪندي ڏسي چڪو هئس سو منهنجي سينئر دوستن منهنجي بہ ان ڏس ۾ مدد ڪرڻ چاهي پر اسين ناڪام رهياسين. اسانوٽ انهن سينئر

عملدارن کي ڏيڻ لاءِ سوکڙيون نه هيون جيکي ان ڏس ۾ اختيار پريا هئا. انجو نتيجو اِهو نڪتو جو مونکي ڏورانهين باڪو ۾ ڦٽو ڪيو ويو. جيڪڏهن اوهان وٽ ڪاموراشاهيءَ کي ڏيڻ لاءِ ڪا سوکڙي پاکڙي آهي ته فيصلو اوهانجي مرضيءَ موجب ٿيندو جيڪڏهن نه ته پوءِ پوڻو پوندو. منهنجي آذربائيجان جبري منتقلي هڪ لحاظ کان سزا هئي چاڪاڻ جو آءٌ مُٺ گرم نه ڪري سگهيو هئس.

لوکيانوف گورباچوف جو سرگرم حامي هو پر سنت پروڙيائين ته سندس پاليسين مان اهڙين قوتن جي پنپرائي پئي ٿي جيڪي سوويت يونين کي تباهه ڪري پئي سگهيون. 1988 تائين لوکيانوف پارٽي اسٽيبلشمينٽ جو تمام وڏو همدرد بڻجي ويو ۽ ايندڙ تبديليءَ کي اڳواٽ ئي پروڙي ورتائين مونکي ياد آهي ته کيس 1987 ۾ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جو ميمبر بڻايو ويو ۽ ايندڙ سال هو پولٽ بيورو جو ميمبر بڻجي ويو. ڪائنس پوءِ بئي اهم شخصيت سوويت يونين جو بچاءُ وارو وزير سوڪرلوف هو جنهن کي 1987 ۾ گورباچوف هڪ جرمن سيڪڙات پائيلٽ طرفان پنهنجو جهاز ڪريملين آڏو لاهڻ واري ميٿس رسٽ واقعي تي برطرف ڪري ڇڏيو هو.

تن ڏينهن ۾ آءٌ يوڪرين جي شهر اوڊيسا ۾ هئس جڏهن فنلينڊ جي شهر هلينسڪيءَ مان هڪ جهاز اڏامي اچي ماسڪو ۾ لٿو. اِهو واقعو سوويت حڪومت لاءِ لڄ جو سبب بڻيو ڇاڪاڻ جو ان مان اِها ڳالهه واضع ٿي وئي ته سوويت يونين پنهنجي بچاءُ لاءِ تيار حالت ۾ ناهي. انهيءَ واقعي گورباچوف کي سولوڪوف ۽ ڪجهه ٻين سينئر عملدارن مان جان ڇڏائڻ جو موقعو فراهم ڪيو جيڪي اقتدار تي ڪميونسٽ پنجوڙ ڪمزور ڪرڻ وارين گورباچوف جي پاليسين لاءِ خطرو ثابت ٿي پئي سگهيا. گورباچوف يازوف کي بچاءُ جو نئون وزير مقرر ڪيو ۽ ڪائنس توقع رکيائين ته هو سوڪولوف کان بهتر ثابت ٿيندو پر اڳتي هلي 1990 ۾ باڪو جي بليڪ جنوري ۽ 1991 واري ناڪام بغاوت وارن واقعن ثابت ڪيو ته هُن گورباچوف کي ان کان گهڻو نقصان پهچايو جيترو سوڪولوف پهچائي ها.

ڪميونسٽ پارٽيءَ جو هڪ ٻيو سينئر ميمبر ليگاچوف هو جنهن کي شروعات ۾ گورباچوف جو بنيادي اتحادي ليکيو ٿي ويو پر جڏهن گورباچوف پرسيترائيڪا ۽ گلاسنوسٽ واريون پاليسيون متعارف ڪرايون جيڪي ڪميونزم کان انحراف ۽ سوشل ڊيمو ڪريسيءَ جي ويجهو هيون ته ليگاچوف پڻ گورباچوف کان پاسيرو ٿي ويو. 1988 ۾ ڪيس هڪ وڏيڪ قدامت پرست ۽ گورباچوف مخالف سياستدانن جي ڌڙي جي اڳواڻ طور سڃاتو ٿي ويو. ليگاچوف جو توڙ ڪڍڻ لاءِ گورباچوف بورس يلتسن کي اڳتي آندو ڇاڪاڻ جو ڪيس سڌارن جو حامي ٿي ليکيو ويو پر ليگاچوف پارٽيءَ ۾ پنهنجي سينئر حيثيت جو فائدو وٺندي هر هر يلتسن جي تذليل ٿي ڪئي. يلتسن جڏهن اهڙي ورتاءَ خلاف گورباچوف جي پٺڀرائي حاصل ڪرڻ چاهي ته ڪيس ڪو هاڪاري جواب نه مليو ۽ هو به گورباچوف جو شديد مخالف بڻجي ويو.

پارٽيءَ جي اعليٰ قيادت گورباچوف طرفان ڪيل سڌارن بابت هٻڪ جو مظاهرو ڪيو ته هُن هڪ آئيني تبديليءَ ذريعي ڪانگريس آف پيپلز ڊپٽيز جوڙي ڪميونسٽ پارٽي آف سوويت يونين جا اختيار گهٽائي ڇڏيا. جولاءِ 1988 ۾ ٿيل پارٽيءَ جي اٺهويهين ڪانگريس ۾ گورباچوف انهيءَ نئين قانون ساز اداري لاءِ مندوبين جي حمائت پڻ حاصل ڪري ورتي. پارٽيءَ جا ”جهونا“ گورباچوف جي معتدل پاليسيءَ جي مخالفت ڪري رهيا هئا جنهن کي بي اثر بنائڻ لاءِ هُن اِهو ضمني دڳ اختيار ڪيو هو. هُن حڪمت عمليءَ کي تبديل ڪندي آئيني سڌارن ذريعي پارٽي ۽ رياست کي ڌار ڌار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

گورباچوف پنهنجي قدامت پرست مخالفن کي اڪيلو ڪرڻ ڪانپوءِ عوامي صلاح مشوري لاءِ پنهنجي جوڙيل ڪانگريس لاءِ تفصيلي رٿون شائع ڪيون. سندس خواهش هئي ته اِها ڪانگريس هڪ نئين سپريم سوويت (پارليامينٽ) جوڙي. 1977 واري سوويت آئين ۾ ڪجهه ضروري ترميمون ڪيون ويون ته جيئن چونڊن وارا سُڌارا لاڳو ڪرڻ لاءِ گهربل قانون جوڙي سگهجي ۽ اِها ڪانگريس 2250 ميمبرن تي ٻڌل هئي جنهن جا سال ۾ به اجلاس ٿيڻا هئا. انڪي ميمبرن جي هڪ سبتاً گهٽ

ڳاٽيل واري سپريم سوويت چونڊيندي هئي.

سپريم سوويت کي هڪ مستقل پارليامينٽ طور ڪم ڪندي گهڻي ڀاڱي معاملن جو فيصلو ڪرڻو هو، آئيني ترميمن جو اختيار ڪانگريس وٽ ئي ڇڏيو ويو.

مارچ 1989 ۾ عام چونڊون ٿيون جن ۾ لڳ ڀڳ نوي سيڪڙو ماڻهن ووٽ ڏنا. انهيءَ عمل ذريعي ڪانگريس جي سمورين سيٽن تي ميمبرن جي چونڊ وارو عمل مڪمل ڪيو ويو. مئي جي مهيني ۾ ڪانگريس سپريم سوويت جي 542 ميمبرن جي چونڊ جو عمل شروع ڪيو. سپريم سوويت جا اختيار گهٽائڻ واسطي گورباچوف ماضيءَ ۾ سڄي ملڪ مان چونڊجي ايندڙ 1500 ميمبرن جو تعداد گهٽائي 542 ڪيو هو. سپريم سوويت جي چيئرمين طور گورباچوف پنهنجي حيثيت برقرار رکي. نئين سپريم سوويت جي ويهڪ جون 1989 ۾ ٿي جنهن ۾ وزيرن جي هڪ نئين ڪائونسل جو اعلان ڪيو ويو جنهن جو سربراهه نڪولائي رزخوف هو. هاڻ گورباچوف نئين پارليامينٽ ذريعي سوويت يونين تي نئين سر راڄ ڪرڻ لڳو هو.

مارچ 1989 واريون چونڊون ان حوالي سان سوويت تاريخ ۾ تاريخي حيثيت ٿيون رکن جو انهن چونڊن ۾ پهريون ڀيرو هڪ کان وڌيڪ اميدوارن کي حصو وٺڻ جي اجازت ڏني وئي هئي. ان کان اڳ هر سيٽ لاءِ ڪميونسٽ پارٽيءَ طرفان هڪ اميدوار جو نالو ئي پيش ڪيو ويندو هو. پهريون ڀيرو کليل بحث مباحثا ٿيڻ لڳا جن ۾ مختلف موقف بيان ٿي ڪيا ويا جن ۾ ڪميونسٽ ۽ اولهه جي حمائتي سوچن سميت مختلف سياسي نظرين جي نمائندگي ٿي نظر آئي. گورباچوف پاڻ پنهنجي پارٽيءَ تي جوڳو وار ڪيو هو، جيتوڻيڪ اهو عمل جمهوريت متعارف ڪرائڻ لاءِ هڪ نئين سوچ تحت ڪيو ويو هو. اقتدار جي انهيءَ ڇڪتاڻ ۾ گورباچوف ڪنهن پينگهه وانگر ليگاچوف ۽ يلتسن جي ڏڙن وچ ۾ لڙندو رهيو. انهيءَ سياهه يلتسن کي انتهائي ميڄرائي وڌو ۽ هو انڪانپوءِ ئي گورباچوف جو شديد مخالف بڻجي ويو.

انهيءَ ڏڙي بنديءَ سوويت يونين جي ٻاهرين دائري خاص طور

تي گهڻي ڀاڱي غير روسي رياستن ۾ عليحدگي واري عمل کي تيز ڪري ڇڏيو. 1987 ۾ وڏي پئماني تي اختلافي راءِ جو اظهار شروع ٿي چڪو هو. ايسٽونيا طرفان خودمختياريءَ جي گهُر ٿي رهي هئي جڏهن ته ليٿونيا ۽ لٿونيا مان به اهڙائي آواز اُٿي رهيا هئا. گورباچوف اهڙي گهُر جي جواب ۾ طاقت جو استعمال ڪرڻ نٿي چاهيو ڇاڪاڻ جو ان سان اولهه ۾ سندس ساک ڦِٽڻ جو امڪان هو جتان کيس پنهنجي سڌارن جي پذيرائي ملي رهي هئي. بالٽڪ رياستن کانپوءِ ٽرانس-قفقاض خطي ۽ اڳتي هلي آزربائيجان جي علائقي نگورنو ڪاراباغ ۾ پڻ بغاوت ٿيڻ لڳي هئي. آرمينيا ۾ وڏي پئماني تي عوامي مظاهرا ڪري عليحدگي پسندن جي حمائت ۾ آواز بُلند ڪيو ويو. آذربائيجان ۾ پاپولر فرنٽ آف آذربائيجان جي نالي سان 1988 ۾ هڪ تنظيم قائم ڪئي وئي جنهن سوويت يونين کان آذربائيجان جي آزاديءَ جي جدوجهد شروع ڪئي.

1989 ۾ سپريم ڪائونسل آف آذربائيجان ”آذربائيجان جي معاشي خودمختياري“ بابت هڪ قانون جي منظوري ڏني جڏهن ته آذربائيجان ۾ آرمينائي رهواسين جي قتلام سوويت يونين کي جنوري 1990 ۾ باڪو ڏانهن فوج موڪلڻ جو موقعو فراهم ڪيو. بچاءُ واري وزير يازوف جي سرواڻيءَ ۾ ڪيل باڪو آپريشن ۾ سوين ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا پر انهيءَ ڪاروائي سبب اُتان سوويت اختيار سگهو ئي پنهنجي پڇاڙيءَ تي پهتو. ساڳي ريت جارجيا، يوڪرين، مالدووا، بيلورشيا ۽ وچ ايشيائي رياستن ۾ پڻ پينڊورا باڪس کُلي پيو. انهن تحريڪن سبب نه رڳو مرڪزي حڪومت پر رياستن ۾ پڻ ڪميونسٽ حڪومتن جو اختيار ۽ بالادستي پڻ ڪمزور ٿيا.

گورباچوف 1990 تائين ليگاچوف کي پولٽ بيورو ۾ شامل رکيو پر 1990 واري اٺاويهين پارٽي ڪانگريس ۾ هُن گورباچوف تي پارٽيءَ کي محدود ڪرڻ جي حوالي سان ڇتي تنقيد ڪئي. ليگاچوف جو موقف هو ته گلاسنوسٽ جو دائرو تمام گهڻو وسيع ٿي ويو آهي. هُن پارٽي سرواڻيءَ لاءِ گورباچوف کي ”لينسٽ“ اُميدوار طور قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ليگاچوف پنهنجي مهم ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيو ۽

ڪيس ناڪام ٿي پولٽ بيورو مان ٿي ٻاهر نڪرڻو پيو. پارٽيءَ جي انهيءَ ڪانگريس ۾ يانائف کي پولٽ بيورو جي نئين ميمبر طور شامل ڪيو ويو ۽ کيس ڊسمبر 1990 ۾ نائب صدر واري نئين تخليق ڪيل عهدي تي ترقي پڻ ڏني وئي. گورباچوف اِهو اندازو لڳائي نہ سگهيو تہ رڳو اٺن مهينن اندر ئي يانائف سندس خلاف بغاوت ڪندو.

يانائف هڪ مشهور ۽ ڄاتل سڃاتل قدامت پرست هو ۽ گلاسنوسٽ ۽ پراسترائيڪا جي مخالفت پڻ ڪري چڪو هو. نائب صدارت لاءِ سندس چونڊ تي پرڏيهي وزير شيورنادزي اِهو چئي استعفا ڏئي ڇڏي تہ وڏن سياسي عهدن تي قدامت پرستن جي ڳاٽيتي ۾ تيزيءَ سان واڌ پئي اچي. اوستائين شيورنادزي اوڀر يورپي ڪميونسٽ ملڪن کي سوويت مداخلت کانسواءِ پنهنجا فيصلا ڪرڻ جي آزادي ڏئي اُتان سوويت بالادستيءَ جو انت آڻي چڪو هو. ٻئي پاسي، عهدو سنڀاليندي ئي يانائف کي جي بي سربراهہ ڪرائي اوچڪوف سان گڏجي گورباچوف تي هنگامي حالتون مڙهڻ لاءِ دٻاءُ وجهڻ شروع ڪيو پر اوستائين گورباچوف سوويت يونين کي هڪ ڪنفيڊريشن ۾ تبديل ڪرڻ واسطي خودمختيار رياستن جي يونين قائم ڪرڻ لاءِ "نئون يونين ناهہ" تي ڪم ڪار شروع ڪري چڪو هو.

پارٽيءَ ۾ موجود قدامت پرستن جو خيال هو تہ ان قسم جو ڪو نئون ناهہ آخرڪار سوويت يونين جي انت جي راهہ هموار ڪندو. اهڙي صورتحال کي روڪڻ ۽ گورباچوف جي گلاسنوسٽ پاليسي لاڳو ٿيڻ کانپوءِ، جهرنڊڙ سوويت يونين کي بچائڻ جي هڪ آخري ڪوشش آگسٽ 1991 ۾ اُن وقت ڪئي وئي جڏهن گورباچوف موڪلون گذارڻ لاءِ ويل هو. سخت گير ڪميونسٽن گورباچوف کي يرغمال ڪري انقلاب آندو ۽ "صحت جي بنياد تي" سندس استعفا جو اعلان ڪيو. گورباچوف جي معزوليءَ کانپوءِ نائب صدر يانائف پنهنجي نئين سوويت سربراهہ هئڻ جو اعلان ڪيو. اوستائين آلا سوويت يونين کان واپس پاڪستان اچي هڪ ايڊورٽائيزنگ ڪمپنيءَ ۾ سرمد علي جيڪو اڳتي هلي جنگ گروپ جو مينيجنگ ڊائريڪٽر بڻيو، جي سڌي سنئين نگرانيءَ ۾ ڪاپي

راڻئر طور ڪم شروع ڪري چڪو هئس. مونکي انهيءَ انقلاب جو پهريون اطلاع به سرمد عليءَ ئي ڏنو هو، پوءِ انهيءَ شام اسين هيٺي دير تائين دنيا جي نئين منظرنامي تي ڪچهري ڪندا رهياسين.

حڪومت جو تختو اونڌو ٿيڻ ڪانپوءِ ماسڪو، لينن گراڊ ۽ ٻين ڪيترن ئي شهرن ۾ زوردار احتجاج ڪيا ويا. جيتوڻيڪ بچاءَ وارو وزير يازوف پڻ سازش ڪندڙن ۾ شامل هو پر سندس طرفان مظاهرو ڪندڙن کي طاقت ذريعي چيڀاڻڻ لاءِ ڏنل حڪمن کي فوجين ٽڏي ڇڏيو. جنرل ليبيڊ کي ٽينڪون اماڻڻ جو حڪم ڏنو ويو پر هُن نه ته مظاهرو ڪندڙن خلاف ڪا ڪاروائي ڪئي ۽ نه ئي وري يلتسن خلاف جيڪو بغاوت جي مخالفن ۾ سامهون آيو هو. فوجين پنهنجي ديس واسين تي گولي هلائڻ کان نابري واري ۽ فوجي مدد حاصل ڪرڻ ۾ ناڪاميءَ تي سازشين هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ ان ريت بغاوت ناڪام ٿي وئي.

بغاوت ڪانپوءِ حالتن ۾ تيزيءَ سان تبديلي آئي ۽ ڪجھ مهينن ۾ سوويت يونين مڪمل طور تي ڍهي پٽ پيو. وقت جي ڦيٽي کي ڪوبه اونڌو ڦيرائي نٿو سگهي ۽ مخالف چولي ايتري سگهاري هئي جو انکي روڪڻ ممڪن نه هو. گورباچوف ماسڪو ته موٽي آيو پر هاڻ هو بي اختيار صدر هو ۽ ڪيس 25 ڊسمبر 1991 تي پنهنجي عهدي تان استعفا ڏيڻي پئي ۽ ان ريت سوويت يونين جي عالمي طاقت واري حيثيت جو انت اچي ويو. اڳوڻي سوويت يونين جي گهٽي ياڳي آزاد ملڪن آزاد ملڪن جي ڪامن ويلٿ جوڙي ورتي.

سوويت يونين جي ٽوڙ ڦوڙ ڪانپوءِ پندرهن ملڪ وجود ۾ آيا. اهي سمورا ملڪ گذريل پنجويهن سالن کان پنهنجي معيشت کي هٿي ڏيڻ، پنهنجي سياسي سرشتي جي نئين سر جوڙجڪ ڪرڻ ۽ پنهنجا سرحدي تڪرار نبيرڻ ۾ رڌل آهن. انهن ملڪن جنگيون به وڙهيون آهن ۽ اڪثر اڳوڻين سوويت جمهوريتن کي سخت معاشي ڏکيائين جو منهن به ڏسڻو پيو آهي. پر هن مضمون جي پهرين سوال جو جواب ڏيندي مون عام طور تي شهرت ماڻيل يلتسن جي سورهيائپ بدران پارٽيءَ جي اندرين ڇڪتاڻ جا تفصيل بيان ڪيا آهن، جن سوويت يونين جي انت

آئڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو پر اولهہ لاءِ بورس يلتسن ئي سورمي
ڪان گهٽ ڪجهہ وڌيڪ هو.

هاڻ پڇاڙيءَ ۾ اِهو سوال تہ ڇا آءٌ سوويت يونين جي زوال تي
ڏکويل آهيان؟ تہ ان جو جواب آهي تہ ها آءٌ هئس. ڇا مون کي اڄان تائين
پراڻي ڪميونزم سان اُڪير آهي؟ نہ، ايئن ناهي. تہ پوءِ آءٌ ڇا ٿو چاهيان؟
شايد هڪ جمهوري، گهٽگهري، سيڪولر ۽ فلاحي رياست جنهن ۾
اڳوڻي سوويت يونين جون سموريون چڱيون شيون هجن سواءِ ان جي
آپيشاهائي حڪومت جي.

# انڊونيشيا ۾ ڪميونسٽن جي پاڙ پٽڻ

## هن عظيم انقلابن جي ساروڻيءَ ۾، جن پنجاهه ورهيه اڳ ايشيا کي ڌونڌاڙي وڌو هو

انسانيت خلاف بدترين ڏوهه يقيني طور تي اُهي آهن جن ۾ ماڻهن کي رڳو انڪري نشانو بڻايو ٿو وڃي ته هو مختلف آهن، پوءِ ڀل هو ڪنهن ٻئي ذات سان واسطو رکندڙ هجن، يا ڪنهن اهڙي قبيلي يا نسل سان جيڪا اڪثريت ۾ نه هجي يا ڪنهن اهڙي نظرئي جا پيروڪار هجن جنهن تي معاشري جو سگهارو طبقو ميڇريل هجي.

جيڪڏهن 1960 واري ڏهاڪي دوران ايشيا جي تاريخي واقعن تي نظر ڊوڙائبي ته انهن ٻن هاڃن جي شدت تي من ڪاندارجيو وڃي جيڪي چين ۽ انڊونيشيا جي عوام تي ڪڙڪيا. اُهي ياڳ جو لکيو نه هئا پر نوس رٿابنديءَ سان کيل ڏاڍ هئا. چين ۾ چيئرمين مائو جي بيوقوفي ۽ سندس احساس برتريءَ هڪ ثقافتي انقلاب کي جنم ڏنو ۽ انڊونيشيا ۾ ڪميونزم کان خطرو هو جنهن جي بنياد تي فوج ۽ ساڄي ڌر وارن کاٻي ڌر ڌانهن لاڙو رکندڙ ۽ سيڪولر سوچ وارن لکين ماڻهن جو قتلام ڪيو.

ياسيت پسند جنڪي هاڻوڪي صورتحال ۾ مايوسي ۽ نا اُميديءَ جي تبليغ پسند آهي، لاءِ بهتر ٿيندو ته جيڪڏهن اڌ صدي اڳ تي نظر

ٻوڙائين، ڪجھ صفحا اُٿلائين، تاريخ جا وهڪرا ڦلهورين ته ٻين ملڪن ۾ ڇا ٿيو، ته هڪ اُميد ٿي اُڀري ته جيڪڏهن ٻيا معاشرا اهڙي بدترين ذهني مان نڪري آيا ته پاڪستان به اُميد جو ڪو ڪرڻو رکي ٿو.

چين ۽ انڊونيشيا پرڏيهي والار ۾ ڦٿڪي رهيا هئا، انهن آزاديءَ لاءِ ڏکي پتوڙ ڪئي ۽ ڪرشماتي اڳواڻ پيدا ڪيا جيڪي شعلا ڦوڪيندڙ مقرر هئا ۽ گڏوگڏ عياشيءَ جو لاڙو رکندڙ پڻ. ٻنهي ملڪن وٽ دنيا جون سڀ کان وڏيون ڪميونسٽ پارٽيون هيون ۽ آزاديءَ کانپوءِ فقط ٻن ڏهاڪن ۾ پرڏيهي حملي آورن هٿان نه پر پنهنجي ئي ماڻهن هٿان انساني زندگين ۽ وقار جو وڏي پيماني تي نقصان سٺائون.

آڪٽوبر 1949 ۾ عوامي جمهور يا چين جو وجود پيو ۽ انجي فقط ٻن مهينن کانپوءِ متحده رياست انڊونيشا دنيا جي نقشي تي اُڀريو. 1950 واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ چين ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مضبوطي ۽ انڊونيشيا ۾ ڪمزور آزاد خيال جمهوريت جو مشاهدو ڪيو ويو. 1950 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ ۾ ٻنهي ملڪن ۾ پيش ايندڙ ڪجھ واقعن بي اطمينانيءَ جا اهڙا ٻج ڇٽيا جن 1960 واري ڏهاڪي جي انقلابن جي راھ هموار ڪئي.

جاپانين ۽ قومپرستن خلاف ڏکي جدوجهد دوران چين ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ عوام جون دليون کٽي ورتيون. انهيءَ دوران، عوامي جمهوريا چين جي آزاديءَ کانپوءِ وارن ڏينهن ۾ مذهب ورلي ئي ڪو ڪردار ادا ڪيو هوندو. انڊونيشيا جون حالتون انهيءَ کان گهڻو مختلف هيون. مسلمان اڪثريت تمام گهڻي مذهبي هئي ۽ سڌارا پسند سماجي مذهبي تحريڪ محمديه وهابيت کان متاثر هئي. اِها 1912 ۾ احمد ڏٿلان قائم ڪئي هئي، جيڪو مصري سڌارڪ محمد عبده جو شاگرد هو. 1942 ۾ جاپاني قبضي مهل مسلم عسڪريت پرستن هڪ نئون گروھ دارالسلام انڊونيشيا جوڙيو جنهن رڳو شريعت کي ئي قانون ٿي ليکيو.

انڊونيشيا ۾ اسلام کي قابو ڪرڻ لاءِ قابض جاپانين ماسيومي جوڙي، اِها تنظيم انڊونيشيا جي آزاديءَ واري اعلان ڪانپوءِ ملڪ جي سڀ کان وڏي پارٽي بڻجي وئي. ماسيوميءَ ۾ اسلامي تنظيمون جهڙوڪ

نهضۃ العلماءِ ۽ محمديہ شامل هيون. 1955 وارين چونڊن ۾ ماسيوميءَ ويھہ سيڪڙو کان وڌيڪ عوامي ووٽ حاصل ڪري پارليامينٽ ۾ ستونجاھہ سيٽون کٽيون. اِها تنظيم آچي، جڪارتا، جاوا ۽ اولھہ سماٽرا ۾ وڌيڪ اثر رسوخ رکندڙ هئي.

1950 واري ڏهاڪي ۾ انڊونيشيا ڪافي معاملن ۾ پاڪستان جهڙو هو. اُتي بہ اهڙيون قوتون موجود هيون جن ملڪي آئين اسلامي ٺي بڻائڻ چاهيو ۽ اهڙا گروپ پڻ هئا جن سيڪولر رياست کي ترجيح ڏني.بنيادي فرق اِهو هو تہ انڊونيشيا ۾ سوئيڪارنو جهڙو سيڪولر اڳواڻ هو جنهن کي قوم جو ابو ٺي ليکيو ويو جڏهن تہ پاڪستان ۾ قوم جي ابي جي مرتئي کانپوءِ ايندڙ اڳواڻ عوام جي مذهبي اُڌمن مان لاڀ پرائڻ جا خواهشمند هئا.

1950 واري ڏهاڪي ۾ انڊونيشيا کي اسلامي رياست بڻائڻ لاءِ دارالاسلام طرفان ڪيل بغاوتن وڳهي چڱو موچارو نقصان ٿيو. انڊونيشيائي فوج جا اُهي عملدار جن چاهيو ٿي تہ انڊونيشيا کي اسلامي رياست هئڻ گهرجي، فوج کان پڇي نڪتا ۽ وڃي دارالاسلام ۾ شامل ٿيا. بغاوت ۽ سياسي پارٽين طرفان لبرل جمهوريت قائم ڪرڻ ۾ ناڪاميءَ جو نتيجو 1957 ۾ صدر سوئيڪارنو طرفان مارشل لا مڙهڻ جي صورت ۾ سامهون آيو، جنهن آپيشاهاڻي جمهوريت متعاف ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي.

پاڪستان وانگر انڊونيشيا پڻ گڏيل حڪومتون تيزيءَ سان تبديل ٿينديون ڏٺيون، جنهن دوران 1945 کان 1958 تائين سترهن ڪابينائون اقتدار ۾ آيون.جيتوڻيڪ 1955 وارين چونڊن ۾ انڊونيشيائي نيشنل پارٽي (پي اين آءِ) جنهن کي سوئيڪارنو جي پارٽي ٿي ليکيو ويو، چونڊن ۾ اڳيري رهي پر ڪيمونسٽ پارٽي آف انڊونيشيا (پي ڪي آءِ) ۽ انجي سخت ويري اسلامي پارٽين ماسيومي پارٽيءَ ۾ متحد رهي زبردست پنيرائي حاصل ڪئي پر ڪابہ پارٽي پنجويھہ سيڪڙو کان وڌيڪ ووٽ حاصل نہ ڪري سگهي جنهن جو نتيجو مختلف اتحادن جي صورت ۾ نڪتو.

صدارتي سرشتي جي راهه هموار ڪندي سوئيڪارنو پارلياماني جمهوريت تي ڇتي تنقيد ڪئي ۽ ساڳيا ئي دليل استعمال ڪيائين جيڪي اڳتي هلي پاڪستان ۾ جنرل ايوب خان استعمال ڪيا. سوئيڪارنو ”آپيشاهاڻي جمهوريت“ جا ٽي ٿنڀ قومپرستي، ڪميونزم ۽ مذهب ڄاڻايا ته جيئن مذهبي ۽ سيڪولر ٻنهي ڌرين کي ٺڏو ڪري سگهجي (ڀٽي جو اسلامي سوشلزم ياد ڪريو).

انڊونيشيا ۾ سيڪولر ۽ اسلامي پسندن وچ ۾ انهيءَ ڇڪتاڻ ۾ سوئيڪارنو پاڻ سيڪولرازم ۽ ڪميونزم ڏانهن لاڙو رکندڙ هو پر سندس پارٽي چين جي ڪميونسٽ پارٽيءَ وانگر اعلانيي طور تي ڪميونسٽ انقلاب جو دهل وڄائڻ کان قاصر هئي. سوئيڪارنو هڪ تاڻيل رسيءَ تي هڪ اهڙو بانس جهلي توازن رکڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هو جنهن جي هڪ پاسي اسلام پسند هئا ته ٻئي پاسي ڪميونسٽ.

سرد جنگ وارن ڏينهن ۾ امريڪا خاموش تماشائي نه هو ۽ کاٻي ڌر ڏانهن لاڙو رکندڙ هر اڳواڻ سي آءِ اي جو نشانو بڻيل هو. سي آءِ اي اسلام پسندن جي پٺڀرائيءَ سان انڊونيشيائي معاملن ۾ مداخلت ڪرڻ شروع ڪئي (1980 واري ڏهاڪي ۾ افغان مجاهدين وانگر). 1950 ۾ سي آءِ اي طرفان سوئيڪارنو حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ واريون ڪوششون ناڪام ٿيون، نتيجو انڊونيشيائي فوج جو ملڪي مامرن ۾ اثر رسوخ وڌڻ جي صورت ۾ سامهون آيو. 1958 ۾ ماسيوميءَ جا ڪجهه ميمبر سوئڪارنو خلاف بغاوت ۾ شامل ٿيا. 5 جولاءِ 1959 تي هٿياربند فوجن آئين ساز اسيمبلي ٽوڙڻ واري سوئيڪارنو جي فيصلي جي پٺڀرائي ڪئي.

سوئيڪارنو وزيراعظم جي اضافي ڪردار سان مضبوط صدارتي اختيار حاصل ڪري ورتا ۽ پنهنجي نئين ۽ آپيشاهاڻي جمهوريت جي سفر جي شروعات ڪيائين. ڏکڻ ڪليمنتان ۾ دارالاسلام جي ڪجهه جٿن 1959 ۾ پنهنجي هڪ اڳواڻ جي قتل ڪانپوءِ هٿيار ڦٽا ڪيا. دارالاسلام جي سگهه جيئن پوءِ تيئن گهٽبي وئي ۽ 1962 تائين اولهه جاوا ۽ ڏکڻ سلاديسيءَ تائين وڃي محدود ٿي.

انهيءَ سموري عرصي دوران ڪميونسٽ پارٽي آف انڊونيشيا سوئڪارنو جي پٺڀرائي ڪندي رهي ڇاڪاڻ جو هو اسلامي بغاوت کي چيڀاڻڻ ۾ رڌل هو. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ميمبرشپ ۾ مرحليوار واڌ آئي، گڏوگڏ صدر جي ويجهي اتحاديءَ هئڻ واري اِها صورتحال اسلام پسندن، سي آءِ اي ۽ فوج ۾ موجود امريڪي ڇاڙتن کي مچرائڻ لاءِ ڪافي هئي. 1965 ۾ ڪميونسٽ پارٽي انڊونيشيا جي سڀ کان وڏي پارٽي بڻجي وئي. اقتدار ڏانهن پارٽيءَ جي وڌندڙ قدمن انڊونيشيائي معاشري ۾ موجود ساڄي ڌر وارن جون ننڊون ڦٽائي ڇڏيون.

سوئيڪارنو جيتوڻيڪ اڻ ڌري ڪانفرنس جي باني مان هڪ هو پر هو انتهائي تيزيءَ سان چين ڏانهن وڌڻ لڳو هو ۽ 1965 ۾ انڊونيشيا جي مسئلن لاءِ سڌو سنئون امريڪا کي ذميوار سڏيائين. هُن اوچتو ئي اوچتو ڪميونسٽن خلاف وٺ پڪڙ شروع ڪري ڏني، جن مبينہ طور تي انڊونيشيائي فوج جي ڪجھ اهم فوجي جنرلن کي قتل ڪري بغاوت ڪري ڏني هئي. ٽيھ سيپٽمبر 1965 تي انهيءَ ناڪام بغاوت ۾ فوج جي ستن مان ڇھ جنرل (سواءِ سوهارتو جي) مارجي ويا، جنهن انڊونيشيا کي ڌونڌاڙي وڌو. فوج جيڪا هاڻ سوهارتو جي ڪمان هيٺ هئي، کي نہ رڳو ڪميونسٽن پر کاٻي ڌر جي سمورن ترقي پسند ۽ سيڪولر سوچ رکندڙن خلاف وڏي ڪاروائي شروع ڪرڻ لاءِ جواز ملي ويو.

سوهارتو ۽ ساڄي ڌر جي فوجي عملدارن عوام کي خاطري ڪرائي تہ ڪميونسٽ انڊونيشيا ۾ اقتدار تي قبضو ڪرڻ ٿا چاهين ۽ انهن "ملحدن" ۽ "مذهب مخالف راڪاسن" کان بچڻ لاءِ ضروري آهي تہ معاشري ۾ کاٻي ڌر وارن جون سموريون نشانيون ميساري ڇڏجن. انڪري هنن انڊونيشيا ۾ هڪ اهڙو قتلام شروع ڪيو جنهن ۾ انهن لکين ماڻهن کي نشانو بڻايو ويو جن جو ڪميونسٽ پارٽيءَ سان ڪو تعلق هو يا انجو رڳو ڪو امڪان هو. اهڙا گروهہ جوڙيا ويا جن جي اڳوائي گهٽي ٻاڳي اسلامي ٽولن وٽ هئي ۽ ڪين معاشري جي ڏوهاري عنصرن جي پڻ پٺڀرائي حاصل هئي جيڪي ڇرين، بندوقن، خنجرن،

رسين، ميخن يا ڪنهن اهڙي شئي سان ليس هئا جيڪا ڪاهي ذر وارن ۾ سندن گهرڀاتين کي معذور ڪرڻ، سندن عضوا ڪپڻ يا کين قتل ڪرڻ ۾ استعمال ٿي سگهي.

1965 ۽ 1966 دوران ٿيندڙ سياسي هنگامن ۾ تشدد ۾ محمديہ ڪميونسٽن ۽ سندن حمائتين کي چيپاٽڻ لاءِ سندن خلاف جهاد جو اعلان ڪيو، جنهن جي لڳ ڀڳ سمورن اسلامي گروهن پٺڀرائي ڪئي. انهيءَ عرصي ۾ پيش ايندڙ واقعن کي ٻن انتهائي موهيندڙ فلمن ۾ شاندار ريت پيش ڪيو ويو آهي، فيچر فلم "جوڪمر ۾ گهارڻ وارو سال" (1982) جنهن جون هدائتون پيٽر وائر ڏنيون جڏهن تہ ميل گبسن ۽ سگورني ويور مرڪزي ڪردار ڪيا ۽ دستاويزي فلم "قتل جو عمل" (2012) جنهن جون هدائتون جو شوا اوپن هائيمر ڏنيون.

انهن فسادن ۾ سوهارتو (چڪارتا جو فوجي ڪمانڊر، جنهن اڳتي فوج جي مرڪزي ڪمان سنڀالي) ۽ سوئيڪارنو (صدر) وچ ۾ ڇڪتاڻ هلندي رهي ۽ نتيجي طور سوئيڪارنو هڪ پاسي ٿي ويو ۽ سوهارتو ڏهن لکن کان وڌيڪ ماڻهو مارايا. مارچ 1966 ۾ سوئيڪارنو کي پنهنجا گهڻي ڀاڱي اختيار سوهارتو جي حق ۾ ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ويو جيڪو 1967 ۾ وقتي صدر بڻيو ۽ ايندڙ سال صدر سوئيڪارنو آهستي آهستي بدناميءَ جي ڌٻڻ ۾ ڦاسندو ويو ۽ آخرڪار 1970 ۾ گذاري ويو. سندس نالي ۽ نظرئي جي ذڪر تي هڪ ڏهاڪي کان وڌيڪ عرصي تائين جهل رهي ۽ ان کانپوءِ ئي سندس نالو جزوي طور تي بحال ڪيو ويو.

انهيءَ پيڙا ڀري قتلام کانپوءِ ملڪ جنرل سوهارتو جي بيرحم آمريت جي پنجوڙ ۾ اچي ويو جنهن کي امريڪي پٺڀرائي حاصل هئي. اِها آمريت ٽي ڏهاڪا جاري رهي. انهيءَ عرصي دوران فوج معشيت ۽ حڪومت جي هر شعبي ۾ پنهنجا پير ڪپايا جنهن ڪميونسٽ مخالف ۽ اولهہ جي حمائتيءَ وارو لاڙو اختيار ڪيو.

# چين ۾ ثقافتي انقلاب

## پنجاهہ سال اڳ چيئرمين مائوزي تنگ طرفان پنهنجي شخصي بحاليءَ لاءِ کيل وڏو شاهي صفايو

ڪيترن ئي مثبت خصوصيتن هوندي بہ ڪميونزم ڇو ناڪام ٿيو؟ انهيءَ سوال سڄي دنيا ۾ موجود لڳ ڀڳ سمورن ئي ڪاٻي ڌر وارن ۾ تجسس پيدا ڪيو ۽ هنن پنهنجي ذهن موجب انهيءَ سوال جو جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪن ان لاءِ سرمائيداراڻي طاقتن جي غيرذميوار روين کي سبب ڄاڻايو تہ ٻين انکي رياستي سرمائيداراڻي سرشتي جو هڪ قسم ليکيو، مٿان وري ڪي اهڙا بہ هئا جن اِهو مڃڻ کان ئي نابري واري تہ ڪو ”حقيقي ڪميونزم“ ڪڏهن لاڳو بہ ٿيو هو.

انهن سببن جي پاڙ ۾ هڪجهڙائپ کي هڪ پاسي رکندي نظر ڊوڙائبي تہ ماضي ۽ حال جي سمورين ڪميونسٽ رياستن ۾ گهڻ ۾ گهڻ هڪ ڳالهہ واضح ڏسبي سا آهي شخصيتن جي پوڄا جو مڪمل اعتراف. اسٽالين ۽ مائو کان وٺي ڪاسترو ۽ چائو شسڪو تائين، اقتدار ۾ موجود ڪميونسٽ اڳواڻن پنهنجي نظرين، پاليسين تي ڪلئي عام ڳالهائڻ جي ورلي ئي اجازت ڏني هوندي ۽ هنن پاڻ تي ڪڏهن تنقيد ڪرڻ جي اجازت ڏني بہ هوندي تہ رڳو اختلاف ڪندڙن جي نشاندهيءَ لاءِ تہ جيئن ڪين اهم عهدن تان هٽائي سگهجي.

چين جو ثقافتي انقلاب جيڪو 1966 ۾ شروع ٿيو، چيئرمين مائو جي پنهنجي شخصي پوڄا ڪرائڻ جي هڪ آخري ڪوشش هو جنهن کي "اڳتي ڏانهن وڏي پرانگهہ" جي ناڪاميءَ سبب سخت نقصان رسيو ۽ انجو نتيجو 1958 کان 1960 تائين وڏي ڏڪار جي صورت ۾ سامهون آيو. ثقافتي انقلاب ڏانهن ولي وينڊز اهم واقعن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪندي ڪو ٻہ فرد انهيءَ عرصي جي چئن اهم چيني شخصيتن کي نظرانداز نٿو ڪري سگهي، اهي آهن لن بيائو، ليوشائوچي، پينگ ڊيهوائي ۽ چو اين لائي.

لن بيائو ثقافتي انقلاب جي شروعات ۾ چيئرمين مائو جو ساٿاري هو، ليوشائوچي ۽ پينگ ڊيهوائي کي بيعزتو ڪري صدر ۽ بچاءَ واري وزير جي عهدن کان هٽايو ويو جڏهن تہ چو اين لائي هڪ غير متحرڪ وزيراعظم هو جيڪو پنهنجي چيئرمين جي جوڙيل لائين تي هلندو رهيو ۽ انقلابن جي اٿل پٿل ۾ پنهنجي عهدي تي برقرار رهيو.

ليوشائوچي عوامي جمهوريا چين جو چيئرمين (1959کان 1968) هو ۽ چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جو اهم نظرئي دان هو. کيس ڪو ويهن سالن تائين مائوزي تنگ جو جانشين ٿي ليکيو ويو، تانجو 1960 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ ۾ کيس هٽايو ويو. چين ۾ صفائيءَ جو، اهو عمل انڊونيشيا کان مختلف هو. انڊونيشيا ۾ ڪميونسٽن جي خاتمي جو عمل اسلامي گروهن سان گڏجي سازش سٽي فوج ڪيو جڏهن تہ چين ۾ اهو عمل ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سپريم اڳواڻ طرفان شروع ڪيو ويو ۽ اهو پنهنجي ئي پارٽيءَ جي انهن ميمبرن ۽ سينئر ترين اڳواڻن خلاف هو جن چيئرمين جي واضح طور نظر ايندڙ بيوقوفاڻي پاليسين تي تنقيد ڪندي سائنس اختلاف ڪرڻ جي همت ساري هئي. چيئرمين انتهائي تيزيءَ سان وسوسن جو شڪار ٿي رهيو هو ۽ ڏهاڪن کان آزمايل پنهنجي تجربيڪار ۽ ڀروسي جوڳي سائين تي شڪ ڪرڻ لڳو هو.

سڄي دنيا جي ڪميونسٽ پارٽين خاص طور تي چين جي حامي ڪميونسٽن لاءِ شائوچيءَ جي مشهور ليڪچر سلسلي "سٺو ڪميونسٽ ڪيئن بڻجي؟" ۽ "پارٽيءَ اندر جدوجهد بابت" ميمبرن جي ايپاس لاءِ

لازمي هئا. پنهنجي بي داڳ پسمنظر ڪري هو مارڪسي نظرين جو سڀ کان وڏيڪ پڙهيو ويندڙ ۽ صاف شفاف اُپٽار ڪندڙن مان هڪ هو. هُن پنهنجي پارٽيءَ ۾ جيڪا انتهائي عزت ۽ ناماچاري ڪمائي هئي تنهن ۾ رڳو مائوزي تنگ ئي ڪائنس گوءِ کٽي پئي سگهيو. مائو طرفان هڪبِٽي پويان غلطيون ڪرڻ دوران ليوشائوچيءَ پنهنجي وڏيڪ وچٽري ۽ عملي طريقي وسيلي ڪامريڊن جي نظرن ۾ وڏيڪ ناماچاري ماڻي.

سوويت يونين مان تعليم پرايل ليوشائو انقلاب کانپوءِ چين کي صنعتي ملڪ بڻائڻ لاءِ سوويت يونين سان ٿيندڙ ڳالهين ٻولهين ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. سوويت قيادت سان لهه وچڙ ۾ هئڻ ۽ عالمي منظرنامي ڪيس انقلاب کانپوءِ واري پهرين ڏهاڪي ۾ هڪ مرڪزي ڪردار بڻائي ڇڏيو هو. هُن 1949کان 1954 تائين چيني سوويت فرينڊشپ ايسوسيئيشن جي اڳواٽي ڪئي ۽ ماسڪو ۾ سوويت پارٽيءَ جي ڪانگريسين ۾ شرڪت ڪئي. 1956 ۾ هو واضح طور تي مائوزي تنگ جو وارث هو. جيتوڻيڪ شروعاتي طور تي هو ٻئي پنج سالن واري رٿابنديءَ جي خاڪي ۾ مائو سان گڏ هو (جنهن کي اڳتي ڏانهن ٻرانگهه سڏيو ويو) جنهن چين ۾ تيزيءَ سان صنعتن جو بنياد رکيو هو پر ليو کي سگهوئي احساس ٿي ويو ته صنعتون اوترو تيزيءَ سان نه ٺهنديون جيتري ڪيس توقع هئي. انهيءَ منصوبي جي ناڪاميءَ 1959۾ مائوزي تنگ کي عوامي جمهوريا چين جي چيئرمين واري عهدي تان استعفا ڏيڻ تي مجبور ڪيو، جنهن اِهو عهدو ليو جي حوالي ڪيو پر مائوزي تنگ جي پارٽي چيئرمين واري حيثيت برقرار رهي. گهڻي ڀاڱي ڪميونسٽ ملڪن ۾ پارٽي سربراهه ئي ملڪ جي سڀ کان وڏيڪ سگهاري شخصيت هوندو هو، صدر ۽ وزيراعظم پل ڪو به هجي.

ليو اجتماعيت (collectivization) ۽ رياستي پنجوڙ واري سخت پاليسين کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي ته مائوزي تنگ ان تي اعتراض ڪرڻ شروع ڪيو، رياست جي سربراهه طور ليو پرڏيهي معاملن ۾ وڏيڪ اهم ڪردار ادا ڪرڻ جي شروعات ڪئي، خاص طور تي چين - سوويت ناتن جي ڏس ۾، جنهن مائو کي اچائين وڏيڪ چيڙائي وڌو.

خروشيف جي اسٽالين تي تنقيد واري پاليسيءَ مائو کي ڏونگاڙي وڌو ۽ ڪيس ڊپ ٿيڻ لڳو ته ڪٿي سندس به اهڙو ئي انجام نه ٿئي.

بي اعتماديءَ وارن انهن ڏينهن ۾ هڪ ٻئي شخصيت سگهاري چيئرمين تي ڪاوڙجڻ شروع ڪيو، اها شخصيت هئي بچاءَ واري وزير ۽ چيني فوج جي مارشل پينگ ڊيهوائي جي، جنهن مائو طرفان خود تنقيديءَ واري گهر تي پنهنجو رد عمل ظاهر ڪيو هو. مائو پارٽي ڪارڪنن کي تنقيد ڪرڻ ۽ حڪومت جي غلطين ۽ ڪوتاهين تي پنهنجي راءِ ڏيڻ لاءِ چيو هو ته هن پڪ ڏياري هئي ته ڪنهن کي به اختلافي راءِ رکڻ تي انتقام جو نشانو نه بڻايو ويو ويندو. پينگ پنهنجي چيئرمين تي ڀروسو ڪندي سڀ ڪان پهرين انگن اکرن سان ڪيل هٺ چراند وائکي ڪئي. هُن پارٽي قيادت سان سهمت نه هئڻ ۾ هڪ جو مظاهرو ڪرڻ ۽ اهڙن حڪمن کي لاڳو ڪرائڻ تي سينئر پارٽي ڪارڪنن تي ڇتي تنقيد ڪئي، جيڪا سندس خيال ۾ چيني عوام جي مفادن وٽان هئي.

پينگ مائوزي تنگ کي هڪ ذاتي خط لکيو جنهن ۾ غلط فيصلن تي پنهنجي تنقيد ڀريا ويچار انهيءَ اُميد سان درج ڪيا هئائين ته مائو سندس ويچارن جو قدر ڪندو پر مائو انهيءَ خط کي انهيءَ ثبوت طور عام ڪري ڇڏيو ته پينگ پارٽيءَ سان وفادار ناهي ۽ پارٽي پاليسين جون پاڙون پٽي رهيو آهي. ليوشائوچي ۽ چواين لائي سميت پارٽيءَ جي اڪثر سينئر اڳواڻن جن پنهنجو نقطي نظر ظاهر ڪرڻ تي پينگ کي همٿايو هو، تن ڄاتو ته چيئرمين پنهنجي ڳالهين ته اُٿاريل هر سوال تي ڪاوڙجي رهيو هو. مائو پينگ تي ڪاهه ڪندي ڪيس سامراج دوست، بورجوا ۽ ساڄي ڌر جو لاڙو رکندڙ سڏيو. مائو ڌمڪي ڏني ته جيڪڏهن پارٽيءَ جي ڪنهن به سينئر پينگ جي حمائت ڪئي ته پارٽي ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار ٿيندي ۽ هو ڳوٺاڻي علائقن جو رخ ڪري چين ۾ سامراجي ڇاڙتن خلاف بغاوت جي سرواڻي ڪندو.

انهيءَ ڌمڪيءَ پارٽي اندر مائوزي تنگ سان ڪو اختلاف رکڻ جا سمورا امڪان ختم ڪري ڇڏيا، ايستائين جو وزيراعظم چواين لائي

۾ صدر ليوشائوچي ۽ پڻ پينگ جي مخالفت ۾ مائو جا ساٿاري بڻجي ويا. پارٽيءَ "پارٽيءَ جي مخالف فردن" جي سرواڻ طور پينگ کي ننديو ۽ کيس بچاءَ واري وزارت تان هٽايو ويو. پينگ کي اهو مڃڻ تي مجبور ڪيو ويو تہ هُن چيئرمين ۽ پارٽيءَ جي فيصلن تي تنقيد ڪري سنگين غلطي ڪئي آهي. سيپٽمبر 1959 ۾ لن بيائو بچاءَ جو نئون وزير بڻيو ۽ پينگ جو فوجي ڪيريئر باضابطي ريت پڄاڻيءَ تي پهتو. لن بيائو فوج ۾ مائو جي شخصي پوڄا کي عروج تي رسايو. مائو جي مُک مان نڪتل هر لفظ جي غير مشروط ذميوار ليڪجنڊ ۽ مائو طرفان شروع ڪيل ڪنهن بہ بيوقوفي ۽ بي اصوليءَ جي اکيون ٻوٽي پيروي ڪرڻ ۾ لن بيائو جو مَٽ نہ هو، جنهن آخرڪار ليوشائوچيءَ کي پڻ پوئتي ڌڪي ڇڏيو ۽ پاڻ مائو جو نئون جانشين بڻجي ويو.

لن بيائو جي سرواڻيءَ ۾ فوج انتهائي طور تي سياست ۾ وچڙجي وئي سو بہ پارٽيءَ جي قيمت تي چاڪاڻ جو مائو کي پنهنجي انهن پارٽي ساٿين تي ڪو اعتبار نہ رهيو هو جن بابت ڪيس ڪو شڪ شبهو هو يا جيڪي ڪنهن بہ مهل سندس مخالف تي پئي سگهيا. مائو جي ڊپ ۾ اوڏي مهل وڌيڪ اضافو ٿيو جڏهن ڪميونسٽ پارٽي آف سوويت يونين خروشيف کي پارٽي اڳواڻيءَ تان هٽائي 1964 ۾ برزنيف کي نئون اڳواڻ بڻايو.

1965۾ ڪميونسٽ پارٽي آف چائنا ۾ وڏي پئماني تي صفائيءَ وارو عمل شروع ٿيو جيڪو 1966 کان عظيم ثقافتي انقلاب طور سڃاتو وڃڻ لڳو، جنهن جو بنيادي نشانو صدر ليوشائوچي هو، جيڪو پارٽيءَ جي منتظم طور گڏريل ٻن ڏهاڪن کان مائو کانپوءِ ٻئي نمبر تي اهم ترين اڳواڻ هو. 1966 ۾ ليوشائوچيءَ جي جاءِ لن بيائو والاري ۽ 1969 ۾ نئين آئين سندس مائو جي جانشين طور توثيق پڻ ڪري ڇڏي. ثقافتي انقلاب 1966کان 1971 تائين پنهنجي عروج تي هو، انهن پنجن سالن دوران فوج اثرائتي انداز ۾ اُهو ڪردار حاصل ڪري ورتو جيڪو اڳي چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ کي حاصل هو.

ثقافتي انقلاب دوران مائو ليو تي تنقيد ڪندي سندس صفايو

ڪيو ۽ 1968 ۾ هو "چين جي بورجوا مرڪز جي ڪمانڊر"، "غدار ۽ سرمائيدارن جي چاڙتي" واري لقبن سان منظر تان غائب ٿي ويو. هو 1969 ۾ انتهائي ڪسمپرسيءَ واري حالت ۾ گذاري ويو ۽ 1980 ۾ نئي ڊينگ شيائو پنگ موت کانپوءِ سندس شخصيت کي بحال ڪيو.

مائو لاءِ خطرو بڻجي سگهندڙ پارٽيءَ جي سينئر اڳواڻن کي نشانو بنائڻ لاءِ سرگرم شاگردن جي ريڊ گارڊز نالي هڪ نيم فوجي تحريڪ قائم ڪئي وئي. هٿياربند انقلابي نوجوانن جي انجمن سڏجندڙ انهيءَ تنظيم جي سرواڻي ڪمانڊر انچيف يعني مائوزي تنگ پاڻ ٿي ڪئي. چيئرمين حڪم جاري ڪيو تہ ريڊگارڊ جو منشور قومي ريڊيو تان نشر ڪيو وڃي ۽ انکي پيپلز ڊيلي اخبار ۾ شائع ڪيو وڃي. ليوشائوچيءَ جي ميساريو وڃڻ جي سببن مان هڪ سندس طرفان ريڊگارڊز کي هٿ وس رکڻ لاءِ پارٽي ٽيمن کي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش پڻ هو. ڪميونسٽ پارٽيءَ ليوشائوچيءَ جي خواهش جي اُبتڙ ۽ سندس ۽ پارٽيءَ ۾ موجود سندس ساٿارين کي نندينڊي موجود رياستي حڪومت ۽ شعبن کي محفوظ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ مائوزي تنگ پارٽي ٽيمن جي نيڪال جو حڪم جاري ڪيو. نتيجي طور سموري ملڪ ۾ پارٽيءَ پوئتي پير ڪيا ۽ لن بيائو جي قيادت ۾ فوج جي پٺڀرائيءَ سان ريڊگارڊز هرهنڌ واسو ڪري ويا.

مائو پاڻ ريڊگارڊز جي وڏن هجومن آڏو تقريرون ڪندي ڪين سندس مخالف پارٽي ڪارڪنن جي خاتمي لاءِ پڙڪايو. ثقافتي انقلاب دوران نہ رڳو سوين پارٽي ڪارڪنن کي تنقيد جو نشانو بڻايو ويو، سندن صفايو ڪيو ويو، تشدد جو نشانو بڻايو ويو، ڪلئي عام تذليل جو نشانو بڻايو ويو پر ڪيترن کي قتل پڻ ڪيو ويو. انيڪ پراڻين عادتن ۽ ويچارن کي پڻ نشانو بڻايو ويو يعني جنهن بہ ڳالهہ کي مائو پراڻو ٿي ليکيو تنهن جو خاتمو اٽل هو. ليوشائوچي، ڊينگ سيائو پنگ ۽ پينگ ڊيهوائيءَ سميت ڪيترن ئي سر موڙ اڳواڻن تي زباني ۽ جسماني حملا ڪيا ويا.

ڪميونسٽ پارٽي ۾ صفايو ڪرڻ ۽ پنهنجي گرفت پڪي ڪرڻ

ڪانپوءِ لن بيائو پنهنجي فوج کي ريڊگارڊز کي چيڀاٽڻ لاءِ اُماڻيو. 1970 ۾ لن بيائو مائو لاءِ هڪ نئين خطري طور اُڀري سامهون آيو. پوءِ اوچتو هو منگوليا ۾ هڪ پراسرار جهاز حادثي ۾ مارجي ويو، جڏهن هو هڪ ناڪام بغاوت ڪانپوءِ سوويت يونين ڏانهن ڀاڄ ڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

انهيءَ سڄي عرصي ۾ چو اين لائي جي وزيراعظم واري حيثيت برقرار رهي. 1978 ۾ مائوزي تنگ ۽ چو اين لائي جي مرتين ڪانپوءِ نئين چيني قيادت ثقافتي انقلاب کي هڪ وڏي غلطي ۽ هاڃو سڏيو ۽ مائو کي سندس چيئرمين شپ دوران ڪنيل قدمن لاءِ ذميوار ليکيو ويو پر ڪيس ان ريت بدنام نہ ڪيو ويو جهڙي ريت ڪميونسٽ پارٽي آف سوويت يونين اسٽالين کي ڪيو هو. مائوزي تنگ اڄان تائين ڪميونسٽ چين جي عظيم اڳواڻ واري حيثيت رکي ٿو. هاڻ اڳتي ڏانهن ہرانگهہ، وڏي ڏڪار ۽ ثقافتي انقلاب جي ڪا حيثيت نہ رهي آهي بس رڳو ان دوران ڪروڙين جانيون ضائع ٿيون. اِهو سيڪجهہ تڏهن ئي ممڪن ٿي سگهيو جڏهن ايندڙ چيني اڳواڻ ڊينگ سيائوپنگ چيني ڪميونزم ۾ بنيادي تبديليون آنديون، جن ڪانپوءِ چين هڪ نسبتن اُسريل ۽ سگهاري ملڪ طور اُڀريو.

# نامياري فرانسيسي اداڪارا جين مورو

تازو ئي گذاري ويل نوي ورهين جي فرانسيسي اداڪارا جين مورو 1950 ۽ 1960 وارن ڏهاڪن ۾ فرانسيسي سينيما تي راڄ ڪيو، جيڪڏهن ويهين صديءَ جي فرانسيسي اداڪارن جي ڳالهہ ڪجي تہ برشي بارودت ۽ ڪيٽرين ڊينوو ڪانسواءِ جين مورو جو نالو بہ سرموڙ آهي جيڪڏهن برشي بارودت عورتاڻي سونهن جو نمونو هئي ۽ ڪيٽرين عورتاڻي وضعداريءَ جو تہ جين مورو انهن ٻنهيءَ جو من موهيندڙ گاڏڙ ليکي سگهجي ٿي. جين مورو جي بهترين فلمن جو هڪ اٽڪڻ سلسلو آهي جن ۾ هُن ستّ سالن کان وڌيڪ عرصي تائين پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو، جيڪي انگريزيءَ ۾ بہ هيون تہ فرانسيسيءَ ۾ پڻ.
جين مورو 1940 واري ڏهاڪي ۾ يورپ جي اسٽيج تي سامهون آئي، جنهن ڪانپوءِ 1950 واري ڏهاڪي ۾ فلمن ۾ پير رکيائين. ياد رهي تہ ٻين مهاڀاري لڙائيءَ ڪانپوءِ وارو يورپ اڄوڪي يورپ کان گهڻو مختلف هو. اُن وقت هر پاسي تباهي پکڙيل هئي جيڪا هٽلر ۽ ميسوليني‌ءَ جي فوجن يورپ تي آندي هئي اهڙي صورتحال ۾ يورپي سينيما تي حقيقت پسندي ڇانيل هئي ۽ سائيڪل چور ۽ بوٽ پالش جهڙيون فلمون ٺهجي رهيون هيون جيڪي اُن زماني جي غربت کي بيرحماڻي طريقي سان دنيا آڏو وائکو ڪري رهيون هيون. انهيءَ دور ۾ فرانسيسي سينيما جي نئين لهر جي شروعات ٿي جنهن فلم جي پراڻين روائتن کي ڇيهون

ڇيهون ڪري ڇڏيو.

انهيءَ نئين لهر جي شروعات کان ڪجهه عرصو اڳ جين مورو ۽ لوئيس مالي نالي هڪ نئين اداڪارا ۽ هڪ نئون هدائتڪار سامهون آيا جن ايندڙ دور ۾ فرانسيسي سينيما جو رخ متعين ڪيو. جين مورو هڪ انگريز نرتڪي ۽ هڪ فرانسيسي ساقيءَ جي ڌيءَ هئي، شايد انڪري ئي سندس نيڻ سدائين خماريل هوندا هئا ۽ سندس چال ۾ ڍيل جو اولڙو پسبو هو. جين مورو فرانس تي نازي قبضي ڪي ويجهڙائپ سان پروڙيو هو ۽ انهيءَ پيانڪ دور جي نراسائي گهٽائڻ لاءِ ادب ۽ ناٽڪ جو اورچائپ سان اڀياس ڪيو هئائين. سندس اداڪاريءَ جي شروعات ثانوي درجي واري فلمن کان ٿي. شايد انڪري جو هوءَ پنهنجو پاڻ کي ٻين اداڪارائن وانگر هار سينگهار ڪري پيش نه ڪندي هئي. انهيءَ دوران سندس ملاقات هڪ نئين هدائتڪار لوئيس مالي سان ٿي جيڪو پنهنجي فلم لاءِ جين مورو جهڙي ڪنهن سادگي پسند اداڪار جي ڳولا ۾ هو، جين مورو جي پهرين مشهور فلم ”سوريءَ تائين رسائي“ هئي جيڪا لوئيس مالي 1957 ۾ ٺاهي هئي. سسپنس سان پرپور اِها فلم هڪ لحاظ کان ٻي ثمر ناٽڪ جو نمونو هئي جنهن جو هڪ نڪتو اِهو هو ته حياتيءَ ۾ ڪا به شئي رٿابنديءَ وانگر ئي نٿي ٿئي. انهيءَ فلم ۾ جين مورو جو ڪردار پنهنجي مڙس جي ڪاروباري نائب جي عشق ۾ قاتل عورت جو آهي جيڪا پنهنجي عاشق کي پنهنجي مڙس جي قتل تي هرڪائي ٿي، سو به ايئن جو اِهو قتل آپگهات لڳي. مڙس قتل ته ٿي وڃي ٿو پر عاشق لفٽ ذريعي هيٺ لهندي بجلي بند ٿيڻ ڪري ڦاسي ٿو پوي. جين مورو جي گهڻي ڀاڱي عڪسبندي ڪلوزاپ ۾ ڪيل آهي. ڪيس تمام ٿورڙو ميڪ اپ ٿيل آهي. ۽ گهڻي ڀاڱي قدرتي روشني استعمال ڪئي وئي آهي، جنهن سان سندس اداڪاري نکري سامهون آيل آهي. انهيءَ سادگيءَ ڪيس رات وچ ۾ وڏي اداڪارا بڻائي ڇڏيو. لوئيس مالي اُن وقت پنجويهين سالن جو مس هو پر هُن جين مورو ۾ هڪ اڻ مٽ فنڪارا کي ڳولهي لڌو. لوئيس مالي هڪ طرح سان اورسن ويلز جو ڪارنامو ورجايو جيڪو 1940 ۾ پنجويهن ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجي شاهڪار فلم

سٽيزن ڪين تخليق ڪري چڪو هو.

هاڻ جين موري ۽ لوئيس مالي نہ رڳو دوست پر ڳجهہ لڪ ۾ پرين پيارا بہ بڻجي چڪا هئا. هن جوڙي 1958 ۾ شاندار فلم ”عاشق“ ناهي، جنهن ۾ جين موري پنهنجي پرٽيل زندگيءَ کان بيزار هڪ اهڙي عورت جو ڪردار ادا ڪيو جيڪا عاشق ڦلهوري ٿي. انهيءَ فلم ڪانپوءِ جين مورو کي نئين برشي بارودت سڏيو وڃڻ لڳو، ڇاڪاڻ جو انهيءَ فلم ۾ تنهن زماني جي لحاظ کان وڏي جرات مند عڪاسي ڪئي وئي هئي. اِها فلم هڪ لحاظ کان جديد مادام بواري جهڙي هئي. ياد رهي تہ مادام بواريءَ ۾ بہ هڪ ويڳاڻپ جي شڪار زال جي ساڳي ڪرت آهي. جين مورو انهيءَ فلم ۾ هڪ اوپري ماڻهو سان ياچ ٿي ڪائي ۽ ان کان اڳ باغ، اڱڻ ۽ خوابگاهہ ۾ موج مستي ٿي ڪري جڏهن تہ سندس مڙس ٻئي ڪمري ۾ گهور ننڊ پيل آهي. اِها فلم ان دور جي لحاظ کان ايترو تہ اڳتي وڌيل هئي جو امريڪا ۾ بہ انکي فحش ليکيو ويو ۽ اعليٰ امريڪي ڪورٽ جي مداخلت تي ئي انجي نمائش جي اجازت ملي. ان ڪيس جي ٻڌڻيءَ دوران امريڪي جسٽس پوٽر اسٽيوارٽ هڪ شاندار جملو چيو تہ ”ڄاڻان ٿو تہ فحاشي ڇا آهي پر هيءَ فلم فحاشي ناهي.“ هاڻ ٿورڙو سعادت حسن منٽو تي هلندڙ ڪيس ياد ڪريو. جين مورو جي سڀ کان وڌيڪ مشهور فلم جنهن کي عالمي پزيرائي ملي سا هي هئي ”جول ۽ جم“ جيڪا 1962 ۾ رليز ٿي. انجو هدائتڪار فرانسوان تروفو هو ۽ اِها فلم فرانسيسي ليکڪ هينري پيئر روش جي سوانحي ناول تي ٻڌل هئي. دلچسپ ڳالهہ اِها آهي تہ 1953 ۾ شائع ٿيندڙ اِهو ليکڪ جو پهريون ناول هو جيڪو هُن چوهتر ورهين جي ڄمار ۾ لکيو هو. اِها ڳالهہ وهي ڪاڏل صحافين لاءِ اُميد جو ڪرڻو بڻجي سگهي ٿي جيڪي ڪو ناول لکڻ جي سڌ ۾ پوڙها ٿا ٿي وڃن ۽ سٺ ورهين تي رسڻ ڪانپوءِ نراس ٿي هڪ پاسي ويهي ٿا رهن. اِها فلم پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي دور جي ڪهاڻي تي ڏيکاري، جنهن ۾ پريت جي ٽڪنڊي جي هڪ ڪنڊ تي جين مورو جي اداڪاري اٽوسرٽنڊڙ آهي جيئن تہ هوءَ ڳائڻي بہ هئي سو ان فلم ۾ هڪ گانو بہ ڳاتو اٿس، جيڪو فرانسيسي ٻوليءَ جي

مناڻ ۾ ٻڌل آهي.

هاڻ فرانسيسي سينيما جي نئين لهر يورپ تي راڄ ڪرڻ لڳي هئي جيڪا راهه لوئيس مالي کولي هئي تنهن تي تروفو، ريني ۽ گودار ۽ برانگهون پيري رهيا هئا ۽ فلمن جي تخليق واري نظرئي جو پرچار ڪري رهيا هئا، جنهن موجب ڪجهه هدائتڪار فلم تي ايترو ته ڇائنجي ويندا آهن جو ڄڻ فلم لکي رهيا هجن. جين مورو جي ايندڙ فلم ”گهريلو ملازماجي ڊائري“ هئي جيڪا 1964 ۾ آئي، جنهن ۾ هُن گهريلو ڪم ڪار ڪندڙ عورت جو شاندار ڪردار ڪيو، جيڪا هڪ نئين نوڪريءَ لاءِ پرديس ٿي وڃي جتي هوءَ شاهوڪار پر عجيب و غريب ماڻهن وٽ ڪم ڪار ٿي ڪري. گهر جي مالڪياڻي اُڏمن ڪان وانجهيل عورت آهي. جنهن جو مڙس ضرورت ڪان وڌيڪ چلولو آهي ۽ سندس پيءُ عورتن جا جوتا ٿو گڏ ڪري. هيءَ فلم اسپيني هدائتڪار بونويل تخليق ڪئي. انهيءَ فلم ۾ نه رڳو شاهوڪار طبقي جي حرڪتن کي چٽيو ويو آهي پر پورهيت طبقي ۾ موجود لاڙن کي پڻ واضع ڪيو ويو آهي. جين موري جو بهترين دور هڪ ڏهاڪي تي پکڙيل هو جيڪو 1950 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ ڪان شروع ٿي 1960 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ تائين هليو. انڪانسواءِ هُن هاليووڊ جي ٻه ڪيترين ئي فلمن ۾ ڪم ڪيو جن ۾ اورسن ويلز جي فلم ”ڪيس،thetrial“ پڻ شامل آهي جيڪا ڪافڪا جي ڪهاڻيءَ تي ٻڌل هئي. انڪانسواءِ هُن ايليا ڪازان جي فلم ”آخري سيٺ“ ۾ پڻ ڪم ڪيو جين مورو کي سندس شاندار اداڪاريءَ ڪري فلمي دنيا جي تاريخ ۾ سدائين ياد رکيو ويندو.

# انبوھ ھٿان قتل تي ٺھيل فلمون

سڪندر ڪرمانيءَ مردان ۾ انبوھ ھٿان مشال خان جي قانون ڪان مٿاھين قتل واري ھاڃي تي بي بي سيءَ لاءِ ھڪ دستاويزي فلم تيار ڪئي تہ انڪي ھڪ ھمت ڀريو قدم ليکيو ويو. انھيءَ دستاويزي فلم جو عنوان ”مشال خان: تعليمي اداري ۾ قتل“ ھو، جنھن وار ڪانداريندڙ واقعا بيان ڪيا جيڪي انھيءَ قانون ڪان مٿاھين قتل جو سبب بڻيا. مشال خان جي گھرياتين سان ڪيل ڳالھہ ٻولھہ انتھائي پيڙا ڀري آھي، جيڪا ٻڌي پائنجي ٿو تہ جنھن نوجوان جي حياتيءَ جي تند ڪپي وئي سو ڇڻ تہ اسان جي پنھنجي ڪٽنب جو ڀاتي ھو.

ڪنھن بہ فرد کي قانون ڪان مٿاھون يا ھٿ ٺوڪي ڪورٽ ذريعي موت جي سزا ڏيڻ واري عمل کي انبوھ ھٿان قتل (lynch) سڏجي ٿو. انھيءَ لفظ جي بڻ بڻياد تي اختلاف آھي. ڪجھہ ماڻھن جو خيال آھي تہ انجو تعلق چارلس لنچ (1736کان 1796) سان آھي جيڪو رياست ورجينا ۾ جسٽس آف پيس ھو جنھن امريڪا جي آزاديءَ واري لڙائيءَ دوران ٽوريز خلاف قانون ڪان مٿاھان ڪيس ھلايا. ڪي وري ان سان سھمت ناھن ۽ سمجھن ٿا تہ اِھو وليم لنچ (1742کان 1820) سان لاڳاپيل آھي جنھن بہ ان قسم جا ڪورٽ ڪان مٿاھان ڪيس ھلايا ھئا. بھرحال انھيءَ لفظ جو بڻ بڻياد ڪجھہ بہ ھجي، ھاڻوڪي دنيا ۾،انبوھ ھٿان قتل مان مراد، الزام ڏريندڙ ماڻھن جي ڪنھن گروھ طرفان مامرا پنھنجي ھٿن ۾

ڪٽي ڪو قانوني ڪيس هلائڻ ڪانسواءِ هڪ يا وڌيڪ ماڻهن کي قتل ڪرڻ آهي. ماڻهن کي ڪورٽن کان مٿاهون قتل ڪرڻ جا واقعا لڳ ڀڳ سمورن معاشرن ۽ ملڪن ۾ ٿين ٿا، پر امريڪا ۾ ارڙهين صديءَ جي وچ کان ويهين صديءَ جي وچ تائين وارن ذري گهٽ ٻن سئو سالن ۾ اِهو پوائنٽو ڪم هڪ منظم عمل طور جاري رهيو. شايد اِهو ئي سبب آهي جو فرد يا انبوهه هٿان ٿيندڙ اهڙي ڪلور تي امريڪا ۾ ڪنهن ٻئي ملڪ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ فلمون ٺهيون آهن.

دلچسپ ڳالهه اِها آهي ته انهيءَ موضوع تي تيار ٿيل پهرين فلم "هڪ قوم جو جنم" (1915) ۾ امريڪي اڇي چمڙيءَ وارن نسل پرستن (KKK) طرفان ٿيندڙ تشدد کي ساراهه جوڳو ڪري پيش ڪيو ويو هو. انهيءَ گروهه کي بنيادي طور تي امريڪا ۾ هزارين ماڻهن کي قانون کان مٿاهون قتل ڪرڻ لاءِ ذميوار ليکجي ٿو. هيءُ امريڪي تاريخ جو اُهو دور هو جڏهن گهرو لڙائي ڪانپوءِ ختم ٿيندڙ غلاميءَ جي نتيجي ۾ افريقي بڻ بڻياد وارا امريڪي پنهنجي بنيادي حقن واسطي پتوڙي رهيا هئا. انهيءَ ڏس ۾ انڪل ٽامز ڪيبن ادب جو هڪ انتهائي شاندار شاهڪار هو جيڪو نه رڳو وڏي پئماني تي پڙهيو ٿي ويو پر ان تي ناٽڪ پڻ جُڙي رهيا هئا. اڇي چمڙيءَ وارن عام ماڻهن کي ته ڇڏيو، پر اڇي چمڙيءَ وارا دانشور، سياستدان، پادري، اسڪولن جا اُستاد ۽ يونيورسٽين جا پروفيسر پڻ ڪاري چمڙيءَ وارن کي هڪجيترا حق ڏيڻ جي مخالفت ڪري رهيا هئا.

"هڪ قوم جو جنم" ويهين صديءَ جي شروعات ۾ امريڪا اندر قانون کان مٿاهين ڏوهن جي شدت ۾ واڌ آندي، جنهن کي ٽي انتهائي اعليٰ ذاهپ ڀريا شخص ڊي ڊبليو گريفٽ، ٿامس ڊڪسن ۽ وڊرو ولسن همٿائي رهيا هئا. ٿامس ڊڪسن هڪ پادري هو ۽ هو انڪل ٽامز ڪيبن ۾ اڇي چمڙيءَ وارن جي ڏاڍ ڏمر کي انتهائي ڪاميابيءَ سان وائکو ڪرڻ ۽ نسلي برابريءَ وارو پيغام ڏيڻ تي مچريل هو. ڊڪسن انجي جواب ۾ هڪ ناول "صاف سٿرو ماڻهو" (1905) لکيو. اِهو ناول "هڪ قوم جو جنم" جي تخليق جو سبب بڻيو. انهيءَ ناول ۾ ڪاري چمڙيءَ

وارن ڪي بدڪار ۽ ڏڪار جوڳو پيش ڪيو ويو آهي. فلم هدائتڪار پڻ
ڊڪسن وانگر ئي نسل پرست هو. ووڊرو ولسن تن ڏينهن ۾ امريڪي
صدر هو جنهن ان فلم جي تياري ۽ جي منظوري ڏني، جنهن سبب انهي ۽
نقطي نظر کي انتهائي گهربل قانوني جواز ملي ويو.

صدر ولسن وهائٽ هائوس ۾ نجي طور تي ان فلم ڏيکارڻ جو
انتظام ڪيو جيڪا ڪاري چمڙي ۽ وارن خلاف پروپگينڊا ڪانسواءِ
ڪجهه به نه هئي ۽ ان ۾ سندن خلاف تشدد ۽ قانون کان مٿاهان سندس
قتل جهڙن قدمن کي درست ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل هئي. انهي ۽
فلم ذريعي پيغام ڏنو ويو هو ته ڪاري چمڙي ۽ وارا اڇي چمڙي ۽ وارن
خاص طور تي سندن عورتن سان اهڙو ورتاءُ ٿا ڪن جو انهن وحشي
انسانن کي سيکت ڏيڻ لاءِ مٿن هر قسم جو تشدد ڪرڻ جائز عمل آهي.
اها فلم ڏسي اڇي چمڙي ۽ وارا گڏ گڏ ٿيڻ لڳا جڏهن ته تبصرو ڪندڙن
پڻ "سچي" تصوير پيش ڪرڻ تي انتهائي ساراهه ڪئي.

هڪ قوم جو جنم طرفان نسل پرستي ۽ جي حمائت جي جواب
۾ پهرين فيچر فلم پيش ڪندڙ ڪاري چمڙي ۽ وارو امريڪي هدائتڪار
آسڪرمي شيوڪس هو جنهن 1920 ۾ هڪ فلم "اسانجي در اندر" ناهي
پهريون پيرو قانون کان مٿاهين قتل کي ڏڪارتي ٻڌل ڏوهه ڄاڻائي اِهو
ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ته هڪ قوم جو جنم ۾ انهي ۽ سزا جو جيڪو
جواز ڄاڻايو ويو آهي، سو غلط آهي.

امريڪا ۾ قانون کان مٿاهان قتل صرف ڪاري چمڙي ۽ وارن
تائين ئي محدود نه هئا پر يهودي پڻ انجو نشانو بڻيل هئا. فلم "ڪين
وساريو نه ويندو" 1937 م هدائتڪار مرون لي راءِ جي تخليق هئي جنهن
۾ هلڪي ڦلڪي انداز ۾ ليو فرانڪ سان پيش آيل واقعن جي
عڪسبندي ڪئي وئي آهي جنهن کي هڪ نوجوان ڇوڪري ۽ کي قتل
ڪرڻ جي الزام هيٺ قانون کان مٿاهين موت جي سزا ٻڌائي وئي. انهي ۽
فلم ۾ سياسي مهم جو وڪيلن، بي اصول صحافين ۽ علائقائي مت پيد
ڪي وائڪو ڪيو ويو آهي جيڪي قانون کان مٿاهين قتل ۾ ڀاڱي ڀائيوار
ٿا بڻجن.

1988 ۾ ”ميري فيگن جو قتل“ ۾ 1913 ۾ ائٽلانٽا ۾ پيش آيل واقعن کي فلمبند ڪيو ويو آهي جن ۾ ڪميونٽيءَ طرفان ڪنهن ثبوت کانسواءِ هڪ يهوديءَ کي قتل جي سزا ڏني وئي. ان فلم ۾ جيڪا ليمونڊ ۽ رچرڊ جارڊن مرڪزي ڪردار ادا ڪيا آهن. فلم ۾ ڄاڻايل آهي ته يهوديءَ کي ڏنل سزا بابت گورنر کي اِهو شڪ شبهو ٿيو ته ڪيس ذاتي پلاند جو نشانو بڻايو ويو آهي.

انهيءَ فلم جي ٺهڻ کان ڪو ويهه سال پوءِ، انهن واقعن کي هڪ انتهائي شاندار دستاويزي ناٽڪ ”عوام بمقابلي ليو فرينڪ“ (2009) ۾ ٻيهر پيش ڪيو ويو انهيءَ پيشڪش ذريعي ان ڳالهه کي وائکو ڪيو ويو ته پوليس ڪيتري تڙ تڪڙ ۾ فرينڪ کي واقعي جو ذميوار ٿي ليکي. 1913کان 1915 تائين انهيءَ قتل ۽ ان جي ڪيس جو دنيا جهان ۾ چرچو رهيو.

ٻين مهاڀاري لڙائي کانپوءِ جڏهن تمام گهڻا ڪاري چمڙيءَ وارا امريڪي يورپ مان واپس موٽيا ته کين پتو لڳو ته ڏورانهن ملڪن ۾ امريڪي جنهن آزاديءَ لاءِ جنگ جوٽي رهيا هئا سا سندن پنهنجي ملڪ ۾ هڪ دولاب ۾ رُج آهي. ”هڪ قوم جو جنم“ فلم جي ڪاميابيءَ قانون کان مٿاهان ڏوهه وڌائي ڇڏيا. قانون کان مٿاهن ڏوهن جي حوالي سان 1997 ۾ ”مهڪدار ڪاٺ“ فلم ٺاهي وئي جيڪا جنگ کانپوءِ قانون کان مٿاهان ڏوهن بابت هئي. اِها فلم 1923 ۾ پيش آيل اُن واقعي بابت هئي جنهن ۾ هڪ انبوهه فلوريڊا ۾ رهندڙ هڪ پوري ڪاري چمڙيءَ واري امريڪي ڪميونٽيءَ تي قانون کان مٿاهين قتل لاءِ ڪاهه ڪئي. ان فلم جي هدائتڪار جون شنگليٽن، انکان اڳ ”ڪوپي ۾ جوان“ (1991) جو اسڪرپٽ لکيو هو پر سندس هدائتن واري فلم ”مهڪدار ڪاٺ“ قانون کان مٿاهين قتل ۽ سزائن جي ڏس ۾ ٺهندڙ فلمن جي حوالي سان ڪيترائي سنگ ميل قائم ڪيا.

ڪاري چمڙي وارن ۽ يهودين کي ته ڇڏيو، حد ته اِها ٿي جو ڪيترن ئي اڇي چمڙيءَ وارن کي به، رڳو شڪ تي قانون کان مٿاهون سزائون ملڻ شروع ٿيون. ويانا ۾ پيدا ٿيندڙ هدائتڪار فرٽز لينگ

پنهنجي شاهڪار فلم ”ايم“ (1931) مڪمل ڪرڻ جي پنجن سالن ڪانپوءِ ”ڪروڌ“ (1936) جي سري سان هڪ فلم ٺاهي جنهن ۾ اغوا جي الزام هيٺ غلط طور تي ڦاسايل هڪ اڇي چمڙيءَ واري شخص کي قانون کان مٿاهين سزا جو نشانو بڻايو ويو هو.

مٿين فلم ۾ اسپينسر ٽريسيءَ انهيءَ شخص جو شاندار ڪردار ادا ڪيو آهي. ٽريسيءَ کي 1938 ۽ 1939 ۾ لاڳيتو ”ڪپتان جي سورهيائپ“ ۽ ”مرداڻو شهر“ فلمن ۾ بهترين اداڪاريءَ تي آسڪر ايوارڊ سان نوازيو ويو. فلم ”ڪروڌ ۾“ انبوهه هڪ جيل تي ڪاهه ڪري انکي باهه ٿو ڏئي، جنهن لاءِ هُل هو تہ اُتي هڪ جوابدار کي رکيو ويو آهي. اِها فلم 1933 ۾ ڪيليفورنيا ۾ پيش آيل قانون ڪان مٿاهين سزا ڏيڻ واري واقعي تي ٻڌل آهي. حقيقي واقعو هڪ نيوز ريل ۾ محفوظ ڪيو ويو هو جيڪو ان فلم ٺهڻ جو سبب بڻيو. انهيءَ فلم جي هڪ مرڪزي ڪردار جو ڊائلاگ هو،”انبوهه سوچيندو ناهي. انجو پنهنجو ڪو ذهن نہ هوندو آهي.“

اڇي چمڙيءَ واري فرد کي قانون ڪان مٿاهين سزا جو نشانو بڻائڻ واري اهڙي ئي هڪ ٻئي واقعي تي هڪ فلم ٺاهي وئي هئي جيڪا آسڪر ايوارڊ لاءِ نامزد پڻ ٿي. انهيءَ فلم ۾ هينري فونڊا، ڊانا اينڊ ريوز ۽ انٿوني ڪوئين (جيڪو اڄان پنهنجي ڄمار جي ٻئي ڏهاڪي ۾ هو) اهم ڪردار ادا ڪيا. 1943 ۾ ٺهيل فلم ”آڪس بو قضيو“ جي ڪهاڻي ٽلبرگ ڪلارڪ جي 1940 ۾ لکيل ناول تان ورتل هئي جنهن ۾ ٻن فردن تي ٻڌل هڪ هٿياربند دستو هڪ مقامي ماڻهو جي قاتل جي ڳولا ٿو ڪري. اِهو دستو ٽن معصوم ريڍارن کي ڪنهن ثبوت بنان قتل ٿو ڪري. اِهو واقعو 1885 ۾ نيويڊا ۾ پيش آيو هو، جڏهن مڇ آڏو ستل ماڻهن بابت اِهو فيصلو ڪيو ويو تہ وٽن اهڙي ڪا رسيد ناهي جنهن مان پتو لڳي سگهي تہ اِهو چوپايو مال هنن خريد ڪيو آهي.

انهن معصوم ماڻهن جي فرياد ٻڌڻ وارو ڪو بہ نہ هو، سو انبوهه ڪين ڦاهي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. انهيءَ فلم جي روح ڪانداريندڙ پچاڙڪن ڏيکن ۾ هينري فونڊا، ڦاهيءَ جي سزا ڏيندڙ انبوهه آڏو هڪ

جوابدار جي آخري خواهش وارو اُهو خط ٿو پڙهي جيڪو هُن پنهنجي زال کي لکيو هو. انهيءَ فلم جي آخري پندرهن منٽن ۾ ڳوڙها روڪڻ ڪنهن بہ وس جي ڳالهہ ناهي.

هاڻ اچون ٿا نوبل انعام يافتا امريڪي ليکڪ وليم فالڪنر ڏانهن، جنهن پنهنجو گهڻي ڀاڱي ڏيان امريڪا جي ڏاکڻين علائقن جي رهواسين جي مسئلن تي ڌريو. سندس ناول "ڌوڙ ۾ اندر ڪشي" تي ڪليرنس برائون 1949 ۾ هڪ شاندار فلم ٺاهي. ڪليرنس برائون "اينا ڪرينا" (1935) ۽ "قومي تعيش" (1994) جهڙين فلمن جي پڻ هدائتڪاري ڪري چڪو هو.

انهيءَ فلم جي شوٽنگ فالڪنر جي آبائي شهر آڪسفورڊ، مسي سپيسيءَ ۾ ٿي. فلم ۾ ڪاري چمڙيءَ واري جي جيوت کي هڪ بلڪل ئي نئين انداز ۾ پيش ڪيو ويو هو. هڪ ڪاري چمڙيءَ واري ڪيت مزدور لوڪاس تي هڪ اڇي چمڙيءَ واري شخص جي قتل جو الزام آهي ۽ انبوهہ ڪيس قانون کان مٿاهون مارڻ ٿو چاهي. ان موقعي تي هڪ وڏي ڄمار واري اٽپرٽيل عورت انهيءَ ڪاري چمڙيءَ واري شخص کي بچائڻ لاءِ پنهنجي حياتي داءُ تي ٿي لڳائي.

بهرحال، بنان ڪنهن شڪ جي اِهو چئي سگهجي ٿو تہ انهيءَ موضوع تي ٺهندڙ سمورين فلمن ۾ سڀ کان بهترين 1988 ۾ ٺهندڙ "مسي سپيسي الائيءَ ۾ ٿوسڙي" آهي. 1960 واري ڏهاڪي جي نسلي ڏوهن بابت انهيءَ فلم جو هدائتڪار ايلن پارڪر هو. جيني هيڪمين ۽ وليم ڊيموئي فلم ۾ ايف بي آءِ جي ٻن ايجنٽن جو ڪردار ڪيو جيڪي شهري حقن لاءِ پتوڙيندڙ ٽن گم ٿيل ڪارڪنن جي ڳولا ۾ آهن.

سموري هڻ هٿان ڪانپوءِ پتو ٿو لڳي تہ انهن ٽنهي ڪارڪنن کي قتل ڪيو ويو آهي. اڇي ۽ ڪاري چمڙيءَ وارن ۾ ورهايل انهيءَ شهر تي سازشي خاموشيءَ جو راڄ آهي. جيتوڻيڪ ان فلم ۾ ڪاري چمڙيءَ وارن کي اطاعت گذار تماشائي طور ڏيکارڻ تي تنقيد پڻ ڪئي وئي آهي پر فلم جو اسڪرين پلي انتهائي جاندار ۽ هدائتڪاري ۽ اداڪاريءَ جو معيار انتهائي شاندار آهي.

انگريزي ۽ فارسيءَ ۾ ناهيل فلم "ثريا اير جي سنگساري" (2008) جو ذڪر ڪرڻ پڻ ضروري آهي. انهيءَ فلم جو هدائتڪار سائرس نورستا هو. اِها فلم ايران جي هڪ ڏورانهين ڳوٺ ۾ رهندڙ هڪ ايراني مائيءَ بابت آهي، جنهن تي سندس مڙس بدڪاريءَ جو الزام هنيو ۽ انبوهه قانون هٿ ۾ ڪٽنندي ڪيس سنگسار ڪري ڇڏيو.

انهيءَ واقعي جو اطلاح هڪ صحافيءَ ڏنو جيڪو اُتان لنگهي رهيو هو، ڪيس انهيءَ سنگساريءَ بابت مائي جي چاچيءَ چاڻ ڏني هئي. هڪ معصوم ۽ بيگناهه عورت جي سنگساريءَ جو ڏيک ايتري ته حقيقت پسنديءَ سان پڙدي تي آندو ويو آهي جو ڏسندي من پرجي ٿو پوي.

هدائتڪار اسپائيڪ لي باهه ڏئي ساڙي مارڻ واري قانون کان مٿاهين سزا بابت هڪ شاندار فلم "نئڊڙين نينگرين لاءِ" (1997) ناهي. "ماريون ۾ انبوهه هٿان قتل" (1995) جي سري سان هڪ ڪاري چمڙيءَ واري امريڪي جيمز ڪيميرون بابت فلم آهي جنهن پنهنجي دوستن کي قانون کان مٿاهون قتل ٿيندي ڏٺو پر هو پاڻ ان کان بچي نڪتو. ان وقت سندس ڄمار سورهن ورهيه هئي ."ڪاوڙ" (2016) ڏاڪٽين امريڪا ۾ انبوهه هٿان قتل بابت هڪ دستاويزي فلم آهي. اِن فلم جي شوٽنگ ڇهن امريڪي رياستن ۾ انهن ماڳن تي ڪئي وئي جتي ماڻهن کي قانون کان مٿاهون سزائون ڏنيون ويون هيون."انصاف لاءِ پتوڙ " (1989) وليم گريوز جي هدائتڪاريءَ ۾ ٺهندڙ هڪ ٻئي ايوارڊ يافتا آهي جنهن ۾ قانون کان مٿاهين قتل/ سزائن خلاف پتوڙيندڙ شخص اداٻيءَ جي زندگي ڇٽي وئي آهي. هن مضمون جي پڇاڙي اُن خط جي ڪجهه سٽن تي ٿو ڪرڻ چاهيان جيڪو انهيءَ بيگناهه جوابدار لکيو هو جنهن کي فلم "آڪس بوفيو" ۾ قانون کان مٿاهون قتل ٿيندي ڏيکاريو ويو هو.

"اِهو قطعي طور تي هڪ فطري عمل آهي ته ڪو به شخص سڄي دنيا ۾ هر انسان کي ايذاءَ رسائڻ کانسواءِ قانون پنهنجي هٿن ۾ نٿو کڻي سگهي چاڪاڻ جو ان ريت هو ڪو هڪ نه پر سمورا قانون ٿو ٽوڙي. قانون، ڪتابن ۾ لکيل لفظن يا انهن ججن، وڪيلن يا شيرفن کان گهڻو مٿي هجي ٿو جن کي اوهان انتي عمل ڪرائڻ واسطي ملازم

رکيو آهي. اِهو ئي اُهو سڀڪجهه آهي جيڪو ماڻهن انصاف جي ڏس ۾ حاصل ڪيو آهي ۽ اِهو ڄاتو آهي ته ڇا درست آهي ۽ ڇا غلط؟ اِهو انسانيت جو ضمير آهي. جيڪڏهن ماڻهن ۾ ضمير باقي نه رهيو ته دنيا ۾ سڀيتا نالي شئي ميسارجي ويندي ڇاڪاڻ جو انسان جيڪڏهن ڪٿي پنهنجي خدا کي ڇهي سگهي ٿو ته اُهو ضمير ئي آهي. ڪنهن به فرد جو ضمير ڇا آهي، سواءِ دنيا ۾ هيل تائين ساهه کڻندڙ سمورن انسانن جي ضمير جي هڪ ننڍڙي حصي جي...؟“

# چاليھ ورھيہ پراڻي فلم ”ٻڻ ٻڍياڊ“ (Roots)

1970 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ ۾ اليڪس هيليءَ جي لکتي ”ٻڻ ٻڍياڊ“ (Roots) جون نہ رڳو پندرهن لک ڪاپيون وڪرو ٿيون پر هيءَ ڪتاب هڪ اهم ثقافتي ۽ سماجي تناظر پڻ ٻڌجي ويو. 1977 ۾ امريڪي ٽيليويزن تي انهيءَ ڪتاب جي ستن حصن تي ٻڌل ڊرامائي سيريل ڏيکاري وئي. 1980 واري ڏهاڪي ۾ اِها سيريل VHS تي ميسر هئي ۽ ان اهڙن ڏسندڙن جي تصور جو رخ بدلائي ڇڏيو جنڪي جنرل ضيا جي آمريت تحت غلامن جيان ڦٽڪن جي سزا ڀوڳيندي ڏسڻ تي مجبور ڪيو ويو هو ۽ جن ڪي هٿ يا پير ڪپجڻ جو جوکم لاحق هو.

تن ڏينهن کان ڪتاب ۽ انجي ڊرامائي صورت، سڄي دنيا ۾ پنهنجي صنف ۾ اعليٰ سطح وارا شاهڪار ليکجن ٿا. هيلي پنهنجي ڪتاب کي (Faction) ۾ ٿو ليکي يعني هڪ اهڙي صنف جيڪا حقيقت ۾ تصور جو ڳاڍڙ هجي يعني جنهن ۾ ادب جهڙي بيانيي سان گڏ تاريخ کي دستاويزي روپ ڏنو ويو هجي.

اليڪس هيليءَ کان اڳ گهٽي ياڳي ڪاري چمڙيءَ وارا امريڪي ملاح طور انتهائي هيٺين درجي وارا ڪم ڪار ڪندا هئا. هو ٻهريون ڪوسٽ گارڊ هو جنهن کي عام مامرن ۽ تاريخي پروگرام جي حوالي سان هڪ وڏي صحافيءَ طور مڃيو ويو. ڪوسٽ گارڊ طور سندس ڪيبن جون ڀتيون انهن پرچين سان سٽيل هيون جن ۾ سندس طرفان مختلف رسالن کي اماڻيل مضمونن ۽ ڪهاڻين جي مسترد ٿيڻ

جو اطلاع ڏنل هو. سنڌس پهرين اهم لکڻي 1965 ۾ ميلڪم ايڪس جي آتم ڪٿا هئي، جنهن لاءِ هُن سنڌس انٽرويو ڪيو هو ۽ ان جي بنياد تي اِهو ڪتاب لکيو هئائين.

انڪانپوءِ هو پنهنجي غير معمولي ڪتاب "بڻ بڻياد" ذريعي امريڪي ادبي وايو منڊل تي انتهائي مشهور ڪاري چمڙيءَ وارن ليکڪ ۾ شامل ٿي ويو. هيلي (1921کان 1992) پنهنجي ڪٽنب جي تاريخ تي غير معمولي تحقيق ڪئي ۽ انجا نتيجا سامهون آڻڻ لاءِ ناول جي صنف اختيار ڪيائين. جيتوڻيڪ سنڌس ڪجهه تحقيقي انومانن تي ڪجهه سنجيدي تاريخدانن سوال اُٿاريا هئا ۽ مٿس نقل ڪرڻ جا الزام پڻ ڏريا ويا. بهر صورت هن ڪتاب کي تاريخ ۽ ادب جي گاڏڙ طور پڙهڻ ۽ سمجهڻ گهرجي. هُن رڳو پنهنجي ڪٽنب جون حقيقتون ئي بيان ناهن ڪيون پر هُن اُها زندگي پڻ بيان ڪئي آهي جيڪا هنن گذاري هئي.

هيليءَ پنهنجو بيانيو زباني روائتن تي سهيڙيو آهي جنهن ذريعي ڪٽنبي داستان هڪ کان ٻئي نسل تائين منتقل ٿين ٿا. ادبي ٻوليءَ ۾ زباني روائت لڳ ڀڳ سمورين ثقافتن ۾ سماجي تاريخ جي منتقليءَ جو هڪ اهم طريقو رهي آهي ۽ اهڙي روائت ادبي حيثيت ۾ پڻ قبول ڪئي ٿي وڃي، خاص طور تي ڳوٺاڻي ۽ گهٽ پڙهيل ڳڙهيل معاشرن ۾ انڪي اهم مقام حاصل هجي ٿو.

بڻ بڻياد ڪنتا ڪنتي جي ڪهاڻي آهي جيڪو افريڪا ۾ ڄائو هو ۽ ڪيس هڪ غلام جي حيثيت ۾ امريڪا آندو ويو جتي سنڌس اولاد پڻ غلام طور وڏيو ويجهيو. هيليءَ جي بيانيي کي قبوليت جوڳو بڻائڻ جو هڪ سبب اِهو آهي تہ انڪي رڳو ادب جي هڪ وڏيڪ ڪتاب طور پيش نہ ڪيو ويو آهي.

چڪن جارج ۽ ٽام جهڙا اڪثر ڪردار اهڙا حقيقي ماڻهو ٿا ڀائنجن جن جا داستان انهن هزارين ٻين غلامن جي اذيتناڪ آزمائشن لکڻي آهي ۽ شايد اڌ صدي لنگهڻ کانپوءِ بہ انجي مقبوليت جو اِهو ئي راز آهي.

تاريخ جي افسانوي طرز تي لکڻي لڳ ڀڳ هميشہ انتهائي

سولي انداز ۾ لکجڻ سبب تنقيد جو نشانو بڻجندي آهي ۽ اڪثر تاريخي ناولن ۾ ڏيندو بہ ايئن ئي آهي. بهر صورت امريڪي تاريخ ۾ غلاميءَ واري دور کي ورلي ئي وڏيڪ سولي انداز ۾ بيان ڪري سگهجي ٿو. هيريٽ بيچرجي ڪتاب "انڪل ٽام جي مانڊڻي"(1852) کانوٺي ڪيٿرين اسٽاڪيٽ جي "واهر" (2009) تائين اهائي صورتحال ٿي نظر اچي.

ڪتاب جو انتهائي پيڙا ڀريو ڀاڱو شايد غلامن جي ٻيڙي جي هيٺين خاني ۾ ڪنتا جي سفر بابت آهي. اياڻن افريڪي غلامن تي ٿيندڙ وحشياڻي تشدد تي هيليءَ جو جاندار بيان لونءَ ڪانداريو ڇڏي. بڻ بڻياد جو اصل سبب هيليءَ جي ڪٽنبي تاريخ ورجائڻ آهي پر اصل ۾ اهو هر انهيءَ افريڪي نسل جو داستان آهي جيڪو غلاميءَ جي پيڙا مان لنگهيو آهي. بنيادي لفظ نسل کان نسل تائين منتقل ڪيا ويا آهن ۽ انهن لفظن ذريعي هيلي پنهنجو ڪٽنبي ورثو ٿو ڦلهوري.

نالو رکڻ واري رسم هڪ ٻيو رواج آهي جنهن کي ڪنتا ۽ سندس ڪٽنب اڳتي ٿو وڌائي. انجو مقصد اِهو آهي تہ ٻارن تي جن ماڻهن جا نالا رکيا ويا آهن سي سندن جهڙا ئي ٿيندا. آزاديءَ لاءِ ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندڙ پتوڙ آهي، خاص طور تي پهريان چار نسل پنهنجي دلين ۽ دماغ ۾ آزاديءَ جي سپنن جي ختم نہ ٿيندڙ پتوڙ آهي، خاص طور تي ڪنتا جو پوٽو چڪن جارج پنهنجي آزاديءَ لاءِ پنهنجي اچي چمڙيءَ واري پيءُ سان سوديبازي ٿو ڪري. چڪن جارج ويڙهو ڪڪڙن جو تربيتڪار ٿو بڻجي، جيڪا غلامن جي ابتر حالت جي هڪ تمثيل آهي.هيليءَ جي ويڙهو ڪڪڙن جي چونڊ من موهيندڙ آهي ڇاڪاڻ جو اِهي گهريلو ڪڪڙن وانگر ناهن جيڪي رڳو کائڻ واسطي ئي آهن.

بڻ بڻياد نہ رڳو ڪمرشل ۽ تنقيدي حوالي سان ڪامياب ٿي پر هڪ شاندار ٽيليويزن پراڊڪشن ذريعي پنهنجو هڪ تنقيدي تناظر پڻ تخليق ڪيائين جيڪو ٽيليويزن جي تاريخ جو هڪ اهم باب آهي. بڻ بڻياد جي پهرين قسط "هڪ امريڪي ڪٽنب جو داستان" ڪنتا ۽ ڪنتي جي قيد ۽ غلاميءَ جو دور تي ڏيکاري، جڏهن تہ باقي قسطون 1750

واري ڏاڪي ڪان سنڌس گيمبيائي سڃاڻپ برقرار رکڻ واري پتوڙ بابت آهن. سنڌس سفر جي پڙدي تي شاندار پيشڪش اِهو مامرو سمجهڻ جي انهن ڪوششن کي ظاهر ٿي ڪري. تہ سائنس ڇا وهيو واپريو. اڳتي وارين قسطن ۾ ڪنتا جي امريڪا پهچڻ ۽ هڪ زميندار وٽ وڪرو ٿيڻ ڪانپوءِ وارين حالتن جي شدت جو اظهار آهن.

اُهي منظر، جن ۾ ڪنتا کي پنهنجو نئون نالو ٽوبي قبولڻ لاءِ بيرحميءَ سان ڦٽڪا ڏنا هنيا وڃن، سنڌس مالڪ جي انهيءَ خواهش جو اظهار آهن جيڪا پنهنجي غلام ڪان سڃاڻپ جو هر اڏمو ڦري وٺڻ ٿي چاهي. اسان تي نئين سڃاڻپ مڙهڻ لاءِ طاقت جو استعمال اڄ بہ انهيءَ ساڳي انداز ۾ برقرار آهي جهڙو بہ يا ٽي سئو سال اڳ هو.

ڪتاب ۽ انجي ٽيليويزن پيشڪش جو بهترين حصو اِهو پيغام آهي تہ هر جدوجهد ايندڙ نسلن لاءِ هڪ جذبو ۽ تحرڪ ثابت ٿئي ٿي مثال جي طور تي چڪن جارج بابت بابن يا قسطن ۾ هو جانورن سان ڪم ڪرڻ جي فطري صلاحيت جو مظاهرو ٿو ڪري ۽ پنهنجي سڃاڻپ جوڙڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ پهريون پيرو ڪنهن حد تائين ان ۾ سوڀارو ٿو ٿئي. اڳتي هلي ايندڙ نسل جارج جي پٽ ٽام جي ڇانوري ۾ ڦرندي ٿو نظر اچي جيڪو لوهار ٿي بڻجي پر پوءِ ڪيس تماڪ پوکيندڙن وٽ وڪرو ٿو ڪيو وڃي. سنڌس ڌيءَ سنٿيا آزاد ڪيل غلامن جي ڪاروان جو حصو ٿي بڻجي.

اليڪس هيليءَ کي سنٿيا جو ڏوهٽو/ پوٽو ڏيکاريو ويو آهي، جيڪو پنهنجي بزرگن ڪان پر اسرار ڪنتا ڪانتي تائين پنهنجي ڪٽنب جي تجربن جا داستان ٿو ٻڌي. جڏهن هيلي امريڪي ڪوسٽ گارڊ واري عهدي تان هٽي ٿو تہ پنهنجي ڪٽنب جي تاريخ ٿو ڦلهوري ۽ "بڻ بڻياد" ۾ انکي بيانيي انداز ۾ ٿو پيش ڪري.

1977 ٽيليويزن تي پيش ٿيڻ مهل بڻ بڻياد سڀ ڪان وڌيڪ ڏٺو ويندڙ ٽيليويزن شو بڻجي ويو. درجنن جي تعداد ۾ نامزدگيون حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ ان نو ايمي ايوارڊ پڻ حاصل ڪيا.

# هڪ شاهڪار جا سئو ورهيه

جيڪڏهن ڪو اِهو پڇي تہ اڻويهين صديءَ جي پڇاڙ ۽ ويهين صديءَ جي شروعات جا ٽي اهم ترين ليکڪ ڪير هئا تہ ان فهرست ۾ ڪنهن شڪ شبهي ڪانسواءِ بنڪم چندرا چيٽرجي، رابيندرا ناٿ ٽئگور ۽ سرت چندرا چيٽرجيءَ جا نالا شامل هوندا. انهيءَ فهرست ۾ جيڪڏهن ٽن عظيم فلمي هدائتڪارن کي بہ شامل ڪجي تہ اِهي پي سي بروا، بمل راءِ ۽ ستيا جيت راءِ ڪانسواءِ ڪو بہ نٿو ٿي سگهي. هيءُ اُهي ڇهہ فرد هئا جن پنهنجي تخليقي ذات سان بنگال جي فن ۽ ادب کي جرڪايو. چيٽرجي، بروا ۽ ستياجيت راءِ اُهي ٽي فرد آهن.جن 1917 کان ڏکڻ ايشيا جي گهڻ ۾ گهڻ چار نسلن کي پنهنجي سحر ۾ جڪڙي رکيو آهي. هيءُ اُهو سال هو جڏهن ديوداس پهريون ڀيرو شائع ٿي.

انکان اڳ جو اِهو جانچجي تہ آخر اُها ڪهڙي ڳالهہ هئي جنهن ديوداس جي پڙهندڙن ۽ ڏسندڙن کي پنهنجو پرستار بڻايو، اِهو ڄاڻڻ جي ضرورت آهي تہ اُن دور جو اُهو ڪهڙو تناظر هو جنهن تخليقي ليکڪن ۽ فنڪارن ۾ هڪٻئي پويان ڪيترائي شاهڪار تخليق ڪرڻ جو تحرڪ ۽ اتساهہ پيدا ڪيو. پلاسيءَ واري لڙائي ۾ فتح ڪانپوءِ بنگال برطانوي طاقت جو پهريون مرڪز بڻجي ويو.انجي ايندڙ هڪ سئو سالن تائين بنگالين ۽ انهن انگريزن وچ ۾ گهاٽو تعلق قائم رهيو جيڪي بنگال نار ۽ اُتان جي دريائن جو پاڻي چڱي ريت ڪڇي چڪا هئا. انهيءَ عمل

دوران برطانيا بنگال کي نہ رڳو معاشي پر دانشورانہ طور تي پڻ مالا مال ڪري ڇڏيو.

راجا رام موهن راءِ (1772 کان 1833) شايد اهو پهريون بنگالي دانشور هو جنهن انگريزن کان اڏمو ۽ اتساهہ حاصل ڪيو ۽ بنگال ۾ موجود رسمن ۽ رواجن کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪيائين. هُن 1828 ۾ ڪلڪتي ۾ برهمو سماج قائم ڪيو ۽ ويدن جي بالادستي قبولڻ کان نابري واريائين. راجا رام موهن راءِ جو اوتارن تي ويساهہ نہ هو ۽ ڪرماداري عقيدي تي پڻ سوال اُٿاريندڙ هو. انهن روائت ٽوڙيندڙ سوچن ذريعي برهمو سماج نہ رڳو بنگال پر هندستان جي مانار ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو. اِها هڪ اهڙي دور جي شروعات هئي جنهن کي اسين بنگال جي نئين سرڪر موڙڻ طور ليکي سگهون ٿا، جنهن انيڪ تخليقي جوهر پيدا ڪيا.

بنگال جي انهيءَ دور لڳ ڀڳ هڪ صديءَ تائين هندستان جي آرٽ، ادب ۽ سياست کي نئين سر جوان بڻايو. اوڻهويهين صديءَ جي وچ کان ويهين صديءَ جي وچ تائين بنگالي دانشورن پنهنجي عمل جي سڌارن وارن نظرين ذريعي ذهنن کي چڱو موچارو ريج ڏنو. منجهائن ڪيترائي شاندار دماغ رکندڙ سيڪولر سوچن جا مالڪ هئا ۽ سندن تعلق هندو گهراڻن سان هو جڏهن تہ انجي ابتڙ گهٽي پاڳي بنگالي مسلمان مسلم ليگ سان لاڳاپيل هئا جنهن جي سرواڻي نواب سليم الله جهڙا جاگيردار ڪري رهيا هئا. بنگال جي انهيءَ شاندار دور جي پڇاڙي تڏهن ٿي جڏهن 1940 واري ڏهاڪي جي پڇاڙڪن سالن ۾ ورهاڱي کان اڳ ۽ انکانپوءِ هندن ۽ مسلمانن هڪٻئي جو قتلام ڪيو.

سرت چندر چيٽرجي (1876کان 1938) بنگالي ادب ۾ وڏي حيثيت جو مالڪ هو. سندس پسمنظر ڳوٺاڻو هو ۽ ڪيس جنوني سخت گير عقيدن ۽ بي ثمر اخلاقيات جو سڌو سنئون تجربو هو. پنهنجي پيشرو ۽ همعصر ساڃاهہ وندن جيان هُن بہ پروڙيو تہ سماجي طور پرتن، ڪمزور ۽ بي اختيار طبقن خاص طور تي عورتن کي طاقتور طبقا چالاڪيءَ سان پنهنجي مفادن واسطي استعمال ٿاڪن.

سندس گهڻي ڀاڱي ناولن ۾ سماجي قدامت پرستيءَ ڏانهن معصوماڻي اڏمي جي مزاحمت جي عڪاسي ڪئي وئي آهي. سندس مشهور ۽ انتهائي پسند ڪيل ناول "پرينيتا" آهي جنهن تي ڪيئي ڪامياب فلمون پڻ ٺاهيون ويون آهن. سندس اِهو ناول جيئن ته ديوداس کان ٻه سال اڳ 1914 ۾ شائع ٿيو پر انکي گهڻ پزيرائي حاصل ٿي.

پرينيتا ۽ ديوداس ٻنهي فلمن ۾ اهڙين عورتن جا سگهارا ڪردار آهن جيڪي سماجي نيئر ٽوڙڻ ٿيون چاهين پر مردن جي مرڪزي ڪردارن جي ڪائرتا يا ملي ڀڳت سبب اهو ڪرڻ کان قاصر آهن. ديوداس جي ڪهاڻي ڳوٺاڻي بنگال جي هڪ خوشحال برهمن گهراڻي جي سڀ کان ننڍي پٽ آڏو ٿي هلي. انهيءَ ناول جي شروعات ديوداس ۽ پاروتي (پارو) جي ڪردارن سان ٿئي ٿي جيڪي هڪٻئي جا سنا دوست آهن ۽ هڪ ئي پاڙي ۾ رهندي هڪٻئي آڏو جوان ٿيا آهن. اِهي ٻئي اوڏي مهل ڌار ٿا ٿين جڏهن ديوداس کي اعليٰ تعليم لاءِ ڪلڪتي ٿو اماڻيو وڃي جتي ڪجهه من موجي ۽ بي فڪر نوجوان سندس دوست ٿا بڻجن.

ڪيترن ئي سالن ڪانپوءِ سندس ڳوٺ موٽڻ تي پارو کي اُميد هئي ته سندس وهان ديوداس مان ٿيندو پر سندس اڏمن جا سپنا اوڏي مهل چڪنا چور ٿي ويا جڏهن انهيءَ سنگابنديءَ جي ڏس ۾ ديوداس پنهنجي ڪٽنب جي مخالفت کي منهن ڏيڻ ۾ ناڪام ٿيو ۽ ڪلڪتي موٽي پنهنجي زندگي شراب ۽ وئشيائن ۾ برباد ڪرڻ لڳو. انهيءَ دوران چندر مکيءَ نالي هڪ وئشيا سندس زندگيءَ ۾ داخل ٿي پر هو ساڻس جسماني تعلق نٿو جوڙي ٻئي پاسي پارو جو وهان هڪ شاهوڪار رنڊوي سان ٿو ٿئي. وهان ڪانپوءِ ٻه پارو پنهنجو پهريون پيار وساري نه سگهي جيڪو آخرڪار سندس ئي چائنٺ تي پويان پساهه ٿو ڏئي. سوال اِهو آهي ته انهيءَ ڪهاڻيءَ ۾ ايتري سحر انگيز ۽ متاثر ڪندڙ ڳالهه ڪهڙي آهي؟ ڪهاڻيءَ جو منفرد پهلو اِهو آهي ته پارو ۽ چندر مکي ٻئي ديوداس جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ٻاهمت، فيصلو ڪري سگهندڙ ۽ پنهنجي ڳالهه مڃرائيندڙ نظر اچن. ساڳي ريت پارو جي ڪٽنب جون عورتون پڻ پنهنجي ڪٽنب جي مردن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ٻاجهاريون ۽ با اعتماد ٿيون پسجن. ناول جي پيچدگي ۽ سگهاري اظهار ڪانسواءِ انجي مقبوليت جو هڪ

سبب اِهو بہ آهي تہ انهيءَ ناول جا مختلف ٻولين ۾ هڪ سئو کان وڌيڪ
ترجما ٿي چڪا آهن ۽ انتي هڪ درجن کان وڌيڪ فلمون ٺهي چڪيون
آهن جن ۾ 1965 ۽ 2010 ۾ پاڪستان ۾ ٺهيل ٻہ فلمون پڻ شامل آهن.
هندستان ۾ ڏسندڙن جي هڪ وڏي حلقي ۾ ديوداس متعارف ڪرائڻ جو
ڪارنامو آسام جي هڪ زميندار پي سي بروا جو آهي جنهن 1935 کان
1937 وارن ٽن سالن ۾ بنگالي، اردو ۽ آسامي ٻولين ۾ ٽن مختلف فلمن
جي هدائتڪاري ڪئي. ديوداس تي ٺهندڙ پهرين فلم ۾ ديوداس جو
ڪردار هُن پاڻ ڪيو جڏهن تہ اڙدو فلم لاءِ هُن هڪ ڪشميري اداڪار ۽
گلوڪار ڪي ايل سهگل جي چونڊ ڪئي.

جيڪڏهن اوهان ڪي سهگل جو من موهيندڙ گانو "بالم آئي
بسو موري من ۾" وڻي ٿو تہ هيءَ فلم اڄ بہ اوهان کي پسند ايندي. هن
فلم جا مڪالما خاص اڙدو ۾ آهن ۽ پارو کي ديوداس جو لکيل خط اڙدو
صورتخطيءَ ۾ ڏيکاريو ويو آهي. هن فلم جو غزل "ڇٽي اسير تو بدلا
هوا زمانا ٿا" جي سحر مان فلم ختم ٿيڻ کانپوءِ بہ نڪرڻ ناممڪن آهي.
بهرحال، مڪالمن جي يڪرنگي ۽ گهٽي حد تائين احساسن کان وانجهيل
اداڪاري هاڻ ڪجهہ پراڻي ٿي لڳي. ديوداس ۾ پارو ۽ چندر مکي
ڪنهن هيروئن کان وڌيڪ مدر ٽريسا ٿيون لڳن ۽ پنهنجي گونجندڙ
آواز جو مالڪ ڪي ايل سهگل ڪو تاثر ڇڏڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيو آهي.

برواجي ناهيل ديوداس پڻ ڏهاڪن تائين ڏسندڙن کي موهيندي
رهي تانجو 1955 ۾ اِهو سلسلو اوڏي مهل جهڪو ٿيو جڏهن دليپ ڪمار
جي اداڪاريءَ سان بمل راءِ ديوداس تي فلم ناهي جنهن ۾ سچترا سين
پارو ۽ وجينتي مالا چندر مکيءَ جا ڪردار ڪيا. ان فلم ۾ سمورن
اداڪارن شاندار فن جو مظاهرو ڪيو، خاص طور تي سچترا سين جي
اداڪاري لاجواب هئي. ديوداس جي گهر ۾ داخل ٿي ڪيس ننڊ مان اٿارڻ
واري ڏيک ۾ هوءَ رسمون ۽ رواج ٽوڙيندڙ اهڙي عورت ٿي نظر اچي
جيڪا مرد کان سندس مردانگيءَ جو ثبوت ٿي گهري پر ديوداس ٻڏتر ۽
ڪانئرتا جو شڪار هڪ اهڙو مرد آهي جيڪو ان ويچار ۾ ئي ٿو رهي تہ
ماڻهو ڇا چوندا.

جيستائين وجينتي مالا جي ڪردار جو تعلق آهي ته هوءَ هڪ نوجوان بنگالي وئيشيا جي ڪردار ۾ ڪجھ وڌيڪ پريل ٻُڌ واري ٿي نظر اچي ۾ سندس اداڪاري به سچتراسين کان وڌيڪ بهتر نه هوندي به انتهائي اثرائتي ۽ جاندار آهي. ڪجھ ڏيکن ۽ گانن جهڙوڪ "جسي تو قبول ڪرلي وه ادا ڪهان سي لائون" ۾ سندس ڪارڪردگي من کي موهيو وجهي. چندرمکيءَ کي هڪ فرض شناس، باضمير ۽ ذميوار عورت جي روپ ۾ پيش ڪيو ويو آهي جيڪا ديوداس کي گند جي ڍيڻ مان ڪيڻ تي چاهي ۽ سو به ڪنهن لالچ ۽ لوڀ ڪانسواءِ پر هيءَ پاسي ديوداس آهي جيڪو انهن هنهي عورتن مان ڪنهن سان به پنهنجي پيار جو اظهار نٿو ڪري، هو بس رڳو پنهنجو پاڻ کي تباهه ڪرڻ پويان هٿ ڌوئي لڳل آهي.

دليپ ڪمار هن فلم لاءِ فلم فيئر ايوارڊ حاصل ڪيو. ان ڳالهه تي بحث ٿي سگهي ٿو ته ڇا اِها اوستائين جي سندس بهترين ڪارڪردگي هئي؟

جيستائين 2002 ۾ سنجي ليلا ڀنسالي‌ءَ جي ٺاهيل ديوداس فلم جو تعلق آهي ته اِها ٺاهي ته انتهائي شاهاڻي انداز ۾ آهي پر انڪي هڪ بي ڍنگي اسٽارپلس ڊرامي وانگر ديوداس جي برابري ڪرڻ جي هڪ بيڪار ڪوشش تي نظر اچي. سڄي فلم ۾ سموريون عورتون زيورن سان سٿيل ٿيون نظر اچن. فلم ۾ ايتري ته فضول خرچي ڪئي وئي آهي جو اسڪرين ٽوڙڻ جو من ٿو ڪري. سڀ کان وڌيڪ پيچان ان ڳالهه تي ٿي لڳي ته سمورا اداڪار خاص طور تي شاهه رخ خان ۽ جيڪي شيروف اوور ائڪٽنگ ڪندي ٽا نظر اچن. لباڙ ۽ غير ضروري ڏکهي جذباتي ناٽڪ جهڙي حد کان وڌيڪ شان شوڪت ۽ ڏيکاءُ واري انهيءَ فلم ۾ ايشوريا راءِ ۽ ماڌوري ڊڪشت پنهنجي سونهن ۽ جوهر هيءَ ضائع ڪيا آهن.

جيڪڏهن ڪو ديوداس تي ٺهيل فلمن مان ڪا هڪ ڏسڻ گهري ته ڪيس بمل راءِ جي هدائتڪاري، دلڪش ۽ من موهيندڙ اداڪاري، ساحر لڌيانويءَ جي شاعري ۽ ايس ڊي برمن جي مڌر سنگيت سان ڀرپور فلم ضرور ڏسڻ گهرجي.

# ... ويل جو ڪو ڏس پتو!

انڪي ”گمشدگي“ چئو يا ”سياسي طور تي ڪنيڻ“، اصل ۾ ان قسم جا واقعا معاشري ۾ ڊپ ڊاءُ ۽ ڏهڪاءُ واري فضا قائم ٿا ڪن جيڪا نہ رڳو ڪنيپيل همراهن جي ڪٽنبن پر انهن ڪي بہ متاثر ٿي ڪري جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن انهن فردن سان لاڳاپيل هوندا آهن. زوري ڪنيڻ هڪ اهڙو هٿيار آهي جيڪو معاشري ۾ ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ ظاهر ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. ان قسم جي واقعن ڪي قلم يا فلم ذريعي محفوظ ڪرڻ هڪ وڏي ذميواري آهي جيڪا معاشري جا با شعور ۽ با ضمير قلمڪار، فلمساز ۽ هدائتڪار نڀائين ٿا. ان قسم جا همت ڀريا فرد ارجنٽائن ۽ چليءَ ڪانوني پارت ۽ انڊونيشيا تائين ملن ٿا. زوري ڪنيڻ جو شايد سڀ کان وڏو واقعو پولينڊ ۾ ٻين مهاڀاري لڙائي جي شروعات ۾ پيش آيو هو. پولينڊ جي جڳ مشهور فلم هدائتڪار آندري وائراني انهيءَ ڪلور کي هڪ فلم ذريعي محفوظ ڪيو. جيئن تہ اِهو واقعو ڪاتن واري ماڳ تي پيش آيو هو انڪري 2007 ۾ ٺهندڙ فلم جو نالو ئي ڪاتن رکيو ويو. انهيءَ هاجي پولينڊ ۾ هڪ سموري نسل کي متاثر ڪيو ۽ ٻين مهاڀاري لڙائي دوران ۽ انڪانپوءِ بہ پولينڊ جا هزارين ڪٽنب انجي پيڙا ۾ پچرندا رهيا هن. فلم ۾ انهن پيچيدي حالتن کي عڪسبند ڪيو ويو آهي. جيڪي ڪاتن ۾ پيش آيون. ان فلم ۾ عورتن جي زباني ڪاتن جو داستان پيش ڪيو ويو آهي، جن جو تعلق ڪنيپيل ماڻهن جي ڪٽنبن سان هو.

ٿيو ڪجهه اِهو هو جو 1939 ۾ جڏهن جرمن فوجون پولينڊ ۾ داخل ٿيون ته ٻئي پاسان سوويت فوجون پڻ پولينڊ ۾ گهڙي آيون ۽ انهن هزارين پولش فوجين کي گرفتار ڪري ورتو. ڊگهي عرصي تائين اِهو پتو ئي نه لڳي سگهيو ته اِهي جوان جيئرا به آهن ڪي نه. سيپٽمبر 1939 ۾ ڪنپيل انهن فوجين کي 1940 ۾ اسٽالين جي حڪم تي موت جي ننڊ سمهاريو ويو پر سندن ڪٽنبن کي انجو ڪو اطلاح نه ڏنو ويو. انهيءَ راز تڏهن ڦاٽ ڪاڏو جڏهن هڪ پولش آفيسر جي ڊائري هٿ چڙهي جنهن ڪنپيل فوجين سان پيش آيل وارتائن جو احوال لکيو هو. سوويت فوج پولينڊ جي فوجي آفيسرن کي عام سپاهين کان ڌار ڪرڻ ڪانپوءِ قتل ڪيو هو.انهيءَ ڊائريءَ ۾ قتل ڪيل آفيسرن جا نالا ۽ تاريخون درج آهن. انهيءَ فلم ۾ ٻين مهاڀاري لڙائي ڪانپوءِ واريون حالتون پڻ ڏيکاريون ويون آهن. فلم ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته جڏهن ڪاتن واري قتلام جي خبر عام ٿي ته سوويت فوجن انکي جرمنيءَ جي ڪاتي ۾ وڌو ۽ سموريون ثابتيون ميسارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر پوءِ ڪجهه همت پريل ماڻهن انهيءَ بيانيي کي للڪاريو. فلم جو آخري اڌ ڪلاڪ من ڦسائيندڙ آهي جنهن ۾ قتلام جا واقعا ڏيکاريا ويا آهن. هيءَ فلم ڪمزور دلين وارن کي نه ڏسڻ گهرجي پر انهن کي ضرور ڏسڻ گهرجي جيڪي اِهو ڄاڻڻ گهرن ٿا ته هزارين فردن کي ڪنيي گُم ڪرڻ ڪانپوءِ ڪهڙي ريت ڪوڙ ڳالهايو ويندو آهي. ٻين مهاڀاري لڙائي ڪانپوءِ پولينڊ سوويت يونين جي اثر هيٺ آيو پر ان هوندي به ماڻهن جي ڪنيجڻ جو سلسلو جاري رهيو.

زوري ڪنيڻ بابت ٺهيل ٻئي فلم 1977 جي ”سنگمرمر جو ماڻهو“ آهي. هن فلم جي ڪهاڻي برڪنن نالي هڪ سوشلسٽ هيرو بابت آهي جيڪو 1950 واري ڏهاڪي ۾ سوشلسٽ حڪومت جو دادلو هو پر پوءِ اوچتو ئي اوچتو گُم ٿي ويو. هيءَ فلم پنهنجي دور جي مشهور فلم سٽيزن ڪين واري انداز تي ٺاهي وئي آهي. سٽيزن ڪين ۾ هڪ صحافي هڪ شخص کان پڇا ڳاڇا ٿو ڪري جڏهن ته سنگمرمر جو ماڻهو ۾ هڪ شاگردياڻي برڪنن جي ڳولا ۾ ٿي نڪري.فلم جي شروعات ۾ برڪنن جو مجسمو هڪ ميوزيم جي تهخاني ۾ پيل ٿو ڏيکاريو وڃي؛

جيڪو شاگردياڻي ڳولهي ٿي لهي، ۽ پوءِ گم ٿيل ٻرڪنن بابت پراڻيون پروپگنڊا فلمون ٿي ڦلهوري ته جيئن سندس بابت ڪو ڏس پتو لڳي سگهي. انهن پراڻي سرڪاري فلمن ۾ ٻرڪنن کي هڪ هيرو طور پيش ڪيو ويو آهي جيڪو پورهيت طبقي لاءِ هڪ آدرش آهي. هو تيزيءَ سان سرون ڍوئڻ جو ريڪارڊ ٽوڙي پر جڏهن سرڪاري عملدارن سان ان ڳالهه تي احتجاج ٿو ڪري ته ساڻس چڱو ورتاءُ نه پيو ڪيو وڃي ته سندس ڪن مهڻ ٿي ڪئي وڃي ۽ پوءِ ڪيس گم ٿو ڪيو وڃي. جيتوڻيڪ اڳتي هلي سندس زال ۽ پٽ کي ته ڳولهي ٿو لڌو وڃي پر سندس ڪو ڏس پتو نٿو پوي.

واضع رهي ته جيڪڏهن سوشلسٽ ملڪن ۾ زوري ڪنيڻ عام جام هو ته سرمائيدار ملڪن ۽ امريڪا ٽين دنيا جي ملڪن ۾ به انجو رڻ تپائي ڏنو هو. 1960 واري ڏهاڪي ۾ ان قسم جا انيڪ واقعا ٿيا جن ۾ نه رڳو عام سياسي ڪارڪنن پر وڏن سياسي اڳواڻن کي به ڪنيي گم ڪيو ويو.ان نوعيت جو هڪ تمام وڏو واقعو ڪانگو ۾ پيش آيو جڏهن وزيراعظم پيٽرڪ لوممبا کي اغوا ڪري غائب ڪيو ويو ۽ پوءِ سندس لاش ڳيا ڳيا ڪري تيزاب ۾ ڳاريو ويو ۽ اِهو سڀڪجهه امريڪي سفارتڪارن، بيلجيئم جي فوجن ۽ خودڪانگو جي باغين گڏجي سڏجي ڪيو. انهن واقعن کي هيٺيءَ جي فلم هدائتڪار رائول پيڪ پنهنجي فرانسيسي ٻوليءَ ۾ ٺاهيل فلم لوممبا ۾ محفوظ ڪيو.انهيءَ فلم ۾ لوممبا جي حياتيءَ جي پڇاڙڪن سالن کي انتهائي محنت ۽ اُڪير سان فلمبند ڪيو ويو آهي. لوممبا آزاد جمهوريا ڪانگو جو پهريون وزيراعظم ۽ افريڪا کنڊ جي آزاديءَ جو علمبردار هو. ان فلم ۾ لوممبا جي ڪردار لاءِ پنجٽيهن ورهين جي افريڪي پسمنظر واري فرانسيسي اداڪار ايرڪ ايبونيءَ جي چونڊ ڪئي وئي جيڪو مهاندن ۾ ٻنهه لوممبا جهڙو هو.فلم جي شروعات ۾ لوممبا کي عوامي تحريڪ منظم ڪندي ڏيکاريو ويو آهي جنهن جدوجهد ذريعي سندس ملڪ آزاديءَ ٿو ماڻي پر اُتان جي مادي وسيلن تي هيچ رکندڙ امريڪا ۽ بيلجئم جا سول ۽ فوجي عملدار سندس خلاف سازشون شروع ٿا ڪن ۽ لوممبا خلاف بغاوت ٿا

پڙڪائين. ڪين ڊپ ٿو ٿئي ته لومبا به سگهوئي مصر جي جمال ناصر ۽ ايران جي ڊاڪٽر مصدق وانگر ڪانگو جا وسيلا قومي ملڪيت ۾ وٺي ڇڏيندو. فلم ۾ انهن سمورن واقعن جي منظر ڪشي ڪئي وئي آهي جن ۾ هو وزيراعظم ٿو بڻجي، آزاديءَ واري ڏيهاڙي تي گجگوڙ واري تقرير ٿو ڪري، جنهن ۾ سامراجي ڇاڙتن ڪي تنقيد جو نشانو ٿو بڻائي ۽ پوءِ ڪيس اقتدار تان بيدخل ڪري غائب ٿو ڪيو وڃي. لومبا جون 1960 کان جنوري 1961 تائين فقط ست مهينا وزيراعظم رهيو. غائب ٿيڻ جي هڪ مهيني تائين ته سندس ڪو ڏس پتو ئي نه هو ۽ پوءِ فيبروري 1961 ۾ سندس قتل جي خبر ڦاٽ ڪاڏو، ان وقت پيٽرڪ لومبا جي ڄمار پنجٽيهه ورهيه هئي.انهيءَ واقعي ڪانپوءِ ڪانگو آمريت، قتل ۽ غارت گري ۽ ڦر لٽ جو شڪار بڻجي ويو جيڪو سلسلو اڄ به جاري آهي.

اچو ته هاڻ لاطيني امريڪا جو رخ ڪريون جيڪو نظرياتي جنگ جو هڪ ٻيو ميدان هو. لاطيني امريڪا جي صورتحال تي نهندڙ ذڪر جوڳي فلم 2001 ۾ ٺاهيل "پوپٽن جي دور ۾" آهي. هيءَ ڊومينيڪن ريپبلڪ جي ڪهاڻي آهي، جتي هڪ آمر جنرل رافيل جي دور ۾ هزارين ماڻهو ڪنهي گُم ڪيا ويا. هن فلم جي ڪهاڻي ٽن ڀينرن بابت آهي جنڪي "پوپٽ" چيو ٿو وڃي ۽ جيڪي آمريت خلاف سينو سپر ٿيون ٿين. جنرل رافيل 1930 ۾ اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ ٽيهن سالن کان وڌيڪ عرصو ڏاڍ ڏمر وارو راڄ ڪندو رهيو. 1961 ۾ ڪيس قتل ڪيو ويو. هن فلم ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته ڪهڙي ريت انهن ڇوڪرين جي والد کي اغوا ڪري غائب ڪيو ويو ڇاڪاڻ جو سندس هڪ ڌيءَ منروا جنهن جو ڪردار مشهور اداڪارا سلما هائيڪ ڪيو آهي، جنرل رافيل جي ڇلولاين ڪي ٺڏي ٿي. اِهي ٽيئي ڀينرون عوامي تحريڪ منظم ٿيون ڪن جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ نوجوان شامل ٿا ٿين. اڳتي هلي انهن ٽنهي ڀينرن کي ڪنهي قتل ٿو ڪيو وڃي اِها نومبر 1960 جي وارتا آهي پر جيئري بچي ويل ڀيڻ 2014 تائين جيئري هئي. هيءَ فلم سورهيائپ جو داستان آهي. اها سورهيائپ جيڪا مردن بدران عورتن جو گڻ آهي. ان فلم ۾ سلما هائيڪ شاندار اداڪاريءَ جو مظاهرو ڪيو آهي. انڪان اڳ هوءِ هڪ ٻئي

فلم "ميداق ايلي" ۾ پڻ اهڙوئي ڪردار ادا ڪري چڪي آهي جيڪا نجيب محفوظ جي ناول تي 1995 ۾ ٺاهي وئي هئي.

يوراگوئي ۾ توپا ماروس نالي تنظيم 1960 ۽ 1970 وارن ڏهاڪن ۾ سرگرم رهي. هدائتڪار ڪوستا گاوراس جي فلم "محاصري جي حالت" لاطيني امريڪا جي تاريخ جو اُپٽار ٿي ڪري. 1972 ۾ ٺهيل هيءَ فلم يوراگوئي جي صدر پاچيڪوجي دور جو احاطو ٿي ڪري جنهن عوامي اُپار کي سختيءَ سان چيپاٽيو ۽ هنگامي حالتون لاڳو ڪري آئين معطل ڪيو. هن فلم ۾ توپا ماروس جي ڪارندن جون سرگرميون ڏيکاريون ويون آهن جيڪي اغوا ۽ قتل ڪندا هئا. سندن نشانو هڪ امريڪي عملدار ڪاردين مٽروني ٿو بڻجي جيڪو اصل ۾ امريڪي جاسوس آهي پر ڪيس امدادي ڪارڪن طور ٿو پيش ڪيو وڃي. ان فلم ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ اِهو جاسوس اصل يوراگوئي پوليس کي تشدد جي تربيت ٿو ڏئي ۽ پوءِ ڪيس جولاءِ 1970 ۾ قتل ٿو ڪيو وڃي. جيتوڻيڪ ان فلم ۾ سمورا واقعا انتهائي باريڪ بينيءَ سان عڪسبند ڪيا ويا آهن پر سمورن ڪردارن جا نالا بدلايا ويا آهن. فلم ۾ اغوا ۽ پڇا ڳاڇا جي ڏيکاريل طريقن سان نہ رڳو يوراگوئي پر سڄي لاطيني امريڪا جي سياست تي روشني وڌي وئي آهي. فلم ۾ امريڪي سازشون پڻ ڏيکاريون ويون آهن. ۽ آمرن جا ڪرتوت پڻ. ياد رهي تہ هيءَ فلم چليءَ ۾ سلوا دور آلندي جي راڄ دوران ٺاهي وئي ۽ ان جي فلمبنديءَ جي ڪجهہ ئي عرصي ڪانپوءِ هڪ فوجي بغاوت ذريعي سندس حڪومت ختم ڪئي وئي.

هاڻ چلي ٿا هلون جنهن بابت محاصري جي حالت جي هدائتڪار ڪوستا گاوراس 1982 ۾ ڪنيبل نالي فلم ٺاهي، جنهن ۾ جڳ مشهور اداڪار جيڪ ليمن مرڪزي ڪردار ڪيو پر هت چليءَ بابت هڪ ٻئي فلم جو ذڪر ڪنداسين جنهن جو عنوان پرل بٽڻ آهي جيڪا 2015ع ۾ ٺاهي وئي. انجو هدائتڪار پطريسيو گزمان هو جيڪو پنهنجي سياسي فلمن ڪري مشهور آهي ۽ جنهن 2004 ۾ سلوا دور آلندي نالي فلم پڻ ٺاهي هئي. گزمان جي فلمن ۾ غير ضروري جذباتي پڻي ڪان ڪر نٿو

ورتو ويو. فلم پرل بٽڻ جي شروعات ڏکڻ آمريڪا جي آديواسي قبيلن جي رهواسين کان ٿئي ٿي، جيڪي پنهنجي دنيا سميت گم ٿا ڪيا وڃن، يعني سندن انوکي ۽ شاندار دنيا جديد سڀيتا جو کاڄ بڻجيو وڃي. فلم جو شروعاتي اڌ چليءَ جي اصلوڪن رهواسين بابت آهي، جن متعلق ڄاڻايو ٿو وڃي ته آڳاٽا رهواسي وحشي ناهن. پوءِ اها فلم صنعتي دور کان ٿيندي سرمائيداريءَ جي ڏاڍ ڏمر ۾ ٿي داخل ٿئي جيڪا چليءَ جي جنرل پنوشي جي آمريت ماڻهن تي مڙهي. جنرل پنوشي 1973 ۾ چونڊيل صدر سلوا دور آلندي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري آمريت مڙهي ۽ پوءِ ڏاڍ ڏمر جي هڪ ڏکي دور جي شروعات ٿي. فلم پرل بٽڻ ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته ڪهڙي ريت چليءَ ۾ هزارين ماڻهن کي ڪنهن گم ڪيو ويو ۽ سياسي ڪارڪنن کي اغوا ڪري سندن جسمن سان لوهي سيخون ٻڌي ڪين جهازن مان سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيو ويو. هڪ ڪاٿي موجب ڪو پندرهن هزار کن ماڻهن کي ان ريت سمنڊ ۾ ٻوڙيو ويو. ڪافي عرصي ڪانپوءِ اهي لاش سمنڊ ۾ تري آيا ته هڪ لاش سان هڪ پرل بٽڻ لڳو هو، جنهن تان ان فلم جو نالو ورتو ويو.

ارجنٽائن جي ڀهرين آسڪر انعام يافتا فلم 1985 ۾ ٺهندڙ "سرڪاري ڪهاڻي" هئي، جنهن ۾ ارجنٽائن جي آمريت دوران ڪيل ظلم ڏيکاريا ويا آهن. آخر ۾ ٻن ڀارتي فلمن جو ذڪر ڪندو هلجي، جن مان ڀهرين "هزار چوراسي کي ماءُ" آهي جيڪا 1989 ۾ ٺاهي وئي، جنهن ۾ نڪسل باڙي تحريڪ جي گم ٿيل ماڻهن جو داستان بيان ڪيل آهي. هن فلم ۾ مرڪزي ڪردار جيابچن ڪيو آهي جڏهن ته هن فلم جو ڊائريڪٽر گووند نهلاڻي آهي. ٻئي ڀارتي فلم "حيدر" آهي جيڪا وشال ڀردواج ڪشمير جي گم ٿيل فردن تي ٺاهي آهي. انهن فلمن مان واضع ٿو ٿئي ته ڀارت ۽ پاڪستان جهڙن ملڪن ۾ پڻ زوري گم ڪرڻ جا واقعا ٿيندا ٿا رهن. جيتوڻيڪ پاڪستان ۾ ان موضوع تي اڃان تائين ڪا فلم نه ٺهي آهي سو ڏسجي ته سورهياڻپ وارو اهو ڪم سڀ کان ڀهرين ڪير ٿو ڪري.

# ناول تي ٻڌل فلمون

جهڙي ريت ٽالسٽائي جو ناول جنگ ۽ امن پڙهڻ ڪانسواءِ اوڻهويهين صديءَ جي شروعات واري روس جو ادراڪ نامڪمل هوندو، اهڙي طرح ويهين صديءَ جي شروعات واري يوريشيا ۾ جهاتي پائڻ لاءِ بورس پاسترناڪ (1890ڪان 1960) جهڙي ليکڪ جي ڏاهپ گهربل هجي ٿي. سندس ناول ڊاڪٽر زواگو جي ڪري يوريشيا رڳو روس تائين محدود ناهي پر اِهو يورپ ۽ ايشيا جي سرحدن ڪان پري يعنيَ ڪوهه يورال ڪان متاهون آهي. جيڪڏهن ٽالسٽائي ڪي گهٽي پاڳي يورال جبلن جي اولهندي پاڳي سان دلچسپي هئي ته پاسترناڪ اوهانکي سائبيريا ۽ ان ڪان به اڳتي تو پهچائي. ٽالسٽائي روس ۾ نپولين جي اڳرائي جي ياد تازي ڪئي آهي ۽ پاسترناڪ روسي انقلاب ۽ انجي نتيجي ۾ ٽيندڙ گهرو لڙائي جا بخيا اديڙيا آهن.

هتي اسانکي سينيما جي پڙدي تي ڊاڪٽر زواگو جي ٻن پيشڪشن ۾ دلچسپي آهي، پهرين برطانوي ڊائريڪٽر ڊيوڊلين (1965) جي انگريزيءَ ۾ ۽ ٻئي 2006 ۾ روسي ٻوليءَ ۾ روس جي ڊائريڪٽر اليگزاندر پروشڪن جي پيشڪش. ڊيوڊلين (1901ڪان 1991) جوڳاٽيتو سينيما جي تاريخ جي بهترين هدائتڪارن ۾ ٿئي تو ۽ ڊاڪٽر زواگو جي هدائتڪاريءَ کان اڳ هو "ڪوائي دريا تي پل" (1957) ۽ "لارينس آف عربيا" (1962) ۾ پنهنجي صلاحيتن جا جوهر ڏيکاري چڪو هو. انهن ٻنهي جنگي داستانن وارين فلمن کي مختلف آسڪر ايوارڊن سان نوازيو

ويو. هُن ڊاڪٽر زواگو لاءِ لارينس آف عربيا جي ڪجھ اداڪارن ۽ عملي جون خدمتون پڻ حاصل ڪيون.

پاسترناڪ اِهو ناول 1956 ۾ لکيو جيڪو ويهين صديءَ جي شروعات ۾ سندس پنهنجي تجربن تي ٻڌل آهي.شروعات ۾ پاسترناڪ جو بالشويڪن ڏانهن نرم رويو هو ڇاڪاڻ جو هو روسي بادشاهه پرستن جي ڪلورن ۽ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ فوجن ڪي موت جي منهن ۾ ڌڪڻ جو اکين ڏٺو شاهد هو. پيٽرا وٽول طرفان پيشڪش رد ڪرڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽر زواگو جي ڪردار لاءِ ٻٽيهن ورهين واري عمر شريف جي چونڊ هڪ بهترين فيصلو ثابت ٿي.

ساڳي ريت فلم جي منظر نامي لاءِ تاريخ جو گهرو ادراڪ رکندڙ، نامياري ناٽڪ نويس رابرٽ بولٽ پاسترناڪ جي ناول کي انتهائي من موهيندڙ فلم ۾ بدلائي ڇڏيو آهي. ٿامس مور لاءِ سندس پنهنجو ناٽڪ ”سمورين موسمن جو ماڻهو“ ۽ لارينس آف عربيا“ لاءِ سندس منظر نامون شهرت جو سبب بڻيو هو. بولٽ ناول جي انقلابي تفصيلن کان وڌيڪ انجي پيار جي ٽڪنڊي تي ڌيان ڌريو آهي، شايد هُن چاهيو ٿي تہ فلم ڏسندڙ سماجي اٿل پٿل جي پيڙائن کان وڌيڪ پيار جي اڌمن ڪي شدت سان محسوس ڪن. سندس حرفت ڪم ڏيکاري وئي.

هاڻ اِهو لين تي آذاريل هو جنهن پريم ڪهاڻيءَ کي لا محدود تناسب واري تاريخي رزميي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هو.

فرانسيسي سنگيتڪار مورس جا جيڪو فلم لارينس آف عربيا ۾ ڏنل سنگيت تي آسڪر ايوارڊ حاصل ڪري چڪو هو، ان لاءِ اهڙو گيت لکيو جيڪو ڪهاڻيءَ جي روح سان ٺهڪي ٿي آيو. جيڪڏهن اوهين سنگيت جا چاهيندڙ آهيو ۽ جيڪڏهن اِها فلم نہ ڏٺي اٿو تہ يو ٽيوب تي Lara's Theme ڦلهوريو ۽ آرڪيسٽرا سان گڏ بالاليڪا (ٽڪندو ساز) جي من موهيندڙ استعمال جو مشاهدو ڪريو. پاسترناڪ جي ناول ۾ اِهو ساز شروعات ڪانوئي موجود آهي. زواگو ورثي ۾ پنهنجي ماءُ جو بالاليڪا ٿو حاصل ڪري ۽ پنهنجي زندگيءَ جي سمورين ڏکيائين ۾ بہ پاڻ وٽ ٿو رکي، اِهو ورثو آخرڪار زواگو ۽ لارا جي ڌيءَ تائين ٿو

پهچي ۽ آخر ۾ اِهو ساز سندس ڪلهي پاتل تو ڏيکاريو وڃي.

لارا جي ڳالھ ڪجي ته فلمساز ڪارلو پونٽيءَ جي خواهش هئي ته اِهو ڪردار سندس گهر واري صوفيا لارين ڪري پر لين جو خيال هو ته سترهن ورهين جي ڪنواري نينگريءَ جي ڪردار ۾ هوءَ مناسب نه لڳندي انڪري هُن جولي ڪرسٽيءَ لاءِ زور پريو، جنهن ثابت ڪيو ته لين جو فيصلو درست هو. آخر ۾ اِهو چونڊ غلط نه ٿيندو ته لين جي فلم ڊاڪٽر زواگو جي ڪاميابيءَ ۾ وڏي سينيما اسڪوپ فلمن جي ماهر سينيماٽو گرافر فريڊي ينگ جو وڏو هٿ هو جنهن پنهنجي ٽي آسڪر ايوارڊ حاصل ڪندڙ فلمن ۾ لين سان گڏ ڪم ڪيو هو.

هاڻ روسي فلم تي نظر ٿا ڊوڙايون. جيئن ته اسين ڄاڻون ٿا ته پاسترناڪ ۽ سندس لکڻين مان سوويت حڪومت خوش نه هئي. هُن پنهنجو ناول سوويت يونين مان ئي شائع ڪرائڻ ٿي چاهيو پر ڪيس انجي اجازت نه ملي ته پنهنجو ناول ڳجهه ڳوهه ۾ اٽلي پهچايائين جتان اولھ ڪي انجي رسائي پلڪ پئي ۽ سگهوئي اِهو ناول مختلف ٻولين ۾ ترجمو ٿيڻ لڳو. 1958 ۾ جڏهن پاسترناڪ کي نوبل انعام لاءِ نامزد ڪيو ويو ته ڪيس اِهو انعام قبول نه ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو. ماسڪو پرسان ليڪڪن جي ڪالونيءَ ۾ هيءُ شاندار ليڪڪ مفلسيءَ حالت وگهي 1960 ۾ گذاري ويو. گورباچوف جي گلاسنوسٽ واري پاليسيءَ سبب پاسترناڪ جي ماضيءَ واري حيثيت بحال ٿي ۽ سندس ناول نووي مير طرفان شائع ٿي سگهيو. هيءُ اُهوئي ادارو هو جنهن ماضيءَ ۾ ساڳيو ئي ناول شائع ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو.

1989 ۾ پاسترناڪ جو پٽ پنهنجي مرهيات پيءُ طرفان نوبل انعام وٺي سگهيو. سندس پيريڊيلڪينو واري گهر کي ميوزيم جو درجو ڏنو ويو پر ان ناول تي 2005 تائين روس ۾ نه ڪا فلم ٺهي سگهي ۽ نه ئي ڪو ناٽڪ پيش ٿي سگهيو. اِها للڪار اليگزينڊر پروشڪن قبولي ۽ پاسترناڪ جي ناول جي انتهائي درست ڊرامائي تشڪيل ڪيائين. اِهو ناٽڪ يارهن قسطن تي ٻڌل هو ۽ انجو ڪُل دورانيو اٺن ڪلاڪن کان وڌيڪ هو جنهن ڊيوڊلين جي ٻن سئو منٽن واري فلم کي

گهڻو پوئتي ڇڏي ڏنو. انهيءَ ٽيليويزن سيريز جي خوبصورتي ناول جي لڳ ڀڳ سمورن اهم ڪردارن ۽ واقعن جي تفصيلي خاڪي ڪشي آهي.

رابرٽ بولٽ کي پنهنجي ڪردارن ۽ انهن ۾ وڌ ڪٽ ڪرڻي پئي هئي. روسي ٽيليويزن سيريز لاءِ مقامي ليکڪ يوري ارابوف کي نئين پيشڪش لاءِ وڌ کان وڌ مواد شامل ڪرڻ جي اجازت هئي. پهل 1901 وارا ناول جا شروعاتي باب هجن جن ۾ انقلاب کان سورهن ورهيه اڳ واري روس جو بيان آهي يا زار روس جي دور ۾ زميني سڌارن جو ذڪر هجي، سيريز ۾ لين جي فلم واري تيز رفتاري ۽ وقت بوقت اوچتو ڦيرو ڪائڻ بدران ناول جي متن تي ڀرپور نظر رکي وئي آهي. بولٽ طرفان انقلاب کان اڳ وارن سالن جي ناڪافي پيشڪش انجي اسڪرين پلي کي اونهائي کان محروم ڪري ڇڏيو آهي جنهن جو اظهار نا پختي ڪردار نگاريءَ ۾ ٿئي ٿو.

ناول ۾ لارا جو ڪردار انتهائي شروعات ۾ ئي اُڀري ٿو اچي ۽ سيريز ۾ پڻ شروعاتي قسطن ۾ ئي نکري نروار ٿو ٿئي جڏهن ته لين جي لڳ ڀڳ اڌ فلم لارا جي ڪنهن معنيٰ ڀرئي ڪردار نگاريءَ کانسواءِ گذري ٿي وڃي ساڳي ريت پاسترناڪ جو ڪردار ڪو مورو فسڪي روسي سيريز ۾ اوڊا سيگر جي پيٽ ۾ انتهائي جاندار ۽ ڀرپور آهي. چيلن خماتوا، جولي ڪرسٽيءَ جي ابتڙ پنهنجي انداز ۽ حرڪتن سبب وڌيڪ روسي ٿي لڳي. جولي تمام گهڻي سهڻي ته ٿي سگهي ٿي پر پاسترناڪ جي لارا جي پيٽ ۾ ڦرندڙ گهرندڙ سياءُ واري ٿي پائنجي.

هڪ ٻئي خصوصيت جيڪا روسي پيشڪش کي من موهيندڙ ٿي بڻائي، سا اصل ماڳ مڪان آهن. لين کي اسپين جي ڪنبٽيءَ ڏيارينڌڙ ٿڌي مُند جي غير موجودگيءَ ۾ اسپين جي ڪوهيڙي ۽ ڌڙ تي ڀاڙڻو پيو هو، جتي انهيءَ فلم جي گهڻي ڀاڱي عڪسبندي ٿي هئي. روس جي جڪ ٻڌي سياري جو نقل ڪرڻ ايترو سولو ڪم به ناهي جيترو ڊيڪ لين پلوڙ ڪم ڪيو آهي پر روسي سياري سان سندس سڌي سنئين واسطي نه هئڻ ڪي اهي ماڻهو پلي پٽ محسوس ڪري سگهن ٿا جيڪي ماسڪو کان سائبيريا تائين پارو ڄمائيندڙ موسم ۾ ڏک پچائي

چڪا هجن. روسي سيريز جي پڇاڙ ۾ بابن جي خاڪي ڪشي هڪ رونگ (bonus) آهي چاڪاڻ جو ان ڏس ۾ لين جي فلم انتهائي مختصر ڪم ڪيو ويو آهي.

جيڪڏهن اوهان انهن مان ڪجھ به نه ڏٺو آهي ته لين جي فلم کان شروعات ڪريو ۽ پوءِ ناول جو اڀياس ڪريو ۽ ان ۾ تيل ڪانڻ چانڻ پاڻ پروڙيو، انڪانپوءِ روسي سيريز حاصل ڪريو. جيڪڏهن روسي ٻوليءَ کان واقف نا هيو ته ذيلي ترجمي مان لاڀ پرائيندي گھٽ ۾ گھٽ هڪ هفتو ان ۾ ٽپي ضرور هڻو.

# سرد جنگ تي فلمون

جيڪڏهن انهيءَ ڳالهه جي هڪ جهلڪ ڏسڻ ٿا چاهيو ته سرد جنگ جي دور ۾ جنرل ايوب خان ۽ جنرل ضيا ڪهڙي ريت پاڪستان کي سوويت يونين جي خلاف هڪ مورچي طور استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني ته ٻه فلمون چارلي ولسن جي جنگ (2007) ۽ جاسوسن جي پُل (2015) جنهن ۾ ٽام هينڪس اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، ضرور ڏسڻ گهرجن. ٻئي فلمون پنهنجي تاريخي تناظر ۽ انهن ماڻهن جي ڪردار جي بلڪل درست عڪاسي ٿيون ڪن جن امريڪي مقصد اڳتي وڌائڻ لاءِ پاڪستان ۾ فوجي اڏا استعمال ڪيا ۽ نه رڳو سوويت يونين کي گوڏا ٽيڪڻ تي مجبور ڪيو پر پاڪستان کي پڻ هاڻوڪي افسوسناڪ صورتحال تائين پهچايو.

اسٽيون اسپيل برگ جي هدائتڪاريءَ ۾ ٺهندڙ فلم جاسوسن جي پُل سرد جنگ جي عروج وارن ڏينهن بابت آهي، جڏهن دنيا تي امڪاني جوهري خطرو ڇانيل هو ۽ امريڪا ۽ سوويت يونين ٻئي هڪٻئي جي جوهري صلاحيتن بابت وڌ کان وڌ ڄڃهي ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي هڻ هٿان ۾ هئا. هڪ سوويت جاسوس رڊولف آبيل (جنهن جي ڪردار لاءِ مارڪ ريلانس آسڪر ايوارڊ حاصل ڪندڙ اداڪاري ڪئي) نيويارڪ ۾ پڪڙجي ٿو پوي ۽ مٿس مخبريءَ جو الزام ٿو ڌريو وڃي. وڪيل جيمس ڊونو وان (ٽام هينڪس) کي ڪورٽ ۾ جوابدار جي بچاءُ جي ذميواري ٿي سونپي وڃي ته جيئن انصاف ٿيندي نظر اچي.

اِهو 1950 واري ڏهاڪي جو پڇاڙڪو زمانو هو جڏهن امريڪا سوويت يونين خلاف نيٽ سوگها ڪري رهيو هو ۽ پاڪستان جهڙن ملڪن جا فوجي حاڪم پنهنجي آپيشاهاڻي حڪومتن جي پٺڀرائي عيوض انکي پنهنجون خدمتون آڇڻ لاءِ اُتاولا هوندا هئا. جنرل ايوب خان امريڪي جاسوس جهازن کي پشاور پرسان بڊابير هوائي اڏي تان اڏامڻ جي اجازت ڏني هئي ته جيئن اِهي سوويت حدن ۾ داخل ٿي انجي ڳجهي رٿائن جون تصويرون ڇڪي سگهن. فلم جاسوسن جي پُل انهن امريڪي هوابازن کي ملندڙ تربيت کي انتهائي جاندار اندازِ ۾ فلمبند ٿي ڪري جنکي سي آءِ اي جو جاسوس ٻڌجڻو هو ته جيئن سوويت يونين ۾ ڪنهن ٻه جوهري سرگرميءَ جي پٽڪ لهي سگهجي.

هڪ پاسي ڊونووان پنهنجي اصيل آبيل جو بچاءُ ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري جيڪو پنهنجو ڏوهه مڃڻ کان انڪاري آهي، سوسي آءِ اي ايجنٽ ڊونووان کي هيسائي ڪائنس آبيل جي ڏنل ڄاڻ حاصل ڪرڻ ٿا چاهين پروڪيل ساڻن سهڪار کان نابري ٿو واري. جيتوٽيڪ فلم ۾ ايئن ٿو ڀائنجي ته نيويارڪ ۾ جاسوسي وارو ڊرامو ۽ فوجي ٺڪائن جو جائزو ونندڙ جهازن جي اڏامن جو سلسلو هڪ ئي وقت ۾ هلندڙ هو پر ٻنهي سرگرمين وچ ۾ ٻن سالن جي وٿي هئي. هوا بازن کي پشاور واري هوائي اڏي تي يوٽو جهاز ڏسڻ لاءِ اوڏي مهل آندو ويو جڏهن آڪٽوبر 1958 ۾ فوج پاڪستان جي اقتدار تي قبضو ڪري ورتو هو.

حڪومت امريڪي ٻارن کي ٻه امريڪا تي سوويت حملي جي جذباتي هنيوچين ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هو. اسڪولن کي حڪم ڏنو ويو ته اُهي ٻارن کي ائٽمي ڌماڪن ۽ انجي نتيجن بابت فلمون ڏيکارين ۽ ٻارن کي سيکاريو ويو ته ڪهڙي ريت هوا هڙي مامري لاءِ تيار رهن. ان ذريعي ماڻهن کي اهڙي چريائپ جو شڪار بڻايو ويندو آهي جو سندن ذهنن ۾ ڊونووان لاءِ ناپسنديدگيءَ وارا جذبا ٿا پئدا ٿين ڇاڪاڻ جو ماڻهو سمجهن ٿا ته هو رياست جي ويريءَ جو بچاءُ ڪري رهيو آهي. ڪيس جي ٻڌائيءَ تي آبيل سمورن ڏوهن لاءِ ذميوار ٿو ليکجي، ڏسندڙ ته هُن لاءِ موت جي سزا ٿا چاهين پر ڊونووان جج کي قائل ٿو ڪري ته هُن کي ٽيهه

سال ٽيپ جي سزا ڏني وڃي.

ڊونووان جي دور انديشي ڪيس سوويت يونين ۾ امريڪي جاسوس پڪڙجڻ جا امڪان ٿي ڇاٽائي ۽ هو سوويت يونين سان جاسوس جي امڪاني مٽا سٽا جي اڳواٽ تياري ٿو ڪري. سگهو ئي سوويت يونين مشن ۾ شامل ٿن هوا بازن مان هڪ گيري پاورز جي جهاز کي زمين کان خلا ۾ وار ڪندڙ هڪ ميزائل ذريعي ڪيرايو ٿو وڃي، انهيءَ سوويت ميزائل جي امريڪا کي ڪا ڄاڻ ئي نه هئي. پاورز جي سوويت يونين جي قبضي ۾ اچڻ تي ان ڳالهه جو امڪان پيدا ٿي ويو ته پاورز جي عيوض آبيل کي ڇڏرائجي. هاڻ ڊونووان کي منٿ ڪئي وئي ته هو اوڀر جرمنيءَ ۾ ان ڏس ۾ ڳالهيون ٻولهيون ڪري. هو نه رڳو پاورز کي پر هڪ ٻئي امريڪيءَ کي، جيڪو هڪ يونيورسٽي شاگرد آهي، موٽرائڻ ۾ سوڀارو ٿو ٿئي جنهن کي اوڀر جرمنيءَ جي حڪومت جاسوسيءَ جي ڏوهه هيٺ قيد ۾ رکيو آهي. اِها فلم ڏسڻ وٽان آهي جنهن ۾ برلن ڀت جي اڏاوت ۽ اولهه جرمنيءَ ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش تي ماڻهن کي گوليون هڻندي پڻ ڏيکاريو ويو آهي.

ان فلم جي پيٽ ۾ چارلي ولسن جي جنگ هڪ هلڪي فلم آهي ڇاڪاڻ جو ان ۾ وسيع تصوير ڪشيءَ بدران ذاتي خصوصيتن تي ضرورت کان وڌيڪ زور ڏنو ويو آهي. چارلي ولسن امريڪي ڪانگريس جو ميمبر هو ۽ اسٽنگر ميزائل سندس اثرائتو هٿيار هو جنهن سوويت يونين کي افغانستان مان نڪرڻ تي مجبور ڪيو. فلم ۾ وڏي تعداد ۾ عورتون آهن جيڪي چارليءَ جي آفيس جو سينگهار بڻيل آهن ۽ جنکي چارليءَ جو پريون ٿو سڏيو وڃي.

انهن ۾ هڪ با اثر سهڻن جي اڳوٽي راٽي جوان هير نگ آهي جنهن جو ڪردار جوليا رابرٽس ڪيو آهي، جيڪا سندس بد ترين ڪارڪردگين مان هڪ آهي ان ۾ گسٽ ايور ڪوٽوز (فلپ سيمر هافمين)، هڪ غير معمولي ڏاهپ واري سي آءِ اي ايجنٽ کي به شامل ڪجي ته اِهي ٽئي افغانستان ۾ سوويت فوجن جي شڪست جو حبشن ملهائيندي نظر ايندا. دانشوريءَ جي ترڪو ڏيڻ لاءِ گيسٽ چارليءَ کي

جاڻائي ٿو ته جيڪڏهن ڪانگريس افغانستان لاءِ معاشي امداد منظور نه ڪئي ته مستقبل ۾ تمام گهڻن مسئلن کي منهن ڏيڻو پوندو. اِتي فلم ۾ آئيندي جو نقشو پيش ڪندي ڄاڻايو ويو آهي ته افغانستان ۾ نظم ۽ ضابطي جي ڦيڻاري جي صورت ۾ طالبان جو اپارٽي سگهي ٿو.

جرمني ڄائي هدائتڪار مائيڪ نڪولس، جيڪو 1967 ۾ هڪ انتهائي گرما گرم پرياد گار فلم "گريجويٽ" پيش ڪري چڪو هو، 1980 واري ڏهاڪي جي افغان جنگ جي ڳجهين چالبازين ڏانهن اسانجو ڌيان ڇڪرائڻ جي ڀلوڙ ڪوشش ڪئي آهي پر آسڪر ايوارڊ حاصل ڪندڙ يعني هينڪس، رابرٽس ۽ هافمين فلم جي غير معمولي سهل پسند بيانيي جو ازالو نه ڪري سگهيا آهن جيڪو اسانکي اِها خاطري ڪرائڻ ٿو چاهي ته صدر ريگن ۽ جنرل ضيا (اوم پوري) پنهنجي سموري سي آءِ اي ۽ آءِ ايس آءِ ادارن سوڌو اهو ڪردار ادا نه ڪري سگهيا جهڙو فلم جي مرڪزي ڪردارن ادا ڪيو آهي.

راڻي ۽ جوڪر سان تاش جي راند ۾ پنهنجي مخالف کي ٺاهوڪي شڪست ڏئي سگهجي ٿي پر حقيقي زندگيءَ ۾ دنيا جي ٻن وڏين طاقتن وچ ۾ لڙائيءَ ۾ ان کان گهڻو ڪجهه وڌيڪ هجي ٿو، واري حقيقت چارلي ولسن جي جنگ ۾ چڱي ريت بيان ڪئي وئي آهي. فلم جي ليکڪ ايرڪ سورڪن جتي ڪٿي برجستا جملا ۽ تمام گهڻي مزاح جا رنگ ڀريا آهن پر لفظن جي ادائيگيءَ ۾ جهول فلم کي نقصان رسايو آهي نه ته اِها تمام گهڻي دلچسپ ثابت ٿئي ها. ڪانگريس جي ميمبر جو ڪردار داغدار ڏيکاريو ويو آهي ۽ سي آءِ اي ڪارندن سان سندس تال ميل فلم کي مزاحيا رنگ ڏئي ڇڏي سگهيو پر فلم طنز جي انهيءَ سطح تي ورلي ئي پهچي سگهي آهي جنهن جي ڪنهن سٺي فلم مان سڌ رکي سگهجي ٿي.

خوشقسمتيءَ سان هيءَ فلم گهڻو بي مزو به نٿي ڪري. هيءَ فلم جارج ڪرائل جي 2003 ۾ وڏي ڳاٽيٽي ۾ وکرو ٿيندڙ ڪتاب جي ڀڄانوي متن ۾ تلخيص ڪرڻ ۾ ڪامياب رهي آهي. فلم جو اسڪرپٽ مزاحيا آهي جنهن ۾ ٽيڪساس جي هڪ گهٽ ڄاتل سڄاتل ڪانگريس

ميمبر ۽ هڪ عياش شخص جي زندگيءَ جي وهنوار ۾ تضادن تي روشني وڌي وئي آهي. فلم جا دلچسپ ترين ڏيک اُهي آهن جن ۾ اِهو عياش امريڪي سياستدان بناوٽي پارسا جنرل ضيا سان ملندو ٿو رهي، جيڪو اسلام آباد جي ايوان صدر ۾ ڪيس وهسڪي پيش ڪرڻ ڪان نابري ٿو واري. ويچارو ڪانگريسي ميمبر شربت تي گذارو ٿو ڪري ۽ پنهنجي ميزبان جي مذهبي زندگيءَ ڪان تنگ ايندي ملاقات ڪرڻ بدران ضيا حڪومت کي موتمار اسٽينگر ميزائل فراهم ڪرڻ جو بندوبست ٿو ڪري جيڪي نالي ڪٺي افغان مجاهدن تائين پهچي ٿا وڃن.

جاسوسن جي پُل ذڪر هيٺ چارلي ولسن جي جنگ ڪان گهڻو بهتر فلم آهي جيتوڻيڪ هينڪس ٻنهي فلمن ۾ مرڪزي ڪردار ڪيو آهي، شايد انهن ٻنهي ۾ فرق جو سبب اسٽيون اسپيل برگ آهي. انهن فلمن جي درجي بندي هڪٻئي ڪان مختلف آهي پر ان هوندي به ٻئي ڏسڻ جوڳيون آهن. پهرين فلم ڪنهن مخصوص دور جي ڊرامي جي حقيقي تصوير ڪشي ٿي ڪري جڏهن ته ٻئي اهو ادراڪ ماڻڻ لاءِ ڏسي سگهجي ٿي ته جنرل ضيا عياش سياستدانن سان انهيءَ ڪري بهتر ناتا رکندو هو جو هو سندس مقصدن ۽ مفادن جو پورائو ڪري پئي سگهيا.

ميمبر ۽ هڪ عياش شخص جي زندگيءَ جي وهنوار ۾ تضادن تي روشني وڌي وئي آهي. فلم جا دلچسپ ترين ڏيک اُهي آهن جن ۾ اِهو عياش امريڪي سياستدان بناوٽي پارسا جنرل ضيا سان ملندو ٿو رهي، جيڪو اسلام آباد جي ايوان صدر ۾ ڪيس وهسڪي پيش ڪرڻ کان نابري ٿو واري. ويچارو ڪانگريسي ميمبر شربت تي گذارو ٿو ڪري ۽ پنهنجي ميزبان جي مذهبي زندگيءَ کان تنگ ايندي ملاقات ڪرڻ بدران ضيا حڪومت کي موتمار اسٽينگر ميزائل فراهم ڪرڻ جو بندوبست ٿو ڪري جيڪي نالي ڪٽي افغان مجاهدن تائين پهچي ٿا وڃن.

جاسوسن جي پُل ذڪر هيٺ چارلي ولسن جي جنگ کان گهڻو بهتر فلم آهي جيتوڻيڪ هينڪس ٻنهي فلمن ۾ مرڪزي ڪردار ڪيو آهي، شايد انهن ٻنهي ۾ فرق جو سبب اسٽيون اسپيل برگ آهي. انهن فلمن جي درجي بندي هڪٻئي کان مختلف آهي پر ان هوندي به ٻئي ڏسڻ جوڳيون آهن. پهرين فلم ڪنهن مخصوص دور جي ڊرامي جي حقيقي تصوير ڪشي ٿي ڪري جڏهن ته ٻئي اهو ادراڪ ماڻڻ لاءِ ڏسي سگهجي ٿي ته جنرل ضيا عياش سياستدانن سان انهيءَ ڪري بهتر ناتا رکندو هو جو هو سندس مقصدن ۽ مفادن جو پورائو ڪري پئي سگهيا.

# باڪسر سينيما جي پڙدي تي

ڏندين آڱريون وجهندڙ مقابلو ته ڪنساشا ۾ ٿي رهيو هو پر روڊ رستا ڪراچيءَ جا ويران هئا. اِهو راندين جو انوکو ۽ اهم واقعو هو جيڪو ويهه آڪٽوبر 1974 تي پاڪستان ٽيليويزن تان سڌو سنئون ڏيکاريو پئي ويو اُن وقت ڪجهه ئي گهراڻن وٽ ٽيليويزن هوندو هو ۽ انهن جا مالڪ پنهنجا ٽيليويزن گهر کان ٻاهر ڪڍي آيا هئا ته جيئن اوڙو پاڙو به ورلڊ هيوي ويٽ چيمپيئن جارج فورمين ۽ ڪيس للڪاريندڙ محمد عليءَ وچ ۾ ٿيندڙ اِهو مقابلو ڏسي سگهي. محمد عليءَ کي سڄي دنيا جا هيرو پرست مسلمان اسلام جو چيمپيئن پائيندا هئا.

انهيءَ يادگار مقابلي ۾ فورمين کي هارائي محمد عليءَ پنهنجو عالمي چيمپيئن وارو اعزاز ٻيهر حاصل ڪري ورتو جيڪو ڪائنس اوڏي مهل کسيو ويو هو جڏهن هُن 1967 ۾ امريڪي فوج ۾ خدمتون سر انجام ڏيڻ ۽ ويٽنام وڃڻ کان نابري واري هئي. 1974 کان 1980 تائين محمد عليءَ جا انيڪ مقابلا پاڪستان ٽيليويزن تان سڌو سنئون ڏيکاريا ويا. ٽي ويءَ جي پڙدي تي سندس موجودگي سدائين متاثر ڪندڙ هوندي هئي، سندس پيرن ۽ ڪڇيءَ جي شاندار لوڊ ڪيس ڪنهن ويڙهو بدران نرتڪ بڻائي ڇڏيو هو. ڏسندڙن کي سندس اعتماد پسند هو ته ٻڌندڙن کي سندس حرڪتون مزو ڏينديون هيون. مونکي ڪو اهڙو ٻيو باڪسر نٿو سُجهي جيڪو سندس دلڪشيءَ جي ويجهو به رسي سگهيو هجي.

ڏسندڙن جي نئين نسل لاءِ محمد عليءَ کي مائيڪل مان جي

2001ع ۾ ناهيل فلم ابديت ڏني وئي آهي. مائيڪل مان پنهنجي رزميا فلم ”پڇاڙڪا موهيڪن“ (1992) جي حوالي سان ڇاتو سڃاتو ويندو آهي. باڪسرن بابت فرضي ۽ حقيقي ٻنهي نوعيت جون ڀيون فلمون پڻ ٺهي چڪيون آهن، مثال جي طور تي راڪي، ريجنگ بل (1980)، سنڊريلامين (2005)، ملين ڊالر بيبي (2004) ۽ هيري ڪام (2014) پر محمد عليءَ تي 2001ع ۾ ٺهيل فلم منٿيري آهي، انجو سبب نه رڳو ول اسمٿ جي غير معمولي اداڪاري آهي پر خود محمد عليءَ جي پر ڪشش شخصيت پڻ آهي.

ريجنگ بُل جي جيڪ لاموٽا (رابرٽ ڊي نيرو) ۽ سنڊريلامين جي جيمس بريڊوڪ ((رسل ڪرو)جا ڪردار پڻ اثرائتي انداز ۾ نڀايا ويا آهن پر ڪين محمد عليءَ جھڙو زوردار ڪردار ڪرڻ جو موقعو نه مليو آهي.

سينڊريلامين (2005) جو هدائتڪار رون هو ورڊ هو جنهن 2001ع ۾ اُن وقت رسل ڪرو سان گڏ ”هڪ خوبصورت ذهن“ نالي فلم پيش ڪئي هئي جڏهن فلم ”علي“ پڻ سينيما جي پڙدي تي آيل هئي. اِها ڳالهه دلچسپ آهي ته ول اسمٿ ۽ رسل ڪرو ٻنهي کي آسڪر ايوارڊ لاءِ نامزد ڪيو ويو پر سندن بدران بهترين اداڪار لاءِ اِهو ايوارڊ ”تربيت جو ڏيهاڙو“ جي ڊيزل واشنگٽن جي حصي ۾ آيو. سنڊريلامين ۾ عالمي هيوي ويٽ چيمپيئن بريڊوڪ کي امريڪي معاشي لاٽ واري دور ۾ ڏيکاريو ويو آهي جڏهن عالمي حيثيت واري باڪسر کي امدادي رقم حاصل ڪرڻ لاءِ قطار ۾ ٿو بيهڻو پوي. باڪسر بريڊوڪ کي هڪ خوددار شخص طور ڏيکاريو ويو آهي جيڪو پنهنجي ٻارن کي پنهنجي ساهرن ٿر اَمانڻ چاهي، پل هو سندس خرچ پکو نه پيو ڪري سگهي پر اِهو ساڳيو شخص پنهنجي اڳوڻن سيڻن کي پئسن ڏوڪڙن لاءِ منٿ ميڙ ڪرڻ ۾ ڪو عار نٿو محسوس ڪري.

ساڳي ريت ريجنگ بُل ۾ رابرٽ ڊي نيرو پڻ جيڪ لاموٽا جو ڪردار شاندار طور نڀايو آهي پر هو باڪسر جي ذاتي اوگڻن کي مڪمل طور تي چٽڻ ۾ ناڪام رهيو آهي جيڪو هڪ غلط ڪار ۽ عادي

ڏوهاري آهي. هو انتهائي بيشرميءَ سان شراب ٿو پيئي ۽ ٻنان ڪنهن هڪ جي عورتن کي مارڪٽ ٿو ڪري ۽ پنهنجو پاڻ کي ساڙڻ جو ماحول ٿو پيدا ڪري. جيڪ هڪ ناڪام شخص آهي، جيتوڻيڪ هو پنجانوي ورهين جي ڄمار ۾ اڄ ٻه جيئرو آهي پر جيڪڏهن مارٽن اسڪارسيزي سنڌس بابت فلم نه ٺاهي ها ته اڄ ڪنهن کي ياد نه هجي ها.
ريجنگ بُل ۽ سنڊريلامين جي پيٽ ۾ فلم ”علي“ وڏيڪ وسيع سياسي، نسلي ۽ مذهبي تناظر تي پيش ڪري جنهن سان نه رڳو امريڪي معاشري ۾ پر افريڪا تائين ۾ عام رسمن رواجن کي سمجهڻ ۾ وڏي مدد ٿي ملي. اولمپڪ راندين ۾ سونو ٻلو کٽڻ جي باوجود محمد عليءَ کي نسلي مت ڀيد تي سهڻي پوي، جنهن سبب ڪاري چمڙيءَ وارن امريڪين جي ابتر حالت تي سنڌس مايوسيءَ ۾ اجائين وڌيڪ اضافو ٿو ٿئي. ڪاري ڪاري چمڙيءَ وارا امريڪي بالادست اڇي چمڙيءَ وارن اينگلو سيڪسن پروٽسٽنٽ واري تلغ بيانيي جو اورچائپ سان متبادل قلهوري رهيا هئا. محمد عليءَ جي زندگيءَ تي ڏيان ڏريندي فلم سنڌس زندگيءَ جي اهم شخصيتن جهڙوڪ نيشن آف اسلام جي اڳواڻ عاليجاه محمد ۽ ميلڪم ايڪس کي پڻ نظر انداز نٿي ڪري.
مائيڪل مان نيشن آف اسلام تنظيم اندر اقتدار جي اندروني ڇڪتاڻ کي انتهائي هنرمنديءَ سان ٿو پيش ڪري. عاليجاه محمد طرفان پنهنجن انهن پيروڪارن کي، جنڪي هو پنهنجي بالادستيءَ لاءِ خطرو ٿو ڀانئي، هرهر معطل ڪرڻ واري ڪاروائي اچرج ۾ ٿي وجهي. ميلڪم ايڪس جي قتل واري ڏيک ۾ مائيڪل مان عاليجاه محمد جي اصل مقصدن تي سوال ٿو اٿاري جيڪو مسلمان هئڻ جو دعويدار ته آهي پر هڪ اهڙي فرقي جو اڳواڻ بڻيل آهي جيڪو مذهبي، صوفياڻي ۽ ايستائين جو بناوٽي سائنسي اعتقادن جو هڪ نئون گاڏڙ آهي.
فلم ۾ محمد عليءَ ڏانهن امريڪي اسٽيبلشمنٽ جي ڏڪار تي ٻه روشني وڌي وئي آهي جيڪا نه رڳو انهيءَ ڪري آهي جو هو ڪاري چمڙيءَ وارو آهي پر انهيءَ ڪري ٻه جو هُن اسلام قبولي ورتو هو ۽ حضرت عيسيٰ کي پنهنجو نجات ڏيارينڌڙ ليڪڻ ڪان انڪاري آهي.

جڏهن ڪيس جيل ۾ واڙڻ جي ڌمڪي ڏني وئي ته هُن پنهنجو پاڻ کي
اڳتي چار سئو سالن کان قيدي ڄاڻايو. جيسٽائين فلم جو تعلق آهي ته
هدائتڪار ويتنام نه وڃڻ جي حوالي سان محمد عليءَ جي بهترين
مڪالمن جي چونڊ ڪئي آهي. سندس چوڻ هو ته ويٽ ڪانگ کيس ڪو
به هاڃو نه رسايو آهي سو سندس من ۾ هنن لاءِ ڪاڏ ڪار ناهي انڪري
هو هزارين ميل پري وڃي ويڙهه ڇو ڪري؟ ڇو نه امريڪا ۾ کيس ايذاءَ
رسائيندڙن خلاف ويڙهه جوٽي؟

فلم ۾ ان ڳالهه جو به خيال رکيو ويو آهي ته محمد عليءَ کي
فرشتي صفت يا اخلاقي راستبازيءَ لاءِ مثالي نمونو بڻائي پيش نه ڪيو
وڃي. کيس عورتن ڏانهن رغبت وارو سياءُ رکندڙ طور ڏيکاريو ويو
آهي ۽ هو ڪاوڙجي به اوڏي مهل ٿو جڏهن سندس گهر واريون ٺاهوڪا
ڪپڙا نٿيون پهرين. سندس نظرون سهڻين ڇوڪرين جي ڳولا ۾
ڀٽڪنديون ٿيون رهن ۽ ان ڏس ۾ هو ڪڏهن به ناڪام نٿو ٿئي. جيئن ته
فلم ۾ سندس زندگيءَ جي فقط ڏهن ورهين يعني 1964کان 1974 جو
احاطو ڪيو ويو آهي تنهنڪري پنهنجي ٻارن سان سندس ناتن کي
مناسب ريت پيش نه ڪيو ويو آهي، ايسٽائين جو سندس زال پڻ اوڏي
مهل سندس سات ڏيڻ کان بابري ٿي واري جڏهن هو فورمين خلاف
پنهنجي زندگيءَ جو اهم ترين مقابلو ڪرڻ وارو هو. محمد عليءَ هجوم
مان هڪ ٻئي ڇوڪريءَ جي چونڊ ڪرڻ ۾ ويرم ئي نه لڳائي ۽ پنهنجي
زال ۽ ٻارن کي ذري گهٽ وساري ويٺو.

فلم پنهنجي آخري ويهن منٽن ۾ اُن وقت عروج واري نقطي
تي ٿي پهچي جڏهن ڪانگو جو آمرمو بوتو مٿي ذڪر ڪيل مقابلي لاءِ
سڄي دنيا جا اڪابر پنهنجي راڄڌاني ڪنساشا ۾ ٿو گڏ ڪري. ورلڊ
چيمپئن جو ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ هدائتڪار هڪ حقيقي باڪسر جي
چونڊ ڪري جيڪو حيرت انگيز طور تي فورمين جي منهن مهانڊي
جهڙو آهي. مقابلي جا شروعاتي رائونڊ محمد عليءَ جي مداحن لاءِ
مايوسيءَ ڀريا هئا ڇاڪاڻ جو هو رسين جي سهاري تي ئي بيٺو رهيو ۽
چيمپئن کيس ڪُٽيندو رهيو. پنهنجي حڪمت عمليءَ جي ماهراڻي عمل

ڪانپوءِ فورمين کي اِيترو ٺڪاڻ ڪانپوءِ جو هو چرڻ ڦرڻ کان بہ قاصر ٿو ٿئي، اوڏي مهل محمد علي مٿس جوابي اُلر ٿو ڪري ۽ انهين راڱونڊ ۾ ڪيس ڪجهہ زوراڻتا ٺونشا هڻي ناڪ آئوٽ ٿو ڪري وجهي.

فلم جي ڪامياب پڄاڻيءَ تي محمد عليءَ تي فخر محسوس ٿئي ٿو، نہ رڳو انڪري جو هو ڪاري چمڙيءَ وارو ۽ مسلمان هو پر انڪري بہ تہ هو هڪ زنده دل شخصيت رکندڙ عظيم رانديگر هو جيڪو اڻبرابريءَ خلاف سينو سپر ٿيو ۽ اسٽيبلشمنٽ جي دٻاءَ آڏو جهڪڻ کان نابري واري غير اهم ۽ ڪمزور انسانن لاءِ هڪ مثال قائم ڪري ويو.

# سرڪشيءَ جو حوصلو

هاليووڊ هجي يا باليووڊ يا اجائين دنيا جي ڪنهن ٻئي ملڪ جي فلمي صنعت، ورلي ئي ڪا اهڙي فلم نظر تي اچي جنهن ۾ ڪنهن سگهاري ۽ بهادر عورت جو ڪردار نمايان ڪري پيش ڪيو ويو هجي. ايترو ضرور آهي جو اهڙيون ڪيتريون ئي اهم فلمون موجود آهن جن ۾ داستاني يا تاريخي طور تي عورتن جي ڪردار کي مرڪزي حيثيت ڏني وئي آهي. انهن فلمن ۾ نظر ايندڙ عورتن جو وڏو تعداد سماجي قدرن خلاف جدوجهد ته ڪري يا وري جسماني ۽ ذهني تشدد جو نشانو ته بڻجي. انهن فلمن مان ايڪڙ ٻيڪڙ ۾ ئي عورتن کي پنهنجي جدوجهد ۾ ڪامياب ٿيندي ڏيکاريو ويو آهي، جڏهن ته باقي نه رڳو سماج پر پنهنجي پيارن جي به انتهائي دٻاءُ آڏو هٿيار ڦٽا ٿيون ڪن.

هن مضمون ۾ اينا ڪرينا، مادام بواري يا راڻي ايلزبيٿ جي ذڪر کان پاسو ڪيو ويو آهي. هيءُ اُهي ڪردار آهن جن تي تمام گهڻيون فلمون ٺاهيون ويون آهن ۽ انهن تي ڳالهائڻ جڻ ته معمول واري ڳالهه ٿيندي.

چليءَ ڄاول فلم ڊائريڪٽر الي هاندروايمنبار جي تاريخي ڊرامي اگورا جي وڏي پئماني تي پذيرائي ٿي آهي جنهن ۾ مذهبي فاشزم ۽ عورت بيزاريءَ کي مرڪزي نڪتو بڻايو ويو آهي. هائپيشيا انهيءَ فلم جو مرڪزي ڪردار آهي جنهن کي دنيا جي پهرين عورت رياضي دان، فلڪيات جي ماهر ۽ فلسفي ليکيو ٿو وڃي، جنهن بابت تاريخي ريڪارڊ

پڻ موجود آهي. پنجين صدي عيسويءَ ۾ هوءَ مصر جي شهر اسڪندريا ۾ افلاطوني اسڪول جي سربراهه هئي. مصر ان زماني ۾ اوڀر يورپ سلطنت جو حصو هو. راڪيل ويلز انتهائي متاثر ڪندڙ انداز ۾ هائپيشيا جو ڪردار ادا ڪيو آهي جيڪا سائنسدان هئڻ سبب اپياس، تحقيق ۽ سيکارڻ سان جنون جو عشق ٿي ڪري. هوءَ آسماني ۽ زميني وجودن بابت اپياس ڪرڻ ۽ بطليموس جي اپگرهن جي حرڪت واري نموني تي بحث مان مزو ٿي ماڻي. هوءَ ان وقت اسڪندريا جي لائبريريءَ ۾ سائنسي سوالن تي بحث مباحثو ٿي ڪري، جڏهن اِهو شهر انهن تعصب ڀريل پرتشدد عيسائين طرفان فتح ٿيڻ جي ويجهو هو جنگي تازو ئي اختيار مليو هو.

هائپيشيا نہ تہ خدا جي وجود جي انڪاري آهي ۽ نہ ئي وري عيسائين جي خدا جي مڃي ٿي. هوءَ تشڪيڪ پسند آهي جيڪا هر شئي تي سوال ٿي اُٿاري. عيسائين جي هجوم طرفان لائبريريءَ جو محاصرو ڪرڻ مهل هائپيشيا لائبريريءَ اندر موجود هجي ٿي. جيئن تہ رومن ڳالهين جي لحاظ کان گهٽ آهن تنهنڪري حاڪم اعلان ٿو ڪري تہ عيسائين کي لائبريريءَ ۾ داخل ٿيڻ ۽ اُتي سيڪجهہ ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي. هائپيشيا عيسائين طرفان لائبريريءَ تي قبضي ۽ انکي تباهہ ڪرڻ کان اڳ انتهائي اهم ڪتاب ۽ مسودا بچائڻ جي ڪوشش ٿي ڪري جڏهن تہ رومي سپاهي خاموشيءَ سان بيهي لائبريريءَ جي تباهي ڏسندا ٿا رهن. ڪهاڻيءَ جي پڄاڻي ان ريت ٿي ٿئي جو هجوم هائپيشيا کي قتل ٿو ڪري ۽ ان ريت مذهبي وحشي پڻي ۽ تنگ نظر عقيدي هٿان ڏاهپ جي هڪ دور جي پڄاڻي ٿي ٿئي.

هندستان جي تاريخ ۾ رضيا سلطانا هڪ انتهائي اهم ۽ دلچسپ مسلمان عورت ليکي ٿي وڃي. اڄ کان ست سئو سال اڳ يعني تيرهين صديءَ ۾ اِهو تصور ڪرڻ بہ ناممڪن هو تہ هندستان جهڙي وشال ملڪ تي ڪا عورت حڪمراني ڪري سگهي ٿي ۽ ان دوران اِهو پڻ ثابت ڪري تہ هوءَ پنهنجي ويري مردن کان ڪنهن بہ ريت گهٽ ناهي. مشهور فلمساز ۽ هدائتڪار ڪمال امروهيءَ (1918 کان 1993) جڏهن رضيا سلطانا

تي فلم ٺاهڻ جو ارادو ڪيو ته ڪيس انهيءَ ڳالهه جو قطعي اندازو نه هو ته انهيءَ رٿا جي مڪمل ٿيڻ ۾ هڪ ڏهاڪي کان وڌيڪ عرصو لڳي ويندو. ڪمال امروهي پنهنجي فلم پاڪيزه (1972) جي ڪاميابيءَ تي ڦوڪيل هو. هُن پنهنجي نئين فلم ۾ رضيا سلطانا جو هرڪائيندڙ ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ هندستاني سينيما جي ڊريم گرل هيما مالنيءَ جي چونڊ ڪئي ۽ هيما انهيءَ ڪردار ۾ شاندار اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا.

انهيءَ فلم ۾ هيما مالنيءَ سرڪشي ۽ مقابلي ڪرڻ واري اُن جذبي کي پنهنجي اندر ۾ اوتي ڇڏيو آهي جيڪو رضيا سلطانا جي شخصيت جي سڃاڻپ هو. هوءَ پنهنجي اڳوڻي غلام ۽ هاڻ جنرل جي عهدي تي فائز ياقوت (ڌرميندر) جي مدد سان پنهنجي ويرين کي چٽي تي چڙهي. جيتوڻيڪ تاريخ ۾ رضيا سلطانا ۽ سندس اڳوڻي افريڪي نسل واري غلام جي عشق جو داستان تڪراري آهي پر فلم ۾ ان پاسي کي انتهائي مهارت ۽ سندرتا سان پيش ڪيو ويو آهي. انهيءَ فلم ۾ لتا منگيشڪر جا ڳاتل ٻه لازوال گانا "اي دلِ نادان" ۽ "جلتا هي بدن" ڪير ٿو وساري سگهي.

رضيا سلطانا کي انهيءَ فلم ۾ هڪ اهڙي سيڪولر حاڪم طور پيش ڪيو ويو آهي جنهن کي ذات پات ۽ عقيدي کان مٿڀرو ٿي پنهنجي ديس واسين جي بهتري ۽ خوشحاليءَ جو اُونو آهي. هوءَ پنهنجي رعيت ۾ هم آهنگي ۽ ايڪتا وارو جذبو ٿي پئدا ڪري. انهيءَ فلم ۾ هيما مالني پنهنجي همعصرن جي ڀيٽ ۾ انتهائي وڏي ۽ اعليٰ شخصيت جي روپ ۾ نظر ٿي اچي. ڏاڪٽين هندستان جي ڇوڪريءَ لاءِ اترئين هندستان جي راڻيءَ جو ڪردار ادا ڪرڻ ۽ اڙدو ۾ اهڙا مڪالما ادا ڪرڻ پڪ سان ڏکيو هوندو جن ۾ اڄوڪي اڙدو جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻا عربي ۽ فارسي لفظ استعمال ڪيا ويا هئا.

هيءَ فلم ڪاروباري لحاظ کان ڪامياب نه ٿي. باڪس آفيس تي فلم جي ناڪاميءَ جو سبب شايد ان جو سست رفتاريءَ سان اڳتي وڌڻ ۽ ڏکيا مڪالما هو. بهرحال، اِها هندستاني سينيما جي هڪ شاهڪار فلم ليکي ٿي وڃي.

جون آف آرڪ جو جنون يورپ ۾ ناهيل آخري خاموش فلمن مان هڪ آهي جنهن ڪانپوءِ ڳالهائيندڙ فلمن جو دور شروع ٿي ويو. جون آف آرڪ پندرهين صدي عيسوي جي فرانس جي هڪ تاريخي شخصيت هئي جيڪا سٺ سالن واري لڙائيءَ ۾ انگريزن جي حاڪميت خلاف سينو سپر هئي.

جون انهن فرانسيسين کي منظم ۽ متحرڪ ڪيو جيڪي حملي آورن خلاف تيزيءَ سان حوصلو وڃائي رهيا هئا. ڪيس الحاد، بدعت ۽ عورتن لاءِ غير مروج پوشاڪ پائڻ جي الزام هيٺ ٿنمپ سان ٻڌي اُن وقت ساڙيو ويو جڏهن سندس ڄمار فقط اوڻويهه ورهيه هئي. هُن دشمن فوجن خلاف پنهنجي قوم ۾ حوصلو پيدا ڪرڻ لاءِ مذهب جو استعمال ڪيو ۽ اعلان ڪيو تہ هوءَ فرشتن جي حڪم تي فرانس کي ويرين کان بچائڻ جي ويڙهہ ۾ رڌل آهي.

فلمسازيءَ جي تاريخ ۾ جون آف آرڪ هڪ سنگ ميل واري حيثيت رکي ٿي. اِها فلم فلمسازيءَ جي نصاب ۾ تربيتي مواد طور استعمال ٿئي ٿي.

ريني جيني فالڪونيٽيءَ انهيءَ فلم ڪانپوءِ ڪنهن ٻئي فلم ۾ اداڪاريءَ جا جوهر نہ ڏيکاريا پر ان سڄي فلم دوران پنهنجي اداس چهري سبب هوءَ ڪنهن مورتيءَ جيان ٿي ڀائنجي. فلم ۾ سندس ۽ ڪيس اذيتون ڏيندڙن جي چهرن جا ڪلوزاپ شاٽس واقعن کي اثرائتي انداز ۾ ڏيکارڻ لاءِ وڌا ويا آهن، جنهن سندس اداڪاريءَ کي اَمُلهہ بڻائي ڇڏيو آهي. وچئين دور جي يورپي تاريخ ۾ دلچسپي رکندڙن يا فلم جي فن جي شاگردن ۽ 1920 واري ڏهاڪي جي سينيما جي فني پاسن تي نظر رکندڙن کي هيءَ فلم ضرور ڏسڻ گهرجي.

جن ۾ "بورجوازيءَ جي پٽڪائيندر هرک" (لوئي بو نويل، 1972) ۽ "افريڪا کان ٻاهر" (سڊني پولاڪ، 1985) فلمون ڏٺيون آهن، تن جي ذهنن ۾ اسٽيفني اودران ۽ ڪيرن بيلڪسن جا نالا ضرور موجود هوندا. اسٽيفني اوردران هڪ فرانسيسي اداڪارا آهي جنهن لوئي بو نويل جي مشهور فلم ۾ ڪردار ادا ڪيو هو جڏهن تہ ڪيرن بيلڪسن ڊينمارڪ

جي ليکڪا آهي جنهن افريڪا کان ٻاهر ۽ ٻابيٽيءَ جي مزماني ڪهاڻيون لکيون هيون.

ٻابيٽيءَ جي مزماني هڪ فرانسيسي راڏائو ٻابيٽ جي ڪهاڻي آهي جيڪا لاڳيتو جنگين ۽ انقلابن کان بچڻ واسطي اوڻهويهين صديءَ جي فرانس ۾ آسائش ڀري زندگي ڇڏي ڊينمارڪ جي هڪ ڳوٺڙي ۾ ٻن ڀينرن جي نوڪرياڻيءَ طور پناهه ٿي حاصل ڪري. ٻابيٽ ويڙهو آهي نه ڪي فلسفي. هوءَ هڪ اهڙي عورت آهي جيڪا ڳوٺ واسين ۾ سرهائي ورهائڻ واسطي لاٽريءَ ۾ کٽيل پنهنجي سموري رقم خرچ ڪرڻ جو غير متوقع فيصلو ٿي ڪري. يورپ جي علائقائي فرق کان واقف ڏسندڙ پروٽسنٽ جي سادي ۽ ڪيٿولڪ اشرافيا جي شاهاڻي زندگيءَ ۾ تضاد چڱي ريت پروڙي سگهن ٿا.

1852 ۾ برطانوي راڄ خلاف سورهياڻپ سان وڙهندي پنهنجي زندگي ارپڻ مهل جهانسيءَ جي راڻي لڪشمي ٻائيءَ جي ڄمار فقط ٽيهه ورهيه هئي. سهراب موديءَ (1897 کان 1984 ۽ سندس نريندر موديءَ سان ڪو سنگ سياپو ناهي) انهيءَ تاريخي داستان ۾ لڪشمي ٻائيءَ جي ڪردار لاءِ پنهنجي گهرواري مهتاب کي چونڊيو. سهراب موديءَ جو تعلق مينروا مودي ٽون سان هو ۽ هو هندستاني ناٽڪ جو اُستاد هو. هُن ٽي شاهڪار فلمون تخليق ڪيون، جن ۾ پڪار (1939)، سڪندر (1941) ۽ پرٿوي ولڀ (1943) شامل آهن. جهانسيءَ جي راڻي ناهڻ مهل هن هڪ قدم اڳتي وڌائيندي هاليووڊ جي مهارت مان لاڀ پرايو ۽ پهرين هندستاني ٽيڪني ڪلر فلم تيار ڪيائين.

رضيا سلطانا ۽ جون آف آرڪ وانگر جهانسيءَ جي راڻي پڻ برطانوي فوج جي شديد مزاحمت ڪري همت جي هڪ علامت ۽ جنگ آزادي (1857-58) جي هڪ اهم شخصيت بڻجي وئي. مهتاب جهانسي جي راڻيءَ جي روپ ۾ غير معمولي اداڪاريءَ جو مظاهرو ڪيو ۽ اِهو ثابت ڪيو ته سندس مڙس مٿس جيڪو اعتماد ڪيو هو سو هروڀرو غلط به نه هو.

سهراب موديءَ جو هاجو اِهو هو ته سندس فلم شاندار معيار

واري پيشڪش هوندي ته مالي تباهيءَ جو شڪار ٿئي. جيڪڏهن اوهان
به اسان سڀني وانگر پاڪستان جي نصابي ڪتابن ۾ پڙهيو آهي ته رڳو
مسلم ليگ ئي آزاديءَ لاءِ پتوڙيو هو يا جيڪڏهن اوهان جي هندستاني
تاريخ جي نظرانداز ڪيل باب ڪي اُتلائڻ ۾ ڪا دلچسپي آهي يا اوهين
مهتاب يا سهراب موديءَ جا پرستار آهيو ته اِها فلم ڏسڻ اوهان لاءِ
سرهائي پريو تجربو هوندو.

# واچوڙن سان ٽڪرائيندڙ عورتون

هن مضمون جي پوئين حصي ۾ فلمن سان لاڳاپيل جن ڪردار جو ذڪر ڪيو ويو آهي تن جو تعلق ويهين صديءَ ڪان اڳ هو، جن ۾ هائيپيشيا، رضيا سلطانا ۽ جون آف آرڪ نالي فلمن ۾ ڪم ڪندڙ اداڪارائن جي ڳالهه ڪئي آهي. مضمون جي هن آخري ۽ پڇاڙيءَ واري ڀاڱي ۾ مختصر طور تي ڇهن ڪردارن کي متعارف ڪرايون، جن جو ٻن ٻن هندستاني، ايراني ۽ اطالوي فلمن سان تعلق آهي. شروعات اطالوي فلم ڊائريڪٽر وٽروريو ديسيڪا جي 1960 ۾ رليز ٿيل شاهڪار فلم لاسيو سيارا (ٻه عورتون) سان ٿا ڪريون جيڪا ناماياري ليکڪ البرٽ موراويا جي ناول تي ٺاهي وئي هئي. انهيءَ فلم ۾ صوفيا لارين غير معمولي اداڪاريءَ جو مظاهرو ڪيو آهي، جنهن ڪري هوءَ پهرين اداڪارا هئي جنهن کي پرڏيهي ٻوليءَ ۾ ٺهيل ڪنهن فلم لاءِ اڪيڊمي/ آسڪر ايوارڊ ڏنو ويو. هيءَ فلم ٻين مهاڀار لڙائي جي آخري مهينن ۾ فلمبند ڪئي وئي. انجي ڪهاڻي هڪ ماءُ ۽ سندس ڌيءَ جي چوڌاري ڦري ٿي، جنهن جي شروعات پنهنجي اباڻي شهر ڏانهن سفر ڪان ٿي ٿئي جنهن دوران هنن ٻنهي جي ناتن ۾ اوڏي مهل تبديليءَ ٿي اچي جڏهن هڪ اُجڙيل چرچ ۾ ڪجهه فوجي ڪين انتهائي ظالماڻي انداز ۾ پنهنجي حملي جو نشانو ٿا بڻائين.

هن فلم ۾ هڪ وڏوا عورت جو ڪردار آهي جيڪا پنهنجي

ڪچڙي ڄمار واري ڏيءَ سان انتهائي پيار ٿي ڪري پر اوڏي مهل انتهائي ڏکيائي جو شڪار ٿي بڻجي جڏهن مشيل نالي هڪ نوجوان (جنهن جو ڪردار جال پال بلموندي ڪيو آهي) سندس آڏو پنهنجي پيار جو اعتراف ٿو ڪري. وڏوا جي ڏيءَ پڻ انهيءَ نوجوان ۾ دلچسپي ٿي وٺي. هيءَ اُهو وقت آهي جڏهن اتحادي فوجون اٽليءَ پرسان پهچڻ واريون آهن ۽ سندن طرفان بمباريءَ ۾ تيزي آيل آهي. ڊنل جرمن سپاهين مشيل کي مجبور ڪيو ته هو کين اُتان نڪرڻ جو جبلن وچان لنگهندڙ رستو ڄاڻائي. وڏوا عورت پنهنجي ڏيءَ سوڌو پنهنجي ڳوٺان نڪري روم شهر ڏانهن وڃڻ جو فيصلو ٿي ڪري. انهيءَ مسافريءَ دوران بمباريءَ وگهي تباهه ٿيل هڪ چرچ ۾ پناهه وٺندي، مضبوط اعصابن جي مالڪ هوندي به هوءَ پنهنجي ڏيءَ کي اتحادي فوجين جي ڏاڍاين کان بچائڻ ۾ ناڪام ٿي ٿئي.

هن فلم ۾ موراويا ۽ ڊي سيڪا انهيءَ دور جي بالادست بيانيي ۾ هڪ همت ڀري تبديلي آندي جنهن ۾ رڳو جرمن سپاهين کي ئي ولين طور ڏيکاريو ٿي ويو. هنن فلم "ٻه عورتون" ۾ انتهائي ڪاميابيءَ سان اِها حقيقت واضح ڪئي آهي ته جنگ جا ڀيانڪ وار عام ماڻهن کي ڪنهن به ڌر جي لشڪر جو نشانو بڻائي سگهن ٿا.

اٽليءَ ۾ ٻين مهاڀاري لڙائي بابت هڪ ٻئي عظيم الشان فلم ٺاهي وئي جنهن ۾ هڪ يادگار عورت جو ڪردار هو. فلم جو نالو ملينا (2000) هو جنهن ۾ اداڪارا مونيڪا بيلوسيءَ ڪم ڪيو هو. جنگ جي شروعاتي سالن ۾ ٺاهيل ان فلم جي ڪهاڻي هڪ سهڻي نوجوان عورت مونيڪا جي چوڌاري ڦري ٿي جيڪا وهان ڪانپوءِ پنهنجي مڙس جي گهر ٿي ٽانيڪو ٿئي، سندس مڙس وهان کان ترت پوءِ لڙائي تي ٿو روانو ٿئي ۽ ملينا پنهنجي غربت ۽ سونهن سان شهر جي عياش، بدڪار مردن ۽ حاسد عورتن جي رحم ڪرم تي زندگي گهارڻ تي مجبور ٿي ٿئي.

پنهنجي شاندار ۽ پرشڪوه شراڪت سان، ملينا پنهنجي صدمي ۽ هاڃي جي هڪ رازدان فضا ٿي تخليق ڪري، سڄي فلم ۾ سندس پيڙا جو اظهار نٿو ٿئي سندس نيڻ ڏکويل آهن ۽ سندس داستان ڪچڙي

جمار وارو هڪ نوجوان ڇوڪرو ٿو بيان ڪري جيڪو سندس سونهن تي فدا آهي. هو پنهنجي سر تي ماڻهن جا عذاب ٿي برداشت ڪري. فلم جي پڇاڙي تي هو، سگهاري حوصلي سان جرمن يا اتحادي فوجن طرفان ڏيو پنهنجي پاڙيسرين هٿان تشدد جو نشانو ٿي بڻجي.

پريشاني ۾ وڪوڙيل مليِنا جو ڪردار سمجهڻ لاءِ اها فلم ڪيترائي ڀيرا ڏسڻي پوندي. هر ڀيري ان فلم جو هڪ نئون پاسو ٿو سامهون اچي. مونيڪا بيلوسي، انهيءَ ڪردار ۾ بيشڪ پنهنجي بهترين صلاحيتن جو مظاهرو ڪيو آهي.

اسانجي فهرست ۾ شامل ايندڙ ٻن اداڪارائن جو تعلق هندستاني فلمن سان آهي. فلم "مدر انڊيا" (1957) ۾ راڌا جي ڪردار ۾ اداڪارا نرگس ۽ فلم "ڀوميڪا" (1977) ۾ اوشا جي ڪردار ۾ اداڪارا سميتا پاٽيل. مشهور هدائتڪار محبوب خان مدر انڊيا جو هدائتڪار هو. انکان اڳ هو هندستاني سينيما کي انداز (دليپ ڪمار ۽ مڌوبالا، 1949) ۽ امر (دليپ ڪمار، راج ڪپور ۽ نرگس، 1954) جهڙيون ٻه شاندار فلمون ڏئي چڪو هو. مدر انڊيا کي بهترين پرڏيهي فلم جي آسڪر ايوارڊ لاءِ ٻڻ نامزد ڪيو ويو پر فلم اِهو ايوارڊ حاصل ڪري نه سگهي، ان جو سبب شايد ميلو ڊرامو هو جيڪو تن ڏينهن جي هندستاني فلمن ۾ عام جام هو.

فلم مدر انڊيا جي راڌا هڪ ڳوٺاڻي عورت آهي جنهن کي سندس مڙس (راجڪمار) معذور ٿيڻ تي ڇڏي ٿو ڏئي. سندس سس ڳوٺ جي هڪ وياج خور سکي لال جي ڪڍهن به ختم نه ٿيندڙ قرض ۾ ڦاٿل آهي ۽ جنهن انهيءَ قرض جي اوڳاڇيءَ لاءِ راڌا کي جبري پورهيت بڻائي ڇڏيو آهي. راڌا، وياج سوڌو اِهو قرض چڪتو ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات پورهيو ٿي ڪري ۽ ڏکيائي سان پنهنجي ٻارن جو گذر سفر ڪري ٿي سگهي. انهيءَ دوران راڌا جا ٻه پٽ هڪٻئي کان بنهه ڌار انداز ۾ وڏي جوان ٿا ٿين. رامو (راجندر ڪمار) هڪ ٿڌي مزاج وارو سچار جڏهن ته برجو (سنيل دت) هڪ اهڙو باغي ٻڄي ويل آهي جنهن جي من ۾ سکي لال خلاف ڌڪار ڀريل آهي. مدر انڊيا ۾ ٻين هندستاني فلم وانگر گانن

۽ ناچ تي ٻڌل ڏيک ٻه آهن پر هيءَ شايد پهرين هندستاني فلم هئي جنهن ۾ هڪ سگهاري عورت جو ڪردار پورا ٽي ڪلاڪ اسڪرين تي ڇانيل رهيو. سڄي فلم دوران نرگس ڪنهن به پل ڏسندڙن جو ڌيان ڪنهن ٻئي پاسي ٽيڙ ئي نٿي ڏئي. هوءَ وقتي خوشين ۽ اڻکٽ مايوسين جي سفر ۾ اوهان کي پاڻ سان گڏ ٽي وٺي هلي. فلم جي پڇاڙيءَ تي هوءَ پنهنجي پٽ کي گولي هڻي مارڻ جو فيصلو ٽي ڪري جنهن سڪي لال جي ڌيءَ سان بدتميزي ڪئي هئي. هيءُ اُهوئي سڪي لال آهي جنهن ڏهاڪن کان راڌا کي پيڙائن جو شڪار بڻائي رکيو هو.

فلم ڀوميڪا ۾ اوشا جو ڪردار راڌا کان بنهه مختلف آهي. جڳ مشهور فلم هدائتڪار شيام بينگل جي هيءَ شاندار فلم، فلمن ۾ ڪم ڪندڙ عورتن جي زندگين تي ٻڌل آهي. شيام بينگل انهن عورتن جي پيڙائن کي واضح ڪيو آهي جيڪي سينما جي پڙدي تي انتهائي گڏگڏ ٽيون نظر اچن پر ڪين سينما انڊسٽريءَ ۾ موجود ۽ ڪڏهن نه انتهائي احترام جوڳن هدائتڪارن ۽ پروڊيوسرن هٿان شديد نوعيت جي جسماني ۽ نفسياتي استحصال جو نشانو بڻجڻو ٿو پوي. اوشا هڪ باغي عورت آهي جنهن شروعات ۾ ته پنهنجي ماءُ جي هر صلاح تي مڃي پر اڳتي هلي وهان ڪانوڻي زندگيءَ جي ٻين مامرن ۾ پنهنجي قسمت جا فيصلا پنهنجي سر ٽي ڪرڻ لڳي. هوءَ پنهنجي ذاتي ۽ پيشيوراڻي زندگيءَ ۾ همت ڀريا فيصلا ٽي ڪري پر آخرڪار هڪ بيرحم جاگيردار جي ڄٽ ۾ ڦاسي ٽي پوي جيڪو ڪيس هڪ وڏي شاهي حويليءَ اندر محدود ٿو ڪري ڇڏي. اوشا قيد ته ضرور ٿئي ٿي پر انهيءَ نيئر ۾ به پنهنجي همت ۽ جذبن کي اوچو ٽي رکي.

هاڻ جن ٻن ڪردارن بابت ڳالهه ڪنداسين تن جو تعلق ايراني سينما سان آهي، جنهن گذريل ڪجهه ڏهاڪن ۾ ڪجهه انتهائي غير معمولي فلمون تخليق ڪيون آهن. انهن مان هڪ فلم جو نالو ”دو زن“ (ٻه عورتون) آهي جيڪا ايران جي جڳ مشهور عورت فلم ڊائريڪٽر تهمينا ميلانيءَ جي هدائتن جو شاهڪار آهي. جن ٻن ڪردارن جو ذڪر اڳتي ايندو انهن مان پهريون ڪردار فرشتي جو آهي جڏهن ته

پيو ڪردار فلم بارڊر ڪيفي (2005) جو ڪردار ريحان آهي.

دو زن نالي فلم اهڙين ٻن عورتن جي ڪهاڻي آهي جيڪي هر ڪنهن سگهي وقت هڪ ٻئي جون پيچي ۽ پرجهلو آهن. انهن مان هڪ خوشگوار پرٽيل زندگي گهاري رهي آهي جڏهن ته ٻئي کي هڪ ٿونديل شخص لاڳيتو هيسائي رهيو آهي. ڪيس پيڙا ڏئي رهيو آهي. ان عورت جا زندگيءَ ۾ پنهنجي ليکي ڪجهه ڪاميابيون ماڻڻ جا سپنا چڪنا چور ٿيو وڃن ۽ ڪيس گهر ۾ جهڙوڪ اڪيلائپ واري قيد ۾ ٿو رکيو وڃي پوءِ به هوءَ حالتن آڏو هٿيار ڦٽا ڪرڻ کان نابري ٿي واري. فلم ۾ هڪ ڊرامائي ۽ غير متوقع موڙ اوڏي مهل ٿو اچي جڏهن سندس مڙس اوچتو ئي اوچتو گذاري ٿو وڃي. هوءَ پنهنجي ساهيڙيءَ کي پنهنجي مڙس جي مرتئي جو اطلاع ڏيڻ لاءِ ٿي گهرائي ۽ ساڻس زندگيءَ ۾ پئدا ٿيندڙ انهن نون امڪانن بابت صلاح مشورو ٿي ڪري جيڪي مڙس جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ هُن لاءِ پئدا ٿيا آهن.

فلم بارڊر ڪيفي ۾ هڪ وڌوا عورت جي زندگي ڏيکاري وئي آهي جيڪا پنهنجي سمورن ڪٽنب ڀاتين جي توقع جي ابتڙ پنهنجي ڏير سان وهان ڪرڻ کان نابري ٿي واري. هوءَ ڪنهن آزاد ۽ خودمختيار عورت طور پنهنجي زندگي گهارڻ جو فيصلو ٿي ڪري ۽ پنهنجي مرحيات مڙس جي هوٽل هلائڻ جو ارادو ٿي ڪري جيڪا هاءِ وي تي هڪ سرحدي شهر ۾ آهي. جيڪڏهن اوهان ڊينمارڪ جي فلم بابيٽيءَ جي مزماني کي پسند ڪيو آهي، جنهن جو ذڪر هن مضمون جي پهرين حصي ۾ ڪيو ويو آهي ته هن شاندار ايراني فلم جي مرڪزي ڪردار جون طعام پچائڻ واريون صلاحيتون پڻ اوهانکي پسند اينديون.

بارڊر ڪيفي جي ريحان سهڻي، نرم دل پر سرڪش عورت آهي. هوءَ انهن مسافرن جي اڳتي وڌي مدد ٿي ڪري جيڪي پنهنجي گهرن کان پري ڪنهن چڱي گهريلو ماحول جي سڌ ٿا ڪن.

مضمون جي پڄاڻ ۾ هڪ جرمن ۽ هڪ روسي فلم کي متعارف ڪرائڻ مهلائتو ٿيندو. انهن ۾ جرمن هدائتڪار فاسبندر جي فلم "علي: ڊپ روح کي کائيو ڇڏي" (1974) ۽ ولاديميئر منشوف جي

آسڪر ايوارڊ يافتا فلم ”ماسڪو ڳوڙهن تي ويساهه نٿو رکي“ (1980)
شامل آهن. انهن ٻنهي فلمن ۾ سگهاري عورتن جا ڪردار پيش ڪيا ويا
آهن جيڪي پنهنجا فيصلا پاڻ ٽيون ڪن ۽ هر ڏکئي پل پنهنجي دليري
۽ صلاحيتن جو ڀرپور مظاهرو ٽيون ڪن.

# لڏپلاڻ جي موضوع تي فلمون

اِهو تصور ته يورپ هڪ اهڙو قلعو آهي جنهن ۾ ڪات هڻڻ ممڪن ناهي، هاڻ هڪ جوڪر جو شڪار آهي. هزارين پناهگير هنگري ۽ سلووينيا جون رڪاوٽون اورانگهي يورپ ۾ داخل ٿي رهيا آهن. اِها ڳالهه غور ڪرڻ جوڳي آهي ته انهيءَ وڏي انساني هاڃي بابت ادب ۾ ڇا لکيو ويو آهي يا فلمن ۾ انجي ڪيتري عڪاسي ڪئي وئي آهي. هولوڪاسٽ ڪي ست ڏهاڪا گذرڻ ڪانپوءِ به، ورلي ئي ڪو اهڙو سال لنگهيو هوندو جنهن ۾ ڪا فلم دنيا کي اِهو ياد ڪرائڻ لاءِ نه ٺهي هجي ته يهودين سان نازين ڪهڙا ڪلور ڪيا هئا. هولوڪاسٽ جي موضوع تي ٺهندڙ فلمن جي وڏي پئماني تي پذيرائي ٿي آهي ۽ انهن کي عالمي فلم ميلن ۾ ڪيترن ئي اعزازن سان نوازيو ويو آهي.

اهڙيون فلمون تمام ٿورڙيون آهن جن ۾ هڪ ماڳ کان ٻئي ڏانهن لڏپلاڻ ڏيکاري وئي هجي، پوءِ پل اُها ملڪ اندر ٿيندڙ لڏپلاڻ هجي جيڪا 1930 واري ڏهاڪي ۾ ٺهندڙ فلم "ڏمر جا انگور" ۾ ڏيکاري وئي هئي جيڪا ڄان اسٽين بيڪ لکي هئي يا 1973 ۾ عصمت چغتائيءَ جي لکيل فلم "گرم هوا" هجي.

ويهين صديءَ ۾ ٿيندڙ لڏپلاڻن انسانيت تي جيڪي شديد اثر وڌا آهن تن جو تجزيو ڪرڻ تي پتو لڳندو ته انهيءَ عمل هيٺ دنيا جي لڳ ڀڳ سمورن ڪنڊن جي رهواسين بي انت مصيبتون ۽ پيڙائون

سٺيون آهن. انهيءَ ماسري تي ڳالهائي سگهجي ٿو تہ انهن لڏپلاڻ ڀرين ۽ پين مهاڀاري لڙاين جي پيٽ ۾ انسانن تي گهڻا وڏيڪ ڏور رس اثر وڌا آهن.

لڏپلاڻ واري موضوع تي ٺهندڙ فلمن جي ڪوٽ جو نتيجو هڪ اهڙي صنف جي صورت ۾ نڪتو آهي جنهن جي ڪابہ درجي بندي نٿي ڪري سگهجي. منظرڪشي فن يا ادب جو هڪ انداز يا اسلوب آهي، جيڪو سينيما جي شروعاتي دورن ۾ ڪنهن خاص نوعيت جي فلم جي تياريءَ ۾ ڪتب آندو ويندو هو. 1960ع واري ڏهاڪي ۾ اِهو اينگلو سيڪسن فلم انڊسٽريءَ جو هڪ اهم نظريو بڻجي ويو. منظرڪشيءَ واري اسلوب کي ڪنهن عمومي فهرست جو حصو نٿو بڻائي سگهجي ۽ نہ ئي انجي ڪنهن مخصوص انداز واري فلم سان ڪا نسبت آهي بلڪ ان قسم جي فلمن ۾ ڏسندڙن جي توقعات موجب اِهو طئي ڪيو ويندو آهي تہ فلم جي ڪهاڻي ڪهڙي ريت اڳتي وڌندي ۽ انجي پڄاڻي ڪهڙي ريت ٿيندي.

اِها ئي صورتحال آهي جنهن ۾ لڏپلاڻ تي ٺهندڙ فلمن لاءِ "مسافري" (Road Movies) جهڙو عمومي اصطلاح اڻپورو ٿو ثابت ٿئي. اِهو دُرست آهي تہ ان نوعيت جي فلمن جا اهم ڪردار سفر ۾ تا رهن جهڙي ريت اولهہ وارين فلمن ۾ نظر ٿو اچي پر اِهي مزاحيا فلمون بہ ٿي سگهن ٿيون جهڙوڪ "هڪ رات جي وارتا" (فرينڪ ڪيپرا، 1934) يا سير سپاٽو ڪندڙن بابت فلم "سهولت پريو سوار" (ڊينس هوپر، 1969) يا وري تفريح ۽ آزاداڻي زندگيءَ جي ڳولا ۾ عورت سياحن ۽ مسافرن تي فلم "ٿيلما ۽ لوئيسي" (ريڊلي اسڪاٽ، 1991).

ڪنهن مخصوص نوعيت جي فلم جي اُپٽار لاءِ "ڏسندڙ جي توقع" هڪ اهم ڪردار ادا ٿي ڪري تنهنڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ لڏپلاڻ واري موضوع تي ٺهندڙ فلمن لاءِ "لڏپلاڻ واريون فلمون" وارو اصطلاح ڪتب آندو وڃي تہ جيئن انساني لڏپلاڻ جي پيڙائتي تفصيلن جو حقيقي احاطو ٿي سگهي جنهن جي "مسافريءَ وارين فلمن" مان عام طور تي توقع نٿي رکي سگهجي.

جيستائين ملڪن اندر لڏپلاڻ تي ٺهيل فلمن جو تعلق آهي ته شايد ان جو بهترين مثال ڏمر جا انگور ٿي سگهي ٿي جنهن جي اداڪارن ۾ هينري فونڊا ۽ جين ڊارويل شامل هئا. انهيءَ صاف ۽ واضح حقيقت پسند شاهڪار فلم تي جون فورڊ کي بهترين هدائتڪار جو آسڪر ايوارڊ پڻ ڏنو ويو.

هڪ دلچسپ ۽ ڌيان ڌرڻ جوڳي ڳالهه اِها آهي ته 1930 واري ڏهاڪي ۾ امريڪي سڌسماءُ وارن ذريعن جو گهڻي ڀاڱي ڌيان هٽلر ۽ اسٽالين تي هو ۽ سندن هدف نازي ازم ۽ ڪميونزم هئا جن کي هو لکين انسانن جي قتل جو اصل ذميوار ليکي رهيا هئا. امريڪي سڌسماءُ جا ذريعا انتهائي سولائي سان منديءَ ۾ لاٽ سبب پيدا ٿيندڙ انهن تباهڪارين کان نظرون هٽائي رهيا هئا جيڪي سرمائيداراڻي نظام جي هيچ جو نتيجو هيون. جڏهن چارلي چپلن جديد دور، شهر جون بتيون ۽ ٻار جهڙيون فلمون ناهيون ته ڪيس Commie (ڪميونسٽن لاءِ طنز طور استعمال ٿيندڙ لفظ) ۽ سوويت ايجنٽ سڏيو ويو. انهيءَ پسمنظر ۾ جون اسٽين بيڪ هڪ شاندار ناول ڏمر جا انگور لکي منديءَ جي وڏي لاٽ واري دور ۾ پيدا ٿيندڙ تباهي ۽ ويڳاڻپ کي ماڻهن آڏو وائکو ڪيو.

ان ناول تي ٺهندڙ فلم جي هدائتڪاري ڪندي جون فورڊ ڪتاب جي پڇاڙيءَ کان انحراف ڪندي ڪهاڻيءَ جي اُميد ڀري پڇاڙي ڏيکاري آهي جنهن ۾ پورهيتن جي بنيادي خوبين ۽ چڱاين جي تعريف ڪئي وئي آهي. هن فلم جي ڪهاڻي جوڊ گهراڻي جي چوڌاري ٿي ڦري. بٽائي تي ٻني ٻارو ڪندڙ هن ڪٽنب کي اوڪلاهاما ۾ پنهنجي ٻني انڪري ڇڏڻي ٿي پوي جو انهيءَ گهوٽالي وارن ڏينهن ۾ زراعت جي متاثر ٿيڻ سبب اِهو علائقو واريءَ سان لٽجي ويو هو. واريءَ جو ڍڪ (Dust Bowl) جو اصطلاح ان علائقي ۾ هڪ علائقي ۾ علامت طور استعمال ڪيو ويو آهي جتي سوڪهڙي ۽ ويڳاڻپ سبب نباتاتي جيوت جو انت اچي ويو آهي ۽ سمورو علائقو هڪ بيابان ۾ تبديل ٿي ويو آهي. اوڪلاهاما جي ڌوڙ مٽيءَ وارو علائقو ٿيڻ تي جوڊ گهراڻو ڪيليفورنيا ڏانهن لڏپلاڻ ٿو ڪري، جنهن ڪانپوءِ کين پتو ٿو لڳي ته

اُتي تہ اجائين وڏيڪ غربت ۽ بدتر حالتون آهن.

ناول ۽ فلم ٻئي انهيءَ سرمائيداراڻي هيج ۽ طمع خلاف فرياد آهن جنهن ڪري لاڏائو انتهائي بدترين حالتن ۾ ڪم ڪار ڪن ٿا ڪن ۽ انسان دشمن حالتن ۾ ٿا گهارين. ادب ۽ فن جي گهٽي پاڳي عظيم تخليقن جيان ڏمر جا انگور ۾ پڻ سماجي ناانصافيءَ خلاف شديد ڪاوڙ ۽ احتجاج جو اظهار مليل ٿو. اِها همت پري ۽ لبرل فلم امريڪي مخالف سرگرمين جي جانچ لهندڙ ايوان جي اُن ڪميٽيءَ جي منهن تي چماٽ هئي جيڪا هاليووڊ ۾ ڪميونسٽن کي ڳولهڻ لاءِ ناسون هٽي رهي هئي.

1953ع جي هڪ هندي فلم ”دو بيگها زمين“ ۾ پڻ ان نوعيت جي مسئلن ۽ لاڙن جي عڪاسي ٿي نظر اچي. بنگالي فلم هدائتڪار بمل راءِ (1909 ڪان 1966) انهيءَ فلم جي هدائتڪاري ڪئي. راءِ هندستاني سينيما کي ڪجهه شاندار فلمون ڏنيون جن ۾ مشهور فلم ديوداس پڻ شامل آهي. جڏهن 1953 ۾ پهريون ڀيرو اِها فلم ٺاهي وئي تہ بمل راءِ انهيءَ فلم لاءِ سينيما ٽو گرافر طور ڪم ڪيو هو جنهن جو هدائتڪار بي سي بروا هو. 1955 ۾ ٻيهر اِها فلم ٺاهي وئي جنهن جو هدائتڪار بمل راءِ هو، سندس ٻين فلمن ۾ رتوڪ گهاتڪ جي ڪهاڻيءَ تي 1958 ۾ ٺاهيل فلم مڌومتي ۽ بنڌڻي هئي جنهن ۾ نوتن ۽ اشوڪ ڪمار اداڪاري ڪئي هئي. اِها فلم 1963 ۾ رليز ٿي هئي.

دو بيگهہ زمين جي ڪهاڻي سليل چوڌري (1923 ڪان 1995) لکي هئي جيڪو بنيادي طور تي هڪ سنگيتڪار هو. ايئن ٿو لڳي تہ جڻ هن نہ رڳو ڏمر جا انگور پر ويٽوريو ڊي سيڪا جي فلم سائيڪلن جا چور (1948) جيڪا جديد حقيقت پسنداڻي اطالوي سينيما جي هڪ شاهڪار فلم هئي، کان متاثر ٿي دو بيگهہ زمين جي ڪهاڻي تخليق ڪئي هئي. اِها هڪ هاريءَ (بلراج ساهني) جي ڪهاڻي آهي جيڪو هڪ ننڍڙي ڳوٺڙي جو رهواسي آهي جتي سوڪهڙو آيل آهي (هندستان جو واريءَ وارو ڏڪ). ڪيس مجبوري وچان پنهنجي ڳوٺان لڏپلاڻ ڪري ڪلڪتي ٿو وڃڻو پوي جتي سائيڪل رڪشا ٿو هلائڻ شروع ڪري تہ جيئن ڳوٺ جي زميندار وٽ گروي رکيل پنهنجي زمين ڇڏرائڻ لاءِ ڪا رقم ميڙي

سگهي.

بلراج ساهنيءَ ڪنهن وقت شانتي نڪيتن ۾ انگريزيءَ جي اُستاد طور پڙهايو هو پر آخرڪار چاليهن ورهين جي ڄمار تي رسي هُن هڪ پوئتي پيل، غريب پر اُميد پرست هاريءَ طور دائمي شهرت حاصل ڪئي. هينري فونڊا ڪيليفورنيا ۾ جيڪو ڪم ڪيو هو، ساڳيو ئي بلراج ساهنيءَ هڪ غليظ ميري ڪوجهي ڌرتيءَ جي لال جي عڪاسيءَ ذريعي ڪيو جيڪو ڪوهيڙي ۾ ورتل ۽ گهميل ڪلڪتي ۾ سخت پورهئي ۾ رڌل آهي. ٻنهي فلمن جا مرڪزي ڪردار پنهنجي پنهنجي ڪٽنبن جي غربت ۽ پيڙا مان آجپي لاءِ سمورين ڏکيائين جو ڪاميابيءَ سان مقابلو ٿا ڪن.

لڏپلاڻ جي موضوع تي ٺهيل فلمن ۾ پوئتي پيل هندستان تي پونڊڙ انجي اثرن تي ڳالهائيندي جيڪا اينڊڙ فلم ذهن تي تري ٿي اچي سا آهي گرم هوا، جنهن جو هدائتڪار ايم ايس ستيو هو، جڏهن ته انجي ڪهاڻي عصمت چغتائيءَ جي لکيل آهي. بلراج ساهني پنهنجي شاندار اداڪاريءَ سبب سڄي فلم تي ڇانيل رهيو، جنهن ۾ مشهور اڙدو شاعر ڪيفي اعظميءَ جي گهر واري شوڪت ڪيفي ۽ اي ڪي هنگل پڻ پنهنجي فن جا جوهر ڏيکاريا آهن. اصل ۾ اِهي سمورا هندستان جي ترقي پسند تحريڪ خاص طور تي انڊين پيليز ٿيئٽر ايسوسيئيشن (IPTA) ۾ تمام گهڻو سرگرم هئا. هيءَ فلم آگري جي هڪ مسلمان ڪاروباري گهراڻي بابت آهي جنهن کي 1947ع ۾ سخت ڏکائين ۽ آزمائشن مان ٿو لنگهڻو پوي. ورهاڱي ڪانپوءِ سليم مرزا (بلراج ساهني) پنهنجي وطن ۾ رهڻ کي ترجيح ٿو ڏئي جڏهن ته سندس ڀاءُ، ڀيڻ ۽ ڪٽنب جا ٻيا ڀاتي لڏپلاڻ ڪري ڪراچي ٿا هليا وڃن. سليم مرزا جي گهراڻي کي آگري واري ڪاروبار ۾ تمام گهڻو گهاٽو ٿو ٿئي ڇاڪاڻ جو هندستان ۾ مسلمانن لاءِ حالتون انتهائي ابتر ٿينديون پئي ويون. انهيءَ دوران سليم مرزا جي ڪٽنب کي آيل ڏکيائين جي هدائتڪار ستيو انتهائي شاندار عڪاسي ڪئي آهي.

ستيو فلم ۽ ناٽڪ جو هڪ وڏو ۽ معتبر نالو هو. 2003-04 ۾

سندس هڪ ناٽڪ دهليءَ ۾ پيش ڪيو ويو جنهن جو عنوان دارهِ شڪوهه هو. انهيءَ ناٽڪ کي هڪ جديد ڪلاسڪ واري حيثيت حاصل آهي، جنهن جي بيانئي کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ولي دڪنيءَ جي شاعري ۽ ڪٿڪ نرت استعمال ڪيا ويا. پنجاسي ورهين جي ڄمار ۾ سٽيو اوڏي مهل ھر ڪنهن کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو جڏهن هُن اسهپ واري مامري تي بي جي پي حڪومت جي ناٽي واري وزير ارون جيٽلي جي حمائت ڪندي اعلان ڪيو ته ليڪن ۽ فنڪارن طرفان سرڪاري ايوارڊ وٺڻ کان نابري وارڻ پويان سياسي محرڪ آهن. انهيءَ تڪرار جي باوجود سندس فلم "گرم هوا" هندستاني سينيما جي تاريخ ۾ هڪ تمثيل واري حيثيت رکي ٿي.

هڪ ڏگهي عرصي کان لاطيني امريڪا جا رهواسي پڻ اتر يعني امريڪا ڏانهن لڏپلاڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن. ان حوالي سان پڻ غير معمولي فلمن جو ذڪر ڪرڻ مناسب ٿيندو، جن مان هڪ EL Norte يعني "اتر" آهي جيڪا 1983 ۾ ٺهي جڏهن ته ٻئي 2007 ۾ ٺهندڙ "ساڳئي چنڊ هيٺان" آهي. اتر جي هدائتڪاري گريگوري ناوا ڏني، جنهن فريدا (2001) جو اسڪرپٽ پڻ لکيو هو، جيڪا فريدا ڪاهلو جي جيون ڪٿا تي آهي ۽ جنهن ۾ سلما هائيڪ اداڪاري ڪئي آهي.

اتر جي ڪهاڻي انتهائي سادي آهي جيڪا انتهائي شاعرائي انداز ۾ بيان ڪئي وئي آهي. گوئٽيمالا جا ٻه ڀاءُ ڀيڻ روزا ۽ انريڪي، ميڪسيڪو رستي اتر ڏانهن ڏگهو سفر ٿا اختيار ڪن. ٻين پلي فلمن جيان ان ۾ به پنهنجي وقت جي سياسي حقيقتن جي عڪاسي ڪئي وئي آهي ۽ انجي اهم ڪردارن کي نه ته عظيم الشان ۽ نه ئي وري عاجزيءَ پريو پيش ڪيو ويو آهي.

گوئٽيمالا جا هاري انتهائي ڏکين ۽ پيڙا ڀري حالتن ۾ ٿا گهارين. جڏهن به پنهنجو پاڻ کي منظم ڪرڻ يا احتجاج ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ته سندن ميڙ تي فوجي ڪاهه ڪندا آهن، ميڙ ۾ شريڪ گهڻي ڀاڱي هاري ماريا ويندا آهن يا گرفتار ڪيا ويندا آهن. فلم جا ڀاءُ ڀيڻ ڪوئن سان سٽيل نڪاس جي پراڻين نالين منجهان ميلن جي

مسافري ڪندي امريڪا پهچڻ جي ڪوشش ٿا ڪن پر امريڪي شهر لاس اينجلس واري پنهنجي ”سپنن جي سرزمين“ تي پهچڻ ڪانپوءِ کين احساس ٿو ٿئي ته اِها سپنن جي دنيا نه پر رُج آهي. هو منائيءَ جي هڪ دڪان تي پورهيو ٿا ڪن جتي روزا هڪ موتمار بيماريءَ جي ور تي چڙهي وڃي. سندس ننڍو ڀاءُ اهڙين ئي حالتن ۾ محنت ڪرڻ تي مجبور آهي جيڪي گوئٽيمالا کان ڪو گهڻو مختلف ناهن.

”ساڳئي چنڊ هيٺان“ ۾ ميڪسيڪو جي هڪ ڪٽنب جي ڪهاڻي بيان ڪئي وئي آهي. هڪ اڪيلي ماءُ پنهنجي پنجن ورهين واري پُٽ کي نانيءَ وٽ ڇڏي امريڪا لڏي ٿي وڃي. چار سال لنگهڻ ڪانپوءِ به هوءَ هڪ غير قانوني لاڏائو طور ماڻهن جي گهر تي ڪم ڪار ٿي ڪري ۽ رات جي پهر ۾ ڪپڙا ٿي سبي ته جيئن پنهنجي پٽ ۽ ماءُ کي ڪجهه رقم اُماڻي سگهي. ٻار جي ناني گذاري ٿي وڃي ۽ هو به امريڪا اُسهڻ جو فيصلو ٿو ڪري. پنهنجي ڏگهي سفر دوران کيس تمام گهڻن چڱن ۽ خراب واقعن جو منهن ٿو ڏسڻو پوي. کيس جنسي غلام بنائڻ لاءِ اغوا جي ڪوشش پڻ ڪئي ٿي وڃي جنهن کان هو بچي ٿو وڃي. آخرڪار هو پنهنجي ماءُ تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿو ٿئي.

يورپ ۾ هاڻوڪي وقت ۾ لڏپلاڻ ڪري ايندڙ لاڏائون جي تناظر ۾ ڪوسٽاگيوراس جي هدائتڪاريءَ ۾ 2009 ۾ ٺهيل فلم ”اولهه عدن آهي“ جو ذڪر ٿيڻ گهرجي. ڪوسٽاگيوراس يونان ڄائو آهي ۽ سندس گهڻي ڀاڱي فلمن جا موضوع سياسي نوعيت وارا آهن. ان ڏس ۾ سندس سڀ کان وڌيڪ مشهور فلم زيڊ (Z) آهي جيڪا هُن 1969 ۾ ناهي.

اولهه عدن (بهشت) آهي جي شروعات هڪ ٻيڙيءَ جي ڏيک سان ٿي ٿئي، جنهن تي مختلف قوميتن سان تعلق رکندڙ ماڻهو سوار آهن ۽ يورپ ڏانهن مسافريءَ ۾ آهن. ڪناري جي پٽي نظر ايندي ئي ٻيڙياتو ٻيڙيءَ هڪ ڇاڙ ۾ وجهيو ڇڏي ۽ مسافر ڏڏل حالت ۾ سمنڊ ۾ ٽپو ٿا ڏين. ڪهاڻيءَ جو مرڪزي ڪردار هڪ سهڻي ۽ من موهڻي نوجوان جو آهي جيڪو ترندي هڪ اهڙي پيهه واري ٻيٽ تي ٿو پهچي جيڪو رڳو اڳهاڙن ماڻهن لاءِ ئي مخصوص آهي. اُتان پئرس ڏانهن سندس سفر جي

شروعات تي ٿئي جنهن دوران ڪيس هر قسم جي سواري تي استعمال ڪرڻي پوي ۽ هو مختلف سيائن جي ماڻهن سان ٿو ملي. جيڪڏهن ڪنهن ۾ اِهو ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ جي ولوڙ آهي ته انسانن کي ڪنهن محفوظ ۽ خوشحال ماڳ تائين رسڻ ۾ ڪهڙن مرحلن مان ٿو گذرڻو پوي ته انکي اِها فلم ضرور ڏسڻ گهرجي.

جهڙي ريت ڏنوسين ته لڏپلاڻ جي موضوع تي نهندڙ گهڻي ڀاڱي فلمون مسافريءَ واريون فلمون آهن پر اِها ڳالهه به درست آهي ته سموريون مسافريءَ واريون فلمون لڏپلاڻ واري موضوع يا مسئلي جو احاطو نٿيون ڪن. ”ڏمر جا انگور“ ۽ ”دوبيگهه زمين“ هڪ ئي ملڪ اندر ماڻهن جي لڏپلاڻ جي عڪاسي ٿيون ڪن. گرم هوا ڪنهن به ريت ڪا مسافريءَ واري فلم ناهي پر اِها اُن لڏپلاڻ جي پيڙائن کي ٿي سامهون آڻي جيڪا مذهب جي بنياد تي ملڪ جي ورهاڱي سبب عمل ۾ آئي هئي. جيڪڏهن لاطيني ۽ اتر امريڪين وچ ۾ موجود واضح تضاد بابت ڄاڻڻو آهي ته ”اتر“ ۽ ”ساڳئي چنڊ هيٺان“ ضرور ڏسجن. اڄوڪي دور جي گهوٽالي جي ادراڪ لاءِ ”اولهه عدن آهي“ پڻ ڏسڻ ضروري آهي.

هاڻ انهن فلمن ڏسڻ جي شروعات ڪريو. پنهنجي پسند جو مشروب تيار ڪري شام جي پهر ۾ پنهنجي ذوق موجب ڪا فلم ڏسو ۽ پنهنجي ڀاڳن سان ريس ڪريو ته اوهان گهٽ ۾ گهٽ انهن ماڻهن جيان هيل تائين ڪنهن ٻيڙيءَ يا قتل ترڪ ۾ مسافريءَ جو عذاب ناهي سٺو.

# موهيندڙ ذهنن جون رانديون

ذهني وهم، سرڀات، مطالعو، ذهني لاها چاڙها، ماليخوليا، انگي حساب، معاشيات، حرفت، خوش طبعي، ڦلهور، سرد جنگ ۽ گرم محبت جهڙيون ڪيفيتون جوڙيبيون ته ڪو موهيندڙ ذهن وجود ۾ ٿو اچي. اسان ڪي جون هوورڊ جو ٿورائتو هئڻ گهرجي جنهن 2001 ۾ هڪ موهيندڙ دماغ جي سري هيٺ فلم تخليق ڪئي جيڪا نوبل انعام يافتا معيشت ۽ رياضي دان جون ناش جي جيون تي ٻڌل هئي. انهيءَ فلم ناش کي سڄي دنيا ۾ مشهور ڪري ڇڏيو ۽ اهي ماڻهو به ڪيس سڃاڻڻ لڳا جن جو رياضي ۽ معيشت جهڙن موضوعن سان ڪا دلچسپي ئي نه هئي. جون ناش ڇهاسي ورهين جي ڄمار ۾ 23 مئي 2016 تي پنهنجي زال سميت نيوجرسيءَ ۾ هڪ موٽرڪار حادثي دوران اوڏي مهل مارجي ويو جڏهن ناروي مان رياضيءَ جو نوبل انعام حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ وطن موٽي پنهنجي گهر ڏانهن راهي هو.

جون ناش جي آتم ڪهاڻي جرمنيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ امريڪي ليکڪا سلويا نصر 1989 ۾ لکي. ڪتاب جي ليکڪا جا والدين ازبڪ ۽ جرمن هئا ۽ هُن معاشيات ۾ ڊگري حاصل ڪئي هئي. ان ڪتاب کي نقادن طرفان ڪافي پذيرائي ملي جنهن ڪري جون هارورڊ ان ڪتاب ڏانهن لڙيو، جنهن ان ڪهاڻيءَ کي اهڙي متاثر ڪندڙ فلم ۾ بدلائي ڇڏيو جيڪا فلمي تاريخ ۾ سدائين ياد رکي ويندي. اها فلم 2001 ۾ ائن آسڪر

ايوارڊن لاءِ نامزد ٿي جڏهن ته چار حاصل پڻ ڪيائين جن ۾ بهترين فلم ۽ بهترين هدائتڪاريءَ جا ايوارڊ پڻ شامل هئا.

رسل ڪرو ان فلم ۾ جون نوش جي روپ ۾ يادگار ڪردار ادا ڪيو آهي پر هو بهترين اداڪاريءَ لاءِ آسڪر ڪميٽيءَ کي شايد انڪري متاثر نه ڪري سگهيو جو ڪيس گذريل سال ريڊلي اسڪاٽ جي هدائتڪاري ۾ ٺهندڙ فلم گليڊيٽر (2000) ۾ بهترين اداڪار جو ايوارڊ ملي چڪو هو.

فلم جي شروعات 1974 جي وچ ڌاري پرنسٽن يونيورسٽيءَ ۾ ٿيندڙ هڪ پرجوش ڳالهه ٻولهه جي ڏيک کان ٿي ٿئي جيڪا جون ناش پڻ ٻڌي رهيو آهي. انهيءَ ڳالهه ٻولهه ۾ شاگردن کي همٿايو ٿو وڃي ته هو سوويت يونين خلاف ڪم ڪن جنهن جو مقصد سڄي دنيا تي ڪميونزم مڙهڻ آهي. شاگردن جي ذهنن ۾ انهن لفظن سان خلل وجهڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي وڃي ته، ”طب جو شعبو هجي يا معاشيات جو، ٽيڪنالوجي هجي يا خلا جو شعبو هرهنڌ ويڙهه جي ليڪ ڪڍي پئي وڃي. انهيءَ ويڙهه ۾ سوب لاءِ اسان کي عملي نتيجن جي گهرج آهي، اهڙا نتيجا جيڪي شائع ٿي سگهن ۽ جيڪي لاڳو ڪرڻ ممڪن هجن. اوهان مان ڪير تاريخ جو ايندڙ آئنسٽائن ٿيندو؟ اوهان مان ڪير جمهوريت آزادي ۽ قلهور جي ميدان ۾ سرواڻ جو ڪردار ادا ڪندو؟“

اِهي ڳالهيون ڇاتل سُڃاتل ٿيون لڳن! اسان کي ٻين مهاڀاري لڙائي کانپوءِ وارو امريڪا ٿو ياد اچي، جتي نوجوانن کي هڪ اهڙي ويريءَ خلاف ڀڙڪايو ۽ مچرايو پئي ويو جنهن بابت اِهو طئي ڪيو ويو هو ته هو امريڪي معاشري جي نام نهاد بنيادي قدرن يعني آزادي ۽ جمهوريت کي تباهه ڪرڻ پويان هٿ ڌوئي پئجي ويو آهي. اِهو هڪ اهم ڏيک آهي جيڪو نوجوان ناش جو ذهني لاڙو بدلائي ٿو ڇڏي. پنهنجي ڪمري ۾ موٽي اچڻ تي غير متوقع طور تي پنهنجي پيچي چارلس کي ڪمري ۾ ٿو ڏسي جيڪو ادب جو شاگرد آهي ۽ سگهوئي سندس بهترين دوست بڻجڻ وارو آهي. انگن بابت ناش جي سياءُ ۾ هڪ لاڙو ۽ صلاحيت آهي. هو هر هنڌ انداز (Pattern) ڳولهي ٿو لهي پوءِ پل اِها

نيڪٽاءِ جي ڪا ڊيزائين هجي يا ڪو ڪاج. ناش قياس ڪان متاهين سطحن ميز ۽ درين جي چوڪٽن سميت، ۾ شڪليون جوڙي ٿو ۽ انگي حساب ٿو حل ڪري. ڪڏهن ڪڏهن هو مقامي شراب خاني ۾ عورتن سان ڪچهريءَ جي ناڪام ڪوشش پڻ ڪري ٿو.

ناش ٻاويهن ورهين جي ننڍي ڄمار ۾ اڻ-سهڪاري رانديون واري موضوع تي اٺاويهن صفحن جو هڪ مقالو لکي پي ايچ ڊيءَ جي ڊگري حاصل ڪئي. هُن آخرڪار اُهو ڪيتر تخليق ڪيو جيڪو اڳتي هلي ناش توازن (Nash Equilibrium) سڏيو ويو.

هو پنهنجي ڪمري جي اڳوڻي پيچي چارلس ۽ نوجوان ڀائيٽي مارسيءَ سان باقاعدي ملندو رهي ٿو. رياضيءَ جي پروفيسر طور ڪم ڪرڻ دوران ڪيس امريڪي بچاءُ کاتي جي هڪ ڳجهي شعبي طرفان پينٽاگون ۾ هڪ پيچيدي اشارتي لکٽي ٽوڙڻ لاءِ مدعو ڪيو ٿو وڃي. هو ذهني طور تي انکي ٽوڙي ساڳي ڪرت ۾ رذل ٻين همراهن کي اچرج ۾ وجهيو ڇڏي. هو هڪ پر اسرار قسم جي فوجي ايجنٽ وليم چارلس سان مڪاميل ٿو ٿئي جيڪو ڪيس هڪ نئين منصوبي ۾ ٿو شامل ڪري جنهن جو مقصد اخبارن ۽ رسالن جي لاڙن ۽ ورتاءُ جو مشاهدو ۽ تجزيو ڪرڻ آهي ته جيئن سوويت يونين جا ڳجها منصوبا ناڪام بڻائي سگهجن. ناش ڪيس پنهنجي نتيجن ڪان واقف ڪندو ٿو رهي ۽ هو اِهي هڪ مخصوص ٽپالي دٻي ٿو سنيالي رکي. روسي سندس پُٺ وٺڻ شروع ٿا ڪن ۽ سندس دماغي خلل تيزيءَ سان وڌڻ ٿو لڳي ۽ هو ٻڏتر ۽ غير مستقل مزاج وارو ٿيو پوي.

چارلس، مارسي ۽ پارچر سان ناش جا رابطا تمام گهٽا وڌي ٿا وڃن، جنهن سبب سندس زال اليسيا تمام گهڻو پريشان تي ٿئي چاڪاڻ جو انهيءَ صورتحال سبب ناش جي نفسياتي ڪيفيت ابتر ٿيندي گهٽي بگڙجي تي پوي. ناش پنهنجي زال کي ان ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه ٻُڌايو آهي ته هو پنهنجي ملڪ کي روسين ڪان بچائڻ واسطي هڪ ڳجهي منصوبي تي ڪم ڪري رهيو آهي. انهيءَ صورتحال ڪان پريشان ٿيندي آخرڪار اليسيا (جينيفر ڪونيلي، جنهن ان فلم لاءِ بهترين اداڪارا جو

آسڪر ايوارڊ حاصل ڪيو) هڪ نفسياتي اسپتال سان رابطو ٿي ڪري جتي اِهو فيصلو ڪيو ٿو وڃي ته ڪيس علاج واسطي اسپتال داخل ڪيو وڃي. انهيءَ نظربنديءَ ڪري ناش جو اِهو يقين اچائين وڃيڪ سگهارو ٿو ٿئي ته سوويت يونين وارا ڪائنس چاڻ حاصل ڪرڻ ٿا چاهين انڪري هو ڊاڪٽرن کي روسي اغوا ڪار ٿو ليکي.

انهيءَ فلم جي هدائتڪاري ايتري ته شاندار آهي جو پهريون پيرو فلم ڏسندڙن کي ناش جي ذهني ۽ نفسياتي خلل جو سندس زال اليسيا طرفان ٽپال ڏبو کولي ناش طرفان اُماڻيل انهن ڳجهن دستاويزن تائين رسائي حاصل ڪرڻ تائين اندازو ئي نٿو ٿئي. وقت گذرڻ سان ناش کي پڪ ٿيڻ ٿي لڳي ته هو وهم ۽ غير مستقل مزاجيءَ ۾ مبتلا آهي ۽ چارلس، مارسي ۽ پارچر سان سندس ميل ميلاپ رڳو فريب ۽ رچ ڪانسواءِ ڪجهه به ناهي.

اوهان اڪثر رستي پنڌ اهڙا "چريا" ضرور ڏٺا هوندا جيڪي اڪيلي سر بيهي ڏاڍيان آواز ۾ ڳالهائيندا آهن يا دانهون ڪوڪون ڪري بحث مباحثو ڪندا آهن. پر ڪين اِهو اندازو ئي نه هوندو آهي جيڪي ڪجهه ڪين نظر ٿو اچي ۽ جنهن سان هو ڳالهه ٻولهه يا بحث ڪري ٿا سگهن سو نظر جي دوکي ڪانسواءِ ڪجهه به ناهي. انهيءَ ذهني ڪيفيت جي فلم "هڪ موهيندڙ ذهن" ۾ ايتري ته شاندار عڪاسي ڪئي وئي آهي جو شايد نفسيات تي لکيل ڪيترائي ڪتاب اِهو مظهر ايتري جوڳي انداز ۾ بيان نه ڪري سگهن.

ڪنهن عام انسان لاءِ ذهن جي اهڙي بي ترتيبي سمجهڻ سولو ڪم ناهي جيڪا عمومي سماجي روين ۽ انهيءَ ادراڪ ۾ ناڪاميءَ سبب پيدا ٿيندي آهي ته اصل حقيقت ڇا آهي، انڪري اسين اِهو سوچڻ شروع ڪري ڏيندا آهيون ته اهڙو فرد ويچارن جي ولوڙجو شڪار آهي ۽ ڪيس رڳو اِهو پتو ناهي ته سماجي طور تي ڪيس ٻين سان ڪهڙو ورتاءُ اختيار ڪرڻ گهرجي. اِها فلم انهيءَ نوعيت جي ڪيترن ئي مفروضن کي ختم ڪندي اسانکي اِنهن جو ادراڪ ڪرڻ ۾ مدد ٿي فراهم ڪري جيڪي منتشر ذهن واري شخصيت جوڙين ٿا.

ناش اسپتال ۾ شاڪ ٿراپيءَ جي ڪيترن ئي مرحلن مان لنگهي ٿو جنهن ڪانپوءِ ڪيس انهيءَ شرط تي گهر وڃڻ جي اجازت تي ڏني وڃي ٿي ته هو اينٽي سائيڪوٽڪ دوائون استعمال ڪندو رهندو. اسپتال کان گهر ته اچي ٿو پر پنهنجي زال جي اُڌمن ڪي پورو ڪرڻ کان قاصر ٿو رهي ۽ پيهر نراسائي واري ڪيفيت ۾ ٿو هليو وڃي. پيهر دماغي خلل ۾ مبتلا ٿيڻ سبب سندس ذهني صلاحيت متاثر ٿي ٿئي.

هو پنهنجي خيالي دوستن سان پيهر ملاقاتون شروع ٿو ڪري ۽ پنهنجي گهر جي پويان هڪ پراڻي ڇپري کي آفيس ۾ تبديل ڪري پنهنجي ملڪ جي بچاءُ لاءِ ڪم ڪرڻ ٿو لڳي سندس زال جي اهو ڇپرو ڳولهي لهڻ وارو ڏيک فلم ڏسندڙن تي تباهه ڪُن اثر ٿو وجهي. ڇپري جي ڀت اخباري خبرن سان ڍڪيل آهي جن ۾ ڪي اهڙيون ڳجهيون علامتون آهن جيڪي سوويت يونين وارا امريڪا کي تباهه ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري سگهن ٿا.

هيءَ فلم اُنهيءَ سموري نسل جي ذهني، نفسياتي ۽ سياسي زندگيءَ جي عڪاسي ٿي ڪري جيڪا سوويت حملي جي خطري واري صورتحال ۾ وڏي ويجهي. اڄ ”عام تباهيءَ وارا هٿيار“ ۽ مختلف قسمن جي دهشتگرد گروهن جا نوان خطرا اُڀاريا پيا وڃن. انهن ۾ ۽ فلم ۾ ڏيکاريل خطرن ۾ تمام گهڻي هڪجهڙائپ آهي.

ناش جو پيهر نفسياتي علاج ٿو ڪيو وڃي جنهن ڪانپوءِ ڪيس اهو اندازو ٿو ٿئي ته سندس سمورو منصوبو جڙتو، بي بنياد ۽ نظر جي دولاب تي ٻڌل هو. آخر ۾ هو انهن ٽنهي ڪردارن کان جان ڇڏرائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري جن سان سندس ڳانڍاپو هو. اِهي ڪردار سندس ذهن ۾ هر هر اُڀرندا ۽ غائب ٿيندا ٿا رهن پر هو پنهنجي وهمن کي نظرانداز ڪرڻ سکي ٿو وٺي. ناش وڏي ڄمار ۾ پرنسٽن لائبريريءَ ۾ ڪم ڪرڻ جي اجازت حاصل ڪري ٿو وٺي جتي هو سدائين انتهائي ٻاجهاري انداز ۾ هر نئين ملندڙ فرد سان ڳالهائيندي انهيءَ ڳالهه جي خاطري ٿو ڪري اهو ڪو حقيقي فرد آهي نه ڪي ڪو خيالي. 1994 ۾ ناش کي معاشيات جو نوبل انعام سندس انقلابي ڪم تي ڏنو ويو جيڪو هُن 1950 واري

ڏهاڪي ۾ رياضيءَ جي آڌار تي گيم ٿيوريءَ جي تناظر ۾ شروع ڪيو هو جنهن ۾ هڪجهڙا مفاد رکندڙ حريفن وچ ۾ رقابتن جو تجزيو ڪيو ويو هو.

ناش جي مرتئي سان هڪ دلچسپ باب پڇاڙيءَ تي رسيو. نفسياتي بيماريءَ تي قابو پائڻ لاءِ ذاتي پتوڙ ۽ قوت جي حوالي سان هو نمايان حيثيت رکي ٿو. هڪ موهيندڙ ذهن ۾ ڳوڙهو ڏسندڙن لاءِ ڪيترائي پيغام لڪيل آهن. انهن مان سڀ کان وڏيڪ اهم حقيقت اِها آهي تہ جيڪڏهن انسان پنهنجي من اندر ڪو حقيقي يا تصوراتي خطرو پيدا ڪري وٺي تہ اِهو عمل وهم ۽ نظرجي دولاب جهڙا نفسياتي مسئلا پيدا ٿو ڪري جيڪو اسانجي سياءُ تي اثر انداز ٿيڻ شروع ٿو ٿئي.

هڪ اهڙي قوم جو تصور ڪريو جنهن ۾ ڪجهہ مخصوص مقصدن جي پورائي لاءِ ڄاڻي ٻوجهي ان قسم جو وهم پيدا ڪيو وڃي تہ انجو نتيجو اُهوئي نڪرندو جو اوهانکي پنهنجي اوسي پاسي اهڙا ماڻهو نظر اچڻ لڳندا جنکي هر مسئلي پويان ڪا سازش رذل نظر ايندي هوندي ۽ آخرڪار اُها صورتحال اچي ويندي جو ماڻهو سماجي طور تي هڪٻئي کان ڏور ٿي ويندا ۽ پنهنجي هڪ اهڙي نئين دنيا تخليق ڪندا جنهن ۾ رڳو متاثر ٿيل قوم يا فرد ئي پنهنجو پاڻ سان مخاطب هوندا.

فلمن جا اهڙا شوقين فرد جيڪي نفسياتي مسئلن تي ٺهيل فلمن ۾ وڌيڪ دلچسپي ٿا رکن، تن لاءِ "اي اسٽريٽ ڪار نيمڊ ڊيزائر"، "سلنگ بليڊ" ۽ "چمڪ" (Shinning) جهڙيون فلم رتي سگهجن ٿيون. ڳجهي علامت وانگي ڪرڻ واري موضوع تي ايلن ٽيورنگ تي فلم ايميٽيشن گيمز هڪ واضع چونڊ آهي.

# سائنسدانن تي سوانحي فلمون

جڏهن ايڊي زيڊيمن کي هڪ سوانحي فلم ”هر شئي جو نظريو“ ۾ بهترين اداڪاريءَ تي آسڪر، گولڊن ۽ بافٽا ايوارڊن سان نوازيو ويو ته ڪنهن کي به اچرج نه لڳي. انتهائي نامياري بيمار سائنسدان اسٽيفن هاڪنگ جو ڪردار هُن انتهائي غير معمولي انداز ۾ نڀايو هو. ان فلم جون هدائتون جيمس مارش ڏنيون هيون. اِها فلم ڏسندي عظيم الشان ڪارڪردگيءَ جو مظاهرو ڪندڙ ڪجهه نالا ذهن تي تري آيا. انهن ۾ پال موني ۽ ڊينئل ڊي ليوس ڪانوني پنڪج ڪپور تائين مختلف اداڪار شامل آهن.

آتم ڪهاڻين تي ٻڌل فلمن جي صنف اوتروئي پراڻي آهي جيتري خود سينيما جي تاريخ پر ان هوندي به انجي درجي بنديءَ جي حوالي سان ڪجهه اختلاف آهن. ڪجهه فلمي ناقد انکي وسيع تر ناٽڪ ۽ رزميا فلمن وارين صنفن جي هڪ ذيلي صنف ٿا ليکين. عام طور تي ان نوعيت جون فلمون ماضيءَ يا حال جي ڪنهن وڏي مرتبي واري تاريخي شخصيت جي جيون جي ڊرامائي انداز ۾ تصوير ڪشي ڪنديون آهن.

اِها ڳالهه اڃان بحث هيٺ آهي ته سوانحي فلمن جو باني هڪ فرانسيسي فلمساز هو جنهن 1899 ۾ فيچر فلم وانگر ڊگهي دورانيي واري هڪ رزميا فلم ”جيني ڊي آرڪ“ ٺاهي، جنهن کي ان صنف يا ذيلي صنف جي پهرين فلم ليکيو ٿو وڃي. مارٽن اسڪورسيزيءَ فلم هيوگو (2011) ۾ ميليز جي ڪردار کي لافاني بڻائي ڇڏيو. ان فلم پنج آسڪر ايوارڊ

حاصل ڪيا.

عام طور تي سمجهيو وڃي ٿو ته 1930 وارو ڏهاڪو سوانحي فلمن جي عروج جو زمانو هو، جنهن ۾ عظيم جرمن هدائتڪار وليم واٽرلي، پال موني، جهڙي اداڪار سان "لوئيس پاسچر جو داستان" (1936) ۽ "ايمائل زولا جو جيون" (1937) جهڙيون اعليٰ معياري فلمون تخليق ڪيون.

سوانحي فلمن ۾ بادشاهن ۽ راڻين جون زندگيون ڏيکارڻ وڏيڪ سولو هجي ٿو ڇاڪاڻ جو اهڙين فلمن ۾ جنگ جا ناٽڪ ۽ سازشون انتهائي اثرائتي انداز ۾ استعمال ڪري سگهجن ٿا. هندستان ۾ اهو طريقو ڪتب آندو ويندو آهي جتي اشوڪ جهڙي عظيم بادشاهه جي ڪهاڻي، جي پڇاڙي به محبت جي ڪنهن بيوقوفاڻي ڪهاڻي، جيان ٿئي ٿي پر سينيما جي پڙدي تي سائنسدانن جي جيون جي تصور ڪشي انتهائي ڏکيو ڪم آهي ڇاڪاڻ جو اخلاقي ۽ طبعي سائنس ڏسندڙن ۾ وڏيڪ پذيرائي نٿيون رکن. جڏهن لوئيس پاسچر فلم رليز ٿي ته اِها ڳالهه واضح ٿي وئي ته سينيما نه رڳو پڙدي تي ڪا ڪهاڻي ڏيکارڻ جو هڪ اهم ذريعو آهي پر اِهو اهڙين سوچن ۽ تصورن جي تشهير پڻ ڪري سگهي ٿو جن ذريعي ماڻهو آزاد خيال، علم ۽ ڄاڻ حاصل ڪري سگهن ٿا.

اڳتي هلي تيار ٿيندڙ سوانحي فلمن جي اُبتڙ پراڻيون فلمون تاريخي ۽ سائنسي حوالي سان دُرست هونديون هيون ۽ انهن ۾ ڏيکاريا ويندڙ لڳ ڀڳ سمورا واقعا اُهيئي هئا جيڪي سائنسدانن جي زندگي، ۾ پيش آيل هئا. اڄ به پاڪستان جهڙن ملڪن ۾ فلم جي پنهنجي اهميت ۽ ڪارج آهي. اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهائي واري عمل دوران انهي، مان مدد پرائي سگهجي ٿي ته وائرس ۽ بيڪٽيريا بابت پڙهندڙ شاگرد ڪي دلچسپ سوال پُڇي سگهن.

ڀرپور ۽ اثرائتي انداز ۾ لوئيس پاسچر جو ڪردار ڪرڻ تي موني، کي بهترين اداڪاري، جو آسڪر ايوارڊ ڏنو ويو. انهي، فلم جي پڇاڙي هڪ جذباتي ڏيک تي ٿئي ٿي جنهن ۾ پاسچر جا ساٿي ڪيس

خراج تحسين تا پيش ڪن ۽ پنهنجي پڇاڙڪي تقرير ۾ هو انتهائي جوش ۽ جذبي سان چوي ٿو تہ سڀ کان اهم ۽ اعليٰ عمل انسانيت جي بهتريءَ لاءِ پتوڙڻ آهي. پاسچر سالن تائين چتر ۽ اڪيلائپ جو نشانو بڻيل رهيو جڏهن هُن بيماريون پکيڙڻ ۾ بيڪٽيريا جي ڀاڱي ڀائيواريءَ کي ڦلهوري لڌو هو. سندس تخليق آخرڪار قبولي وئي جنهن اڳتي هلي اسانجي دنيا بدلائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان قسم جون فلمون اسان جي چوڌاري پکڙيل ٺوڳ بازيءَ خلاف ترياق جو ڪم ڏيون ڪن.

هاڻ ترتڪڙ ۾ 1990 واري ڏهاڪي جي ڪجھ هندستاني فلمن جو ذڪر ڪندو هلجي. نامياري بنگالي هدائتڪار تپن سنها، جنهن جو ڳاڻيٽو هندستان جي چئن غير معمولي هدائتڪارن (جن ۾ باقي ٽي ستيا جيت ري، رتوڪ گهاتڪ ۽ مرينال سين شامل آهن) ۾ ٿئي ٿو. تپن سنها جي هدائتڪاريءَ ۾ هڪ فلم ٺاهي وئي ”ايڪ ڊاڪٽر ڪي موت“. اِها فلم ڍري ڍاري انداز ۾ هڪ هندستاني ڊاڪٽر سڀاش مکوپاڌيائي جي زندگيءَ تي ٺهيل هئي. ڊاڪٽر مکو پاڌيائي هٽرادو طريقي سان ڳپائڻ (In-Vitro Fertilization) طريقي جو باني هو. جنهن وقت ڊاڪٽر مکوپاڌيائي پنهنجي تحقيق ۾ رڌل هو، لڳ ڀڳ ساڳئي وقت برطانيا ۾ هڪ سائنسدان ڊاڪٽر رابرٽ ايڊورڊس پڻ ساڳي ڪرت ۾ جنبيل هو. ڊاڪٽر مکوپاڌيائي ان طريقي سان دنيا جو ٻيو ۽ هندستان جو پهريون ٻار ڄڻايو.

ڊاڪٽر مکوپاڌيائي جي تحقيق ۾ رڌل هئڻ دوران ڪيس رياستي حڪومت طرفان هيسايو ويو ۽ ڪيس پنهنجي تحقيق ۽ انجا نتيجا عالمي سائنسي برادريءَ سان ونڊڻ کان جهليو ويو. انهيءَ صورتحال ڪيس ايترو تہ نراس ڪيو جو 1981 ۾ آپگهات ڪري ڇڏيائين، جيتوڻيڪ هو درگا نالي هڪ ٻارڙي ڄڻائڻ ۾ ڪامياب ٿي چڪو هو جيڪا برطانيا ۾ ڄاول پهرين آءِ وي ايف ٻار کان ستهٺ ڏينهن پوءِ ڄائي هئي.

تپن سنها انکان اڳ ڪيترين ئي شاهڪار فلمن جي هدائتڪاري ڪري چڪو هو جن ۾ رابندرناٿ ٽئگور جي ڪهاڻيءَ تي ٺهيل فلم ”ڪابلي والا“ (1957) ۽ 1942-43 جي پورهيت تحريڪ جي سچي ڪهاڻيءَ جي آڌار تي ٺاهيل فلم ”سگينا ماهاتو“ (1970) شامل آهن جنهن ۾ سائرا

بانو ۽ دليپ ڪمار ڪم ڪيو هو. اِها ڪهاڻي افسانوي ڪردارن ذريعي بيان ڪئي وئي آهي. تپن سنها "ايڪ ڊاڪٽر ڪي موت" ناهڻ مهل ڪنهن قانوني پيچيدگيءَ کان بچڻ واسطي اصل ڪهاڻيءَ ۾ ڪجهه تبديليون پڻ ڪيون.

انهيءَ فلم ۾، ڊاڪٽر ديپانڪر راءِ (هيءُ ڪردار پنڪج ڪپور ڪيو) ڪوڙهه جي مرض کان بچاءُ جي هڪ دوا تيار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿو ٿئي، جنهن ڪم تي هن ورهين تائين تحقيق دوران پنهنجي زندگي داءُ تي لڳائي ڇڏي هئي. هو هڪ سرڪاري اسپتال ۾ نوڪري ڪندڙ هو پر هُن اِها تحقيق پنهنجي گهر جي تجربيگاهه ۾ ڪئي هئي. هو ٻين ماڻهن جي پيشيوراڻي حسد ۽ پنهنجي اعليٰ عملدارن جي اختيارن جي غلط استعمال سبب انتهائي نراسائي جو شڪار ٿي پيو ۽ ان صورتحال ۾ سندس زال (شبانا اعظمي) ڪانسواءِ ڪوبه ٻيو سندس ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار نه هو. هو سرشتي خلاف پتوڙيندي اڳتي وڌڻ ٿو چاهي پر ڪيس عملدارن طرفان ڇنيو وڃڻ ۽ سخت گهٽ وڌ ڳالهائڻ ٿو پوڳڻو پوي. اهڙي سخت دٻاءُ ڪري ڪيس دل جو دورو ٿو پوي پر ڪيس هيسائڻ وارو سلسلو بند نٿو ٿئي ۽ ڪيس هڪ ڏورانهين ڳوٺ ڏانهن بدلي ڪيو ٿو وڃي.

مٿين ٻنهي فلمن جي ڀيٽ ڪجي ته فلم "هر شئي جو نظريو" ۾ ڪيترن ئي حوالن سان ڪجهه خاميون آهن. هيءَ فلم اسٽيفن ۽ جين هاڪنگ جي زندگيءَ جي سندرتا ۽ ٻنهي وچ ۾ پريت ڪهاڻيءَ گهڻي حد تائين ڪجهه گهرائي سان ٿي پيش ڪري. ان فلم جو بنياد جين جي ڪتاب تي رکيو ويو آهي جيڪو 1965 کان 1995 تائين هنن ٻنهي جي ناتن جو داستان ٿو بيان ڪري. هن فلم ۾ ايڊي ريڊمين ۽ فليسٽي جونز ٻنهي اسٽيفن ۽ جين جا ڪردار انتهائي شاندار ريت ادا ڪيا آهن پر اِهو چوڻ غلط نه ٿيندو ته ايڏي عظيم سائنسدان جي زندگيءَ تي ناهيل فلم مجموعي طور تي ڏسندڙن ۾ غور ۽ فڪر جي ڪنهن اهڙي عمل ڪي وڌائي ويجهائي نه سگهي آهي جنهن جي اُميد پئي ڪئي وئي. هيءَ فلم ٻنهي جي پيار ڪهاڻي وڌيڪ آهي جنهن ۾ اسٽيفن هاڪنگ جي جيون جي وسيع تر تصوير پيش نه ڪئي وئي آهي. ان حوالي سان فلم جو

نقص شايد اِهو آهي تہ هدائتڪار وڏيڪ مناسب اسڪرين پلي جي چونڊ نہ ڪئي آهي. هو جيڪڏهن پنهنجي فلم جو بنياد جين جي ڪتاب تي نہ رکي ها تہ ڪيس سولائي سان اهڙي اسڪرين پلي ملي پئي سگهيو جنهن ۾ اسٽيفن هاڪنگ جي سائنسي ڪاميابين ۽ پنهنجي زال کان آهستي آهستي پرپرو ٿيڻ تي وڌيڪ ڌيان ڌريو ويو هجي ها ڇاڪاڻ جو هوءَ پنهنجي ماءُ ۽ هڪ جوان ۽ سهڻي پادريءَ جي اثر ۾ اچي تيزيءَ سان مذهب ڏانهن لڙي وئي هئي. اسٽيفن هاڪنگ پنهنجي دور جي بالادست بيانيي کي للڪاريو هو ۽ هُن مذهبي لاڙن خلاف پنهنجي خيالن جي اظهار ۾ ڪڏهن بہ ڪا هٻڪ محسوس نہ ڪئي. پر هدائتڪار وڌيڪ محفوظ رستو اختيار ڪندي مذهب ۽ سائنس وچ ۾ جاري سوچن جي ويڙهہ ۾ وچڙڻ کان پاسو ڪيو آهي.

انجي ابتڙ رومي سلطنت جي پسمنظر ۾ اسڪندريا جي مشهور فلسفي ۽ انگي حسابن جي پروفيسر هائپيشا جي زندگيءَ تي ٺهيل فلم اگورا (2009) انهن فلمن ۾ شامل آهي جيڪي اسٽيفن ۽ جين جي جيون تي ٺاهيل فلم کان مختلف آهن. فلم اگورا بہ پنهنجي ڏسندڙن کي ڪجھہ نہ ڪجھہ سوچڻ جي نينڊ ضرور ٿي ڏئي.

اسٽيفن هاڪنگ جي زندگيءَ جا ٿي اهڙا مامرا ضرور آهن جن کي وڌيڪ وسيع انداز ۾ پيش ڪرڻ گهربو هو. هڪ، سندس بيماريءَ جو معاملو، جيڪو وڌيڪ تفصيل سان ڇاڻائڻ گهرجي ها. ٻيو اهم پهلو سندس اُهي نظريا آهن جن سائنسي سوچ ۾ واڌ آندي. فلم ۾ انهيءَ پهلو جو جزوي طور پر احاطو ڪيو ويو آهي. اسٽيفن هاڪنگ جي زندگيءَ ۾ انتهائي اهم ڳالهہ اِها هئي تہ ڪيس هڪ اهڙي بيماري لاحق هئي جيڪا ڪيس لاڳيتو هيٺو ڪندي موت جي منهن ۾ ڌڪي رهي هئي پر ان هوندي بہ هُن مافوق الفطرت طاقتن کي نہ قبوليو ۽ نہ ئي انهن آڏو آڻ مڃيائين نہ تہ ان نوعيت جي ڪنهن بيماريءَ ۾ ڦاٿل ڪو عام ماڻهو تہ آساني ۽ خيالي سهاري لاءِ ئي هٿوراڙيون هڻندو آهي.

انهن سمورين ڳالهين جي باوجود اِها فلم گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو ضرور ڏسڻ گهرجي.

# PK جي منطق

راجڪمار هيراڻيءَ جي فلم ”پي ڪي“ ڏسي انتهائي سرهائي ٿي پر اِهو پروڙيندي پريشاني پڻ ٿي ته اِها فلم رليز ٿيڻ خلاف زعفراڻي ٽولي جا چاڙتا بدمعاشن جيان غنڊا گرديءَ تي لهي آيا آهن. بهرحال، جيڪڏهن اهڙي ڪا فلم پاڪستان ۾ ٺهي ها ته انتهاپسندن جو ردعمل شايد انڪان گهڻو وڌيڪ هجي. اِها به حقيقت آهي ته ڪو به پاڪستاني هدائتڪار اهڙي ڪا فلم ٺاهڻ جو سوچي ئي نٿو سگهي جنهن ۾ مذهبي عالمن هٿان مذهب جي غلط استعمال تي ڪي سوال اُٿاريا ويا هجن.

اڳ به سرحد جي ٻئي پار هڪ ٻئي شاندار فلم ”او ماءِ گاڊ“ ٺاهي وئي هئي جنهن جو هدائتڪار رميش شڪلا هو. اُن فلم ۾ پڻ ساڳيو ئي خيال پيش ڪيو ويو هو ۽ اهم مذهبن ۽ عقيدن سان تعلق رکندڙ مذهبي اڳواڻن کي هڪ ڪورٽ ۾ جمع ڪيو ويو هو. انهن ٻنهي فلمن جو تقابلي تجزيو ضرور ٿيڻ گهرجي پر انڪان اڳ هاليووڊ جي انهن ٻن فلمن جو ذڪر ضرور ٿيندو جيڪي ويهن صديءَ جي پهرين ۽ پوئين اڌ ۾ ٺاهيون ويون ۽ انهن فلمن پڻ ڏسندڙن کي منطقي انداز ۾ سوچڻ ڏانهن لاڙيو.

ان قسم جي فلمن مان سين ڪان پهرين 1916 ۾ ”اسهپ“ جي نالي سان هڪ فلم ٺاهي وئي. انجو هدائتڪار ڊي ڊبليو گريفٽ (1875 کان 1948) هو. هيءُ اُهو عظيم هدائتڪار هو جنهن هڪ سال اڳ ئي

خاموش فلمن واري دور جي سڀ کان وڏي شاهڪار فلم "هڪ قوم جو جنم" ناهي هئي. اِها جيتوڻيڪ هڪ نسل پرستاڻي فلم هئي پر انجي وسيلي پهريون ڀيرو وڏيڪ جديد ڪئميرا ۽ بيانئي جي حرفتن جي استعمال چڱو موچارو چوٻول مچايو هو. انهيءَ فلم ۾ ڪاري چمڙيءَ وارن امريڪين بابت جيڪو انتهائي تڪراري ۽ منفي تاثر اُڀاريو ويو هو، غلاميءَ ڪي جهڙي ريت پيش ڪيو ويو هو ۽ ڪوڪلڪس ڪلان بابت جيڪو مثبت نقطي نظر اختيار ڪيو ويو هو تنهن تي تمام گهڻا چوهه چنڊيا ويا هئا. انهي فلم ۾ جهڙي ريت نسل پرستيءَ ڪي وڌايو ويجهايو ويو هو ان تي نقادن ۽ سماجي ڏرين طرفان ڏک ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪيو ويو هو، فلم جي بائيڪاٽ جي مهم هلائي وئي ۽ ڪيترين ئي سينيمائن جي اوسي پاسي ۽ خود انهن جي اندر ڏقير ۽ ڦڏا پڻ ٿيا هئا.

انتها پسنديءَ خلاف سامهون ايندڙ ردعمل ظاهر ڪيو ته امريڪي عوام فلم ذريعي ڏکار پکيڙڻ وارو عمل قبولڻ لاءِ راضي ناهي. گريفٿ پنهنجي نقادن کي فلم جي شڪل ۾ ساڍن ٽن ڪلاڪن تي ٻڌل هڪ رزميو ڏنو. انهيءَ فلم جو نالو "اَسهپ" هو، جنهن ۾ ڪيئي صديون اڳ سان تعلق رکندڙ چار متوازي ڪهاڻيون گڏوگڏ هلي رهيون هيون، جن ۾ هاڻوڪي دور ۾ جاري ڏوهن ۽ اُڌمن کي بابل واري سلطنت ڪانونئي 1572 عيسويءَ ۾ ٿيندڙ سينٽ بار ٿولوميو جي قتلام جي حوالي سان اَسهپ تي ٻڌل ڪهاڻين جو گاڏڙ شامل هو. گريفٿ ڪهاڻيءَ جي مختلف ڏيکن کي هڪٻئي سان ڳنڍڻ لاءِ هڪ پينگهو لوڏيندڙ پاچولو استعمال ڪيو هو جيڪو لافانيماديت جي علامت هو.

هڪ قوم جو جنم جي بيپناهه ڪاميابيءَ جي ابتڙ اَسهپ جي شروعاتي واپارڪ ناڪاميءَ گريفٿ کي انتهائي جهوري ڇڏيو پر ان فلم بابت ٿيندڙ مثبت تبصرن جي صورت ۾ هُن اُتساهه وارو انعام ضرور حاصل ڪيو. اڄ بہ اِها فلم دنيا جي هڪ سئو بهترين فلمن ۾ شامل آهي.

هڪ ٻئي فلم "هوائن جو ورثو" 1960 ۾ سينيمائن ۾ نمائش لاءِ پيش ڪئي وئي، جنهن ۾ 1925 سان تعلق رکندڙ حقيقي واقعا ڏيکاريا

ويا هئا. رياست ٽينسيءَ جي شهر ڊيٽن ۾ ارتقائي علم جي هڪ استاد جون اسڪوپس جڏهن ڊارون جو نظريو پڙهائڻ شروع ڪيو ته ڪيس انهن مقامي بنياد پرستن جي ڏمر جو نشانو بڻجڻو پيو جن جو عقيدو هو ته هر جاندار جنهن شڪل ۾ آهي سو شروعات ڪانوئي انهيءَ ساڳئي روپ ۾ ئي هلندو اچي. هو ارتقائي نظرئي جا انڪاري هئا ۽ سندن موقف هو ته رياست جو قانون اسڪولن ۾ ارتقائي نظرئي جي تعليم جي جهل ٿو ڪري. اِهو ڪيس ٽينسي بمخالف جون اسڪوپس واري سرڪاري سري هيٺ هو پر مشهور اسڪوپس جي "پولڙي وارو ڪيس" طور ٿيو جيڪو اصل ۾ انجو اشارو هو ته حيوان جهڙوڪ پولڙا ارتقا ڪري انسان بڻيا آهن. اِنهيءَ نظرئي ڪي ڪائنات جي تخليق ڪي الاهي امر ليکيندڙ ۽ سموورن ساهوارن جي جيوت واري عمل ڪي ارتقا جي پئداوار بدران ڌار ڌار وجود ۾ آيل سمجهندڙ چٽر جوڳو ليکيندا هئا.

ٽيهن ورهين ڪانپوءِ 1955 ۾ ناٽڪ نويس جيروم لارينس ۽ رابرٽ ليءَ هڪ ناٽڪ لکيو جيڪو ڍلي ڍاري طور تي ان ڪيس بابت هو. انهيءَ ناٽڪ ۾ ڏيکاريو ويو ته دنيا انتهائي پيچيدي آهي جتي ماڻهو مختلف عقيدن ۽ نظرياتي وهنوارن ذريعي معنائون ڦلهورڻ جي ڪوشش ۾ تڪرارن جو شڪار ٿا بڻجن. اِهي وهنوار مذهبي، سائنسي يا سياسي ٿي سگهن ٿا پر انهن وهنوارن منجهه ۽ انهن وچ ۾ پتوڙ موجود هجي ٿي جيڪا ثقافتي تڪرار جي عڪاس هوندي آهي جيڪو حل ڪرڻ شايد ڪڏهن به ممڪن نه ٿئي. انهيءَ فلم ۾ ٽينسيءَ جي ڪورٽ ۾ ٻارنهن ڏينهن تائين هلندڙ ڪيس جي سنسني خيز ڪهاڻي بيان ڪئي وئي آهي ۽ انهن ماڻهن جو بيانيو اڳتي آندو ويو آهي جيڪي تبديليءَ جي قوتن سان تڪرائڻ جي ڪوشش ٿا ڪن.

انهيءَ ڪهاڻيءَ تي ٺهيل ناٽڪ کي 1960 ۾ هاليووڊ ڊائريڪٽر اسٽينلي ڪريمر (1913 کان 2001) فلم ۾ تبديل ڪيو. هيءُ اُهو ساڳيو هدائتڪار آهي جنهن اڳتي هلي "نيورمبرگ جو فيصلو" (1961) ۾ نازي ڏوهارين کي ڪورٽ جي ڪٽهري وارن ڏيکن ۾ پيش ڪيو ۽ "پروڙ ته ڪير پوياڙيءَ واري ضيافت تي ٿو اچي" (1967) ۾ تن ڏينهن جي مختلف

نسلن ۾ شادين جي تڪراري موضوع تي فلم ناهڻ کانسواءِ ميڪارٿي ازم جي دور تي فلم "هوائن جو ورثو" نالي فلم پڻ ناهي هئي، اهو دور هو جنهن ۾ هر انهيءَ امريڪي شهري ۽ هاليووڊ شخصيت کي جبر جو نشانو بڻايو ٿي ويو جنهن تي ڪابه ڊپ جو لاڙو رکڻ جو رڳو شڪ به هو. هن فلم ۾ سائنسي ۽ غير سائنسي سوچن وچ ۾ تڪرار ۽ ڪشمڪش ذريعي اها ڳالهه سامهون آڻڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته اهو ضروري ناهي ته معاشري تي جنهن سوچ يا فڪري لاڙي جي بالادستي هجي سا درست ۽ صحيح به هجي.

هندستان جي سماجي فلمن ۾ پڻ معاشري تي حاوي ۽ بالادست سوچن کي للڪارڻ جا لاڙا نظر ٿا اچن. 1936 ۾ "اڇوت ڪنيا" جي سري هيٺ هڪ فلم ناهي وئي جنهن ۾ دلت ڇوڪرين جي سماجي حيثيت کي اڳيان آندو ويو هو. "پاڪيزه" نالي فلم کي پڻ تمام گهڻي پذيرائي ملي جنهن ۾ هڪ وئشيا جي زندگيءَ کي موضوع بڻايو ويو هو. انهيءَ فلم وئشيا جي پيشي بابت ماڻهن جي سوچ جو انداز بدلائي ڇڏيو. انهيءَ فلم ۾ دکدائڪ ڪردار ڪرڻ ۾ افسانوي شهرت رکندڙ اداڪارا مينا ڪماريءَ مرڪزي ڪردار ادا ڪيو هو جيڪا ان فلم جي نماءَ جي ڪجهه هفتن اندر گذاري وئي. پاڪيزه فلم مڪمل ڪرڻ ۾ چوڏهن ورهيه لڳا هئا.

1970 ۽ 1980 وارن ڏهاڪن ۾ متوازي سينيما يا "آرٽ فلمن" جي هڪ شاندار دور جي شروعات ٿي پر گذريل ڪن سالن ۾ ٺهندڙ او ماءِ گاڊ ۽ پي ڪي فلمن معاشري تي حاوي مذهبي سوچن ۽ خيالن کي جنهن ڀت پرٺي انداز ۾ للڪاريو آهي تنهن جو مقابلو ڪا ٻئي فلم نٿي ڪري سگهي. او ماءِ گاڊ طنز ۽ مزاح واري هڪ فلم آهي جيڪا هڪ گجراتي ناٽڪ "ڪانجي ويرڌ ڪانجي" تان کنئي وئي آهي.

او ماءِ گاڊ جو مرڪزي خيال هڪ آسٽريلوي فلم "هڪ شخص جنهن خدا تي ڪيس داخل ڪيو" تان کنيو ويو آهي. ان فلم ۾ اسٽيو ميرز جنهن جو ڪردار بلي ڪونوليءَ ڪيو هو، گذرسفر لاءِ ماهيگيريءَ جو پيشو ته اختيار ڪري پر سندس ٻيڙيءَ تي وڄ ٿي ڪري، نتيجي

طور ٻيڙي سڙي سمنڊ ۾ ٻڏي ٿي وڃي، انشورنس ڪمپني سندس دعوا اهو چئي رد ٿي ڪري ڇڏي ته سندس ٻيڙي خدائي عمل ڪري تباهه ٿي آهي انڪري ڪمپني ان جو معاوضو ڏيڻ لاءِ پابند ناهي، سو هو خدا خلاف هرجاڻي جي دعوا ٿو داخل ڪري ۽ چرچ جي عملدارن کي خدا جي عيوضين طور ڪيس ۾ ڌر ٿو بڻائي.

او ماءِ گاڊ فلم لڳ ڀڳ مڪمل طور تي انهيءَ آسٽريلوي فلم جي ڪهاڻيءَ تي ٻڌل ناهي وٺي آهي جنهن ۾ اکشي ڪمار ۽ پاريش راول اهم ڪردار ادا ڪيا آهن جڏهن ته مٿن چڪرورتيءَ جو ڪردار پڻ انتهائي اهم ۽ بنيادي آهي. او ماءِ گاڊ طنز ۽ مزاح جو خوبصورت گاڏڙ آهي جنهن نقادن جي پذيرائي کانسواءِ ڏماڪيدار ڪاميابي پڻ حاصل ڪئي آهي.

عامر خان ۽ انوشڪا شرما جي فلم پي ڪي 2014 جي آخري هفتن ۾ آئي. انهيءَ فلم خلاف هندو انتها پسند گروهن طرفان شديد رد عمل سامهون آيو جن فلم خلاف احتجاج ڪندي انجي مواد جي ٽڪڙي جانچ جي گهر ڪئي. فلم ۾ هندو ديوتائن، سندن پوڄارين ۽ ٻين وهم پرستين کي طنز ۽ تنقيد جو نشانو بڻايو ويو آهي جنهن تي بجرنگ دل ۽ ويشوا هندو پريشد جهڙا ساڄيءَ ڌر جا انتها پسند گروهه سخت مڇرجي پيا.

پي ڪي جو هدائتڪار راجڪمار هيراڻي آهي، جنهن جو تعلق هڪ اهڙي سنڌي ڪٽنب سان آهي جيڪو ورهاڱي مهل سنڌ مان لڏپلاڻ ڪري هندستان هليو ويو هو. راجڪمار هيراڻيءَ منا ڀائي سيريز جون شاندار مزاحيا فلمون پڻ ٺاهيون آهن. پي ڪي مذهبي انتهاپسنديءَ خلاف سڌوسنئون ٽڪراءُ وارو رستو اختيار ڪيو آهي. انڪي هندستاني فلمي تاريخ ۾ سڀ کان وڌيڪ پئسا ڪمائيندڙ فلم جو اعزاز حاصل آهي جنهن هيراڻيءَ جي پنهنجي ئي انتهائي تفريحي فلم ”ٿري ايڊيٽس“ کي پوئتي ڇڏي ڏنو آهي.

پي ڪي جو مرڪزي ڪردار ڪنهن ٻئي اُپگرهه تان دنيا ۾ آيل هڪ انسان جهڙو اوپرو آهي جنهن جو خلائي جهاز راجهستان ۾ ٿو لهي

۾ ڪائنس انهيءَ جهاز کي اڏائڻ وارو ريموٽ ڪنٽرول وڄائجي ٿو وڃي.
اوپري شخص جو ورتاءُ انتهائي عجيب غريب آهي ۽ هو مدهوشيءَ واري
ڪيفيت ۾ ٿو نظر اچي، تنهنڪري ماڻهو کيس "پي ڪي" جي نالي سان
ٿا سڏين. هو پنهنجي ريموٽ ڪنٽرول جي ڳولا ۾ هيڏانهن هوڏانهن ٿو
ڀٽڪي. ماڻهو کيس خدا کان مدد وٺڻ جي صلاح ٿا ڏين پر هو هندستان
جي مختلف مذهبن جي پيروانن جا هشام ۽ روائتون ڏسي پريشان ٿو ٿي
پوي. فلم ۾ بي مقصديت تي سوال اُٿاريا ويا آهن ۽ ڏسندڙن کي عقلي
طور تي غور ويچار ڪرڻ ڏانهن لاڙيو ويو آهي. انهيءَ فلم جو انتهائي
فڪر انگيز ڏيک اهو آهي جڏهن پي ڪي تازي ڄاول ٻارن جو معائنو
ڪري اهو ٿو پروڙي ته سندن جسمن تي ڪنهن به مذهب جو ڪو نشان
ناهي ۽ اهي سمورا هڪجهڙا ئي آهن، جن مان ثابت ٿو ٿئي ته سندن
سڃاڻپ لافاني سچ ناهي پر سماجي حالتون ئي ان جي جوڙجڪ ٽيون
ڪن.

جيڪڏهن پيٽ ڪبي ته پي ڪي هر لحاظ کان او ماءِ ڳاڊ کان
وڌيڪ بيباڪ ۽ همت ڀري فلم آهي، پر "هوائن جو ورثو" ۾ آسماني
صحيفن بابت جيڪي سڌاسنوان سوال اُٿاريا ويا آهن تن کان پي ڪي ۾
پاسو ڪيو ويو آهي. بهرحال اِها ڳالهه مڃڻي پوندي ته وقت لنگهڻ سان
هندستاني سينيما ۾ پختگي ايندي پئي وڃي ۽ اُتي هاڻ رومانوي فلمن
کانسواءِ ٻين موضوعن تي پڻ فلمون ٺهڻ شروع ٿي ويون آهن. اِهو
ويچاريندي اچرج ٿو لڳي ته پاڪستاني فلمون ڪڏهن گجر، پتر ۽
بدمعاش جهڙن موضوعن کان ٻاهر نڪرنديون ۽ هتي به گهڻ مدي خارج
موضوعن تي فلمون ٺهڻ شروع ٿينديون.

# هيرو، جيڪو سؤ ورهين جو ٿي ويو

فلمن ۾ هيرو بڻجڻ سولو آهي پر حقيقي زندگيءَ ۾ پوشواري جوڳو ٿيڻ بڻجڻ انتهائي محنت ڀريو ڪم آهي. انڪري ضروري آهي ته انسان ڪا نيڪي ڪرڻ جي همت ساري ۽ بالادست کي للڪاري يا عام ماڻهن جي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ ڪو پورهيو ڀاري. ڪرڪ ڊگلس اهو سڀڪجهه ڪري چڪو آهي. 9 ڊسمبر 2016 تي جڏهن سندس ڪٽنب ڀاتين سندس هڪ سؤهون جنم ڏينهن ملهايو ته هو وهيل چيئر تي هئڻ بدران هرڪنهن سان کل ڀوڳ ڪندي گهمي ڦري رهيو هو. جيڪڏهن ڪنهن کي هڪ سؤ ورهين تائين جيئرو رهڻ جي سڌ آهي ته کيس سندس پوشواري ڪرڻي پوندي.

ڪرڪ ڊگلس پنهنجي حقيقي زندگيءَ ۾ هيرو ڪيئن بڻيو؟ اهو دُرست آهي ته امريڪا ۾ 1950 ۽ 1960 وارا ڏهاڪا ڪميونسٽ مخالف پاڳلپڻ جي عروج وارو دور هئا. جنگ جي مدح سرائي تي ڪٺي وٺي، ذاتي مفاد کي مقدم تي ليکيو ويو ۽ فن ۽ ثقافت نفعي جي تابع هئا. اهڙي ماحول ۾ پڻ هاليووڊ ۾ نظرين جي ويڙهاند تي نظر اچي، جيتوڻيڪ ان لاءِ به هرڪنهن وٽ هڪجيترا موقعا نه هئا. ڪجهه اهڙا ماڻهو به هئا جيڪي جنگي جنون ۾ قائل نه هئا. هنن انهيءَ تباهيءَ پري سرمائيداريءَ کي ان صورت ۾ ٿي پيش ڪيو جهڙي اُها هئي. هنن فنڪارن جي مفادن جي حفاظت ڪرڻ تي چاهي. انهيءَ ڪري هنن فنڪارن جي تخليقي جوهر ۽ حساسيت کي انتهائي همدرديءَ سان ٿي

آڏو آڻدو،

پر اڪثريت حساس نه هئي ۽ ڪرڪ ڊگلس جو تعلق ان قبيل سان نه هو. سندس بهترين فلمون اُهي آهن جن ۾ ذاتي ملڪيت جي حاڪميت تي منفي انداز ۾ روشني وڌي وئي آهي. ”مارٿاليورس جو عجيب پريم (1946) ۽ چيمپئن (1949) کان وٺي يڪي ۾ ڏرڙ (1951) ۽ ڪوجهو ۽ سهڻو (1952)“ تائين سندس ڪردار ڏسندڙ کي سوچڻ تي هرڪائين ٿا ته ذاتي مفاد جي لوڙ کهڙي ريت معاشري ۾ سنگ سياپڻ، نيڪ نامين ۽ هڪٻئي جي احترام کي ناس ڪري سگهي ٿي.

چيمپئين هڪ اهڙي فلم آهي جيڪا راندين تي فلمي انداز ۾ ناهيل ڊرامائي فلمن ۾ ليکي ويندي. ان ۾ هڪ اهڙي باڪسر جي پتوڙ کي وائکو ڪيو ويو آهي جيڪو نه رڳو پنهنجي مخالفن کي زير ٿو ڪري پر پنهنجي دوستن جي پُٺ ۾ ڇُرو ڪپائڻ کان به نٿو ڪيٻائي.

هڪ اهڙي فلم آهي جيڪا سمورن صحافين کي ضرور ڏسڻ گهرجي. اصل ۾، اِها ڪاروباري ۽ سڌ سماءُ جي ڪلاسن ۾ لازمي طور پڙهائڻ گُهرجي. هڪ ڪل ٽڙيل، ساک کان محروم رپورٽر هڪ وڏي اخبار ۾ پنهنجي ملازمت ٻيهر حاصل ڪرڻ لاءِ هٿوراڙيون ٿو هڻي ۽ ان ۾ هر رڪاوٽ اورانگهي ٿو وڃي. بلي وائلڊر جنهن هڪ سال اڳ ئي پنهنجي شاهڪار فلم ”سن سيٽ بليوارڊ“ جي ڪهاڻي لکي انجي هدائتڪاري ڪئي هئي، ٻئي فلم ۾ پنهنجو ڪارنامو ورجائيائين جيڪا شروعاتي طور تي ته تڪرار جو سبب بڻي پر هاڻ سڌسماءُ جي بيحسي ۽ عوام جي مايوسيءَ واري تناظر ۾ هڪ ڪلاسڪ جو درجو رکي ٿي. اِها ڪا اچرج جي ڳالهه ناهي ته معاشري کي آئينو ڏيکارڻ جي همت ڪرڻ عيوض اِها فلم ڪمائي جي لحاظ کان ناڪام رهي.

ونسينٽ مينليءَ جي هدائتڪاريءَ هيٺ ٺهندڙ فلم ”ڪوجهو ۽ سهڻو“ ۾ اِهوئي ڪم ڪرڪ ڊگلس ڪيو هو جنهن ۾ هڪ فلم پروڊيوسر شهرت حاصل ڪرڻ جي هٻج جو شڪار ٿو ٿئي. چيمپئن ۽ سرٽيل ڦل وانگر ان ۾ به هڪ خود غرض پيشيور شخص پيش ڪيو ويو آهي جنهن آڏو سنگدل ڪاروباري دنيا ۾ حيثيت موجب مقام حاصل

ڪرڻ لاءِ ٻين سان جهيڙڻ ۽ کين تباهه ڪرڻ ضروري آهي. ان جي پڄاڻي
پنهنجي ذات جي تباهي ۽ اخلاق جي بربادي ۽ جي صورت ۾ ٿي ٿئي
سندس ايندڙ ٻي فلمون "جيون جو چسڪو، عظمت جون راهون ۽
اسپارٽڪس" انهن فلمن جي بنهه ابتڙ آهن جهڙي ريت هُن پنهنجي
پراڻين فلمن ۾ خاڪي گري ڪئي هئي.

پيغام لڳ ڀڳ هڪجهڙو آهي پر انجا ڪردار مثبت روپ ٿا
اختيار ڪن. اُن وقت هو ليڪ جي ٻئي پاسي بيٺل آهي. هاڻ هو ڏڪار
پريو ولن ناهي پر انجي ابتڙ هڪ وحشي معاشري جو ڏنگيل انسان
جيڪو وقار، آزادي ۽ امن جي حوالي سان عوام جي حقن جو ٻي ڏڍائتو
محافظ آهي. هڪ پيرو ٻيهر مينلي ۽ جي هدائتڪاري ۽ ۾ نهندڙ فلم
جيون جو چسڪو (1956) ونسينيٽ وان گاگ (1853 کان 1880) جي جيون
ڪٿا آهي. اِها فلم ارونگ استون جي ناول تي ٻڌل آهي جيڪو اڳتي
هلي، مائيڪل اينجلو بابت پنهنجي ڪتاب سبب مشهور ٿيو ۽ ان ناول
تي به "پيڙا ۽ جنون" جي سري هيٺ هڪ فلم ٺاهي وئي.

ڪرڪ ڊگلس پنهنجي شاندار اداڪاري ۽ تي آسڪر ايوارڊ حاصل
ڪري پئي سگهيو جهڙي ريت جيون جو چسڪو لاءِ وينسينٽ حاصل
ڪيو هو پر 1956 ۾ "بادشاهه ۽ آءٌ" لاءِ هڪ ٻئي اعليٰ درجي وارو ڪردار
ادا ڪندڙ يول برائنر کي بهترين اداڪار جو آسڪر ايوارڊ ڏنو ويو.
ڪرڪ کي مهاڀاري لڙائي مخالف فلم عظمت جون راهون (1957) ۾
موهيندڙ ڪردار ادا ڪرڻ تي پڻ ايوارڊ کان محروم رکيو ويو جنهن ۾
هُن انهن فرانسيسي سپاهين جي ڪمانڊنگ آفيسر جو ڪردار ادا ڪيو
هو جن پهرين مهاڀاري لڙائي ۽ ۾ جرمني ۽ خلاف آپگهاتي حملا جاري
رکڻ کان نابري واري هئي. آفيسر (ڪرڪ) پنهنجي سپاهين جو بچاءُ
ڪرڻ واسطي فوجي ڪورٽ آڏو سينو سپر ٿو ٿئي جن تي ڪائرتا جو
الزام ڌريو ويو هو.

هو ڪورٽ مارشل جي ڪاروائي روڪرائڻ ۾ ناڪام ٿو رهي
پر معقوليت لاءِ سندس وڪالت ۽ سنجيدگي ۽ سان ويچارڻ واسطي
سندس دليل ڏسندڙن کي جنگ کان ڏڪار ڏانهن لاڙين ٿا. ڪرڪ ڊگلس

اسپارٽڪس (1960) ذريعي ڪاميابي ماڻي. غلامن جي بغاوت بابت سورهائپ واري انهيءَ تاريخي داستان جون هدائتون اسٽينلي ڪيوبرڪ ڏنيون هيون. فلمي منظر نامي جو ليکڪ ڊالٽن ٽرمبو ڪي ڪميونسٽ سياست لاءِ سندس همدردين ڪري اسٽوڊيو وارن بليڪ لسٽ ڪري ڇڏيو هو. ڪرڪ ڊگلس نه رڳو انهيءَ پابنديءَ جي پيڪڙي ڪئي پر سندس فلم جي منظر نگاريءَ جو اعتراف به ڪيائين جنهن ذريعي ”اڻ-امريڪي سرگرمين بابت ايوان جي ڪميٽي“ (HUAC) طرفان شروع ڪيل الزام تراشيءَ جي خاتمي ۾ هٿ ونڊائين.

ايندڙ سالن ۾ ڪرڪ ڊگلس انسان دوست بڻجي ويو ۽ واهر لائق آبادين جي چڱيلائيءَ واسطي ڏهه ڪروڙ ڊالرن کان وڌيڪ عطيو ڪيائين. هُن بي گهر ۽ الزائمر بيماريءَ ۾ ورتل ماڻهن جي واهر ڪئي. ٻارن لاءِ چار سئو کان وڌيڪ راندين جا ميدان جديد سهولتن پريا ڪيائين. ڪو حقيقي هيرو انکان وڌيڪ پلا ٻيو ڇا تو ڪري سگهي؟

# پولينڊ جي سينيما جو عظيم ستارو

اوهان جيڪڏهن ڏي پيانسٽ ۽ ٽي رنگ فلمون ڏٺيون آهن ته پولينسڪي ۽ ڪائي زلوفسڪي جي نالن کان پڪ سان واقف هوندا. اِهي ٻئي پولينڊ جاوا ڊائريڪٽر آهن پر فلمسازيءَ ۾ عالمي شهرت ماڻڻ کان گهڻو اڳ، پولينڊ جي سينيما جو عظيم ستارو، اڪيڊمي ايوارڊ حاصل ڪندڙ آندري وائدا موجود هو جنهن پولينڊ جي معاشري جي گهڻ ۾ گهڻ هڪ سئو ورهين کي پنهنجي ڪئميرا ۾ محفوظ ڪيو هو. وائدا 19 آڪٽوبر 2016 تي نوي ورهين جي ڄمار ۾ دنيا کان موڪلائي ويو ۽ پنهنجي پويان فن جو هڪ ورثو ڇڏي ويو جنهن ۾ پولينڊ جي نازي ۽ ڪميونسٽ دورن جو ڀرپور احاطو ڪيو ويو آهي.

سندس پهرين هدائتڪاريءَ واري فلم "هڪ نسل" (1955) کان پنهنجي تجزئي جي شروعات ٿا ڪريون. اِها ٻين مهاڀاري لڙائيءَ تي لکيل ناول تي ٻڌل سندس جنگي فلمن جي ٽن حصن مان پهرين هئي. ڪهاڻي ٻن نوجوانن جي چوڌاري ٿي ڦري، جيڪي معمولي چور آهن پر پولينڊ تي جرمن قبضي کي قبول نٿا ڪن. ڳجهي ڪميونسٽ مزاحمت سيل ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ هنن جرمن سپلاءِ ريل گاڏيءَ مان ڪوئلو چورائڻ جهڙي بغاوت جهڙن ڪل جوڳيون وارداتون شروع ڪيون هيون. فلم ۾ انهيءَ ڳالهه جي شروعاتي پڌرائي ڏني وئي آهي ته بغاوت دوران يهودي وسنديءَ ۾ ڪهڙي ريت امدادي ڪاروايون ڪيون ٿي ويون.

جيئن تہ وائدا پاڻ بہ پولينڊ مزاحمت ۾ شامل رهيو هو تنهنڪري اِها لڳ ڀڳ سچي فلم اڪين ڏٺو احوال ٿي ليکي سگهجي ٿي. هڪ نسل ڪانپوءِ هُن ڪينال ۽ قلهير ۽ موتي ذريعي اِهي ٽئي حصا مڪمل ڪيا. تيزيءَ سان 1975 ڪانپوءِ وارن ويهن سالن جو جائزو وٺبو تہ وائدا ”وعدو ڪيل ڌرتي“ جي هدائتڪاري ڪندي نظر ايندو جنهن ۾ صديءَ جي پڇاڙيءَ تي پولينڊ جي صنعتي علائقي جي جيوت ڏيکاري وئي آهي. فلم ۾ شروعاتي دور جي صنعتڪارن کي نفعو پرائڻ لاءِ ڇتي ڇنڊڇاڻ ۾ رڌل ڏيکاريو ويو آهي پر ڪين خطرناڪ ۽ صفائي کان وانجهيل ڪارخانن ۾ پورهيتن جي ڪم ڪار جي غير محفوظ حالتن بابت ذرو بہ اوُنو ناهي جيڪي سندن عياشي ڀري رهائشگاهن جي ڀيٽ ۾ جمالياتي حس ۽ ثقافتي اهڃاڻن کان وانجهيل آهن.

وائدا جي فلم هڪ اهڙي دنيا جي ساروڻي من ۾ تازي ٿي ڪري جنهن ۾ ڊڪنز، زولا ۽ گورڪي جيئرا ٿي سامهون ٿا اچن. هو هڪ پولستاني، هڪ يهودي ۽ هڪ جرمن جي ڪردارن کي دوستن طور گڏ تو ڪري جيڪي هڪ ڪارخانو ناهڻ لاءِ پنهنجون رقمون ٿا گڏ ڪن. پنهنجي غيرمعمولي ذهني صلاحيتن جي آڌار تي ڊائريڪٽر قوميت ۽ مذهب جي سمورن مت ڀيدن کي ڌار ڪري ٿو رکي تہ جيئن خوشحال آئيندي جي بيرحم پُٺ وٺڻ وارو عمل ڏيکاري سگهجي. فلم بي انت سرمائيداريءَ جي ڇتي نقاد آهي ۽ انجا ڪردار آئيندي کي خوشحال بنائڻ واسطي نون امڪانن مان لاڀ پرائڻ لاءِ هر مهل تيار ٿا هجن. ”وعدو ڪيل ڌرتي“ جو گهڻي ڀاڱي حصو ڪارخانو قائم ڪرڻ جو شروعاتي سرمايو حاصل ڪرڻ جي پتوڙ بابت آهي.

اڄ ايڪويهين صديءَ جي بزنس اسڪولن ۾ واپار وڻج بابت مضمون پڙهايا ٿا وڃن ۽ شروعاتي سيڙپڪاري ۽ سوٽيءَ جهڙن اصطلاحن وسيلي هرڪنهن کي هيڪاري سمجهايو ٿو وڃي. اسين وعدو ڪيل ڌرتيءَ ذريعي ڏسندڙ ۽ پڙهندڙ شاگردن کي اِهو سيکاري سگهون ٿا تہ فلم ۾ ڏيکاريل شيئرز جي وڪري مان حاصل ڪيل نفعي ذريعي ڇو سرمائيدار نہ ٻڌجڻ گهرجي. وائدا انهن ماڻهن ۾ انهن ماتحتن لاءِ انساني

همدرديءَ جي اڀرندڙ اٿهوند تي روشني ٿو وجهي جيڪي نرجا تي بهتر آئيندو تا ڦلهورين. پچاڙيءَ ۾ فلم سُتي مستقبل جي دولاب کي وائڪو ڪرڻ واسطي ان کي برقرار رکڻ جي قيمت کان ٿي واقف ڪري يعني لاڳيتو هڻ هٽان ۽ اخلاقي قدرن جي لتاڙ.

وعدو ڪيل ڌرتي ادب ۾ پولينڊ جي پهرين نوبل انعام يافتا ليکڪ وليد سالاريمونٽ جي ناول تي ٻڌل آهي جيڪو پنهنجي انعام يافتا چئن حصن تي ٻڌل ادبي شاهڪار ”هادي“ جي حوالي سان انتهائي شهرت رکندڙ آهي.

ان کانپوءِ سنگ مرمر جو ماڻهو (1977) ۽ فولادي شخص (1981) ۾ تبديليءَ واري عمل مان لنگهندڙ قوم جو سلسليوار تفصيل ڄاڻايو ويو آهي جڏهن ڪميونزم تي طاري جمود ٽٽڻ تو لڳي. گدانسڪ ۾ بندرگاهه جي هڙتالي پورهيتن کان پڇا ڳاڇا تي ڪئي وڃي ۽ 1968 ۽ 1970 وارن احتجاجن جون اصل خبري جهلڪيون سامهون ٽيون اچن جن آزاد انجمنن ۽ ساليڊرٽيءَ کي جنم ڏنو هو. فولادي شخص ۾ وائدا گدانسڪ بندرگاهه جي 1980 وارن واقعن کي ورجائي ٿو ۽ حڪمران پارٽيءَ طرفان اختلافي راءِ چيپائڻ سبب متاثر ٿيل ماڻهن جي زندگين ۾ جهاتي پائڻ لاءِ صحافياڻي جانچ پڙتال استعمال ڪئي وئي آهي.

هڙتالي پورهيتن جي جاسوسيءَ لاءِ ڳجهي ريت اُماڻيل جاسوس مائي پنهنجو پاڻ کي سازباز ڪندڙن ۽ آپيشاهيءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي سڌ رکندڙ ماڻهن وچ ۾ ونديل ٿي پائي. پورهيتن تي آڱر کڻڻ بدران هوءَ پارٽيءَ جي بچان ڏيندڙ ذهني ڏيوالپڻو تي محسوس ڪري. فلم ساليڊرٽي پورهيت تحريڪ جي بهترين خاڪي نگاري تي ٻڌل آهي جنهن پورهيتن جي آزاداڻي طور تي يونين ناهڻ واري حق کي مڃرائي پولينڊ تي ڪميونسٽن جي گرفت هيٺي ڪئي. فلم ۾ وائدا جي پهرين فلم سنگ مرمر جو ماڻهو جي ڪهاڻي اڳتي وڌائڻ لاءِ انجي اصل ڪردار جي پٽ کي ڪميونسٽ مخالف پورهيت تحريڪ ۾ شامل نوجوان پورهيت طور استعمال ڪيو ويو آهي.

نوجوان پورهيت واضح طور تي ليخ ويلسا جهڙو آهي جيڪو مستقبل ۾ پولينڊ جو صدر بڻيو. وائدا ڪميونسٽ حڪومت ۾ اهڙي تنقيدي فلم ڪيئن ٺاهي سگهيو؟ لڳي ٿو ته 1980 جي وچ ڌاري ساليڊرٽيءَ جي نهڻ ڪانپوءِ ۽ ڊسمبر 1981 ۾ انڪي چيپاٽڻ واري وچئين عرصي ۾ ڪميونسٽ سنسرشپ ڪجھ عرصي لاءِ جهڪي ٿي هئي. وائدا انهيءَ نرميءَ جو تڪڙو فائدو وٺندي فولادي شخص جون هدائتون ڏنيون جيڪا سندس انهن چئن فلمن مان هڪ هئي جيڪي بهترين پرڏيهي فلم لاءِ آسڪر ايوارڊ لاءِ نامزد ٿيون.

پڇاڙيءَ ۾ وائدا بابت ڪابه ڳالهه ٻولهه "ڪيٽين" (2009) جو ذڪر ڪرڻ ڪانسواءِ اڻپوري رهندي جنهن ۾ ڪيٽرين ئي نسلن تي اثرانداز ٿيندڙ پولينڊ جي تاريخ جو هاجو بيان ڪيو ويو آهي.

1939 نازي جرمني ۽ سوويت يونين پولينڊ تي ڪاهه ڪئي ۽ ٻين مهاڀاري لڙائي جي شروعات ۾ وڏي تعداد ۾ پولينڊ جا فوجي هٽلر ۽ اسٽالين جي بربريت جو ڪاج بڻيا. ڪيٽين ۾ اِها ڪهاڻي عورتن ذريعي بيان ڪئي وئي آهي جن جو 1940 ۾ اسٽالين جي حڪم تي موت جو ڪاٺ بڻايل پولينڊ واسين سان تعلق هو.

ظلم جو شڪار بڻجندڙن مان هڪ جي محفوظ ڪيل ڊائريءَ ۾ دهشت جي مڪمل منظر ڪي وائڪو ڪيو ويو آهي ۽ انتهائي من ڦسائيندڙ انداز ۾ واقعا بيان ڪيا ويا آهن. اصل ۾ وائدا جو پيءُ پڻ انهن ماڻهن مان هڪ هو جن کي ڪيٽين واري قتلام ۾ اسٽالين جي چاڙتن قتل ڪيو هو.

پولينڊ جي تاريخ ۽ ان تي نازين ۽ سوويت ڪميونسٽ حاڪمن ذريعي پوندڙ اثرن ۾ دلچسپي رکندڙ تخيل پرستن لاءِ وائدا هڪ اهڙو شاهڪار تخليق ڪيو آهي جنهن ڪان فلمن جي شوقين کي ڪنهن به صورت محروم نه رهڻ گهرجي.

# عباس ڪيا رُسمتي:
# تجرباتي فلمون ٺاهيندڙ هدايتڪار

2016 ۾ گذاري ويل ايراني فلمساز عباس ڪيارستمي تجرباتي فلمون ٺاهيندڙ ايراني هدائتڪارن مان هڪ هو، جن ۾ داريوش مهرجوئي، محسن مخمل باف ۽ جعفر پناهي شامل آهن. 1963 ۾ جڏهن فارسيءَ جي عظيم شاعر فروغ فرخ زاد "خانہ سياه است" (گهر ڪارو آهي) جي سري هيٺ فلم ٺاهي ۽ 1968 ۾ داريوش مهرجوئيءَ "گاؤ" (ڳئون) نالي فلم جون هدايتون ڏنيون تہ ان جي نتيجي ۾ ايران ۾ فلمسازيءَ جي هڪ نئين لهر جي شروعات ٿي جنهن اڳتي هلي محسن مخمل باف ۽ عباس ڪيارستميءَ جهڙن هدائتڪارن کي همٿايو.

ايران کان اڳ يورپ ۾ ان نوعيت جي فلمن ٺاهڻ جي شروعات ٿي چڪي هئي، خاص طور تي اٽليءَ ۽ فرانس ۾ ڪيترين ئي تجرباتي فلمون ٺاهيون ويون جيڪي ٻين مهاڀاري لڙائي کانپوءِ يورپ جي شاندار عڪاسي ٿيون ڪن. بهرڪيف، "ڳئون" نالي فلم ۾ شنهشاهہ ايران جي دور جي اهڙي عڪاسي ڪئي وئي آهي جنهن ۾ معاشرو پنهنجي ماضيءَ جي سارونٽين سان ڇهنڀل ٿو نظر اچي. شاهہ جي دور کانپوءِ خميني راڄ ۾ پڻ اظهار جي آزاديءَ تي پابنديون برقرار رهيون، نتيجي طور 1980 واري ڏهاڪي کان فلمسازن اهڙن موضوعن تي ڪم ڪيو جن تي علامتي انداز ۾ فلمون ٺاهڻ ممڪن هو. انهيءَ دور ۾ عباس ڪيارستميءَ

”ڪلوزاپ“ جي سري هيٺ هڪ فلم ٺاهي جيڪا 1990 ۾ رليز ٿي. انهيءَ فلم عباس کي ڏيهان ڏيهہ مشهور ڪري ڇڏيو. اِها هڪ نيم دستاويزي فلم هئي، جنهن ۾ بيانيي کي حقيقي روپ ۾ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڪلوزاپ ۾ هُن انهن ئي ماڻهن کي ڪنيو آهي جيڪي انهيءَ ڪهاڻيءَ جا اصل ڪردار آهن.

انهي فلم جو پسمنظر اهو آهي تہ 1989 ۾ ڪيارستميءَ هڪ خبر پڙهي تہ هڪ ٻهروپئي شخص مشهور ايراني هدائتڪار محسن مخمل باف جو روپ ڌاري هڪ ڪٽنب کي بيوقوف بڻائيندي ڪين آسرو ڏنو تہ هو هدائتڪار طور سڄي ڪٽنب کي پنهنجي فلم ۾ مختلف ڪردار ڏيندو. شروعات ۾ تہ اِهو ڪٽنب سندس دولاب ۾ اچي ويو پر اڳتي هلي شڪ پوڻ تي پوليس کي اطلاع ڪيائون جنهن ٻهروپئي کي سوگهو ڪري ورتو. اِها خبر پڙهڻ ڪانپوءِ ڪيارستميءَ ڪورٽ کي درخواست ڪئي تہ ڪيس انهيءَ واقعي تي فلم ٺاهڻ جي اجازت ڏني وڃي. اڳتي هلي اِهو ڪٽنب پڻ ان تي راضي ٿي ويو سو ڪيارستميءَ ٻهروپئي سوڌو حقيقي واقعن ۾ ان جي ڪيس تي هڪ فلم ٺاهي جيڪا انتهائي گهڻي ڪامياب ٿي. جيتوڻيڪ حقيقي واقعن تي اڳي بہ فلمون ٺهنديون رهيون هيون پر شايد اِهو پهريون پيرو هو جو پيشور اداڪارن بدران فلم ۾ اصل ڪردارن کي ڪنيو ويو ۽ ان ريت اِها پنهنجي نوعيت جي پهرين فلم ثابت ٿي. اِها ڪا عام دستاويزيءَ فلم نہ هئي جنهن ۾ حالتن ۽ واقعن کي پيش ڪيو ويو هجي پر ان فلم ۾ ڪيارستميءَ شاندار هدائتڪاريءَ جو مظاهرو ڪندي سچ ۽ ڪوڙ کي اهڙي ريت پيش ڪيو آهي جو ڏسندڙ روپ ۽ ٻهروپ ۾ دنگ رهجيو وڃي. اِها فلم فلش بيڪ (ماضي ڏانهن موٽ) ۾ تيار ڪئي وئي آهي ۽ سابہ اهڙي ريت جو حقيقت ۽ اداڪاريءَ ۾ فرق ڪرڻ ڏکيو ٿيو پوي. اِهو ئي سبب هو جو ان فلم استنبول ۽ مانتريال جي ڪيترن ئي فلمي ميلن ۾ ڪيترائي انعام حاصل ڪيا.

ڪيارستميءَ جي ايندڙ تجرباتي فلم ”مطعم گِلاس“ (چيريءَ جو ذائقو) هئي جيڪا 1997 ۾ ٺاهي وئي. انهيءَ فلم ۾ اڌڙوٽ ڄمار

واري شخص جو ڪردار همايون ارشاديءَ ڪيو آهي جيڪو تهران جي پسگردائيءَ ۾ موٽرڪار هلائيندي ڪنهن اهڙي شخص جي ڳولا ۾ آهي جيڪو سندس پنهنجي هٿن سان کوٽيل قبر ۾ کيس دفنائڻ تي راضپو ڏيکاري. هو پنهنجي موٽرڪار ۾ مختلف ماڻهن کي لفٽ ڏيندو ڏئي جن مان ڪو ڪرد آهي ته ڪو افغان ته ڪو وري آذربائيجاني پناهگير جيڪي پنهنجي پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائين. افغانستان ۽ ڪردستان ۾ جنگ جا قصا ٻڌائين. ڪرد ۽ افغان ته ڊرائيور کي سندس قبر ۾ دفنائڻ کان نابري واري وارين پر آذربائيجاني ان لاءِ تيار ٿي وڃي. انهيءَ فلم جي تياريءَ لاءِ موٽرڪار جي ڊيش بورڊ تي ڪئميرا هنيل آهي. اِها فلم ايراني معاشري جي بهترين عڪاسي ٿي ڪري جتي اِهو فيصلو نه پيو ٿي سگهي ته ڪنهن کي دفنائڻو آهي ۽ ڪنهن کي نه. جيتوڻيڪ ڪيارستميءَ فلم ۾ اِهو قطعي طور تي نه ٻڌايو آهي ته اصل ۾ آپگهات تي سندرو ٻڌل اِهو شخص ايراني رياست جي علامت آهي جيڪو افغانستان ۽ آذربائيجان جي پيڙائن جو مظهر آهي.

ڪيارستميءَ جي ايندڙ تجرباتي فلم 1999 ۾ ٺاهيل ”واچوڙو اسان کي اڏاري ڇڏيندو“ هئي، جنهن جو مرڪز ڪردستان جو هڪ جابلو ڳوٺ هو جنهن جا رهواسي هڪ سئو ورهين واري هڪ پوڙهي مائي جي موت جا منتظر ۽ ماتم لاءِ تيار هئا. انهيءَ پوڙهيءَ جي مرڻ ۽ انڪانپوءِ وارن واقعن جي فلمبندي ڪرڻ واسطي فلم جو عملو به اُتي پهچي ٿو وڃي پر پوڙهي سخت جان ثابت ٿيندي مرڻ جو نالو ئي نٿي وٺي. سمورا ڳوٺ واسي ۽ فلم جو عملو انتهائي بيچين ٿا ٿين ۽ ان دوران هر هر اطلاع ايندا ٿا رهن ته پوڙهيءَ جي حالت نازڪ آهي. فلم جي عملي جو سربراهه پنهنجي موبائل فون ذريعي شهر وارن سان رابطي ۾ آهي پر سگنل ڪمزور هئڻ سبب هر هر رابطو ٽٽي ٿو پوي. اِها فلم به فلسفياڻي نوعيت جي آهي جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته مدي خارج روائتون ۽ معاشرو پساهه ڏيڻ لاءِ تيار ناهن جڏهن ته نئين سيپتا جا سگنل پڻ پهچي نه پيا سگهن. گهران اطلاع آڻيندڙ ٻار نئين نسل جي نمائندگي ٿو ڪري جيڪو ٻاهرين دنيا کان ايندڙ عملي سان رابطي ۾ آهي. انهيءَ فلم کي

جيڪڏهن ايران جي هاڻوڪين حالتن سان ڳنڍي ڏسجي ته اِهو سمجهه ۾ ايندو ته کهڙي ريت ايران ۽ اولهه واريون طاقتون هڪٻئي سان رابطي ۾ آهن به ته نه به آهن. انهيءَ فلم کي پڻ عالمي پذيرائي حاصل ٿي.

ڪيارستميءَ جي ٻين ذڪر جوڳي فلمن ۾ شامل 2001 واري فلم "اي بي سي افريڪا" يوگينڊا جي يتيمن بابت آهي. 2002 ۾ ٺاهيل فلم "ڏهه" پڻ هڪ تجرباتي فلم آهي. اِها سڄي فلم هڪ موٽرڪار ۾ ٺاهي وئي آهي، جنهن ۾ هڪ ڊرائيور مائي ڏهن مختلف ڪردارن سان سفر دوران ڳالهه ٻولهه ڪندي ٿي رهي ۽ هر مسافر پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائڻ ۾ گم ٿيو وڃي. انهيءَ فلم ۾ ڏهه عورتون پنهنجا پنهنجا مسئلا ٿيون ڇاڻائين جن مان هڪ نئين ڪنوار آهي جنهن کي سندس گهوٽ ڇڏي ڏنو آهي. هڪ وئشيا آهي ۽ ٻن عورتن جي هڪ اهڙي جوڙي آهي جيڪا ڪنهن عبادت لاءِ نڪتل آهي.

ان ڪانسواءِ 2008 ۾ ٺهندڙ فلم "شيرين" ۾ ايران ۽ پرڏيهه جي هڪ سئو ملڪن جي اداڪارائن حصو ورتو جيڪو هڪ ٿيٽر ۾ ٻارهين صديءَ جو مشهور داستان "خسرو ۽ شيرين" ڏسي رهيون آهن. اِهي سموريون اداڪارائون ٻڙڪ به نٿيون ٻولين رڳو پنهنجي چهري جي تاثرن ذريعي داستان جي جملن تي رد عمل ٿيون ظاهر ڪن. سڄي فلم ۾ داستان جا مڪالما ٻڌڻ ۾ ٿا اچن جڏهن ته ڪئميري تي رڳو ڏسندڙ عورتن جا چهرا ئي ٿا نظر اچن. ٿي سگهي ٿو ته ڪو ڪيارستميءَ کي فلسفي يا تجرباتي فلمساز ليکي پر اصل ۾ هو انتهائي وڏو هدائتڪار آهي جنهن نون خيالن ۽ تصورن کي حقيقت جو روپ ڏنو. انوکا تجربا ڪيا ۽ ڏاڍ ڏمر واري ماحول ۾ ڏسندڙن کي ڪجهه سوچڻ تي هرڪيائين.

# فطرت ۽ سينيما

ڪنبٽي پئدا ڪندڙ واچوڙا، برفاني ڇپون، خطرناڪ لاهيون، مٽي ۾ ڦيري وجهندڙ اوچايون ۽ ساهه نپوڙيندڙ فطرت، اُهي جزا آهن جيڪي ويهين صديءَ ۾ فلمن جا ڪجهه شاهڪار تخليق ڪرڻ واسطي فلمن جي شوقينن لاءِ استعمال ٿيا آهن. پاڪستاني سينيمائن ۾ ”عقابن جو نشيمن“ (1968) طور آيل فلم ۾ برف سان ستيل جبلن جي ٻئي پر ڪيبل ڪارن سان لٽڪندڙ ايسٽ ووڊ ۽ رچرڊ برٽن اسان کي اچرج ۾ وجهيو ڇڏين. جڏهن ٽيليمارڪ جا سورما (1965) ۾ ناروي جي هڏيون ٽڙڪائيندڙ ٿڌ جو مقابلو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي ڪرڪ ڊگلس ۽ رچرڊ هيرس کي ڏسندي ساهه مُٺ ۾ اچيو وڃي. اِهي جنگي فلمون هيون جن ۾ فطري عنصرن سان گڏ انساني تال ميل جي عڪاسيءَ بدران اتحادي فوجن جي ساراهه تي زور ڏنو ويو.

سڊني هيئرس اِهو ڪم 1966 واري پنهنجي فلم ”ڪوڙڪي“ ۾ شاندار ريت ڪيو آهي. جڏهن اِها فلم 1970 واري ڍاڪي جي وچ ڌاري پاڪستان ۾ ڏيکاري وئي ته وڏي پئماني تي ماڻهن جو ڌيان ڇڪرايائين ۽ ڏسندڙن سخت مهاڏن واري شڪاري اوليور ريڊ ۽ هيسيل ننڍڙي ريتا شنگهم کي انتهائي پسند ڪيو، جنهن کي هو ڊيوڊلين جي فلم ڊاڪٽر زواگو ۾ عمر شريف جي ننڍڙي ڌيءَ جي ڪردار ۾ ڏسي چڪا هئا.

ڪوڙڪي مهم جوئيءَ تي ٻڌل فلم هئي جنهن جي فلمبندي برطانوي ڪولمبيا جي ڪينيڊين صوبي جي گهاٽي جهنگ ۾ ٿي. ڪهاڻي هڪ ڪوجهي شڪاري ۽ هڪ گونگي يتيم ڇوڪريءَ جي چوڌاري ٿي ڦري. ڪوڙڪي هڪ اصطلاح آهي جيڪو اهڙي شخص لاءِ استعمال ڪيو ٿو وڃي جيڪو جهنگلي جانور ڦاسائڻ لاءِ ڄار ٿو وڇائي. انهيءَ طريقي سان جانورن کي سندن ٻچ لاءِ پڪڙيو ويندو آهي. اهڙي شڪار کي ٻچ جهڻڻ ۽ شڪاريءَ کي ٻچ جو شڪاري سڏيو ويندو آهي. فلم ڪوڙڪي اوڻهويهين صديءَ جي ڪينيڊا بابت آهي جتي لابيڻ نالي ٻچ جو هڪ شڪاري هڪ گونگي ڇوڪري ايو کي پنهنجي زال بنائڻ لاءِ خريد ٿو ڪري ۽ کيس سندس مرضيءَ جي ابتڙ برطانوي ڪولمبيا جي جهنگ ڏانهن وٺي ٿو وڃي. ايو جي بداعتمادي، ڊپ ۽ شڪاريءَ کي پسند نہ ڪرڻ سبب هو هڪ پيچيدي سنگ سياپي جي شروعات ٿا ڪن. ڪهرو ۽ اڪيلائپ جو ستايل شڪاري پنهنجو پاڻ کي ايو تي مڙهي نٿو ۽ کيس بقا جو هنر ٿو سيکاري پر راتيون پنهنجي بستري تي اڪيلو ٿو گهاري. فلم اوڏي مهل هڪ دلچسپ موڙ تي اختيار ڪري جڏهن شڪاري جابلو شينهن جي حملي جو نشانو ٿو بڻجي ۽ پنهنجي ئي اُن ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسيو پوي جيڪا هُن رڇ پڪڙڻ لاءِ وڇائي هئي. هو زخمي حالت ۾ پنهنجي جهونپڙيءَ ڏانهن گسڪندو اچڻ ٿو چاهي پر بکايل بگهڙن جي ور ٿو چڙهي. بگهڙن سان سندس مقابلو ۽ پنهنجي بقا لاءِ سندس پتوڙ ڏسندڙن جو ساهہ مُٺ ۾ ڪريو ڇڏي.

هو ۽ بگهڙ جهونپڙيءَ جي پرسان ٿا پهچن تہ بندوق هلائڻ سکيل ايو جي مهارت بگهڙن کي ڀڄڙايو ڪڍي. ان ڪانپوءِ ايو ويجهڙائي واري ريڊ انڊين ڳوٺ مان ڊوا دارو ڪندڙ شخص کي آڻڻ لاءِ ٻن ڏينهن واري مسافريءَ تي ٿي رواني ٿئي. ڪينيڊا جي سياري واري مُند ۾ برفاني چوٽين وارو اِهو ڏکيو پنڌ بي ثمر ٿو ثابت ٿئي ڇاڪاڻ جو اُهو ڳوٺ اُجڙي چڪو هو. هٿين خالي واپس موٽڻ تي ايو پروڙيو تہ شڪاريءَ جو گهاءُ زهريلو ٿي چڪو آهي ۽ ڪهاڙيءَ سان پنهنجي مڙس جي زهر وڪوڙيل ٽنگ ڪپڻ وارو ڏيک سچ پچ تہ رت ڄمايو وجهي. پر

فلم "موت کان موٽنڊڙ" جي ڪجھ ڏيکن جي اُبتڙ هيءَ ڏيک مڪمل طور تي حقيقي ٿو لڳي. جنھن تي اڳتي ڳالھ ٻولھ ڪبي.

ٻرڙيءَ کان هيٺ گرمي پد ۾ شڪاريءَ جي بقا بابت هڪ ذڪر جوڳي فلم "جرميا جانسن" (1972) آهي. ياد نٿو پويم تہ ڪو اِها فلم پاڪستان ۾ آئي بہ هئي يا نہ پر واشنگٽن ۾ انجي ڊي وي ڊي خريد ڪرڻ جو وجھ مليو ۽ فلم ڏسي دنگ رهجي ويس. فلم جي ڪهاڻي گهٽي ياڳي پٽرائين جبلن تي ٻڌل آهي جتي نوجوان اڳوڻو پر ڀڳوڙو فوجي جرميا جانسن ڳتيل آباديءَ وارن علائقن کان ڀاڄ ٿو ڪائي. هو هڪ اڪيلائپ پسند جابلو شخص بڻجيو وڃي ۽ هڪ مددگار ريڊ انڊين همراھ کان بقا جون حرفتون ٿو سکي. هو جانورن ڪي پالڻ جي ڪوشش ٿو ڪري پر جابلو علائقي ۾ گهٽو ڏورانهون وڃڻ واري سندس غير حاضريءَ ۾ اِهي جانور مريو پون.

هو برفاني چپن تي پيرين پنڌ سفر جاري ٿو رکي ۽ هڪ تباھ ٿيل وسندي ٿو پهچي جنهن ۾ چوڏاري مئل ماڻهن جا لاش پکڙيل آهن، اُتي هڪ ماءُ ۽ سندس ٻار سان ٿو گڏجي جيڪي ڪنهن واهر جا منتظر آهن. هو ڪين پنهنجو ساٿي ٿو بڻائي ۽ ٽئي پنهنجو سفر اڳتي ٿا وڌائين. هڪ جهڳيءَ ۾ تاڪ تا ڪن پر متن حملو ٿو ٿئي جنهن ۾ عورت ۽ سندس ٻار مارجيو وڃن پر جرميا وڌيڪ پيڙا سهڻ لاءِ جيئرو ٿو بچي وڃي.

هيءَ فلم هڪ فوجي ڀڳوڙي جي سچي داستان تي ٻڌل آهي جيڪو جنگين ۾ وڙهڻ کان بيزار ٿي جبلن ڏانهن ڀڄي نڪتو هو، جتي ڪيترائي ڏهاڪا گذارڻ ڪانپوءِ گذاري ويو. جرميا جانسن ڪي ڏکين جابلو علائقن جي لوڪ گيتن ۾ اڄ ڏينهن تائين هڪ ڏند ڪٿائي حيثيت حاصل آهي. سڊني پوليڪ ان فلم جون ماهراڻي انداز ۾ هدائتون ڏنيون هيون، هُن ايندڙ وقت ۾ ٽوٽرسيا (1982) ۽ "افريڪا بدري" (1985) جهڙيون يادگار فلمون پڻ ڏنيون، انهن ٻنهي فلمن آسڪر ايوارڊ حاصل ڪيا. ست آسڪر ايوارڊ حاصل ڪندڙ سندس فلم افريڪا بدريءَ ۾ رابرٽ ريڊ فورڊ ۽ ميرل اسٽريپ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا.

هاڻ ان سلسلي جي بهترين فلم ”ڊيرسو اوزالا“ جو ڪجھ ذڪر ڪجي. سوويت، جاپاني گڏيل پيشڪش ۽ جاپاني هدائتڪار آڪيراڪروساوا ڪي روس جي ڏورانهين اوڀر جي بيابان ۾ ان فلم جي شوٽنگ ۾ ٽي سال لڳا. 1972 کان 1975 تائين تيار ٿيندڙ اِها فلم روسي محقق ولاديميئر آرسنيف (1872 کان 1930) جي يادگيرين تي ٻڌل آهي جيڪي ويهين صديءَ جي شروعات ۾ ڪيترين ئي تحقيقي مهمن جي حوالي سان ڪيل تحقيق بابت آهن. لڳ ڀڳ سڄي فلم جي عڪسبندي آئوٽ ڊور ڪئي وئي جيڪا جهنگ جي هڪ رهواسيءَ جي تمثيل تي تحقيق جو اظهار آهي جيڪو پنهنجي ماحول ۾ مڪمل طور تي گم ٿيل آهي ۽ جنهن جي دنيا آباديءَ ۾ واڌ سبب اٽڪر طور تي تباهه ٿي ويندي.

درسو جي سرواٽيءَ ۾ پارو ٻٽيل ٽنڊرا ۾ زندگي بچائڻ واري مهم تي هلي ۽ هڪ اهڙي ڪٽنب سان ٿي ملي جيڪو ڪين خوراڪ ۽ ٻارڻ ٿو فراهم ڪري، مهم جي پڄاڻيءَ تي مهم جو سربراهه درسو کي شهر هلي اُتان جون آسائشون ماڻڻ جي نينڊ ٿو ڏئي پردرسو هڪ آزاد روح طور شهري ضابطن کان پاسو ٿو ڪري. اِها فلم سوويت سينيما جو سرتاج آهي ۽ ڪروساوا جي هدائتڪاري جڻ ته ڪو معجزو. ان فلم جي بهترين خصوصيت فطرت سان بي لوث پيار ۽ پنهنجي اوسي پاسي واري ماحول سان پرجوش لاڳاپي جي ڪري هو پنهنجي هر ممڪن ڪوشش ٿو ڪري ته ڪنهن جانور کي نه مارجي يا فطري سونهن کي ڇيهو نه رسائجي. سندس دنيا فطرت ۽ انجي قوتن سان من موهيندڙ ناتي سان ٽمٽار آهي. انهيءَ فلم 1976 ۾ بهترين پرڏيهي فلم جو آسڪر ايوارڊ پڻ حاصل ڪيو هو.

انجي پيٺ ۾ تازو ئي رليز ٿيل فلم موت جي منهن کان واپسي ڏسندڙ کي ٽڪايو ۽ ويڳاڻو ڪريو ڇڏي. اناريتو جي هدائتڪاريءَ ذريعي ڪجھ غير معمولي ڏيکن ۽ ڊي ڪيپريو جي پرڪشش اداڪاريءَ جي باوجود فلم انتهائي سست رفتاريءَ سان ٿي اڳتي وڌي جيڪا ڏسندڙ چاهيندو ته جيترو جلد ختم ٿئي چڱو ٿيندو.

فلمي منظرنامي ۾ ڪجھ اهڙا حصا بہ آهن جيڪي ڪنهن بہ ريت حقيقي يا اعتبار ڪرڻ جوڳا نٿا ٿي سگهن مثال جي طور تي اهو ڄاڻندي بہ تہ ريڊ انڊين پوئتي پيل آهن، ٻيڙي ڇڏي ڀاڄ ڪائڻ، زخمي ٽيم ميمبر ڪي هڪ اهڙي شخص جي نگرانيءَ ۾ ڇڏڻ جي ڪپتان جي خواهش جيڪو ساڻس انتهائي غير دوستاڻو سياءُ ٿو رکي، سوين فٽ اونهي ڇپن ۽ لاهين ڪان ڏي ڪيپريو جو اعتبار نہ ڪرڻ جوڳي انداز ۾ ڪرڻ ۽ پيپ پيل گهاوَن سان برفاٽي پاڻيءَ ۾ جيئرو بچي وڃڻ فلم اهڙي مهم جوئين سان ڀريل آهي جيڪي مٿي ذڪر ڪيل فلمن جي ڀيٽ ۾ انتهائي هلڪڙيون ۽ ڪمزور ٿيون نظر اچن، خاص طور تي جيڪڏهن ڪو درسوازالا ۾ جيئرو بچي وڃڻ جا انتهائي وسهڻ نہ جوڳا داستان ڏسي چڪو هجي.

# ڀرين مهاڀاري لڙائي سينما جي پڙدي تي

2015 ۾ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي سئو سالن وارو يادگاري ڪاج ٿيو. اِها هڪ اهڙي لڙائي هئي جنهن تي ايس ايلٽ ڪي ويهين صديءَ جي عظيم ترين نظمن مان هڪ "دي ويسٽ ليند" لکڻ تي هرکايو ۽ عبدالله حسين ڪي سندس ادبي شهپاري "اداس نسلين" لاءِ هڪ سگهارو پسمنظر فراهم ڪيو. ادبي فن پارن ڪانسواءِ مهاڀاري لڙائين تي انيڪ فلمون پڻ ٺاهيون ويون آهن.

مونکي ته اُهي ڏينهن ٿا ياد اچن جڏهن اسين اداڪار وليم هولڊن ۽ اليڪ گينس جي فلم "ڪوائي دريا تي پل" (1957)، گريگوري پيڪ ۽ ڊيوڊ نيوين جي فلم "دي گنز آف نيوران" ۽ اسٽيوميڪ ڪوئين ۽ چرڊائين برو جي مرڪزي ڪردار واري فلم "حيرت انگيز ڀاڄ" جهڙا شاهڪار ڏسڻ لاءِ پنهنجي ڪلاس مان گوهي هڻندا هئاسين. ڪو زمانو هو جڏهن پاڪستان ٽيليويزن جو اڪيلو چينل سپنن سان ڀريل شخص اسلم اظهر جي سربراهيءَ ۾ ويڪ اينڊ سينيما ۽ مڊ ويڪ اسپيشل نشر ڪندو هو. انهن پيشڪشن سڀاڻ ڏسندڙن جي ذهني اُڄ اُجهائي. ٽيليويزن ذريعي تبليغ ڪندڙن اڃان اسانجي گهرن ۾ دخل اندازي نه ڪئي هئي.

1960 ۽ 1970 وارن ڏهاڪن ۾ پاڪستاني سينيمائن ۾ ڏيکاريون ويندڙ اڪثر جنگي فلمن جو بنيادي خيال جنگجوئن جا ڪارناما سامهون آڻڻ هوندو هو، جنهن ۾ انتهائي سورهيه جنگي سورمن يا فوجي آفيسرن کي پيش ڪيو ويندو هو جيڪي فوجي سپاهين جي موتمار جنگجو بڻجڻ جي هرڪ جو سبب بڻبا هئا. 1970 ۽ 1980 وارن ڏهاڪن ۾ وڏي ٿيندڙ واري پاڪستاني نسل کي جهڙي ريت اهو سمجهڻ ۾ ڪجهه وقت لڳو ته راجر مور جي پيٽ ۾ وڏيڪ بهتر جيمز بانڊ شين ڪونري جي صورت ۾ موجود آهي، ساڳي ريت ڪين اهڙيون فلمون ڳولهي ڏسڻ جي پڻ ضرورت آهي جن ۾ جنگ جي مدح سرائي ڪرڻ بدران انجي حقيقي مفهوم تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪيل هجي.

مونکي ياد نٿو پوي ته ڪو پاڪستاني سينيمائن ۾ ڪڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي تي ڪا چڱي فلم نمائش لاءِ پيش ٿي هجي. مهاڀاري لڙائيءَ جي حوالي سان جڏهن فلمن جو ذڪر ٿيندو آهي ته صحافي ۽ تاريخدان ٽن فلمن کي غير معمولي ليکيندا آهن. انهن ۾ "اولهندي محاذ تي سڀ خير" (1930)، "لاگرينڊاليوزن" (1937) ۽ "شان شوڪت جون راهون" (1957) شامل آهن. انهن فلمن مان به جنگ جي بي ثمر هئڻ بابت ڪنهن پلي ڪتاب جي اپياس جهڙو ئي سبق ملي ٿو. انهن ٽنهي فلمن مان اِهو چئجي ته "شان شوڪت جون راهون" سڀ کان بهتر آهي پر ان تي بحث کان اڳ پهرين ذڪر ڪيل ٻنهي فلمن جو حال احوال ڪجي.

"اولهندي محاذ تي سڀ خير" جون هدائتون مالدوواجي هڪ يهودي هدائتڪار ليوس مائل اسٽون ڏنيون هيون، اُن وقت سندس ڄمار ذري گهٽ پنجٽيهه ورهيه هئي. انکانپوءِ هُن اسانکي "ڪوئنا ۽ ماٿهو" (1939)، "سمنڊ" (1960) ۽ "سخاوت تي بغاوت" (1962) جهڙيون شاهڪار فلمون ڏنيون.

اِها فلم هڪ جرمن ليکڪ ايرڪ ماريا ريمارڪ (1898 کان 1970) جي لکيل هڪ ناول تي ٻاهي وئي جنهن مهاڀاري لڙائيءَ ۾ حصو ورتو هو ۽ ان ناول ۾ بيان ڪيل گهڻي ڀاڱي واقعن جو هو اکيون ڏٺل شاهد

هو. ”اولهندي محاذ تي سڀ خير“ ۾ شاگردن جي هڪ ٽولي ڏيکاري وئي آهي جيڪا پنهنجي اسڪول جي هڪ شائونسٽ اُستاد کان متاثر ٿي سنڌس ساٿاري ٿي بڻجي. اِهو جنون کين ڀيانڪ جنگ جي جهنم ۾ ٿو ڌڪي ۽ اِهي ڇوڪرا هڪ ٻئي پويان مارجي ٿا وڃن يا معذور ٿا ٿين.

اُن وقت تائين شايد ڪنهن ٻئي فلم ۾ دولاب ۾ ورتل نوجوانن جي سموري نسل جي نراسائي ۽ تباهيءَ جي عڪاسي نہ ڪئي وئي هئي. اِهو ماڏڪ جو ”لڙهندڙ نسل“ هو جنهن کي ٽي ايس ايلٽ جي ويسٽ لينڊ ورثي ۾ ملي هئي. ”اولهندي محاذ تي سڀ خير“ جرمن نقطي نظر سان ڏسجندڙ هڪ امريڪي فلم هئي جيڪا جنگ مخالف فلمن ۾ خاص طور تي شروعاتي سائونڊ سسٽم، ڪرين ذريعي عڪسبنديءَ، سنگيت ۽ فوٽوگرافيءَ جي ماهراڻي استعمال لاءِ هڪ سنگ ميل واري حيثيت رکي ٿي.

لاگرينڊاليوزن جوڻ هدائتون جين رينوا (1894 کان 1979) ڏنيون جيڪو ٻن سالن کانپوءِ فرانسيسي سينيما جو هڪ ٻيو شاهڪار ”کيل جا ضابطا“ (1939) ڏيڻ وارو هو. هتي انهيءَ ڳالھ ڏانهن اشارو ڪرڻ مناسب ٿيندو تہ سندس پيءُ پيئراگسٽ رينوا (1841 کان 1919) مشهور تاثر پسند چترڪارن مان هڪ هو. لاگرينڊاليوزن مختلف سماجي طبقن جي ٽن فوجين بابت آهي. پنهنجي دور جي نامور اداڪار ژان گابان پورهيت طبقي سان تعلق رکندڙ فوجيءَ جو ڪردار ادا ڪيو آهي. هو جرمنيءَ جي مختلف جنگي قيدين وارين ڪئمپن مان ڀڄي نڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ پنهنجو پاڻ کي وچولي طبقي جي هڪ يهودي ۽ اشرافيائي طبقي سان تعلق رکندڙ هڪ آفيسر جي سٿ ۾ ٿو ڏسي، اڳتي هليءَ اشرافيائي طبقي وارو همراھ گذاري ٿو وڃي ۽ جرمن جنگ جي هڪ بيوھ باقي ٻنهي ڄڻن کي سام تي ڏئي.

اِها فلم پڻ هڪ سچي ڪهاڻيءَ تي ٻڌل آهي جنهن ۾ ويڙھ جو ڪوڙيڪ ڏيکارڻ کانسواءِ طبقاتي وفادارين کي آڏو آڻيندي هڪ اثرائتو جنگ مخالف بيانيو جوڙيو ويو آهي جيڪو انکي فلمي دنيا جي تاريخ جو هڪ مستقل شاهڪار ٿو بڻائي.

پر جيئن اڳيئي لکيو ويو آهي تہ جنگي ذهنيت تي ٺِباهہ ڪن وار ”شان شوڪت جو راهون“ جي صورت ۾ سامهون آيو. 1957 ۾ اسٽينلي ڪيوبرڪ (1928 کان 1999) انهيءَ فلم لاءِ هدائتون ڏنيون. يهودي ماءُ پيءُ جي گهر پيدا ٿيندڙ ڪيوبرڪ جي چمار ٽيهہ ورهين ٽي مس هئي جو انهيءَ شاهڪار فلم جون هدائتون ڏنائين. سندس سماجي شعور جو ان مان ڪاٿو لڳائي سگهجي ٿو تہ سندس سموريون فلمون سماجي انصاف جو هڪ سگهارو سنيهو ڏين ٿيون ۽ جنگ لاءِ ڏڪار ٿيون پيدا ڪن جهڙي ريت ”اسپارٽڪس“ (1960)، ”ڊاڪٽر اسٽرينج لو“ يا ”ڪهڙي ريت فڪرمند ٿيڻ ڇڏيم ۽ بم جي اُڪير ۾ وڃي ويس“ (1964) ۽ ”مڪمل ڌاتوئي صدري“ (1987) مان صاف ظاهر آهي.

شان شوڪت جون راهون پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران 1916 جي هڪ سچي واقعي تي ٻڌل آهي. اِهو واقعو جنهن ۾ انساني حياتي ۽ وقار جو ڪو لحاظ نہ رکيو ويو هو، ڪنهن بيوقوفيءَ جو نتيجو نہ هو، انڪري فرانسيسي فوجي عملدارن لڄ ۽ پڇاڙي کان بچڻ واسطي انکي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ واقعي جي رٿابندي ڪندڙ ٻہ جنرل هئا جن چاهيو ٿي تہ سندن ڪرنل جنهن جو ڪردار ڪرڪ ڊگلس ادا ڪيو آهي (وري هڪ يهودي، اِها ڳالهہ واقعي اچرج جوڳي آهي تہ عالمي سينيما، فن ۽ سائنس جي ڪيترن ۾ يهودين ڪيترين نہ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون آهن) خندقن مان نڪري پنهنجي فوجين جي سرواڻي ڪندي آنٽ هل نالي هڪ ويجهي جرمن چوڪيءَ تي حملو ڪري ان تي قبضو ڪري. انهيءَ مهم جا نتيجا انتهائي خطرناڪ نڪري سگهيا ٿي سو ڪرنل پنهنجي بالادست جرنيلن کي اهڙي اپهرائي نہ ڪرڻ لاءِ زور ڀريندو رهيو پر بيوقوف جرنيل پنهنجي ڦونڊ ڀرئي سپنن ۾ ايترو تہ مست هئا جو جڏهن ڪجهہ سپاهين جبل جي چوٽيءَ تي وڃي يقيني موت جو ڪاج ٻڌجڻ کان نابري واري تہ جرنيلن پنهنجي ئي فوجين کي گولين سان اُڏائڻ جو حڪم جاري ڪيو.

حڪم مڃڻ کان نابري وارڻ جي الزام تحت ٽن سپاهين کي قيد ڪيو ويو تہ جيئن جعلي ڪورٽ مارشل ڪانپوءِ ڪائنرتا ڏيکارڻ جي

الزام هيٺ کين موت جي سزا ڏئي سگهجي. ڪرنل پنهنجي سپاهين جو بچاءُ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر سندس دليل ٺڪرايا ويا. فلم ۾ بوٽن ۽ وردين پويان فوجي سوچ جي کوکلي پڻي جي ايترو ته واضح انداز ۾ عڪاسي ڪئي وئي آهي جو فرانس سميت ڪيترن ئي يورپي ملڪن ۽ امريڪا جي فوجي سينيمائن ۾ ڪيترائي سال انهيءَ فلم جي نمائش تي پابندي رهي.

هيءُ اهو دور هو جڏهن امريڪا ميڪارٿي ازم جي بار هيٺان دٻيل هو ۽ ڪوريائي جنگ جا نتيجا پڻ محسوس ڪيا پئي ويا. خندقن واري لڙائيءَ جا غير متوقع نتيجا ۽ واضح طور تي پيش ڪيل نقشو انهن آفيسرن جي انهيءَ ظالماڻي سوچ جو انداز ظاهر ٿا ڪن جيڪي امڪاني مرتين جي شدت کان غفلت جو مظاهرو ڪري رهيا هئا.

جيڪي ماڻهو سازشي نظرين تي ٺوس سوال اُٿارين ٿا، تن ڪي انهيءَ حقيقت مان ڪجهه مزو ايندو ته انهيءَ غير معمولي جنگ مخالف فلم کي ڪوبه اهم ايوارڊ نه مليو. جيڪڏهن "ڪوائي دريا تي پُل" جي اهميت تي سوال اُٿاربو جنهن کي اُن سال بهترين فلم، بهترين اداڪار ۽ بهترين هدايتڪار سميت اٺ آسڪر ايوارڊ مليا ته انکي "سازشي ٿيوري" ليکيو ويندو.

اِهو چئي سگهجي ٿو ته "شان شوڪت جون راهون" کي شايد انڪري نامزد نه ڪيو ويو جو ان ۾ اهڙا جنگجو سورما نه هئا جيڪي توپن جو کاڄ بڻجڻ لاءِ تيار هجن.

هيءَ فلم فوجي ذهنيت تي هڪ ڪروڌ ڀريو ۽ خطرناڪ حملو آهي. اِها اسان کي "ڪائرتا ۽ نامرديءَ" جهڙن تصورن تي سوال اُٿارڻ لاءِ همٿائي ٿي ۽ اهڙين جنگين کي ننڊڻ لاءِ هرڪائي ٿي جن ۾ سوچڻ سمجهڻ ڪانسواءِ اهڙين رتوڇاڻ وارين جنگي مهمن لاءِ "قرباني جا ٻڪر" چونڊيا وڃن ٿا جن جي ناڪامي اٽر آهي.

انهيءَ فلمن جو بنيادي نڪتو آفيسرن ۽ سپاهين وچ ۾ اورانگهي نه سگهجندڙ طبقاتي وٿي آهي، جنهن ۾ آفيسر ڳجهه ڳوهه ۾ ترقيءَ لاءِ سازش ۾ رڌل ٿا رهن جڏهن ته فوج جي عام سپاهين کي

خندقن ۾ موت جو ڪاچ ٻڌڻ لاءِ بي واهرو ڇڏيو ٿو وڃي.

فوج جا اعليٰ عملدار پنهنجو پاڻ کي تحفظ ڏيڻ لاءِ جيڪو بيرحم ۽ ظالماڻو ورتاءُ اختيار ڪندا آهن سو پاڪستان جهڙن ملڪن لاءِ ڪا اچرج جوڳي ڳالهه ناهي.

# ”ٽيليويزن جو ابو، اسٽيج جو گاليليئو“ به گذاري ويو

29 ڊسمبر 2015 تي اسلم اظهر جي گذاري وڃڻ تي ڪجھ اخبارن ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ خبرن ڪانسواءِ سندس لائق خراج پيش نه ڪيو ويو. ٿيڻ ته اِهو گهربو هو جو ايڏي وڏي شخصيت جي موڪلائڻ تي سرڪاري سطح تي هر صوبي ۾ وڏا ڪاچ ڪوناريا وڃن ها ڇاڪاڻ جو پاڪستان ۾ جتي جتي ٽيليويزن جي نشريات پهچي ٿي، ان ۾ اسلم اظهر جي پاڳي پائيواري بلاشڪ سڀ کان گهٽي آهي. ايئن به ناهي ته ڪو جيڪڏهن اسلم اظهر نه هجي ها ته ڪر پاڪستان ۾ ٽيليويزن اچي ئي نه ها پر ايترو ضرور آهي ته سٺ ۽ ستر جي ڏهاڪن ۾ جيڪي پي ٽي ويءَ جو سونهري دور ٿا ليکجن، گهٽ ۾ گهٽ اسلم اظهر ڪانسواءِ اِهو دور سونهري نه هجي ها. اسلم اظهر ۾ اهڙي کهڙي خاص ڳالھ هئي جو ٽيليويزن کان فاصلي جي ڏهاڪن ڪانپوءِ ماڻهو ڪيس نه رڳو چڱن لفظن سان ياد ٿا ڪن پر ڪيس ٽيليويزن ۽ ناٽڪ جي ڪيترن جي مثالي شخصيت ٿا ليکين.

اسلم اظهر جو پيءُ احمد دين اظهر (اي ڊي اظهر) پلوڙ شاعر ۽ اعليٰ سرڪاري عملدار هو. اسلم اظهر پڻ پهرين گورنمنٽ ڪاليج لاهور ۽ پوءِ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان قانون جي ڊگري پرائي ۽ پاڪستان

موٽي هڪ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ڪيائين. ڪراچي بدلي ٿيڻ تي سنڌس ڏيڻ ويڻ نسرين سان ٿي جيڪا تن ڏينهن ۾ ناٽڪ جي سرگرمين ۾ رڌل هئي. اسلم ۽ نسرين "ڪراچي آرٽس اينڊ ٿيٽر سوسائٽيءَ" ۾ گڏجي ڪم ڪيو ۽ پوءِ هڪٻئي جا جيون ساٿي بڻجي ويا. جڏهن ته ان دوران اسلم اظهر ريڊيو تان انگريزيءَ ۾ خبرون پڻ پڙهندو رهيو. اسلم جي ڀرپور مردانگي آواز ۽ رعبدار اثرائتي شخصيت ڪيس ناٽڪ ڪانسواءِ ريڊيو جي به هڪ من موهيندڙ شخصيت بڻائي ڇڏيو. 1960 واري ڏهاڪي ۾ جڏهن پاڪستان ۾ ٽيليويزن جي پائلٽ رٿا تي ڪم شروع ٿيو ته اسلم اظهر کي پڻ ان ۾ شامل ڪيو ويو ۽ اُتان سنڌس لڳ ڀڳ پندرهن ورهين واري پي ٽي ويءَ سان ساٿ جي شروعات ٿي. انهن پندرهن ورهين ۾ اسلم اظهر پي ٽي ويءَ تي اُهو ڪم ڪيو جيڪو ٻيا فرد ٽيهن چاليهن ورهين ۾ به ڪرڻ کان قاصر هئا. پهرين لاهور، پوءِ ڍاڪا ۽ انکانپوءِ پاڪستان جي ٻين شهرن ۾ پي ٽي وي اسٽيشنون قائم ڪرڻ سان گڏوگڏ اعليٰ ترين معلوماتي، تعليمي ۽ تفريحي پروگرامن جي جوڙجڪ ۽ پيشڪش ۾ اسلم اظهر هر مرحلي تي پنهنجي عملي سان گڏ رهيو ۽ کين همٿائيندو رهيو. انهيءَ دور ۾ هُن پي ٽي ويءَ لاءِ بهترين صلاحيتون رکندڙ فردن جون خدمتون حاصل ڪيون جن ۾ قريش پور، عبيدالله بيگ، افتخار عارف ۽ ضيا محي الدين کان وٺي محسن شيرازي، اختر وقار عظيم ۽ منو ڀائي تائين انيڪ اهڙا نالا شامل آهن جيڪي اڄ به پي ٽي ويءَ جي انهيءَ دور کي سونهري دور ثابت ٿا ڪن. انهيءَ دور ۾ پي ٽي ويءَ تي ڪم ڪندڙ ورلي ئي ڪو فرد هوندو جيڪو اسلم اظهر جي شخصيت کان موهجي نه ويو هجي يا جنهن جي صلاحيتن کي اسلم اظهر همٿايو نه هجي. اسلم اظهر سان گڏ ڪم ڪندڙ ڄاڻائين ٿا ته سنڌس جوهر شناس نگاهون گودڙيءَ ۾ لعل ڳولهي وٺنديون هيون ۽ مٽيءَ مان سون، ڇڻ ته ڪيس هيرا تراشڻ جو فن آيو ٿي.

ان زماني ۾ پي ٽي ويءَ کان اعليٰ ترين ادب جي ڊرامائي تشڪيل پيش ڪئي ويندي هئي. شوڪت صديقيءَ جي ناول "خدا ڪي بستي" تي ٺهيل ناٽڪ اڄان تائين ڏسندڙن کي ياد آهي. ڪيڏا نه شاندار

اداڪار اُن وقت سامهون آيا، ظهور احمد هجي يا نيين تارا، بهروز سبزواري هجي يا سبحاني با يونس يا جمشيد انصاري ساڳي ريٽ انجلا عرفيءَ جو شڪيل، شهزوريءَ جي نيلوفر عليم (اڳتي هلي نيلوفر عباسي) ۽ ڪرن ڪهاڻيءَ جي روحي بانو سميت درجنين نالا اهڙا آهن جيڪي اُن دور ۾ جرڪندڙ ستارا بڻيا. 1970 وارين چونڊن ۾ اسلم اظهر جي سرواڻيءَ ۾ پي ٽي ويءَ ڏنڊين اڳريون ڏيندڙ ڪارڪردگي ڏيکاري سمورن سياسي اڳواڻن کي ٽيليويزن تي اچي پنهنجي منشور جا بنيادي نڪتا ڄاڻائڻ جو موقعو مليو ۽ پوءِ ڀرپور طريقي سان اولهه ۽ اوڀر پاڪستان جا چونڊ نتيجا هر پل عوام آڏو آڻڻ پڻ هڪ وڏو ڪارنامو هو، جيڪو اسلم اظهر ۽ سندس ٽيم ڪري ڏيکاريو، جنهن مستقبل ۾ چونڊن جي نشريات لاءِ معيار مقرر ڪيا. وري جڏهن جنرل يحيٰ اوڀر پاڪستان ۾ عوامي ليگ ۽ انجي حامين خلاف فوجي ڪاروائي شروع ڪئي ۽ نتيجي ۾ قتلام شروع ٿيو ته اسلم اظهر پنهنجي ٽيم سوڌو اوڀر پاڪستان پهتو ۽ انهن من ڦسائيندڙ واقعن جون دستاويزي فلمون ٺاهي آيو جيڪي شايد هڪ اڌ ڀيروئي ٽيليويزن تان نشر ٿي سگهيون.

ذوالفقار علي ڀٽي جي اقتدار ۾ اچڻ تي اسلم اظهر کي پاڪستان ٽيليويزن جو مينيجنگ ڊائريڪٽر بڻايو ويو. ياد رهي ته يحيٰ خان جي دور ۾ روئيداد خان کي ان عهدي تي لڳايو ويو هو جڏهن ته اسلم اظهر جنرل مينيجر هو. ڀٽي جو پنجن سالن وارو دور پي ٽي ويءَ لاءِ شاندار دور هو جنهن ۾ اسلم اظهر کي بهترين ڪم ڪرڻ جي مڪمل آزادي هئي، انهيءَ دور ۾ اسلم اظهر علائقائي ٻولين جي فنڪارن کي انتهائي عزت سان ٽي ويءَ تي پيش ڪيو. جيتوڻيڪ لوڪ فنڪار ان کان اڳ به پي ٽي ويءَ تي ايندا هئا پر ڀٽو دور ۾ علائقائي ٻولين ۾ وڏيڪ پروگرام نشر ٿيڻ لڳا. انهن ئي ڏينهن ۾ سنڌي فنڪار سيد سليمان شاهه جو گهنگهرو پائي ٽي ويءَ تي رقص ۽ گانو "ول ول قتل ڪريندا" انتهائي مقبول ٿيو. پنجاب جو عالم لوهار هجي يا بلوچستان جو فيض محمد بلوچ يا سرحد جو منير سرحدي سمورا ان دور ۾ پي ٽي ويءَ ذريعي سڄي پاڪستان ۾ ڄاتا سُڃاتا وڃڻ لڳا. 1976 ۾

ذوالفقار علي ڀٽي اسلم اظهر کي مينيجنگ ڊائريڪٽر جي عهدي تان هٽائي نيشنل فلم اٿارٽيءَ جو سربراهه بڻايو. شايد ڀٽو 1970 واري مڪمل طور تي اٿري ڪارڪردگي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نه هو پر هُن اسلم اظهر جي سرڪاري ملازمت برقرار رکي جيڪا آخرڪار جنرل ضيا پنهنجي فوجي بغاوت ڪانپوءِ ختم ڪئي. 1977 ۾ اسلم اظهر جنرل ضيا هٿان برطرف ٿيو سو به ان ريت جو نه ڪا پينشن ملي ۽ نه ئي وري ڪي بيون مراعتون.

جڏهن جنرل ضيا کيس نوڪريءَ تان ڪڍيو ته اسلم اظهر وٽ پنهنجو گهر نه هو. گهر ته هُن خير آخر تائين نه ناهيو پر اُن دور ۾ بي گهري اسلم اظهر ۽ سندس ڪٽنب لاءِ وڏي آزمائش جو سبب بڻي. جيئن ته اسلم اظهر بنيادي طور تي هڪ ترقي پسند ۽ روشن خيال شخص هو ۽ جنرل ضيا جي آمريتي دور ۾ ڪنهن اهڙي شخص جي گهٽ ۾ گهٽ اسلام آباد ۾ ڪا به گنجائش نه هئي سو اسلم اظهر کي سرڪاري گهر خالي ڪرڻو پيو. ڪراچيءَ ۾ رهندڙ سندس پاءُ ۽ ڪجهه دوستن کيس پاڻ ڏانهن اچڻ جي صلاح ڏني جو اسلام آباد ۾ رهندي جنرل ضيا هٿان وڌيڪ انتقامي ڪاروائين جو خدشو هو. بهرحال 1978 ۾ اسلم اظهر پنهنجي ڪٽنب سوڌو ڪراچي منتقل ٿيو ۽ ڪجهه عرصو پنهنجي پاءُ جي گهر ٽانيڪو ٿيو. پوءِ ڪجهه خاص دوستن، خاص طور تي جاويد جبار کيس ڪجهه ڪم ڏياريو، جنهن سان کيس ڪجهه معاشي سهولت ٿي پر مجموعي طور تي جنرل ضيا جو سمورو دور اسلم اظهر لاءِ معاشي پريشانين وارو عرصو ئي رهيو.

ڪراچي ۾ هڪ خاص ڳالهه اِها ٿي جو اسلم اظهر جي سنگت منصور سعيد سان ٿي جيڪا هڪ ڊگهي ۽ پائيدار ناتي ۾ تبديل ٿي. منصور سعيد هڪ دانشور گهراڻي جو فرد هو ۽ ترقي پسند سياست جو هڪ جاتل سڃاتل نالو هو. اسلم اظهر ۽ منصور سعيد جي هڪ گڏيل دلچسپي ناٽڪ هئي. هنن ٻنهي گڏجي ”دستڪ ٿيٽر گروپ“ قائم ڪيو ۽ 1980 واري ڏهاڪي ۾ ان ذريعي ڪيترائي شاندار ناٽڪ پيش ڪيا جيڪي اڄ به ترقي پسند ڏرين ۾ ياد رکيا ٿا وڃن. ليڪڪ کي انهيءَ

دوران اسلم اظهر سان گڏجي ڪم ڪرڻ ۽ ڪائنس گهڻو ڪجھ سکڻ جو موقعو مليو. منصور سعيد جي گهرواري عابدا ۽ اسلم اظهر جي گهرواري نسرين پڻ دستڪ ۾ سرگرم هيون ۽ سندن گهرن جا دروازا چوويهہ ڪلاڪ دستڪ جي ڪارڪنن لاءِ کليل هوندا هئا. اهڙو ماحول ليڪ ڪي ڀيهر نصيب نہ ٿيو. اسلم اظهر تمام گهڻو پڙهيل ڳڙهيل شخص هو ۽ سڄي دنيا جي ٿيٽر سرگرمين تي سندس نظر هئي ۽ سندس انهيءَ خاصيت مان اسين دستڪ جا ڪارڪن تمام گهڻو لاڀ پرائيندا هئاسين. ناٽڪ نويسن ۾ اسلم اظهر کي جرمنيءَ جي برتولت بريخت، روس جي انتون چيخوف ۽ مئڪسم گورڪيءَ ڪانسواءِ ناروي جو هنرخ ابيسن انتهائي پسند هئا ۽ هو اڪثر دستڪ ۾ انهن ناٽڪ نويسن تي پنهنجي علميءَ ۽ تجزياتي ڳالهہ ٻولهہ ڪندو هو. ظاهر آهي تہ ان وقت دستڪ جا اڪثر ڪارڪن نوجوان هئا جن مان اڪثر انهن ناٽڪ نويسين جو نالو ئي پهريون ڀيرو ٻڌو هو پر اسلم اظهر جي صحبت ۽ اُتساهہ اسان سڀني کي وڌيڪ پڙهڻ لاءِ همٿايو. هو اڪثر چوندو هو تہ، ”ڪنهن ناٽڪ ۾ جيڪڏهن ڪو سماجي پيغام هجي تہ انکي سمجهڻ لاءِ نہ رڳو ناٽڪ نويسن جي حياتين جون حالتون پڙهڻ ضروري آهي پر جنهن دور جي ان ۾ عڪاسي ڪيل هجي، ان بابت پڻ ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.“

دستڪ جي سڀ کان وڏي ۽ بهترين پيشڪش منصور سعيد جو اڙدو ۾ ترجمو ڪيل برتولت بريخت جو ناٽڪ ”گاليليئو ڪي داستان“ هئي. ڪراچيءَ ۾ پيش ڪيل انهيءَ ناٽڪ جو هدائتڪار اسلم اظهر هو جنهن ان ۾ مرڪزي ڪردار پڻ ڪيو ۽ ٻنهي سان ڀرپور انصاف ڪيائين. اهو ناٽڪ انهيءَ ڪيس تي ٻڌل هو جنهن تحت ڪليسا هٿان گاليليئو کي مجبور ڪيو ويو تہ هو پنهنجي سائنسي ايجادن تان هٿ کڻي يعني اِهو چوي تہ زمين سج جي چوڌاري نٿي ڦري. بريخت اِهو ناٽڪ اهڙي دور ۾ لکيو هو جڏهن يورپ هٽلر ۽ ميسولينيءَ جي نازي ۽ فاشي ڏوهن کي ڀوڳي چڪو هو. ان دور ۾ گاليليئو جو داستان هڪ اهڙي علامت هو جيڪو سائنسي فڪر ۽ آپيشاهاڻي حڪومتن وچ ۾

چڪتاڻ جي علامت هو، انڪري جنرل ضيا جي دور ۾ گاليليئو اسان جي لاءِ فڪر جي آزاديءَ جو اهڃاڻ هو.

1986 ۾ جنرل ضيا جي مارشل لا ختم ٿي چڪي هئي ۽ وزيراعظم محمد خان جوڻيجو معاشري مان فوجي حڪومت جي گھُٽ ٻوسٽ گهٽائڻ جا پنهنجي سر هٿ پير هڻي رهيو هو. انهن ئي ڏينهن ۾ ڪراچيءَ ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي گولڊن جوبليءَ جو شاندار ڪاڄ ٿيو جنهن ۾ اسلم اظهر جي هدائتڪاريءَ ۾ "گاليليئو ڪي داستان" ناٽڪ پڻ پيش ڪيو ويو. ٽيهه ورهيه اڳ جي ڪراچي اهڙو شهر هئي جنهن ۾ اجان ريڪس، ريو، پيراڊائيز ۽ پيلس جهڙيون سينيمائون موجود هيون، سو انهن مان ريو ٿيٽر ۾ گاليليئو جو ڪردار ڪندي اسلم اظهر جو گونجندڙ آواز ٻُڌڻ لڳو. گاليليئو مشتريءَ جو چنڊ ڦلهورڻ تي پنهنجي ننڍڙي شاگرد آندريا کي سڏي ڪيس دوربين سان ڏسڻ سيکارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. ننڍڙو ٻارڙو ڏسي نه پئي سگهيو ته گاليليئو پنهنجو فڪر انگيز مڪالمو ادا ڪيو "ڏس آندريا ڏس! تون ڏسڻ ٻدران ڊوڙا ڦوٽاري رهيو آهين ۽ ڊوڙا ڦوٽارڻ ڏسڻ ناهي."

ان ريت اسلم اظهر پنهنجي ڏسندڙن کي ڏسڻ سيکارڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو پر هوڏانهن ڪليسا گاليليئو کي مجبور ڪيو ته هو پنهنجي سائنسي ڦلهور کي غلط ليکي. گاليليئو زندگي بچائڻ لاءِ پنهنجي ئي دريافت تان هٿ ڪنيو پر پوءِ نظربنديءَ دوران پنهنجا اُهي ڪتاب لکيائين جن اڳتي هلي فلڪيات واري علم ۾ چار چنڊ لڳايا. گاليليئو جي داستان ڪانسواءِ ٻه ڪيترائي ناٽڪ هئا جيڪي دستڪ ڪيا ۽ ان دور جي اونداهي گھٽائڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن جنرل ضيا پنهنجي ساٿارين سوڙو ملڪ کي انتهاپسندي ۽ فرقيواريت جي باهه ۾ ڌڪي رهيو هو ته اسلم اظهر پنهنجي ناٽڪ منڊليءَ ذريعي معاشري ۾ سائنسي سوچ، سهپ ۽ رواداريءَ جو پرچار ڪرڻ ۾ رڌل هو. پاڪستان ريڊيو ۽ ٽيليويزن جو شايد ئي ڪو اهڙو ٻيو سربراهه ٿيو هجي جيڪو ايترو اونهو سياسي، سماجي ۽ ادبي شعور رکندو هجي ۽ ايترو سرگرميءَ سان معاشري مان اونداهي ٽارڻ لاءِ پتوڙيندو هجي ڄاڪاڻ جو

ڪاموراشاهيءَ جي گهڻي ڀاڱي ڪارندن جي ڪوشش اِها ئي هوندي آهي ته ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان پنهنجي نوڪري برقرار رکجي.

جنرل ضيا جي ٽرڻ ڪانپوءِ محترما بينظير ڀٽو کي مشروط اقتدار منتقل ڪيو ويو ته اسلم اظهر کي ريڊيو پاڪستان ۽ پي ٽي ويءَ جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو، پر بينظير ڀٽو جي اقتدار وانگر اسلم اظهر پڻ هڪ لحاظ سان زنجيرن ۾ جڪڙيل هو. هن بهتري آڻڻ جي ڪجهه ڪوشش ڪئي پر ان مان جنرل ضيا جي باقيات جيڪا غلام اسحاق خان، صاحبزادا يعقوب علي خان، جنرل اسلم بيگ ۽ جنرل حميد گل جي صورت ۾ موجود هئي سا ڪيئن ٿي خوش رهي سگهي. ساڳي ڌر جي ڪامورا شاهي اسلم اظهر جهڙي لبرل، سيڪولر ۽ ترقي پسند کي ڪيئن ٿي برداشت ڪري سگهي. بينظير ڀٽو پڻ مجبور هئي ۽ هوءَ اسلم اظهر کي ڪلئي چوٽ ڏئي نه پئي سگهي، انڪري هو مشڪل سان ئي هڪ سال تائين نئين عهدي تي رهيو جنهن ڪانپوءِ ڪيس او ايس ڊي بڻايو ويو. اڳتي هلي ته آگسٽ 1990 ۾ خود بينظير ڀٽو جي حڪومت جو ئي انت آندو ويو. هاڻ اسلم اظهر اسلام آباد ۾ ٻيهر ٻي گهر ٻڌجي ويو. انهيءَ دوران اسڪولن جي هڪ وڏي سلسلي ڪيس ڊائريڪٽر بڻائي لاهور منتقل ڪيو جتي هُن تعليم جي واڌ ويجهه لاءِ ڪم ڪرڻ چاهيو پر پتو لڳس ته اسڪول جا سيٺ تعليمي واڌ ويجهه بدران پنهنجي نفعي جي واڌ ويجهه ۾ دلچسپي ٿا رکن. سگهو ئي اسلم اظهر کي اُتان فارغ ڪيو ويو جنهن ڪانپوءِ پنهنجي زندگيءَ جا لڳ ڀڳ ويهه ورهيه گوشي نشينيءَ ۾ گذاريائين.

وقار عظيم جي پي ٽي ويءَ جو مينيجنگ ڊائريڪٽر ٿيڻ تي اسلم اظهر کي پي ٽي ويءَ جي هڪ جائزي ڪميٽيءَ جو ميمبر بڻايو ويو، جنهن سان جز وقتي طور لاڳاپيل رهيو پر مجموعي طور تي گهڻي ڀاڱي وقت اڪيلائپ ۾ سيڙائيندو رهيو. ٿيڻ ته اِهو گهربو هو جو ڪنهن وڏي ٽي وي چينل جو سربراهه هجي ها يا ڪنهن وڏي اخبار جو ايڊيٽر يا ڪنهن وڏي تعليمي اداري جو سربراهه پر هو نفعي خوريءَ جي هن دور ۾ پنهنجي شخصيت کي ڇٽي نه پئي سگهو انڪري ڪيترين ئي آڇن

هوندي به ڪنهن سيٽ جي نوڪري ڪرڻ مناسب نه ليکيائين. گهر جو بار ڳهلي پاڳي نسرين اظهر ۽ سندس پٽ اريب اظهر پنهنجي ذمي ڪيو ۽ اسلم اظهر ماٺ ميٺ ۾ اپياس ڪندو فاني دنيا کان موڪلائي ويو.

# مسعود عالم : ساحر، مفڪر، ليڪڪ

مسعود عالم هڪ باڪمال صحافي، ڪالم نگار، ٻاجهارو ٻيءَ، گهڻگهرو ماڻهو، همدرد دوست ۽ دانشور اسان ۾ نہ رهيو. هو ٻارهين مارچ تي موٽرڪار جي هڪ حادثي ۾ پساھ ڏيئي ويٺو. اسان جي آخري ڳالھ ٻولھ 2014 ۾ ٿي هئي جڏهن هُن مونکي فون ڪيو هو ۽ ايندڙ ڏينهن اسان کي ٻاهر ڪٿي گڏجي برنچ ڪرڻ جي نينڊ ڏني هئائين. منهنجي طبيعت ٺيڪ نہ هئي سو معذرت ڪندي ايندڙ آچر تي هلڻ جو وعدو ڪيو هئم. مون کي قطعي اندازو نہ هو ڪو آخري ڀيرو اسان کي گڏجڻ جي نينڊ ڏئي رهيو هو.

هو غير معمولي طور تي ڪچهريءَ جو ڪوڏيو هو، اهڙن ماڻهن سان بہ سنگت رکندو هو جن سان سنگت جو ڪو امڪان ئي نہ هجي، غير متوقع موضوعن تي انيڪ چرچا گهوٻيون گهڙي وٺندو هو ۽ پنهنجي انهن دوستن ۾ بہ سرهائي ونڊي سگهندو هو جيڪي ڏکويل هجن، هو ڪڏهن بہ من ڦسيل ۽ اداس نہ ٿيو. هو اُميد پرستيءَ جو هڪ جيئرو جاڳندو نمونو هو.

سرگوڌا جو رهواسي هئڻ ناتي پنهنجي جوانيءَ جي ڏينهن ۾ هو پاڪستان ايئرفورس ۾ ڀرتي ٿي ويو پر آزاد فطرت جو مالڪ هئڻ ڪري ڪيس ڪنهن ضابطي ۾ پابند ڪرڻ ممڪن نہ هو سو فوج سان سندس وابستگيءَ جي ڄمار انتهائي گهٽ ثابت ٿي ۽ هو اُتان ڪسڪي

ويو ته جيئن لکڻ ۽ پڙهڻ وارو ڪم جاري رکڻ سان گڏوگڏ بي بي سي ۽ سان ڳنڍجي پنهنجي لاءِ ڪا حيثيت بنائي سگهي. هو دانشورن جي تيزي سان اٿلپ ٿيندڙ نسل سان تعلق رکندڙ هو جيڪو مختلف ٻولين خاص طور تي اڙدو، انگريزي، پنجابي ۽ سرائيڪي ۾ مهارت رکندڙ هو. مسعود صحافين جي نئين کيپ تي اڪثر ماتامي ئي رهيو جنهن ڪي هُن کنهن هڪ ٻوليءَ جو به ”پڙهيل ڳڙهيل“ نٿي ليکيو.

خاص طور تي اڙدو ۽ انگريزي ٻولين ۾ سندس مهارت ڪيس اخباري رپورٽن، مضمونن، طنزيا لکڻين، سفرنامن ۽ تاثراتي لکڻين ۾ سٺو نثر تخليق ڪرڻ جو اهل بڻائي ڇڏيو هو. سندس سفرنامن جي ڳنڍي ”چلو“ جي حوالي سان ڪيترن ئي ماڻهن کي ڪيترين ئي توقعات هيون. گذريل ڪيترن ئي سالن کان هُن پنهنجو گهڻي ڀاڱي وقت صحافين جي تربيت ڪرڻ، ادبي لکڻين کي انگريزيءَ کان اڙدو ۾ ۽ اڙدو کان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ مختص ڪري ڇڏيو هو. نيوز آن سنڊي ۾ سندس ڪالم باقاعدگيءَ سان شائع ٿيندا هئا. هو فلمن جو خفتي هو ۽ دوستن کي سدائين پلين فلمن جي سفارش پيو ڪندو هو. سندس فلمي چونڊ ڪي ڪڏهن به ڪمتر نه پاتم.

ايندڙ سالن لاءِ سندس ذهن ۾ شاندار رٿائون هيون. هو اڪثر انهيءَ ڳالهه تي ذڪارو هوندو هو ته پنهنجي مالي مسئلن ڪري هو پنهنجي ادبي ڪاوشن تي گهڻو وقت سيڙائي نه پيو سگهي. هاڻ، جڏهن سندس ٻارن ڪينيڊا جي يونيورسٽين ۾ پنهنجي پڙهائي شروع ڪري ڏني هئي، هو اسلام آباد پرسان هڪ فارم هائوس ٺاهڻ جي رٿابندي ڪري رهيو هو، جتي هڪ ننڍڙو اسڪول قائم ڪري سگهي، ڀاڄيون ٻوکي سگهي ۽ لکڻ پڙهڻ ۾ وقت سيڙائي سگهي. موٽرڪار حادثي ۾ مرڻ واري ڏينهن به هو پنهنجي حياتيءَ جي ساٿيءَ سان گڏجي ڪلاڪن جا ڪلاڪ اسڪول ۽ فارم لاءِ زمين جو ڪو چڱو ٽڪر ڳولهڻ ۾ گذاري چڪو هو.

مسعود کي ٻارن سان خاص اڪير هئي، پوءِ پل اِهي ٻار سندس پنهنجا هجن، دوستن ٻارن جا يا ڪي اوپرا. هو ٽريفڪ سگنل تي

موٽرڪار روڪي پينو ٻارن سان ڪچهري ڪرڻ لڳندو هو، ڪين ڪجهه نه ڪجهه ڏيندو ۽ پنهنجي انهيءَ عزم جو ورجاءُ ڪندو هو ته هو انهن ٻارن لاءِ مفت اسڪول قائم ڪندو. جيڪڏهن ڪو اِهو چوندو هو ته انهن مان اڪثر ٻار پيشيور پينو آهن ته اهڙي ڳالهه ڪان ڪن ٿار ڪري ڇڏيندو هو ۽ پنهنجي ڳالهه ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي چوندو هو ته جيڪڏهن مذهبي درسگاهون اهڙن ٻارن جو خيال رکي سگهن ٿيون ته پوءِ وڏيڪ آزاد خيال ۽ سيڪولر تنظيمون انهن ٻارن کي دنياوي تعليم ڏانهن ڇو نٿيون لاڙي سگهن ته جيئن اِهي ٻار بنياد پرست ۽ ذهني طور تي پوئتي پيل فرد نه بڻجن.

مسعود مڪمل طور تي هڪ سيڪولر انسان هو. ڪيس پنهنجي ملڪ ۾ انجي تعليمي بدحاليءَ جو شديد احساس هو، هو ننڍڙن ٻارن لاءِ هڪ اهڙي نصاب جو گهرجائو هو جنهن ذريعي ڪين رٽائڻ بدران سوچڻ ۽ سمجهڻ واريون مهارتون سيکاريون وڃن ۽ جتي ٻارن جي لاءِ سولائي فراهم ڪندڙ وارو ڪردار ادا ڪري سگهجي ۽ ڪين دنيا جي هر معاملي تي سوال اُٿارڻ لاءِ همٿائي سگهجي.

هو ان ڳالهه تي پريشان هوندو هو ته نوجوان پرڏيهه وڃڻ لاءِ ايترا اُتاولا ڇو آهن. هُن پاڻ جيتوڻيڪ ڪينيڊا، گڏيل عرب امارتن ۽ برطانيا ۾ ورهيه گذاريا پر ڪنهن به ٻئي ملڪ ۾ ٽانيڪو ٽيڻ جو ڪڏهن به فيصلو نه ڪيائين. ڪيس پنهنجي مارو ماڻهن لاءِ ڳڻتي هئي ۽ انهن لاءِ ڪجهه ڪرڻ ٿي چاهيائين، پر پاڳن ۾ ڪجهه ٻيو ئي لکيل هو.

تنهنجن اُڏمن ۽ حوصلي لاءِ تنهنجي ڪوٽ انتهائي محسوس ٿيندي، منهنجا نيڻ پنل آهن. مون کي اجان ٽائين ويساهه نه پيو ٿئي ته ڪو تون اسان کان وڇڙي ويو آهين.

# ولي خان ۽ بزنجو:
# جمھوريت جا ٻہ جانباز جوڌا

1957 ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ جو بنياد وجھڻ مھل ان ۾ اوڀر پاڪستان مان مولانا ڀاشاني، پنجاب مان ميان افتخارالدين ۽ قسور گرديزي، سنڌ مان جي ايم سيد ۽ حيدر بخش جتوئي جڏھن تہ بلوچستان ۽ سرحد صوبي (ھاڻوڪو خيبرپختونخواھ) مان ٻہ نسبتاً نوجوان اڳواڻ مير غوث بخش بزنجو ۽ خان عبدالولي خان ان ۾ شامل ٿيا. تڏھن ٻنھي جي ڄمار چاليھہ ورھيہ ھئي ۽ ڪين اڄان گھٽ ۾ گھٽ ٽيھن ورھين تائين سياسي ڪيتر ۾ سرگرم رھڻو ھو. اِھي ٻئي 1988 ۽ 1990 وارين عام چونڊن ڪانپوءِ پاڪستان جي سياسي منظرنامي تان گُم ٿي ويا ۽ پوءِ ڏري گھڻ وسارجي ويا. 2017 ۾ ٻنھي اڳواڻن جي ڄم جو سئو سالن وارو ڪاج ھو. ٻنھي برطانوي تسلط خلاف جھيڙيو ۽ ننڍي کنڊ جي ورھاڱي جي مخالفت ڪئي ھئي. ھنن بلوچ ۽ پختون عوام لاءِ ڌار ملڪ ٺاھڻ جي ڪوشش ڪئي پر جڏھن پاڪستان ٺھجي ويو ۽ بلوچ ۽ پختون علائقا ان ۾ شامل ڪيا ويا تہ غوث بخش بزنجي ۽ ولي خان نہ رڳو پاڪستان کي دل جان سان قبوليو پر انکي جمھوري ملڪ ٺاھڻ لاءِ ھڪ ڏکي جدوجھد پڻ ڪيائون.

ولي خان ۽ بزنجو اھڙا فولادي انسان ھئا جن پنھنجي زندگيءَ جو وڏو حصو جيلن ۾ گھاريو. ڪڏھن بہ ڪا وزارت سفارت قبول نہ

ڪيائون ۽ نہ ئي اسٽيبلشمنٽ سان پنهنجي اصولن تي ڪو سودو ڪيائون. ٻئي اڳواڻ ويهين صديءَ جي چوٿين ڏهاڪي ۾ سرگرم ٿيا ۽ آزاديءَ واري جدوجهد ۾ حصو ورتائون. هي اهو دور هو جڏهن ننڍي کنڊ جا ڏورانهان علائقا هندستان جي مرڪزي سياست ۾ ڪو ذڪر جوڳو ڪردار ادا نہ ڪري رهيا هئا ۽ ڪانگريس سڀ کان وڏي سياسي پارٽي هئي. بهرحال خان عبدالغفار خان، جنهن کي عام طور تي "باچا خان" سڏيو ويندو هو، ڏورانهين علائقي مان نڪري نہ رڳو اتر اولهندي سرحدي صوبي پر سڄي هندستان ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪري رهيو هو ۽ ان تي مثبت اثر وجهي رهيو هو. جيئن تہ ڪانگريس ۾ سندس رتبو مهاتما گانڌيءَ وارو هو تنهنڪري کيس "سرحدي گانڌي" جو خطاب پڻ ڏنو ويو. خان عبدالولي خان انهيءَ باچا خان جو پٽ ۽ سياسي جانشين هو. جيتوڻيڪ ولي خان ڪڏهن بہ پنهنجي پيءُ جيتري مڃتا ۽ اهميت ماڻي نہ سگهيو، جنهن جو سبب ننڍي کنڊ جي بدلجندڙ صورتحال هئي پر پوءِ بہ ولي خان پنهنجي جُسي آهر ڪردار ضرور ادا ڪيو. باچا خان جي همعصر سياستدانن ۾ مهاتما گانڌي، جواهر لال نهرو، مولانا آزاد، محمد علي جناح ۽ لياقت علي خان وغيره شامل هئا جڏهن تہ انجي ابتڙ ولي خان جي دور ۾ ميجر جنرل اسڪندر مرزا، جنرل ايوب خان، جنرل يحيٰ خان، ذوالفقار علي ڀٽو، جنرل ضيا جهڙا ماڻهو جيڪي پنهنجي پيشروئن جي ڀيٽ ۾ ڇامڙا ٿا لڳن. آزاديءَ واري جدوجهد پنهنجي وسعت ۾ هڪ عظيم ويڙهاند هئي، جڏهن تہ آزاديءَ کانپوءِ جمهوريت لاءِ ڪيل جدوجهد ۾ مقامي اسٽيبلشمنٽ سان مقابلو هو جيڪا پنهنجي سامراجي آقائن جي اشاري تي جمهوريت جي پاڙ پٽڻ لاءِ هٿ ڌوئي پويان پيل هئي. ولي خان ۽ بزنجي کي هر هر پاڪستان سان پنهنجي وفاداري ثابت ڪرڻي ٿي پئي. هنن جنهن ملڪ کي جمهوري بڻائڻ ٿي چاهيو تنهن جا آمر پنهنجي طاقت جي نشي ۾ چور هر هر جمهوريت جي نڙي نپوڙيندا رهيا ۽ جمهوري جدوجهد کي چيپائيندا رهيا. جن ماڻهن اسٽيبلشمنٽ سان ناهہ ڪيا، تن وزارتون سفارتون ماڻيون ۽ ولي خان ۽ غوث بخش بزنجو قيد ۾ گهاريندا رهيا.

غوث بخش بزنجو جي ٻالڪپڻ ۽ جوانيءَ جا ڏينهن ولي خان کان گهڻو مختلف هئا. ولي خان جي سر تي هڪ عظيم پيءُ جو ڇانورو هو جڏهن ته بزنجو يتيم هو ۽ ڪيس پنهنجي حيثيت ٺاهڻ لاءِ ڪنهن ڪٽنبي سرپرستيءَ ڪانسواءِ پنهنجي سر ئي پتوڙ ڪرڻي هئي. بزنجو هڪ رانديگر هو ۽ فٽبال انتهائي شوق سان کيڏندو هو جڏهن ته ولي خان ٻالڪپڻي ۾ انتهائي هيڻو هو ۽ اڪثر بيمار رهندو هو. بيماريءَ وگهي ئي سندس هڪ اک جي نظر ڇڻ تي وئي پر ان هوندي به بزنجي ٻاهتر ورهين جي ڄمار ماڻي جڏهن ته ولي خان نوي ورهيه جيئرو رهيو.

بزنجي عليڳڙهه يونيورسٽيءَ مان تعليم پرائي، هو به ولي خان وانگر اعليٰ ادبي ذوق جو مالڪ هو. ٻئي پلوڙ ليکڪ هئا. بزنجي پنهنجي آتم ڪهاڻي پڻ لکي جيڪا بي ايم ڪُٽيءَ سهيڙي. انهيءَ مختصر ڪتاب ۾ پاڪستان جي سياسي خاص طور تي بلوچستان جي حالتن ۾ ايندڙ لاهن چاڙهن تي بحث ڪيو ويو آهي. ولي خان ۽ بزنجو ٻئي عظيم شخصيتن وانگر پنهنجي متعلق ڳالهائڻ يا لکڻ پسند نه ڪندا هئا. بزنجي جي آتم ڪهاڻي حالتن، واقعن ۽ نظرين تي بحث ٿي ڪري نه ڪي سندس ذاتي شخصيت تي. خاص طور تي جتي جتي به هو پنهنجي جيل ۾ گهاريل ڏينهن جو ذڪر ٿو ڪري سو پڙهڻ وٽان آهي. بزنجي کي ان ڳالهه تي ڪابه لڄ نه هئي ته شروعات ۾ هُن قلات کي هڪ آزاد ملڪ طور ڏسڻ ٿي چاهيو ۽ پوءِ اِها ڳالهه سلڻ ۾ به ڪڏهن نه هٻڪيو ته پاڪستان هڪ متحد ۽ جمهوري ملڪ طور وڌي ويجهي. هو پنهنجي آخري پساهن تائين محب وطن پاڪستاني رهيو. ولي خان ۽ بزنجي کي سندن ترقي پسند سياست جو صلو اِهو مليو جو پاڪستان ٺهڻ کان هڪدم پوءِ ٻئي ڄڻا رياستي ڏمر جو نشانو بڻيا. ولي خان شروعات ۾ ڪو پنج سال قيد رهيو پر ڪڏهن به تنگ نظر قومپرست سياست نه ڪيائين، ساڳيو ئي حال غوث بخش بزنجي جو هو. انهن ٻنهي اڳواڻن نيشنل عوامي پارٽيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

1957 ۾ نعپ ٺهڻ ڪانپوءِ اِهو واضح ٿي ويو هو ته 1959 ۾ ٿيندڙ عام چونڊن ۾ عوامي ليگ سان گڏوگڏ نيشنل عوامي پارٽي هڪ وڏي

سياسي پارٽيءَ طور اُڀري سامهون ايندي ۽ اُميد پئي ڪئي وئي ته اِهي ٻئي پارٽيون گڏيل حڪومت پڻ ٺاهي سگهن ٿيون. اِهي ٻئي پارٽيون ترقي پسند ۽ لبرل سيڪولر سياست ڪندي قوميتن جي هڪجيترن حقن لاءِ پتوڙي رهيون هيون جيڪا ڳالهه اسانجي ملڪي خارج اسٽيبلشمنٽ کي قبول نه هئي ۽ اُن اولهه جي طاقتن خاص طور تي امريڪا جي چرچ تي مارشل لا مڙهيو، نتيجي طور سموريون سياسي سرگرميون معطل ٿي ويون، چونڊون منسوخ ٿي ويون ۽ آخرڪار جنرل ايوب خان پنهنجو پاڻ کي پاڪستان جو حاڪم مقرر ڪري ڇڏيو. هاڻ ولي خان ۽ بزنجي جي هڪ نئين جدوجهد جي شروعات ٿي ۽ هنن ٻنهي آپيشاهيءَ کي للڪاريو. ٻئي ون يونٽ جي خاتمي لاءِ وڙهي رهيا هئا. بزنجي کي ان الزام تحت گرفتار ڪيو ويو ته ونس هڪ اهڙي پرچي هئي جنهن تي ون يونٽ خلاف نعرو لکيل هو ۽ پوءِ ڪيس گرفتار ڪري شديد تشدد جو نشانو بڻايو ويو.

جنهن وقت جنرل ايوب خان پنهنجي سموري سول ۽ فوجي ڪاموراشاهيءَ کي جمهوري قوتن خلاف استعمال ڪري رهيو هو ۽ ذوالفقار علي ڀٽو ايوب خان جي ڀرپور حمائت ڪري رهيو هو، تڏهن ولي خان ۽ بزنجو جمهوري جدوجهد ۾ رڌل هئا. جڏهن جنرل ايوب خان 1965 وارين صدارتي چونڊن ۾ محترما فاطما جناح خلاف ڌانڌليءَ ذريعي سوڀ حاصل ڪئي ته خاص طور تي اوڀر پاڪستان جي رهواسين کي انتهائي نراسائي ٿي ڇاڪاڻ جو کين فاطما جناح جي شڪل ۾ جمهوريت جي بحاليءَ جو امڪان پئي نظر آيو. انهيءَ دوران ولي خان ۽ بزنجو ٻئي فاطما جناح سان گڏ بيٺل هئا. 1967 ۾ نعپ ولي خان ۽ ڀاشاني گروپن ۾ ورهائجي وئي، جنهن جو هڪ سبب ڀاشانيءَ جو ايوب خان ڏانهن نرم رويو ۽ چين نواز سياست هو جڏهن ته ولي خان ۽ بزنجو روس نواز هئا.

1969 ۾ ايوب خان جي جاءِ تي جنرل يحيٰ اقتدار سنڀالي عام چونڊن جو اعلان ڪيو، جن ۾ ولي خان ۽ غوث بخش بزنجو ترقي پسند، لبرل ۽ سيڪولر ايجنڊا تحت سرحد صوبي ۽ بلوچستان ۾ ڪاميابي ماڻي، جڏهن ته ذوالفقار علي ڀٽو اسلام سوشلزم جي نعري

سان سنڌ ۽ پنجاب ۾ اڪثريت حاصل ڪري ويو. چونڊن ڪانپوءِ جنرل يحيٰ خان شيخ مجيب الرحمان کي اقتدار ڏيڻ کان نابري واري ۽ گهرو لڙائي ڪانپوءِ ملڪ ٻن حصن ۾ ٽٽي ويو. باقي بچيل پاڪستان ۾ ڀٽي اقتدار سنڀاليو ۽ اپريل 1972 تائين مارشل لا برقرار رکيائين. ان موقعي تي پيپلزپارٽي، جمعيت العلماءِ اسلام ۽ نيشنل عوامي پارٽيءَ وچ ۾ هڪ ٺاهه ٿيو جنهن تحت نعپ ۽ جي يو آءِ سرحد صوبي ۽ بلوچستان ۾ گڏيل حڪومتون ٺاهيون، پر نون مهينن اندر ئي ڀٽي بلوچستان حڪومت برطرف ڪري ڇڏي جڏهن ته سرحد حڪومت احتجاج ۾ استعفا ڏئي ڇڏي. هاڻ ولي خان ۽ بزنجي جي جدوجهد جو هڪ نئون دور شروع ٿيو، جيڪو ڀٽي جي غير جمهوري ورتاءَ خلاف هو. انهيءَ سڀڪجهه هوندي به بزنجو ۽ ولي خان آئين ٺاهڻ ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ 1973 واري آئين جي جُڙي راس ٿيڻ ۾ پارليامينٽ جي ڀرپور مدد ڪيائون. سگهو ئي ڀٽي پنهنجي ئي ٺاهيل آئين سان هٿ چراند ڪرڻ شروع ڪئي ۽ آخرڪار نعپ تي پابندي لڳرائي. بزنجي، ولي خان ۽ ٻين اهم اڳواڻن کي گرفتار ڪيائين. ان ريت ملڪ جي واحد لبرل، سيڪولر ۽ ڪابي ڌر جي پارٽيءَ جو انت آندو ويو. انهيءَ دوران بزنجي، ولي خان ۽ ٻين تي غداريءَ جا ڪيس ٺاهيا ويا جڏهن ته سپريم ڪورٽ پڻ ان ڏس ۾ ڀٽي جي ساڻاري ٻڌجندي نعپ تي پابندي برقرار رکي.

اهو چوڻ غلط نه ٿيندو ته نعپ تي پابندي هٽائي ڀٽي پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙي هنئي ۽ پاڪستان ۾ ساڄي ڌر واري سياست لاءِ راهه هموار ڪيائين. 1970 کان 1975 تائين ولي خان ۽ بزنجو ڀٽي کي لاڳيتو اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا ته هو قانون لاڳو ڪندڙن تي ايترو نه ٻاڙي ۽ ان سان ملڪ ۾ جمهوريت کي ڇيهو رسندو پر ڀٽو ان قسم جون صلاحون مڃڻ وارو ڪين هو. هو هر قسم جي مخالفت کي ڇيباڻڻ لاءِ تاولو هو ۽ ان ڏس ۾ ڪيس فوج جي ڀٽيرائي پڻ حاصل رهي. 1977 ۾ ڀٽي جي برطرفيءَ ڪانپوءِ جنرل ضيا حيدرآباد سازش ڪيس ختم ڪيو ۽ بزنجي ۽ ولي خان کي ٻين اڳواڻن سوڌو آزاد ڪيائين پر ٻنهي آمر سان ڪنهن به قسم جو ٺاهه ڪرڻ کان نابري واري ۽ اڳتي هلي

جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ ايم آر ڊيءَ تحت پيپلزپارٽيءَ سان گڏجي فوجي آمريت خلاف جدوجهد ڪرڻ لڳا. هڪ لحاظ ڪان اِها انهن ٻنهي جي آخري جمهوري جدوجهد هئي.

ليڪڪ جي مير غوث بخش بزنجي سان آخري ملاقات 1988 ۾ ماسڪو ۾ ٿي هئي جتي هو اجمل خٽڪ سان گڏ هڪ هوٽل ۾ ترسيل هو. اسان پاڪستاني شاگردن جو هڪ گروپ ساڻس ملڻ ويو ته هو انتهائي پنهنجائپ سان مليو هو پر گڏوگڏ ڪيس اِها ڏکوئيندڙ ڄاڻ پڻ ڏني وئي ته باچا خان گذاري ويو آهي ۽ هو ايندڙ ڏينهن ڪابل اُسهي رهيو هو ته جيئن سندس ڪانڌي ٿي سگهي. آگسٽ 1988 ۾ جنرل ضيا جو انت آيو پر ساڳي سال ٿيندڙ عام چونڊن ۾ بزنجي ڪي اوڏي مهل پنهنجي زندگيءَ جو شايد سڀ ڪان وڏو صدمو رسيو جڏهن هڪ نوجوان ڪيس شڪست ڏني. هو ان صدمي جي سٽ ساري نه سگهيو ۽ 1989 ۾ گذاري ويو. ولي خان 1990 وارين چونڊن ۾ پنهنجي آبائي سيٽ تان هارائي گوشي نشين ٿي ويو ۽ 2006 ۾ پنهنجي مرتئي تائين عملي سياست ڪان پرڀرو رهيو. ولي خان جو ڪتاب ”حقيقتون، حقيقتون آهن“ هڪ انتهائي وڏو تحقيقي ڪم آهي جيڪو سمورن سياسي ڪارڪنن ۽ سياست سان دلچسپي رکندڙن ڪي ضرور پڙهڻ گهرجي. ولي خان ڪي 1999 ۾ هڪ ٻئي مارشل لا جو مشاهدو ڪرڻو هو پر اوستائين هو انتهائي ضعيف ۽ نبل ٿي چڪو هو ۽ پرويز مشرف خلاف ڪنهن به عملي جدوجهد جو حصو بڻجي نه سگهيو. پڇاڙيءَ ۾ اِها ڳالهه خاطريءَ سان ڪري سگهجي ٿي ته مير غوث بخش بزنجي ۽ ولي خان جي جدوجهد ڪانسواءِ پاڪستان ۾ سياسيت انتهائي بيجان ٿي لڳي. هنن ٻنهي پنهنجي گهٽ ۾ گهٽ اڌ صديءَ جي جدوجهد سان پاڪستان ڪي جمهوري واٽ تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي پر افسوس جو اڄ اسان ۾ هنن جهڙا جمهوريت جا جوڌا موجود ناهن.

# ڊاڪٽر عبدالوهاب

## اعليٰ مرتبي واري شخصيت

1992 جو سال هو. ملڪ ۾ نواز شريف جي پهرين حڪومت هئي ۽ سردار آصف احمد علي سندس معاشي مامرن بابت وزير هو. 1991 ۾ سوويت يونين ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار ٿي چڪي هئي، وچ ايشيا ۽ قفقاز جي علائقن ۾ ڇهه آزاد مسلمان رياستون قائم ٿي چڪيون هيون. سردار آصف انهن رياستن جو دورو ڪيو ۽ ڪين ضرورت پٽاندر ڪنهن نه قسم جي مدد جي آڇ ڪئي. انهن نين آزاد رياستن کي تربيت يافتا پيشيور ماڻهن جي گهرج هئي جيڪي انهن ملڪن کي ناڪام سوشلسٽ معيشت جي ذهن مان ڪڍي ڪاروباري نوعيت جي معيشتن ۾ بدلائڻ ۾ مدد ڏئي سگهن. پاڪستان اِها ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ وچ ايشيا جي اختيارين کي پاڪستان ۾ تربيت فراهم ڪرڻ جي آڇ ڪئي.

مٿين رياستن جي سٺ سرڪاري عملدارن تي ٻڌل پهرين گروپ کي آءِ بي اي ڪراچي اماڻيو ويو جتي ڊاڪٽر عبدالوهاب سندن تربيت جو ڏکيو ڪم پنهنجي ذمي ڪنيو. اِهي عملدار روسي ٻولي ته انتهائي رواني ۽ سان ڳالهائي پئي سگهيا پر انگريزيءَ کان جڻ ته اڻواقف هئا. ڊاڪٽر وهاب جيڪو ڪنهن به ڏکيائي کي منهن ڏيڻ لاءِ هر وقت تيار هوندو هو، سو انهيءَ مسئلي جي حل لاءِ پروفيسر ذڪيا سرور سان رابطو ڪيائين جيڪا تنهن وقت "انگريزي ٻوليءَ جي استادن جي

پاڪستان سوسائٽي " (SPELT) جي سربراھ هئي. هُن ڊاڪٽر صاحب جي آڇ قبول ڪندي پرڏيهي سرڪاري عملدارن کي انگريزي سيکارڻ جو ذمو کنيو. هُن روسي ٻوليءَ جي حوالي سان مدد ڪرڻ واسطي مون سان رابطو ڪيو ۽ ان ريت ڊاڪٽر عبدالوهاب سان منهنجي سڄي حياتيءَ لاءِ تعلق جي شروعات ٿي ۽ سنڌس سرپرستيءَ ۾ اٺن سالن تائين اُتي پڙهائڻ جي ڪم سان جنبيل رهيس.

ڊاڪٽر عبدالوهاب 6 سيپٽمبر 2016 تي ڪراچيءَ ۾ گذاري ويو. هو هڪ بهترين منتظم، تعليمي ماهر، اديب ۽ سڌارڪ هو. هو پندرهن ورهيه آءِ بي اي جو ڊائريڪٽر ۽ ٻه سال ڪراچي يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر رهيو. ايترو ڊگهو عرصو اعليٰ ترين انتظامي عهدن تي رهڻ ڪري هُن پنهنجا ڪيترائي ويري پڻ پيدا ڪيا.

سنڌس آءِ بي اي سربراھ هئڻ واري عرصي ۾ ڪراچي 1980 کان 1990 واري ڏهاڪي دوران بدترين نسلي ٽڪراءُ ۽ تشدد پوکي رهيو هو. هر هر ڪرفيو سبب تعليمي ۽ پيشيوراڻيون سرگرميون مفلوج ٿي ويون هيون پر اهڙي تاءُ پرئي دور ۾ به آءِ بي اي اُهو واحد ادارو هو جنهن صورتحال جو ڇمي مقابلو ڪيو ۽ سڄي ڪراچيءَ ۾ بدترين ڏقيرن هوندي به ڪڏهن به ڪلاس معطل يا منسوخ نه ڪيا.

ڊاڪٽر عبدالوهاب جو ان ڳالهه تي چٽو اڏايو ويندو هو ته سنڌس زور بس ان تي ئي هوندو هو ته آءِ بي اي هر صورت ۾ ڪليل هجي پر ان سان گڏوگڏ هو ان ڳالهه جو پڻ ڀرپور خيال رکندو هو ته سنڌس شاگردن جي زندگيءَ کي ڪو ڇيهو نه رسي. جڏهن به شهر ۾ هڙتال جو ڪو اعلان ٿيندو هو ته هو سمورن شاگردن، شاگردياڻين ۽ استادن لاءِ آءِ بي اي ۾ رهڻ جو بندوبست ڪندو هو. اِهو سڀڪجهه پراسرار لڳندو هو پر اداري جو هر فرد ساڻس سهڪار ڪندو هو. شاگردن لاءِ اهڙا موقعا تفريح کان گهٽ نه هوندا هئا. ڪين فوم جي گاديلن تي سمهڻ ۾ مزو ايندو هو جيڪي خاص طور تي ان مقصد لاءِ خريد ڪيا ويا هئا. سنڌس موقف انتهائي واضح ۽ سادو سودو هو ته جيڪڏهن هو هڪيرو ڪنهن هڙتال لاءِ پنهنجو ادارو بند ڪرڻ جي اجازت ڏيندو ته پوءِ هر ڀيري ڪيس

ايئن ٿي ڪرڻو پوندو، انڪري هو ان معاملي تي ڪو ناهه نٿو ڪري سگهي.

ڊاڪٽر صاحب جون اُستادن واريون صلاحيتون خاص طور تي نوجوان ۽ جونيئر اُستادن جي حوالي سان بيمثال هيون. جيتوڻيڪ ڪجهه سينئر اُستاد ڪيس انهيءَ ڳالهه جي ڪري پسند نه ڪندا هئا ته هو انتهائي محنت جو گهرجائو هو ۽ ان ڏس ۾ انتهائي سخت ورتاءُ رکندو هو ۽ ڪنهن حد تائين سيني جي پنهنجي سر نگراني پڻ ڪندو هو. هو انتهائي صاف گو هو ۽ پنهنجي خيالن جو کليل ريت اظهار ڪندو هو. ڪا ڳالهه يا فرد پسند نه آيس ته بي ڌڙڪ انجو اظهار ڪندو هو. ايئن ڪندي هُن ڪيترن ئي ڇڙن کي نوڪريءَ مان فارغ پڻ ڪيو جيڪي هر هر ڪيس نقصان رسائڻ ۽ ڪيس هڪ خراب شخصيت طور پيش ڪرڻ جي سازشن ۾ رڌل هوندا هئا. جڏهن مون کي آءِ بي اي جي هنري/ صلاحيتن جي واڌ ويجهه واري يونٽ جو سربراهه مقرر ڪيائين ته سندس آڌو بزنس انگلش پروگرام متعارف ڪرائڻ جي ضرورت تي زور ڏنو ته هڪ ڪلاڪ اندر ئي ان بابت فيصلو ڪري ورتائين.

تعليمي ماهر طور ڪامل پيشيور تيار ڪرڻ تي سندس اصرار هر لحاظ کان مثالي هو. هُن آءِ بي اي ۾ داخلا جو جيڪو امتحان متعارف ڪرايو تنهن جو وڏو حصو اهو جانچڻ بابت هو ته داخلا جي خواهشمندن جي عام ڄاڻ جي سطح ڇا آهي جڏهن ته ٻين تعليمي ادارن ۾ انگريزي ۽ انگي حسابن جي مهارتن کي وڌيڪ جانچيو ويندو هو. انڪانسواءِ آءِ بي اي ۾ داخلا جي درخواست ڏيندڙن بابت اِهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي وئي ته جاگرافيائي حوالي سان هو دنيا جو ڪيترو ادراڪ رکن ٿا ۽ پاڪستان جي هاڻوڪي تاريخ جي ڪيئن ڪيتري ڄاڻ آهي انڪانسواءِ اوهين جيڪڏهن جديد عالمي حالتن ۽ پاڪستان کي درپيش معاشي مسئلن ۽ للڪارن جو ادراڪ رکو ٿا ته آءِ بي اي ۾ داخلا جي ڏس ۾ ڪاميابي اوهانجي منتظر هئي.

آءِ بي اي شايد پاڪستان جو واحد ادارو آهي جيڪو اُتي داخلا جي خواهشمندن لاءِ داخلا امتحان جي تياريءَ لاءِ ڪلاسن جو پنهنجي سر

انتظام ڪري ٿو. ان قسم جي ڪلاسن مان ڪو هڪ اڌ نه پر هزارين
شاگرد لاڀ پرائي چڪا آهن. منجهائن جيڪي آءِ بي اي ۾ داخلا حاصل
ڪرڻ ۾ ناڪام به ٿي رهيا سي به هتان علم ۽ ڄاڻ جو اهڙو خزانو ماڻي
سگهيا جيڪو شايد ٻئي ڪٿي ڪين ملي نه سگهي.

آءِ بي اي ٽيسٽ انتظام جو سرشتو انتهائي شفاف ۽ نقص کان
وانجهيل هئڻ ڪري ڄڻ ته ڏند ڪٿا بڻجي ويو هو. حد ته اِها هئي جو ٻين
ادارن ۽ تنظيمن پڻ پنهنجي داخلا امتحانن لاءِ آءِ بي اي جون خدمتون
حاصل ڪرڻ شروع ڪيون. مونکي ڊاڪٽر عبدالوهاب جو هڪ سفر ٿو
ياد اچي جنهن ۾ هو لاهور، ٽيڪسلا ۽ ٻين شهرن ۾ هزارين شاگردن جو
ٽيسٽ وٺڻ واري آءِ بي اي ٽيم جي سرواڻي ڪري رهيو هو. هُن ٽيسٽ
پيپر هڪ ڪمري ۾ وڏين صندوقن ۾ رکي انهن کي تالو هڻي ڇڏيو ۽
پاڻ ان ڪمري ۾ سمهي پيو.

هڪ ليکڪ طور هُن تعليمي سڌارن بابت پنهنجي سوچ هڪ
ڪتاب جي شڪل ۾ سامهون آندي. 2014 ۾ شائع ٿيل انهيءَ ڪتاب ۾
هُن پنهنجي ڪيريئر دوران پيش آيل ڪيترن ئي واقعن جو ذڪر ڪيو
آهي ته هُن انتهائي بااثر فردن طرفان پنهنجي پسنديده ماڻهن کي نوازڻ
۽ لاڀ رسائڻ لاءِ وڌل غير معمولي دٻاءَ ۽ حڪمن کي ڪهڙي ريت نرمي
يا سختيءَ سان قبولڻ کان نابري واري. هو ان لحاظ کان ڀاڳن وارو هو
جو ڪيس جهانداد خان ۽ اشرف تابانيءَ ڪانوڻي ڪمال اظفر ۽ معين الدين
حيدر تائين سنڌ جي لڳ ڀڳ سمورن گورنرن جي پٺڀرائي حاصل رهي.
ڪيس جاگيردارن ۽ سول ۽ فوجي ڪامورن جو ڪو دٻاءُ پيش ايندو هو ته
گورنر سنڌس واهر لاءِ اڳتي ايندا هئا. سنڌس اصول پسنديءَ جو اِهو حال
هو جو سنڌ جي گورنر معين الدين حيدر جي ڌيءَ کي به داخلا ٽيسٽ ۾
شرڪت کان اڳ امتحان جي تياريءَ وارين ڪلاسن ۾ شامل ٿيڻو پيو.

ڊاڪٽر عبدالوهاب جي زندگيءَ جو شايد سڀ کان وڏيڪ ڏکيو
دور بينظير ڀٽو جي ٻين حڪومت دوران 1994 ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ
جي وائيس چانسلريءَ وارو هو. هُن اِها ڏکئي للڪار قبول ڪئي ۽
يونيورسٽيءَ ۾ به اهڙي ئي نوعيت جون سخت ۽ ذري گهٽ انقلابي

پاليسيون لاڳو ڪرڻ شروع ڪيائين جيڪي هو اڳ ۾ آءِ بي اي ۾ ڪاميابيءَ سان لاڳو ڪري چڪو هو. سندس اُپائن جي نتيجي ۾ يونيورسٽيءَ ۾ اوچتو هڪ ڀونچال اچي ويو ۽ اُستاد سندس حامين ۽ مخالفن وارن ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا، جنکي ”وهابي“ ۽ ”غير وهابي“ سڏيو ٿي ويو.

سندس حامين شام جي تعليمي ڪلاسن جي حمائت ڪئي جيڪي ”پنهنجو خرچ پاڻ“ (Self Finance) جي بنياد تي شروع ڪيون ويون هيون ڇاڪاڻ جو انهن ذريعي اُستادن لاءِ اضافي آمدنيءَ جو هڪ ذريعو پيدا ٿي ويو هو. شاگردن ۽ اُستادن ڪي ڪئمپس جي صفائي لاءِ منظم ۽ متحرڪ ڪيو ويو. هر ڪلاس روم ۾ رنگ روغن ٿيو، فرنيچر بهتر ڪيو ويو ۽ غسلخانن ۾ هر ڪلاڪ ڪانپوءِ هڪ نئون ٽوال رکڻ لڳو جهڙي ريت آءِ بي اي ۾ ٿيندو هو.

ڊاڪٽر صاحب جي مخالفن الزام عائد ڪيو ته ڪانئن جسماني مشقت ورتي ٿي وڃي. ڪجھ ڇڙا انهن اُپائن مان انهيءَ ڪري به سُرها نه هئا جو ڪين معمول کان وڌيڪ ڪم ڪار تي ڪرڻو پيو. يونيورسٽيءَ ۾ احتجاج جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو ۽ اهڙا افواهه پکيڙيا ويا ته وائيس چانسلر ”ٽارچر ڪئمپ“ قائم ڪيا آهن جڏهن ته اصل حقيقت اِها هئي ته هُن هاسٽل خالي ڪرايا هئا ته جيئن اُتي رهندڙ غير مجاز ماڻهن کي تڙي سگهجي. بهرحال سندس پاليسين جي ايتري ته مخالفت ڪئي وئي جو 1996 ۾ فقط ٻن سالن اندر ئي کيس وائيس چانسلر واري عهدي تان هٽائي ٻيهر آءِ بي اي اُماڻيو ويو. کيس 1999 ۾ غير مهذب انداز ۾ آءِ بي اي کان ڌار ڪيو ويو. سنڌ جي تڏهونکي گورنر ممنون حسين ڊپٽي ڊائريڪٽر فضل حسن کي وقتي ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ۽ اڳتي هلي آءِ بي اي جي ڊائريڪٽر وارو عهدو اضافي طور تي ڪراچي يونيورسٽيءَ جي وائس چانسلر ڊاڪٽر ظفر زيديءَ جي حوالي ڪيو ويو.

انهن اُپائن جي نتيجي ۾ آءِ بي اي جي زوال جو هڪ ڏهاڪي تي ٻڌل ڏکهو دور شروع ٿيو ۽ اِهو پاڪستان جي بهترين بزنس اسڪول هئڻ واري اعزاز کان محروم ٿي ويو. انکانپوءِ اِهو اعزاز لاهور

يونيورسٽي آف مينيجمنٽ سائنسز (LUMS) وٽ آهي. ڪافي عرصو گذرڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽر عشرت حسين ان اداري جي بحاليءَ لاءِ پتوڙڻ شروع ڪيو.

آءِ بي اي ڪان موڪلائڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽر عبدالوهاب هڪ پرائيوٽ يونيورسٽيءَ ۾ صدر طور شموليت اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ معمول جيان پنهنجو سمورو وقت ۽ سگهه اداري جي بهتريءَ لاءِ وقف ڪئي. هو انهيءَ يونيورسٽيءَ ۾ پنجهتر ورهين جي ڄمار تائين پنهنجا فرض نڀائيندو رهيو. پنهنجي زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين هو هر قسم جي ڪتابن جو اتاولو پاٺڪ رهيو. هو پنهنجي اُستادن ۽ شاگردن مان سدائين اِها سڌ رکندو هو ته هو نه رڳو پنهنجي شعبن ۾ ٿيندڙ جديد پيشرفت کان واقف هجن پر ڪين اِهو به پتو هئڻ گهرجي ته دنيا ۾ ڪهڙا واقعا پيش اچي رهيا آهن. هُن ڪڏهن به ڪنهن سان به نسلي يا مذهبي بنيادن تي ڪو مت ڀيد نه رکيو ان ريت کيس هڪ سيڪولر ۽ آزاد خيال انسان ليکي سگهجي ٿو. ڊاڪٽر صاحب! اوهان کي هر پل سڪون پلئه پوي. اوهان وسارڻ جوڳا ناهيو.

# ابراهيم جويو جي تعليم

ابراهيم جويو جي هڪ سئوهين جنم ڏينهن تي ڪيس شاندار خراج پيش ڪيو ويو. سوڀي گيانچنداڻيءَ جي مرتئي ڪانپوءِ سنڌ ۾ 1920 واري ڏهاڪي جي واقعن جي حوالي سان جويو صاحب شايد اڪيلو اکين ڏٺو شاهد وڃي بچيو هو. سنڌس حياتي ۽ ڪارنامن بابت سنڌي سڌسماءَ جي ذريعن ۾ تہ تمام گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي پر قومي سڌسماءَ جنهن ۾ اخباري ۽ نشرياتي ذريعا ٻئي شامل آهن، آيان علي ۽ ڊي جي ٻٽ بابت داستان ٻڌائڻ ۽ ڏيکارڻ ۾ ايترو تہ رڌل رهيا جو وٽن ابراهيم جويو جهڙي حيثيت واري دانشور لاءِ نہ وقت هو نہ ڪا جاءِ.

آءٌ سنڌس زندگيءَ جا عام معمول بيان ڪرڻ بدران ورهاڱي کان اڳ واري هندستان جي تعليمي ميدان ۾ سنڌس غير معمولي تجربن مان سبق پرائڻ ۾ وڌيڪ دلچسپي ٿو رکان. اهو ڇا هو جنهن منجهس جوش ۽ جذبو پيدا ڪيو؟ ان دور جا ماستر ۽ هيڊ ماستر ڪهڙي ريت ڪم ڪار ڪندا هئا؟ ابراهيم جويي شاگرد طور پنهنجو وقت ڪيئن گذاريو؟ حالتن ۾ ابتريءَ جي شروعات ڪڏهن کان ٿي ۽ ڪير انجو ذميوار هو؟

جيڪي پڙهندڙ ابراهيم جويي جي حياتيءَ جي سمورن پاسن ۾ دلچسپي رکن ٿا سي مظهر جميل جو اردو ڪتاب "ابراهيم جويو: ايڪ صدي ڪي آواز" جو اڀياس ضرور ڪن. جيستائين انهيءَ ڪتاب ۾ واقعن جو ورجاءُ آهي ۽ ساڳين سٽن سون کان وڌيڪ صفحن تي ٻڌل آهي

پر شايد هيل تائين سندس زندگيءَ جي لاهن چاڙهن جو سڀ کان وڌيڪ تفصيلي ذڪر هن ڪتاب ۾ ئي موجود آهي.

ابراهيم جويي جو تعليمي سفر سندس اسڪول جي پهرين اُستاد ٽيڪن مل کان شروع ٿو ٿئي، هيءُ هندو نوجوان اسڪول کان ڪو ويهه ميل پري رهندو هو. اِهو اسڪول ابراهيم جويي جي ڳوٺ "آباد" ۾ هو جيڪو هاڻوڪي ڄامشوري ضلعي ۾ ڪوٽڙيءَ پرسان هو. پنهنجي اُستاد جي شاندار خاڪي، "سائين ٽيڪن مل - منهنجو پهريون اُستاد" ۾ ابراهيم جويو انتهائي لطف پرئي انداز ۾ پنهنجي پهرين مهربان ۽ اُستاد بابت لکي ٿو، جنهن سندس ٻالڪپڻي جي اهڙي انداز ۾ جوڙجڪ ڪئي جنهن بابت اڄ جا ڪي اُستاد سوچي به نٿا سگهن.

ابراهيم جويي کان پتو ٿو پوي ته ٻن ڪمرن وارو اسڪول سندس اُستاد لاءِ ڏاهپ جو هڪ اهڙو باغيچو هو جتي هُن علم جا ٻج چٽيا ۽ پنهنجي شاگردن جي ذهنن کي ريج ڏنو. سندس اُستاد هر ڇنڇر ڏينهن پنهنجي ڳوٺ روانو ٿيندو هو ۽ پوءِ هر سومر ڏينهن صبح ساڻ اسڪولي ٻارن لاءِ مختلف قسمن جون مٺايون ۽ مانيون ۽ ٻيون شيون کڻي موٽندو هو. هو پنهنجي شاگردن کي ٻُڌائيندو هو ته سندس ماءُ کهڙي ريت هنن لاءِ سوڪڙيون پاڪڙيون تيار ڪيون آهن. اُستاد جڙي ٻوٽين مان تيار ڪيل دوائون پڻ اسڪول آڻيندو هو جيڪي سندس پيءُ جون تيار ڪيل هونديون هيون. هو ٻارن جي ڪنگهه جا ڪي نسخا ۽ زخمن ۽ رهڙ لڱل حصن تي هڻڻ لاءِ ملم پاڻ وٽ رکندو هو. اُستاد ٽيڪن مل جي سخاوت رڳو اسڪول تائين محدود نه هئي پر سندس انهيءَ انسان دوستيءَ مان سڄو ڳوٺ لاڀ پرائيندو هو.

اسين 1920 واري ڏهاڪي ۾ سنڌ جي هڪ اهڙي ڳوٺ جي ڳالهه پيا ڪريون جتي هڪ اُستاد مڪمل ارپنا سان پنهنجي اسڪول ۽ انجي شاگردن لاءِ مثالي نمونو ٿو بڻجي. هيءُ اسڪول فقط شروعاتي ڇهن درجن تائين هو جتي گهٽي پاڳي ڏيان ڪجهه نصابي ڪتابن سان گڏوگڏ عام اپياس ۽ انگي حسابن تي ڏنو ويندو هو. ٻارن جا وار ۽ نهه ڪپڻ لاءِ هر هفتي هڪ حجم اسڪول ايندو هو ۽ پنهنجي ڪرت دوران بهتر سياءُ

تي ٻارن کي انعام ۾ مٺائي ڏيندو هو. جيڪڏهن ٻارن جا ڏند خراب هوندا هئا ته کين مسواڪ ڏنو ويندو هو ته جيئن پنهنجا ڏند صاف ڪري سگهن.

جيئن ته اُن وقت بال پوائنٽ يا فائونٽين پينون نه هيون تنهنڪري اُستاد سرڪندا چلي پنهنجي شاگردن لاءِ قلم گهڙيندو ۽ کين قلم جي ڇهنب ٺاهڻ سيکاريندو هو جيڪو عمل ڪنهن هنر کان گهٽ نه هو. ان سان گڏوگڏ ڏيئي جي ڪارانڻ مان مس تيار ڪرڻ پڻ هڪ ٻئي مهارت هئي جيڪا اُستاد سيکاريندو هو. هو هر شاگرد طرفان ڪيترن ئي ڏينهن تائين گڏ ڪيل ڪارانڻ ۾ مناسب مقدار ۾ پاڻي گڏائي مس تيار ڪندو هو. ڳوهيل ڪارانڻ کي خشڪ ڪري پائوڊر ٺاهيو ويندو هو جنهن مان مس ٺاهي ويندي هئي. اُستاد هر شاگرد کي سڌي سنڌس لکيل ڪم جو جائزو وٺندو هو ۽ پوءِ هر شاگرد لاءِ ڌار ڌار نئون سبق لکندو هو. اسڪول ۾ رڳو سنڌي پڙهائي ويندي هئي ۽ اُستاد ڪمزور شاگردن سان اسڪولَ کانپوءِ اضافي وقت گذاريندا هئا.

ٻارن کي نه ته گهر تي ڪرڻ لاءِ ڪو ڪم ڏنو ويندو هو ۽ نه ئي مٿن ڪتابن ۽ ڪاپين جو ڪو بار هوندو هو. ٻارن کي راندين لاءِ مناسب وقت ڏنو ويندو هو ۽ هر ڪنهن کي جلد سمهڻو ۽ جلد اٿڻو پوندو هو. اسڪول لاءِ ڪو يونيفارم نه هو ۽ ورلي ئي ڪنهن شاگرد جي پيرن ۾ ڪا جُتي هوندي هئي.

ڪنهن خاص موقعي تي اُستاد پنهنجي شاگردن کي دريا يا ڪير ٿر جبل تي وندر لاءِ وٺي ويندو هو. اِها وندر رڳو ٽينگ ٽپا ڏيڻ لاءِ نه هوندي هئي پر سکڻ جو تجربو به هوندي هئي ڇاڪاڻ جو اُستاد ٽيڪن مل دريائن ۾ نهرن جي پاڻيءَ جي انتظام جي اُپٽار پڻ ڪندو هو. ساڳي ريت، اُستاد پنهنجي شاگردن کي مختلف قسمن جا پٿر ڏيکاري انهن جي ٻيهڪ ۽ فرق بابت پڻ ڄاڻ ڏيندو هو.

ابراهيم جويي موجب سنڌس هندو اُستاد ٻارن کي نصابي ڪتابن مان گهٽ ۽ روزمره واري عملي زندگيءَ جي تجربن مان وڌيڪ سيکاريندا هئا. هو ان ڳالهه تي زور ڀريندا هئا ته سمورن انسانن جو

احترام ڪرڻ گهرجي ۽ سڀني سان چڱو ورتاءُ ڪجي پوءِ کڻي ڪو شهزادو هجي يا ڪو گداگر.

ابراهيم جويي چوٿين ڪلاس ۾ پهريون نمبر حاصل ڪيو ۽ تعليم کاتي کيس انعام طور ٻه ڪتاب ڏنا، جن مان هڪ اخلاقيات تي ٻڌل ڪهاڻين جو ڳٽڪو هو جڏهن ته ٻيو جرمن ڪتاب Basket of Flowers جو سنڌي ترجمو هو جيڪو مرزا قليچ بيگ جو ڪيل هو. ٽيڪن مل کي پنهنجي شاگرد ابراهيم جويي تي ايترو فخر هو جو هر ڪنهن کي پنهنجي شاگرد جي ڪاميابين بابت پيو ٻڌائيندو هو.

پوءِ هڪ ٻئي اسڪول ۾ رهڻ ڪانپوءِ، ابراهيم جويو سن ويو جتي جي ايم سيد هڪ اينگلوورناڪولر اسڪول قائم ڪيو هو جتي ڪابه في ۽ وٺڻ بنان سنڌيءَ ڪانسواءِ انگريزي ٻوليءَ ۾ پڻ تعليم ڏني ٿي وئي. هُن 1927 ۾ سن جي اي وي اسڪول ۾ پنهنجي پڙهائي شروع ڪئي جنهن جو هيڊ ماستر پارس رام ۽ ڪلاس ماستر فيض محمد هئا.

ابراهيم جويي پنهنجي انهيءَ اسڪول جي اُستادن جو انتهائي تفصيلي ذڪر ڪيو آهي ڄڻ ته پڙهندڙ پاڻ ان اسڪول جو سير ڪري رهيو هجي. سنڌي ۽ انگريزيءَ ڪانسواءِ اُتي عربي، فرانسيسي ۽ فارسي ٻه اختياري ٻولين طور پڙهايون ٿي ويون. جي ايم سيد هڪ مرڪز پڻ قائم ڪيو هو جتي عربي ۽ فارسيءَ جي مفت تعليم ڏني ٿي وئي. گرمين جي موڪلن ۾ اسڪول جي انهن شاگردن لاءِ اضافي ڪلاس ٿي هليا جن جي امتحانن ۾ ڪارڪردگي چڱي نه هوندي هئي.

جي ايم سيد پنهنجي اسڪول ۾ مرزا قليچ بيگ ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جهڙا دانشور گهرائيندو هو جيڪي ٻارڙن سان ڪچهري ڪري کين اُتساهيندا هئا. ابراهيم جويو تن ڏينهن کي ساريندي ڄاڻائي ٿو ته جي ايم سيد هر ڀيري سن اچڻ تي ٻارن لاءِ راندين جو سامان يا پينسلون، ڪاپيون ۽ ٽوپيون ضرور آڻيندو هو.

جي ايم سيد سنڌ مدرسة الاسلام ۾ داخلا لاءِ ابراهيم جويي کي سولائي فراهم ڪئي هئي جتي پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي بنياد تي کيس مڪمل اسڪالرشپ ملي وئي هئي. لائبريريءَ ۾ موجود انگريزي،

فارسي، سنڌي ۽ اڙدو ڪتابن تائين ڪيس رسائي حاصل ٿي جنهن سبب سنڌس اندر جي سکڻ ۽ علم حاصل ڪرڻ واري اُڃ اُجهامي. ننڍڙي ڄمار ۾ ئي عالمي ادب جا ڪيترائي اهم ڪتاب پڙهي ورتا هئائين. ابراهيم جويي سنڌ مدرسي ۾ پورا چار سال گذاريا ۽ بمبئي بورڊ تحت ٿيندڙ مئٽرڪ جو امتحان فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن سان پاس ڪيائين. هت اِهو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿيندو ته سنڌ تي قبضو ڪرڻ کانپوءِ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سنڌ کي بمبئيءَ جي ماتحتيءَ ۾ ڏئي ڇڏيو هو ۽ ان ريت سنڌ بمبئيءَ پريزيڊنسيءَ جو حصو بڻجي وئي هئي.

مئٽرڪ ڪرڻ کانپوءِ ابراهيم جويي جي ڏاڏي چاهيو ٿي ته هو ڪا نوڪري ڪري پر هڪ پيرو ڀيهر جي ايم سيد آڏو آيو ۽ هُن ڊي جي ڪاليج ڪراچيءَ ۾ سنڌس داخلا جو بندوبست ڪيو. ڊي جي ڪاليج هڪ انسان دوست ڏيارام ڇيتمل قائم ڪيو هو جيڪو پنهنجي دور جو مشهور وڪيل هو ۽ اڳتي هلي جج پڻ بڻيو، جڏهن ته سنڌس پاءُ منارام شاگردن لاءِ هڪ هاسٽل قائم ڪيو جيڪو اڄ به منارام هاسٽل طور ڪراچيءَ ۾ موجود آهي.

ڪاليج جو پرنسپل نارائڻ داد بولچند پوڻاڻي هڪ لائق انسان هو. ابراهيم جويي جي درسي مضمونن ۾ سياسي معاشيات، شهريت، عالمي تاريخ، منطق ۽ فلسفو شامل هئا، گڏوگڏ هن انگريزي ۽ فارسي ٻولين جو اعليٰ اپياس پڻ اختيار ڪيو. هوتچند مولچند گربخشاڻي (1883 کان 1947) ناول نگار ۽ فارسي ٻوليءَ جي ماهر هئڻ سان گڏوگڏ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو پارکو پڻ هو، پروفيسر ٽي ايم آڏواڻي جيڪو اڳتي هلي بمبئي يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر بڻيو، پروفيسر ايل ايڇ اڄواڻي، انگريزي ۽ سنڌي جو نامور مضمون نگار ۽ سنڌي ادب جي تاريخ جو ليکڪ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، سنڌي نثر جي تاريخ جي ليکڪن سميت انيڪ عالم ۽ ڏاها ڊي جي ڪاليج جي مختلف شعبن ۾ موجود هئا جن جي رهنمائي ۾ ابراهيم جويو پنهنجي علم جي اُڃ اُجهائيندو رهيو. هو سوين ڪتاب چٽ ته گهوٽي پيءُ ويو. استادن جي پرزور هدائت هوندي هئي ته رٽيل نصابي ڪتابن کان اڳيرو

تي به اپياس ڪرڻ گهرجي. ابراهيم جويي انهيءَ اُستاد جي آڌار سبب بهترين غير نصابي ڪتاب پڙهي سگهيو. اُستادن جي انهيءَ هرڪ سندس من اندر ۾ سچي زندگي لکڻ ۽ پڙهڻ جو اُڌمو پيدا ڪيو.

ڪاليج ۾ گڏيل تعليم جو رواج هو پر ڪلاس ۾ ڇوڪرين جو ڳاڻيٽو ڏهه کان پندرهن سيڪڙو مس هو. ڪلاس هندو، عيسائي، مسلمان ۽ پارسي شاگردن جو هڪ گلدستو هئي، سڀني جو هڪٻئي سان تال ميل هو. هڪٻئي جي مذهبي تهوارن ۽ ضابطن بابت سڪندا هئا ۽ انهيءَ رنگارنگيءَ جو احترام ڪندا هئا. هتان جا شاگرد هڪ اهڙي ڪاليج جو حصو هئڻ واري پنهنجي تجربي کي سدائين هيئنئن سان هنڊائي رکندا هئا جيڪو هم آهنگي ۽ هرڪنهن لاءِ سهپ واسطي مشهور هو.

ڪاليج آڊيٽوريم ۾ ماهوار تقريرون ٿينديون هيون جن ۾ مشهور شخصيتن کي نيند ڏني ويندي هئي ته جيئن هو پنهنجي پسند جي موضوع تي ڳالهائي سگهن ۽ سوالن جوابن جي پرجوش ويهڪ ۾ شريڪ ٿين. ابراهيم جويي کي مهاتما گانڌي، ساڌو واسواڻي (1879 کان 1966) جي تقريرن ۾ پنهنجي شرڪت ياد آهي. ساڌو واسواڻي هڪ تعليمي ماهر هو جنهن حيدرآباد سنڌ ۾ ساڌو واسواڻي مشن تحت ميران مومنٽ آف ايجوڪيشن شروع ڪئي هئي. ورهاڱي کانپوءِ هو 1949 ۾ پونا لڏي ويو. واسواڻي سمورن مذهبن وچ ۾ هم آهنگيءَ جو پرچار ڪندو ۽ شاگردن جي چڱيلائيءَ جي سرگرمين کي همٿائيندو هو. سندس ايمان هو ته ڪنهن به مذهب ڌڪار جي تعليم ناهي ڏني ۽ سمورن مسلڪن ۾ انسانيت جا گڏيل جزا موجود آهن.

ابراهيم جويو ڪراچيءَ ۾ ٿيو سوفيڪل سوسائٽيءَ جي تقريرن ۽ بحث مباحثن ۾ پڻ ڀرپور شرڪت ڪندو هو. اِها سوسائٽي شروعاتي طور تي 1875 ۾ امريڪي شهر نيويارڪ ۾ قائم ٿي، اڳتي هلي 1896 ۾ هندستان ۽ ڪراچي آئي. اِها تنظيم نسل، مسلڪ، جنس، رنگ يا ذات جي متڀيد کان مٿاهين انسانيت جي عالمي ڀائپي ۽ دوستيءَ تي ويساهه رکندڙ هئي ۽ مذهب، سماجي علمن، فلسفي ۽ سائنس جي اڀياس کي همٿائيندي هئي. ٿيو سوفيڪل سوسائٽيءَ جي بحث مباحثن مان ابراهيم

جويي کي فائدو اِهو رسيو جو هو ڪنهن هڪ مذهب جو پيروڪار ٿيڻ بدران آهستي آهستي انسانيت سان واڳجي ويو.

ٿيوسوفيڪل سوسائٽيءَ ابراهيم جويي کي وڏيڪ اپياس لاءِ اتساهيو ۽ هُن شيڪسپيئر جي ناٽڪن ۽ فرانسيسي ۽ روسي ادب جي ترجمن، تاريخ، سماجي علمن ۽ فلسفي جو اپياس ڪيو. ڪيس 1864 ۾ ڇپيل پيرو شائع ٿيندڙ جي ڊبليو ڊريپر جي ڪتاب "يورپ جي ذاهني واڌ ويجهه جي تاريخ" جو پاٺ چڱي ريت ياد آهي. هُن افلاطون ۽ روسو ڪانوٽي چيخوف ۽ بريخت جهڙن گهڻ جهتي ليکڪن کي پڙهڻ شروع ڪيو.

ابراهيم جويي 1938 ۾ سنيٽ مارڪن سان ڊي جي ڪاليج مان گريجوئيشن ڪئي ۽ ساڳي سال سنڌ مدرسي ۾ معاون اُستاد ٿيو. ٻن سالن ڪانپوءِ کيس بيچلر آف ٽيچنگ جي ڊگري ماڻڻ لاءِ بمبئي اُماڻيو ويو. انهيءَ دور ۾، هر اسڪول لاءِ، پوءِ ڀل اُهو سرڪاري هجي يا پرائيويٽ، پنهنجي غير تربيت يافتا اُستادن کي ٻن سالن واري انهيءَ ڪورس لاءِ اُماڻڻ لازمي هو، جنهن ڪانپوءِ اُستاد ان ڳالهه جو پابند هوندو هو ته ساڳي اسڪول ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنج سال پڙهائيندو رهي. اهو نه ڪرڻ جي صورت ۾ هو پنهنجي ڊگريءَ جي حوالي سان ٿيندڙ سمورن خرچن پکن جي ادائيگيءَ لاءِ ذميوار هوندو هو.

هاڻ ڪجهه هتي ترسي اچو ته جائزو وٺون تعليم واري کيتر ۾ پاڪستان ۾ عام طور تي ۽ سنڌ ۾ خاص طور تي اڄڪلهه ڇا صورتحال آهي. جيڪڏهن سنڌ جي اسڪولن جو چڪر لڳائي ٽيڪن مل جهڙا اُستاد ڳولهڻ جي ڪوشش ڪبي ته ٽيڪن مل جهڙن اُستادن بدران امڪاني طور تي غائب (Ghost) اُستاد ملندا، جي ايم سيد جهڙي ڪنهن سياسي اڳواڻ جي نشاندهي ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو جنهن تعليم ۽ پڙهائي کي من سان لڳائي رکيو هجي ته اهڙا سياستدان ئي ملندا جن وڏن وڏن تعليمي ادارن ذريعي اربين رپيا ڪمائڻ لاءِ ڄڻ دڪان کولي ڇڏيا هوندا، خوردبين ذريعي ڪاليج جي ڪنهن اهڙي اُستاد کي ڳولهيندا جيڪو عالم ۽ ليکڪ هجي ته اوهانکي وڏ ۾ وڏ ڪو اهڙو اُستاد ئي ملي

سگهندو جيڪو ٽين درجي جي ڪنهن شعري مجموعي جو تخليقڪار هوندو، آخر ۾ ڪاليج جو ڪو اهڙو شاگرد ڦلهوريو جنهن ذهني ارتقا بابت ڪو جوڳو اڀياس ڪيو هجي ته اوهان کي نراسائي کانسواءِ ٻيو ڪجهه به پلئه نه پوندو.

# سوڀو گيانچنداڻي

## هڪ روشن دماغ هو، نہ رهيو

سنڌ جو عظيم ڄائو سوڀو گيانچنداڻي اٺ ڊسمبر 2014 تي گذاري ويو. سنڌس موڪلائڻ سان سنڌ خاص طور تي ۽ پاڪستان عام طور تي هڪ عظيم سياسي ڪارڪن، شاندار دانشور، ڪهاڻيڪار، صحافي ۽ سڀ کان وڏيڪ هڪ باغيءَ کان محروم ٿي ويا.

هو پنجانوي ورهين جو هو يعني هو انهن ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهن مان هڪ هو جنکي اڄان تائين 1935 وارو گورنمنٽ آف انڊيا ايڪٽ لاڳو ٿيڻ، هٽلر جي يورپ تي فوج ڪشي، اٽليءَ ۾ مسوليني‌ءَ جي فاشزم ۽ اسٽالين جي ڪميونسٽ اقتدار جو عروج ياد هو.

سنڌس پساهہ ڏيڻ سان سنڌ جون ترقي پسند، سيڪولر ۽ جمهوري ڌريون هڪ ڀيرو ٻيهر ڄڻ تہ يتيم ٿي ويون. پوئين پيري اهڙو احساس سائين جي ايم سيد جي مرتئي تي ٿيو هو.

سوڀو گيانچنداڻيءَ کي شانتي نڪيتن ۾ تعليم پرائڻ جو اعزاز حاصل هو. شانتي نڪيتن اُهو تعليمي ادارو هو جيڪو بنگال جي عظيم شاعر ۽ ليکڪ رابندرناٿ ٽئگور 1913 ۾ ادب جو نوبل انعام حاصل ڪرڻ کانپوءِ قائم ڪيو هو، جيتوڻيڪ شانتي نڪيتن انکان اڳ بہ هڪ عبادتگاهہ جي طور تي سندس پيءُ جي زماني کان هلندڙ هو. ٽئگور

انعامي رقم ذريعي انکي هڪ باقاعدي تعليمي اداري جي شڪل ڏني سوپو 1939 ۾ اوڏيهين ورهين جي چمار ۾ بنگال ويو. انکان اڳ هو ڪراچيءَ جي اين جي وي اسڪول ۽ ڊي جي ڪاليج مان تعليم پرائي چڪو هو. هُن 1941 ۾ شانتي نڪيتن مان گريجوئيشن ڪئي. هيءُ اهو دور هو جڏهن ٻين مهاڀاري لڙائي پنهنجي عروج تي هئي ۽ ڪانگريس "هندستان خالي ڪريو" تحريڪ انتهائي جوش ۽ خروش سان هلائي رهي هئي.

ٽئگور جي سرپرستيءَ ۾ سوڀو هندستاني قومپرست تحريڪ جو حصو بڻجي چڪو هو پر سندس وڌيڪ لاڙو کابي ڌر ۽ ڪميونسٽ سياست ڏانهن هو. انهيءَ دوران هُن تمام گهڻو ڪجهه پڙهيو ۽ سياست ۾ ٻين ڪميونسٽ اڳواڻن جهڙوڪ ايم اين راءِ، ڊانگي، پيسي جوشي، بي ٽي رانا ديو، اجي ڪمار گهوش، اندر ڪمار گجرال، جيوتي باسو، سجاد ظهير ۽ ميان افتخارالدين وغيره کان فيض پرايائين.

اجان هندستان خالي ڪريو تحريڪ جاري هئي جو جرمنيءَ سوويت يونين تي ڪاهه ڪري ڏني. ان سان گڏوگڏ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا پنهنجي پاليسي بدلائي ۽ انگريزن خلاف مزاحمت ختم ڪري ٻين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ جرمنيءَ خلاف ويڙهه کي پنهنجو بنيادي مقصد قرار ڏنائين ڇاڪاڻ جو سوويت يونين ۽ برطانيا جرمنيءَ خلاف اتحادي هئا. سوڀي انهيءَ فيصلي کي ٺيڪ نٽي سمجهيو، جيڪو اُن وقت ڪراچي جيل ۾ قيد هو ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو حڪم حاصل ڪيائين ته انگريزن خلاف جدوجهد بند ڪري جرمنيءَ خلاف سندن ساٿ ڏنو وڃي. انهيءَ دوران ڪيترائي ترقي پسند دانشور انگريزن جي نوڪريءَ ۾ داخل ٿيا جن ۾ فيض احمد فيض پڻ شامل هو، جيئن ته سوڀو ان فيصلي سان سهمت نه هو تنهنڪري هو سڀاش چندر بوس جي آزاد هندستان فوج ۾ شامل ٿيڻ جو ويچارڻ لڳو پر سندس ڪميونسٽ ساٿين کيس ان ڳالهه تي قائل ڪري ورتو ته هو پارٽيءَ جي ضابطن جي پيروي ڪري ۽ جنگ جي خاتمي کان پوءِ آزاديءَ جي ڳالهه ڪري.

جنگ پڄاڻي پاڪستان ٺاهڻ جي تحريڪ هلي ۽ سنڌ اسيمبليءَ
پڻ جي ايم سيد جي سرواڻيءَ ۾ پاڪستان ٺاهڻ بابت ٺهراءُ بحال ڪيو ته
هندو انتهاپسند تنظيم راشٽريا سيوڪ سنگهه يا آر ايس ايس پڻ سنڌ ۾
پير ڪپائڻ جي ڪوشش ڪئي. سندن ارادو هو ته سنڌ جي هندن کي آر
ايس ايس جي سرواڻيءَ ۾ مسلمانن خلاف ويڙهه لاءِ تيار ڪجي. سوڀي
جا ڪيترائي دوست ۽ مٽ مائٽ آر ايس ايس کان پرڀرو رهيا.

مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ ڪميونسٽ پارٽيءَ پاڪستان جي
تحريڪ جي حمائت ڪري ڇڏي. ان جو خيال هو ته اِها تحريڪ قومي
آزادي ۽ قومي خودمختياريءَ جي تحريڪ آهي، ان ڪري ان جي حمائت
ڪرڻ گهرجي. سوڀو اهڙي فيصلي مان خوش نه هو پر هُن پارٽي فيصلي
جي پٺڀرائي ڪئي ۽ مسلم ليگ سان گڏجي پاڪستان جي حق ۾ جلوس
ڪڍيائين. ڪميونسٽن جو خيال هو ته پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ اُتي ماڻهن
کي عوامي ۽ جمهوري حق حاصل هوندا پر ٿيو ان جي ابتڙ. پهرين
راولپنڊي سازش ڪيس تحت فيض احمد فيض، سجاد ظهير، محمد
حسين عطا ۽ ظفر الله پوشنيءَ پارن کي گرفتار ڪري ڪيترن ئي
ورهين جي سزا ڏني وئي ۽ پوءِ 1954 ۾ ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان
تي ئي پابندي مڙهي وئي. انهيءَ دوران سوڀو گيانچنداڻي نه رڳو شاگرد
تحريڪ پر ٽريڊ يونين ۽ پارٽيءَ ۾ به سرگرم رهيو ۽ سنڌس ويجهن
ساٿين ۾ اله آباد مان آيل جمال الدين بخاري ۽ حيدرآباد دکن مان آيل
ڊاڪٽر اعزاز نذير ۽ حسن ناصر شامل هئا.

1954 ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي پابندي مڙهجڻ کانپوءِ ڪابي ڌر
جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن فيصلو ڪيو ته نسبتاً سيڪولر، لبرل ۽
جمهوريت پسند پارٽين ۾ شموليت اختيار ڪجي ۽ انهن کي عوام
دوست سياست ڏانهن لاڙجي، ان ڏس ۾ اوڀر پاڪستان جي عوامي ليگ
۽ اولهه پاڪستان جي نيشنل عوامي پارٽيءَ ۾ ڪم شروع ڪيو ويو ۽
حسين شهيد سهروردي، مولانا عبدالحميد ڀاشاني، خان عبدالغفار خان ۽
جي ايم سيد جي سرواڻيءَ ۾ سياسي سرگرميون شروع ڪيون ويون،
گڏوگڏ انهن پارٽين ۽ اڳواڻن جو لاڙو ڪابي ڌر ڏانهن ڪرڻ جون

ڪوششون پڻ ڪيون ويون، جن ۾ ڪڏهن ڪاميابي تي پلئه پئي ته ڪڏهن وري ناڪامي. 1958 واري مارشل لا ڪانپوءِ جيڪا ٻڌ ٻڌان تي ۽ جهڙي ريت سياسي سرگرمين کي نپوڙيو ويو، ان ۾ جي ايم سيد پڻ سوڀي کي صلاح ڏيڻ لڳو ته بهتر ٿيندو جو هو هندستان هليو وڃي ڇاڪاڻ جو اُتي بهتر حالتن ۾ سياست ڪري سگهندو پر سوڀي اهڙي صلاح مڃڻ کان نابري واري ۽ پاڪستان ۾ ئي رهڻ کي ترجيح ڏنائين.

سوڀو گيانچنداڻي 1958 کان 1964 تائين پنهنجي گهر تي نظربند رهيو، انهيءَ دوران کيس موقعو مليو ته هو پنهنجي اباڻي ٻنيءَ تي پوکيءَ جا کي نوان تجربا ڪري ۽ هُن نون ٻجن سان سارين ۽ ڪڻڪ جي پوک ڪئي جنهن بابت اڃتي هلي هو فخريا طور تي ٻڌائيندو هو ته پنهنجي پيءُ جي زمين تي هُن پنج ڀيرا وڌيڪ فصل حاصل ڪيو.

سوڀي جو تعلق لاڙڪاڻي سان هو ۽ سندس ڪٽنب نانڪ پنٿي يعني بابا گرونانڪ جو پيروڪار هو. جيتوڻيڪ هندو ان کي پنهنجو ئي هڪ فرقو ليکين ٿا پر نانڪ پنٿي روائتي هندن جي ڪيترين ئي ريتن رسمن کان پرپرو آهن ۽ بابا گرونانڪ وانگر صوفي شاعريءَ ۾ وڌيڪ دلچسپي رکن ٿا ۽ ان کي پنهنجي پوڄا پاٺ جو حصو ٿا ليکين.

سوڀي پنهنجي زندگيءَ جا کو ڏهاکو کن سال جيلن ۾ گذاريا، وڌيڪ ڏهه سال کن نظربند رهيو ۽ ايترو ئي عرصو گرفتاريءَ کان بچڻ واسطي روپوش رهيو. 1980 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ ۾ جڏهن عالمي انقلابي تحريڪ پنهنجي پڇاڙيءَ تي پهتي ته انيڪ پراڻا ڪميونسٽ يا ته غير سرڪاري تنظيمن جي ور چڙهيا ته ڪي مذهبي ٿي ويا جڏهن ته گهڻا پنهنجي ماضيءَ تي پشيمان ٿيڻ لڳا پر سوڀو گيانچنداڻي ڪڏهن به پنهنجي ماضيءَ تي لڄارو نه ٿيو. کيس ان ڳالهه تي فخر هو ته هن پنهنجي وت آهر معاشري جي تبديليءَ لاءِ جدوجهد ۾ پنهنجو حصو وندايو آهي. هو هڪ ڀيرو قومي اسيمبليءَ جي اقليتي سيٽ تي اُميدوار پڻ بيٺو جتي سندس مقابلو هڪ مالدار ۽ تيز ترار مخالف اُميدوار ڀڳوان داس چاولا سان هو. جيتوڻيڪ شروعاتي نتيجن ۾ سوڀي کي سوڀارو قرار ڏنو ويو ۽ ٽيليويزن تان انجو اعلان پڻ ڪيو ويو پر چاولا

اهڙو ڪو چڪر هلايو جو پيهر ڳڻپ ۾ سوڀي جي شڪست جو اعلان ڪيو ويو. چاولا جو چوڻ هو ته هُن پنهنجي چونڊ مهم تي ستر لک رپيا خرچ ڪيا هئا سو پنهنجي شڪست ڪيئن ٿي تسليم ڪري سگهيو.

سوڀو گيانچندانيءَ جي لکڻين ۾ ڪهاڻيون، مضمون، نظم، تحقيقي مقالا، شخصي خاڪا، اخباري ڪالم، ايڊيٽوريل، ڪتابن جا تعارف، مهاڳ ۽ پيش لفظ شامل آهن. جيڪي ٽڙيل پکڙيل آهن. جن کي سهيڙڻ، شائع ڪرڻ ۽ ترجمو ڪرڻ جي گهرج آهي. سندس آتم ڪهاڻي هڪ سنڌي رسالي ۾ قسطوار شائع ٿي هئي جيڪڏهن ٻين ٻولين ۾ انجو ترجمو ٿئي ته اِهو ساراهه جوڳو ڪم ليکبو.

سندس شائع ٿيل ڪتابن ۾ ڪهاڻين جو مجموعو، مضمونن جو مجموعو (تاريخ جا وساريل ورق) ۽ ڪالمن جو مجموعو (تاريخ ڳالهائي ٿي) شامل آهن. ان ڪانسواءِ سوانحي خاڪن جو مجموعو ۽ سنڌ جا انقلابي اڳواڻ سان گڏوگڏ آتم ڪهاڻي (روشنيءَ جي پنڌ ۾) شامل آهن جيڪا ماهوار سوجهرو ڪراچيءَ ۾ 2002 کان 2005 تائين شائع ٿي.

سندس زندگيءَ جو هڪ خوشگوار واقعو اِهو هو جڏهن کيس اڪيڊمي آف ليٽرس طرفان ڪمال فن ايوارڊ ڏنو ويو. هو شايد پهريون سنڌي ۽ غير مسلم هو جنهن کي اِهو ايوارڊ مليو. جڏهن کنهن کانئس پڇيو ته هُن جنرل پرويز مشرف جي دور ۾ ملندڙ اِهو ايوارڊ ڇو قبول ڪيو ته وراڻيائين ته کيس اِهو ايوارڊ مشرف نه پر دانشورن جي هڪ ڪميٽيءَ ڏنو هو ۽ جيڪو حاصل ڪرڻ لاءِ هو پاڻ ويو به نه هو. پوءِ ٿهڪ ڏيندي چيائين ته مون بيماريءَ جو بهانو ڪري پنهنجي ڌيءَ ۽ ناٺيءَ کي اِهو ايوارڊ وصول ڪرڻ لاءِ اُماڻيو جيڪي سنڌ جي گورنر عشرت العباد کان اِهو ايوارڊ وصول ڪري آيا. بيشڪ سوڀي گيانچندانيءَ جي کوٽ ڏکي عرصي تائين محسوس ڪئي ويندي ۽ سندس لکڻيون ايندڙ نسل کي سندس دور جي تاريخ کان واقف ڪنديون رهنديون.

# ويهين صديءَ جا انقلابي

13 آگسٽ 2016 تي جڏهن ڪيوبا جو فيدل ڪاسترو نوي ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو ته جسماني طور تي هيٺو نظر ضرور ٿي آيو پر اُن وقت بہ پنهنجي پراڻن ويرين تي اکيون ٻاڙهيون ڪيل هئس.

ساڳي سال فيبروريءَ ۾ هڪ ٻئي کنڊ افريڪا ۾ جتي ڪاسترو سامراجي طاقتن سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ ڪيوبا جون فوجون اماڻيون هيون، هڪ ٻيو اڳواڻ رابرٽ موگابي ٻيانوي ورهين جو ٿي چڪو هو. انهن ٻنهي اڳواڻن ويهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ انقلابين جي گهٽ ۾ گهٽ ٻن نسلن کي پنهنجي سوچ ۽ جدوجهد ذريعي متاثر ڪيو.

وقت لنگهڻ سان ٻئي جنگجو جهيڻا ٿي رهيا هئا پر سامراج دشمنيءَ جي حوالي سان سندن جولان اڄان بہ مثالي هو. فيدل ڪاسترو جيتوڻيڪ ڄمار ۾ رابرٽ موگابي کان بہ سال ننڍو هو پر هو موگابي کان گهڻو اڳ دنيا جي منظرنامي تي ان وقت نمودار ٿي چڪو هو جڏهن سندس ڄمار اڄان ٽيهہ ورهيہ بہ نہ هئي.

فيدل ڪاسترو 1950 واري ڏهاڪي ۾ لاطيني امريڪي سياست کي هميشہ لاءِ تبديل ڪري ڇڏيو جڏهن تہ موگابي تن ڏينهن ۾ مختلف افريڪي ملڪن ۾ تعليم پرائي رهيو هو. ڪاسترو 1940 واري ڏهاڪي جي پڇاڙڪن سالن ۾ هوانا يونيورسٽيءَ مان قانون جي تعليم پرائي ۽ ڪاهي ذر جي سياست ۾ شامل ٿي ويو. 1950 واري ڏهاڪي جي شروعات

۾ هو ڊومينيڪن ريپبلڪ ۽ ڪولمبيا ۾ ٿيندڙ مختلف بغاوتن ۾ حصو وٺي چڪو هو. مارڪس ۽ لينن جي خيالن جو هُن گهڙهو اڀياس ڪيو هو جنهن جي نتيجي ۾ هو زبردست مقرر بڻجي ويو. ڪيس ڪيوبا ۽ اوسي پاسي جي ٻين ملڪن جي سياسي مسئلن جو تجزيو ڪري اهي انتهائي عام فهم ۽ سادي سودي انداز ۾ عوام آڏو پيش ڪرڻ جي غير معمولي صلاحيت حاصل هئي.

فيڊل ڪاسترو پنهنجي ملڪ ۾ امريڪي اثر رسوخ جي خلاف هو. هُن "بتستا" کي ننديو جنهن مارچ 1952 ۾ هڪ فوجي بغاوت ذريعي اقتدار تي قبضو ڪرڻ کانپوءِ "نظم و ضبط" واري جمهوريت قائم ڪرڻ جو وعدو ڪيو هو. سوئيڪارنو ۽ ايوب خان جهڙن حاڪمن لاءِ اِهو اصطلاح دل گهريو بڻجي ويو جن پنهنجي پنهنجي آپيشاهاڻي جمهوريت جي تشريح واسطي "نظم ضبط" ۽ "ضابطي" جهڙن لفظن جو انتهائي استعمال ڪيو. ڪاسترو انهيءَ طرز جي جمهوريت جو مخالف هو پر هُن پنهنجي ملڪ ۾ هڪ پارٽيءَ واري حڪومت قائم ڪئي جيڪا ڇهه ڏهاڪا گذرڻ کانپوءِ به اڃان تائين انتهائي سگهاري آهي. ڪاسترو جولاءِ 1953 ۾ اقتدار تي قبضي جي پهرين ڪوشش ڪئي جيڪا ناڪام ٿي، ان کانپوءِ جنوري 1959 ۾ هُن هڪ عوامي انقلاب ذريعي آخرڪار ڪاميابي ماڻي ورتي. بهرحال اِها هڪ دلچسپ ڳالهه آهي ته ڪاسترو پنهنجو پاڻ کي ڪڏهن به ڪميونسٽ نه سڏيو.

مٿين پنجن سالن دوران سندس ڀاءُ راؤل ڪاسترو ۽ ارجنٽينا جو هڪ انقلابي دوست چي گويرا ڪاسترو جي انتهائي ويجهو هئا. خاص طور تي چي گويرا ٻنهي ڪاسترو ڀائرن کي معتدل انقلابيءَ کان سخت ۽ ڪٽر ڪميونسٽ بنائڻ ۾ انتهائي اهم ڪردار ادا ڪيو. انهن ٽنهي انقلابين جي سرواڻيءَ ۾ بتستا جي فوجن خلاف ڪيل گوريلا لڙائيءَ جي شاندار عڪاسي 2008 جي فلم چي ڀاڱو پهريون ۾ ڪئي وئي آهي. انهيءَ فلم جو هدائتڪار اسٽيون سوڊربرگ هو. انهيءَ فلم جي ٻئي ڀاڱي ۾ گهٽي ڀاڱي انهن ستن سالن جي ويڙهه کي ڏيکاريو ويو آهي جيڪا بوليويا ۾ انقلاب لاءِ وڙهي وئي.

1959 ۾ بتستا حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو ۽ فيڊل ڪاسترو وزيراعظم جي حيثيت سان ڪيوبا جو سياسي ۽ فوجي اقتدار سنڀاليو. ڪاسترو سوويت يونين سان دوستاڻا ناتا قائم ڪيا جنهن امريڪا لاءِ خطري جي گهنٽي وڄائي ڇڏي. امريڪا ڪاسترو کي اقتدار تان هٽائڻ لاءِ ڪيس قتل ڪرڻ جي انيڪ سازشن سان گڏوگڏ ڪيوبا جي معاشي ناڪي بندي پڻ ڪئي. انقلاب ختم ڪرڻ وارين سرگرمين ۽ 1961 ۾ پگزنار (Bay of PIGS) تي قبضي ڪاسترو جي سوويت يونين سان پڪي سنگت رکڻ واري راهه هموار ڪئي جنهن ڪانپوءِ سوويت يونين انهيءَ ٻيٽ تي پنهنجا ائٽمي هٿيار ڪوڙيا. انهيءَ صورتحال سبب ڪيوبا ميزائل گهوٽالو پئدا ٿيو. انهيءَ گهوٽالي کي تاريخ ۾ انهيءَ واحد سبب کان اهم واقعي طور ياد رکيو ويندو جنهن سرد جنگ جي ڏينهن ۾ سوويت يونين ۽ امريڪا وچ ۾ ڇڪتاڻ کي غير معمولي انتها تي پهچائي ڇڏيو هو ۽ دنيا هڪ خطرناڪ ۽ موتمار ائٽمي لڙائيءَ جي نتيجي ۾ پنهنجي مڪمل تباهيءَ کان سڏپنڌ تي وڃي پهتي هئي.

جڏهن دنيا ۾ اِهي واقعا پيش اچي رهيا هئا ته ان وقت جي رهوڊيشيا ۽ اڄڪلهه جي زمبابوي جو رابرٽ موگابي عالمي سياست ۾ ڪو ڄاتل سڃاتل اڳواڻ نه هو. اُن وقت سندس ڄمار چاليهارو ورهين جي هئي ۽ هو گهانا جي هڪ ڪاليج ۾ ليڪچرار هو. موگابي شروعاتي دور ۾ گهانا جي آزاديءَ جي سورمي ۽ اڳتي هلي ملڪ جي وزيراعظم ۽ صدر ڪوامي نڪروما (1909 کان 1972) جي سياسي سوچن کان متاثر هو. نڪروما 1957 ۾ برطانوي بينڪيت گولڊ ڪوسٽ کي برطانوي والار کان آزاد ڪرايو ۽ ملڪ جو نالو هڪيرو ٻيهر گهانا رکيو. جن ٻين شخصيتن رابرٽ موگابي کي متاثر ڪيو تن ۾ تنزانيا ۽ زمبابوي جي آزاديءَ جا سورما جهڙوڪ جوليس نائريري (1922 کان 1999) ۽ ڪينٿ ڪائونڊا (ڄمر 1924) شامل آهن.

ان وقت رهوڊيشيا جو هڪ ٻيو سياسي اڳواڻ جوشوانڪومو (1917 کان 1999) موگابي کان وڏيڪ مشهور اڳواڻ هو. جوشوانڪومو ٽريڊ يونين تحريڪ ۽ افريڪن نيشنل ڪانگريس جي شاخ جي سرواڻي

ڪري رهيو هو. هُن 1960 ۾ نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽي قائم ڪئي جنهن کي اڳتي هلي زمبابوي افريڪن پيپلز يونين (ZAPU) ۾ تبديل ڪيو ويو. 1960 واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ موگابي ان ۾ شموليت اختيار ڪري جوشوانڪومو جي اڳواڻي قبول ڪئي جنهن ڪانپوءِ هو 1964 ۾ انکان ڌار ٿي زمبابوي افريڪن نيشنل يونين (ZANU) ۾ شامل ٿيو. انهيءَ ٽوڙ ڦوڙ جو سبب عالمي سوشلسٽ تحريڪ ۾ ورهاڱو هو جيڪو چين ۽ سوويت يونين وچ ۾ ان نڪتي تي ٿيو هو تہ دنيا ۾ سامراج دشمن تحريڪن جي سرواڻي ڪهڙو ملڪ ڪندو.

سوشلسٽ تحريڪ ۾ پيدا ٿيندڙ انهيءَ ڏڙي بنديءَ سامراج مخالف تحريڪ کي انتهائي هاڃو رسايو ۽ انجي نتيجي ۾ ايشيا، افريڪا ۽ لاطيني امريڪا ۾ گهٽي ياڳي ڪميونسٽ ۽ سوشلسٽ پارٽين ۽ سامراج مخالف آزاديءَ جي تحريڪن ۾ ڍڦير پيدا ٿيا. رهوڊيشيا ۾ جوشوانڪومو جي ZAPU اتحاد سوويت نواز پاليسي جڏهن تہ انکان ڌار ٿيندڙ رابرٽ موگابي جي ڌڙي ZANU مائو نواز پاليسي اختيار ڪئي. ساڳيءَ نوعيت جي ٽوڙ ڦوڙ انگولا جي آزاديءَ واري تحريڪ ۾ MPLA ۽ يونيٽا جي صورت ۾ پڻ نظر ٿي اچي. اسان جي بحث هيٺ مامري ۾ انگولا هڪ خاص اهميت جوڳو ملڪ آهي ڇاڪاڻ جو ماسڪو نواز فيڊل ڪاسترو MPLA جي واهر لاءِ ڪيوبائي فوجون انگولا روانيون ڪيون هيون. ياد رهي تہ هيءَ اهائي سياسي پارٽي آهي جيڪا 1975 ۾ انگولا جي آزاديءَ ڪانوئي اڄ ڏينهن تائين اقتدار ۾ آهي.

هڪ ٻيو پاسو جيڪو آڏو رکڻ ضروري آهي سو هيءُ تہ جوشوانڪومو ۽ موگابي ٻنهي جو تعلق نديبيلا ۽ شونا نالي ٻن ڌار قبيلن سان هو. ملڪي آباديءَ جو اسي سيڪڙو موگابي جي شونا قبيلي سان جڏهن فقط ڏهہ سيڪڙو جوشوانڪومو جي قبيلي سان تعلق رکندڙ آهي. انهيءَ عنصر آزاديءَ واري جدوجهد ۾ موگابي جي ZANU کي ڪاميابي ڏيارڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. جوشوانڪومو ۽ رابرٽ موگابي ٻئي رهوڊيشيا جي اڇي چمڙيءَ واري اقليتي راڄ دوران هڪ ڏهاڪي کان وڌيڪ جيل ۾ گهاري چڪا هئا. 1980 ۾ جڏهن آخرڪار رهوڊيشيا

ڪي آزادي ڏيڻي پيئي ته اڇي چمڙي واري اقليتي حڪومت جي باغي گروهن مان موگابي کي وزيراعظم طور چونڊيو ويو.

رابرٽ موگابي جوشوانڪومو کي گهرو معاملن وارو وزير مقرر ڪيو جڏهن ته سندس خواهش هئي ته ڪيس بچاءُ وارو وزير بڻايو وڃي. جوشوانڪومو حڪومت مخالف تحريڪ منظم ڪرڻ لاءِ حڪمران اتحاد ڪان ڌار ٿي ويو پر ان فيصلي جي نتيجي ۾ سندس حامي نديبيلا قبيلي جي ماڻهن جو قتلام شروع ٿي ويو جنهن ڪان دل شڪستو ٿي هُن 1987 ۾ موگابي سان ناهه ڪري نائب صدر وارو عهدو قبول ڪري ورتو. 1987 ۾ موگابي ZANU-PF جي جوڙجڪ ڪندڙ ٻنهي گروپن جي هڪ تڪراري انضمام ڪانپوءِ رياست جو پهريون سربراهه بڻجي ويو. 1987 ڪان موگابي جي سرواڻيءَ ۾ ZANU-PF جي هڪ پارٽيءَ واري حڪومت قائم آهي.

فيدل ڪاسترو ۽ رابرٽ موگابي ٻنهي مرڪزي معاشي رٿابنديءَ وارو سرشتو متعارف ڪرائڻ سان گڏوگڏ سڌسماءُ جي ذريعن کي رياست جي تابع ڪرڻ ۽ اندروني اختلافي راءِ کي سختيءَ سان ڪچلڻ واري حڪمت عملي اختيار ڪئي پر ٻنهيءَ وچ ۾ هڪجهڙايون اُتي ختم ٿي وڃن ٿيون. ڪاسترو هڪ اهڙي فلاحي رياست قائم ڪرڻ ۾ وڏيڪ ڪامياب ثابت ٿيو جنهن ۾ ماڻهن کي بنيادي سهولتون، تعليم، پاڻي، صحت جي سارسنڀال، بنيادي ڍانچو، توانائي ۽ تحفظ حاصل آهن. اِها ڳالهه درست آهي ته اِهي سهولتون اولهه جي ملڪن واري سطح جون ناهن پر اِهي ڪيترن ئي اُسرندڙ ملڪن جن ۾ پاڪستان پڻ شامل آهي ڪان بهتر آهن.

فيدل ڪاسترو جي اُبتڙ، رابرٽ موگابي هڪ آپيشاهاڻي حڪومت قائم ڪئي جنهن جي ڌيان جو واحد مرڪز خود سندس ذات ۽ ويجها دوست يار آهن. هُن زمبابوي کي اڇي چمڙيءَ واري اقليت خلاف نسل پرستي ۽ ناٽي جي ڪوٽ جي اهڙي ڏيڻ ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي جنهن جو ڪيوبا واسي تصور به نٿا ڪري سگهن.

ڪاسترو موگابي کان وڌيڪ ڏاهپ پريو ۽ معاملا سمجهندڙ ثابت ٿيو ڇاڪاڻ جو هو مناسب وقت تي پنهنجي نندي ڀاءُ راؤل جي حق ۾ اقتدار تان هٿ کڻي ويو پر اقتدار کان ٻاهر رهندي به امريڪا خلاف پنهنجي خيالن جو اظهار جاري رکيائين. موگابي جي صورتحال اِها هئي جو هو وڌندڙ مخالفت ۽ بيروزگاريءَ هوندي به اقتدار تي اجان تائين قابض آهي.

مٿين تجزئي مان هڪ سبق اِهو پرائي سگهجي ٿو ته ڪاسترو ۽ موگابي ٻنهي پنهنجي پنهنجي ملڪن ۾ سامراج مخالف انقلابن جي سرواڻي ڪئي پر فيڊل ڪاسترو آخري وقت تائين هڪ احترام جوڳي بزرگ ۽ مدبر واري حيثيت برقرار رکي جڏهن ته رابرٽ موگابي پنهنجي سموري ساک ۽ ماضيءَ جو سمورو احترام وڃائي ويٺو.

# سپ کان وڏيڪ وڪامجندڙ فلسفي

اسان جي زندگيءَ ۾، خاص طور تي نوجوانيءَ واري دور ۾ هڪ اهڙو وقت بہ ايندو آهي جڏهن اسان کي پنهنجي مدد پاڻ واري موضوع تي لکيل ڪتاب متاثر ڪندا آهن. اهڙا ڪتاب اوهان کي سگهو ئي شاهوڪار ٿيڻ جا نسخا ٻڌائڻ ڪانسواءِ اِهو بہ ڄاڻائيندا آهن تہ زندگيءَ ۾ ترجيحون ڪهڙي ريت طئي ڪجن ۽ اِهو تہ فقط ڪجهہ عادتون بدلائي پنهنجي پوري حياتي تبديل ڪري سگهجي ٿي. انهن مان ڪي ڪتاب مينيجمنٽ گردن ۽ ڪجهہ جعلي دانشورن جا لکيل هوندا آهن. ان ڪانپوءِ يونيورسٽي اُستادن جا ڪتاب نظرن آڏو ايندا آهن جن ۾ اهڙا ڪتاب پڻ اِيپاس هيٺ اچي سگهن ٿا جن ۾ روحانيت ۽ روزمرهہ واري زندگيءَ جي روائتن ۽ فلسفياڻي پيچيدگين جو گاڏڙ ٻڌائي نوجوان ذهنن کي فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ وڏي ڄمار وارا ماڻهو بہ انهن خيالن کان متاثر ٿي ويندا آهن. هيءُ اُهي ڪتاب آهن جيڪي لکن جي ڳاڻيٽي ۾ وڪرو ٿيندا آهن.

اوهان جيڪڏهن پنهجي جوانيءَ ۾ رابرٽ پرسگ جي ڪتابن زين ۽ موٽر سائيڪل سنڀارڻ جو فن پڙهيو هوندو تہ پڪ سان ان کان تمام گهڻو متاثر ٿيا هوندا. جيڪڏهن انکانپوءِ ڪتاب پڙهڻ جو سلسلو جاري رکيو هوندو ۽ ڏهاڪو کن سالن کانپوءِ موٽر سائيڪل سنڀارڻ جو فن تي ٻيهر نظر وڌي هونديوَ تہ اِهو ڪتاب اوهان کي يقيني طور تي

سطحي ۽ دبنگ قسم جي لباڙ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به محسوس نه ٿيو هوندو. پرسگ اناسي ورهين جي ڄمار ۾ امريڪي شهر ميئن ۾ 2 اپريل 2017 تي گذاري ويو. انهيءَ امريڪي ليکڪ جو ذهن فلسفياڻو هو ۽ سندس ٻه ڪتاب سڀ ڪان وڌيڪ وڪرو ٿيندڙ ڪتابن ۾ شامل هئا. سندس لکڻين کي افسانوي يا غير افسانوي ٻنهي مان ڪنهن هڪ ڪيٽر ۾ وجهڻ ممڪن ناهي.

سندس پهريون ڪتاب زين ۽ موٽر سائيڪل سنڀارڻ جو فن 1974 ۾ شائع ٿيو جنهن ۾ موٽر سائيڪل جي ڊگهي سفر ذريعي خيالن جي دنيا ڦلهورڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. ليکڪ زندگيءَ بابت سوچ ويچار ٿو ڪري ۽ ڄاڻائي ٿو ته بهترين زندگي ڪهڙي ريت گذارڻ گهرجي. ٻين ڪيترن ئي ڪتابن وانگر جيڪي انڪان اڳ يا پوءِ شائع ٿيا، ان ۾ به اولهه ۽ اوڀر جي سپيتائن جي تناظر کي حوالي طور استعمال ڪيو ويو آهي. هڪ ڳالهه جيڪا پرسگ کي ٻين ليکڪن کان ڌار ٿي بيهاري سا اِها ته پرسگ پنهنجو ڌيان انتي رکيو آهي ته ٽيڪنالوجيءَ جي ڪهڙي ريت پيروي ڪئي وڃي. انهيءَ نڪتي کي پنهنجي لکڻيءَ جو مرڪز بنائڻ سان هو انهن لکين پڙهندڙن جو وڻندڙ ليکڪ بڻجي ويو جيڪي ويهين صديءَ جي آخري دور ۾ ٽيڪنالوجيءَ جي تيزيءَ سان بدلجندڙ دنيا ۾ پنهنجي زندگيءَ جو مفهوم ڳولهڻ ۾ رڌل هئا.

هڪ اهڙي دور ۾ جڏهن ٻيا ليکڪ ٽيڪنالوجيءَ جي واڌ ويجهه تي ماتامي بڻجندي انکي زندگيءَ جي ذلت ۽ رسوائي سان ڳنڍي رهيا هئا، پرسگ انساني زندگيءَ کي پرباش ڪرڻ لاءِ ٽيڪنالوجيءَ جي حمائت ڪئي. شايد اِهو ئي سبب آهي جو اڄ ايڪويهين صديءَ ۾ پڻ پڙهندڙ سندس ڪتابن ڏانهن هرڪجن ٿا. انهيءَ ڪتاب ۾ ضمير متڪلم جي پيرائي ۾ راوي پنهنجي سفر جا تفصيل ٿو ڄاڻائي جيڪي ماضيءَ جي واقعن سان هڪجهڙائپ ٿا رکن. اِهو ڪندي پرسگ اِهو ٻڌائڻ لاءِ ته اسين وجود ڇو ٿا رکون، رمز ۽ علامتن جو ڀرپور استعمال ٿو ڪري. جهڙي ريت اسين ڄاڻون ٿا ته ان قسم جون تشبيهون ۽ مثال ڪچڙن ذهنن جي وڻندڙ خوراڪ هجن ٿا ۽ انهن صدين کان ماڻهن کي پنهنجي

جادو ۾ جڪڙي رکيو آهي. پرسگ پنهنجي پڙهندڙن کي پاڻ ڏانهن متوجهه ڪرڻ لاءِ پنهنجي پٽ کي مڪالمي ۾ شريڪ ٿو ڪري.

هن ڪتاب جي پهرين اڌ ۾ هڪ جوڙو ڪنهن بئي موٽرسائيڪل تي سفر ڪري رهيو آهي ۽ ٽيڪنالوجيءَ ۾ پنهنجو پاڻ کي بي آرامي ٿو محسوس ڪري جڏهن ته ان جي اُبتڙ ڪهاڻي بيان ڪندڙ کي سموريون نيون ۽ پيچيدي شيون پليون ٽيون لڳن ۽ ڪيس انهن مان ڪا پريشاني نٿي ٿئي. بئي موٽرسائيڪل تي سوار جوڙو ٽيڪنالوجيءَ کي هڪ جبر تصور ڪندي ان کي بهرحال استعمال ٿو ڪري. اِهو جوڙو اڌ سفر ڪانپوءِ گهر موٽي ٿو اچي جڏهن ته پيءُ ۽ پٽ جبلن ۾ پنهنجو سفر جاري رکندي روحانيت جي داخلي دنيا ڦلهورڻ وارو پنهنجو سفر جاري ٿا رکن. جيڪڏهن اوهان کي اِهي ڳالهيون ڄاتل سُڃاتل ٽيون لڳن ته پنهنجن ئي ليڪڪن جون روحاني بيداريءَ تي اُهي لکڻيون پڙهي پنهنجي يادگيريءَ کي تازو ڪري پيا سگهو جيڪي اڻ ڳڻين صفحن تي پکڙيل آهن.

ڪهاڻيءَ جو راوي هڪ نماءُ پسند ٽڙي فرد فيڊرس ذريعي جيڪو رازن ۾ وڪوڙيل هڪ ڪردار آهي، زندگيءَ جو مشاهدو ٿو ڪري. آخر ۾ فيڊرس پاڻ به راويءَ جهڙو بڻجي ٿو وڃي، جنهن ان کان اڳ هڪ اهڙي زندگي گذاري هئي جنهن ۾ هو نروس بريڪ ڊائون جو شڪار ٿي ويو هو ۽ ڪيس پنهنجو نفسياتي علاج ڪرائڻو پيو هو. ڪهاڻيءَ جي پڇاڙي اِها ٿئي ٿي جو ٽيڪنالوجيءَ جي جديد دور ۾ روحاني مصنويت جي ڳولا واري سفر ۾ آخرڪار پڙهندڙ سمورن مختلف لاڙن کي هڪ وهڪري ۾ شامل ڪرڻ ڏانهن لڙن ٿا.

چارسئو صفحن تي پکڙيل اِهو ڪتاب ڪيترائي تاءُ ۽ مسئلا حل ڪندي ٿو نظر اچي. ڪهاڻيءَ جو راوي پنهنجو ماضي قبول ٿو ڪري ۽ هڪ اهڙي شخصيت وارو بڻجيو وڃي جيڪو زندگيءَ کي اُميد پسنديءَ سان مهاڏو ڏيندي آڏرياءُ ٿو ڪري. حڪيماڻي طور تي ڪتاب اِها تعليم ٿو ڏئي ته ڪنهن به ريت روحانيت ۽ سائنسي زندگيءَ کي گڏائي انسان دوستيءَ تي قائم هڪ پلي ۽ بهتر زندگي گهاري سگهجي ٿي.

من ۾ اُدمو تہ پئدا ٿئي تہ ڪاش اِهو ڪم ايترو سولو هجي ها!

اِهو ڪتاب شائع ٿيڻ جي سترهن ورهين ڪانپوءِ پرسگ هڪ ٻيو "تحقيقي" ڪتاب تيار ڪيو تہ ڪهڙي ريت آسودي ۽ سچي زندگي گهاري سگهجي ٿي. انهيءَ ڪتاب جو دولابي عنوان "ليليٰ: گڻن بابت سوال" آهي. انهيءَ ڪهاڻيءَ جو راوي فيڊس آهي. هڊسن دريا ۾ سفر دوران سندس ملاقات ليليٰ نالي هڪ عورت سان ٿئي ٿي جيڪا جنسي طور تي انتهائي پرجوش ۽ نفسياتي طور تي غير مستحڪم آهي. پرسگ جا ڪتاب "وحدت جو اظهار"، "معيار جي مابعد الطبعيات" ۽ "قدرن جو ٽڪراءُ" جهڙن ٻي پاڙي اصطلاحن وارين موضوعن جي اوسي پاسي ڦرندڙ حياتياتي، علمي، فطري ۽ سماجي حوالي سان چار ارتقائي درجي بنديون ٿا ڪن.

ليليٰ جي زندگيءَ جا مسئلا اڻ نبيريل ئي ٿا رهن پر پرسگ طرفان زندگيءَ ۾ مفهوم جي حڪيماڻي ڳولا جو انداز پڙهندڙن کي انتهائي متاثر تہ ڪري.

جيڪڏهن لکن جي ڳاڻيٽي ۾ پڙهندڙن پرسگ جا ڪتاب پڙهيا آهن ۽ ڪائنس متاثر پڻ ٿيا آهن تہ پوءِ سوال اِهو ٿو پئدا ٿئي تہ پرسگ جي سچائيءَ تي ڪو شڪ شبهو ڇو ڪجي؟ سندس نقطي نظر ۽ فلسفو جيڪڏهن درست ناهي، جهڙي ريت هن مضمون جي ليکڪ جو خيال آهي تہ پوءِ مٿس ۽ سندس ڪتابن تي بحث مباحثي جي ڪا ضرورت بہ باقي رهي ٿي يا نہ؟ اهو سوال پنهنجي جاءِ تي پر پرسگ جي ايمانداريءَ تي ڪا آڱر ڪٽي ڪنئي وئي آهي. هُن جيڪي ڪجهہ لکيو آهي سو متان نيڪ نيتيءَ سان ئي لکيو هجيس، پر اِها ڳالهہ مڃڻي پوندي تہ سمورن بابن، ڪارنيگين، ڪوئلوسين، هلزن، مفتين ۽ شاهن جي ڀيٽ ۾ پرسگ کي قدر بهتر ضرور آهي. مسئلو اِتي اِهو آهي تہ ان قسم جي ڪهاڻين ۽ بيانن ۾ جيڪو سطحي پڻو هجي ٿو، گهڻي ڀاڱي ماڻهو ڀرين پڙهڻيءَ ۾ انجو اندازو لڳائي نہ سگهندا آهن.

پرسگ تي بحث ان قسم جي روحانيت کي وائکو ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ جيئن نوجوان ذهنن کي ان کان متاثر ٿيڻ کان بچائي

سگهجي پڙهندڙ کي اهو فهم ۽ ادراڪ هئڻ گهرجي ته پنهنجي مدد پاڻ واري موضوع تي لکيل ڪتابن ۾ علمي ۽ نفسياتي طور تي جيڪي هٿ ٺوڪيون دعوائون ڪيون ويندیون آهن، انهن جو اپياس جيڪڏهن ضروري هجي ته به انتهائي احتياط سان ڪيو وڃي.

ان قسم جي گهڻي پاڪي ڪتابن جو بيانيو غير سياسي هوندو آهي ان ڪري اهي پڙهندڙن جي ذهنن کي وسيع سماجي مسئلن کان ڪٻي ڏار ڪندا آهن. انهيءَ قسم جا ڪتاب پڙهي گهڻي پاڪي ماڻهو ان ڳالهه تي غور نه ڪندا آهن ته سندن معاشري ۾ جنهن نوعيت جي اڻبرابري آهي سا ڪنهن سياسي جدوجهد کانسواءِ ڪهڙي ريت ختم ڪري سگهجي ٿي. سوچ جو اهڙو انداز اختيار ڪرڻ بدران پڙهندڙ پنهنجي ذات جي موضوعيت ۽ جعلي نفسياتي ۽ علمي مشت زني ڪرڻ يا لذت پرستيءَ جو ورتاءُ اختيار ڪرڻ لڳندا آهن.

# زگمنٽ بومين - سماجي سائنسدان

سن 2000 جي شروعاتي ڏهاڪي ۾ برطانيا ۾ رهڻ وارو عرصو دلچسپ هو ۽ خاص طور تي يونيورسٽيءَ آف ليڊز جي شاگرد طور، جتي اسان جو پنهنجو سماجي سائنسدان حمزه علوي پڙهائي چڪو هو پر 2000 اچڻ تائين هو اُتان موڪلائي چڪو هو ۽ ڪائنس پوءِ ايندڙ شاگرد منجهانس لاڀ پرائڻ کان محروم رهيا. يونيورسٽيءَ ۾ هڪ ٻئي انتهائي اهم شخصيت زگمنٽ بومين اُتي موجود هو. هو پولستاني پسمنظر وارو سماجي علمن جو ماهر هو ۽ سماجي علمن جي سمورن شعبن ۾ دلچسپي رکندڙ هو. سماجيات جي مستقل پروفيسر واري عهدي کان ريٽائر ٿيڻ کانپوءِ هو اعزازي پروفيسر بڻيل هو. اُن وقت سندس ڄمار ستر ورهين کان وڌيڪ هئي پر تڏهن به هو ليڪچر ڏيندو، پي ايچ ڊيءَ جي شاگردن جي نگراني ڪندو ۽ ڪتاب لکندو هو.

پروفيسر بومين سان يونيورسٽيءَ جي پيچرن تي ملڻ ممڪن هو، سندس آفيس ۾ ساڻس ڪچهري ڪرڻ ممڪن هئي ۽ يونيورسٽيءَ جي ڪتاب گهر تان خريد ڪيل سندس ڪتابن تي سندس صحيح وٺڻ جي درخواست به ٿي پئي سگهي. پر اوهان سندس شاگرد نه به هجو يا ڪنهن ٻئي شعبي سان تعلق رکندڙ هجو، هو سدائين هرڪنهن جو ۽ خاص طور تي پرڏيهي شاگردن جو انتهائي اُڪير سان آڌرڀاءُ ڀيو ڪندو هو. هو ٻين ڪيترن ئي پروفيسرن وانگر لهاڙي نه هو. مون ڪيس

ڳالهائڻ کان وڌيڪ پڙهڻ ۾ دلچسپي رکندڙ طور ڏٺو. منجهس ٻين ملڪن جي مسئلن بابت ڄاڻڻ جو انتهائي تجسس هو ۽ سندس گهڻي ڀاڱي سوال ان بابت هوندا هئا ته اُسرندڙ ملڪن تي عالمگيريت جا ڪهڙا اثر پئجي رهيا هئا.

بومين ايڪانوي ورهين جي ڄمار ۾ 9 جنوري 2017 تي ليڊز ۾ گذاري ويو. هو پنجاهه کان وڌيڪ ڪتابن ۽ سوين مضمونن جو ليکڪ هو. هو انتهائي گهڻو لکندڙ ليکڪ هو جنهن سراسري هر سال هڪ ڪتاب لکيو. سندس دانشورانه نفاست آخري ورهين تائين به جهڪي نه ٿي هئي ۽ سندس لکڻ جو عمل لاڳيتو جاري رهيو. بومين نه رڳو ڪچهرين ۾ پر معتبر اخبارن ۽ رسالن ۾ پڻ عالمي واقعن ۽ سماجي ارتقا تي پنهنجا تجزيا پيش ڪيا. سندس علم ڪيس اِهو موقعو فراهم ڪيو جو هو فلسفي ۽ ٻين شعبن کي پنهنجي ان سماجياتي سوچ جو حصو بڻائي جيڪو غريبن ۽ بي پهچ ماڻهن لاءِ هڪ سگهارو اخلاقي آواز بڻجي ويو هو.

هو انسانن تي عالمگيريت جي بيرحم وار تي خاص طور ڳڻتيءَ جو شڪار هو ڇاڪاڻ جو سندس خيال ۾ اِها ڪين هڪ باوقار زندگي گهارڻ جي موقعن کان محروم ڪري رهي آهي ۽ هو اخلاقي فيصلا ڪرڻ کان قاصر آهن. جدت پسنديءَ تي سندس تنقيدي تجزيو غير روائتي انداز پريو هو. هو انهيءَ مظهر کي ساراهڻ بدران ان کي صنعتڪاري ۽ عقليت پسند ڪامورا شاهيءَ جي ٽنين تي بيٺل ليکيندو هو جيڪا اوترو ئي هاجو رسائي پئي سگهي جيترو شيون پئدا ڪري پئي سگهيون. سندس ناميارن ڪتابن مان هڪ "جديديت ۽ هولوڪاسٽ" آهي جيڪو 1989 وارن ڏهاڪن ۾ شائع ٿيو. هُن انهيءَ نمايان تصور سان اختلاف ڪيو ته هولوڪاسٽ جدت پسنديءَ کي مٽو ڪرڻ جو سبب بڻيو آهي.

بومين موجب هولوڪاسٽ جي بيرحمي جدت پسنديءَ جو رڳو ڦيٽارو ئي نه هو پر اِهو جدت پسنديءَ جو ئي نتيجو هو ڇاڪاڻ جو اهو مظهر ڪامورا شاهي ۽ صنعتڪاريءَ جي ادارن ذريعي عوام کي تباهه

ڪرڻ جي اهليت رکي ٿو. اڳتي هلي پيش ايندڙ واقعن پروفيسر بومين جا ويچار اوڏي مهل درست ثابت ڪيا جڏهن سوويت يونين ۽ ٻين سوشلسٽ ملڪن جي زوال جي ڪيترن ئي ڏهاڪن ڪانپوءِ جلت پسنديءَ ۾ ڦيٽار نه آيو پر اُها پاڻ سڄي دنيا ۾ تباهه ڪارين ۾ مصروف رهي. سندس خيال هو ته اِها جديد سيپيتا جي "عقليت پسندي" هئي جيڪا ان قسم جي تباهه ڪاريءَ کي سمجهه جوڳو ٿي بڻائي. پروفيسر بومين انهيءَ تناظر ۾ همعصر دنيا لاءِ "تغيرپسند جدت پسندي" وارو اصطلاح ايجاد ڪيو هو.

تغير پسند جدت پسندي (Liquid Modernity) مان سندس مراد اهڙي دنياوي حالت آهي جنهن ۾ هڪ لاڳيتو ۽ اڻ کٽ تغير وارو عمل جاري ٿو رهي جنهن ۾ انسان پنهنجو پاڻ کي پنهنجي پاڙن کان ڪپيل ۽ ڪنهن به صورتحال جو اندازو لڳائڻ واري صلاحيت کان وانجهيل ٿو محسوس ڪري. هو "تغير پذير دورن" بابت ٿو ڳالهائي جنهن ۾ انساني ڳانڍاپا غير پائيدار ٿا هجن. لاڳيتو بدلجندڙ دنيا جو تخليق ڪيل عدم تحفظ وارو احساس انسان تي غالب ٿو رهي. سندس "تغير پذير محبت" (2003)، "تغير پذير زندگي" (2005)، "تغير پذير ڊپ" (2006) ۽ "تغير پذير دور" (2007) تي ٻڌل "تغير پذير" سيريز اڄ به حقيقت پسنديءَ جو خوبصورتيءَ سان احاطو ٿي ڪري، خاص طور تي بريگزٽ ۽ ٽرمپ جي هاٺوڪي ڪاميابيءَ جي تناظر ۾ سندس اڪثر ڳالهيون پيغمبرانٽيون ٿيون لڳن. بومين جي لفظن ۾، تغير پذير جديد زندگي مستقل تعلق نٿي رکي ۽ ماڻهن جا ناتا ان حد تي پهچي ٿا وڃن جو سندن پاڻ ۾ ناتا بس ڍرا ڍالا ئي ٿا رهجي وڃن، جيڪي هو جڏهن چاهين ٽوڙي ڇڏين. ناتا ٽوڙڻ جو اِهو سلسلو تيز ۽ سولو ٿي ويو آهي ڇاڪاڻ جو حالتون تيزيءَ سان بدلجنديون ٿيون رهن. جيڪڏهن پنهنجي اوسي پاسي نظر ڊوڙائيندا ته اها ڳالهه پاڪستان جهڙن ملڪن بابت پڻ سچ ثابت ٿيندي.

بومين ڄائو ته پولينڊ ۾ پر نازي اڳرائيءَ ڪانپوءِ 1940 ۾ ڪيس سوويت يونين منتقل ٿيڻو پيو. اُن وقت سندس ڄمار پندرهن ورهيه مس هئي ۽ هو سوويت يونين جي پٺڀرائيءَ سان هلندڙ پولستاني مزاحمت ۾

شامل ٿي ويو. جنگ ختم ٿيڻ تي هو ڪميونسٽ بڻجي ويو ۽ پولينڊ ۾ قائم ٿيندڙ سوشلسٽ حڪومت جي حمائت ڪيائين.

ٻين ڪيترن ئي دانشورن ۽ فنڪارن جهڙوڪ آندري وائدا ۽ فلسفي ليزيڪ ڪولا ڪووسڪيءَ وانگر بومين پڻ سوشلسٽ سرشتي مان وڏيون سڌون رکيون پر انهن ٺهي ڪي آپيشاهاڻي رياست ڦنڪار جو نشانو بڻايو ۽ هو پنهنجي ملڪ بدران پرڏيهه ۾ مشهور ٿيا ۽ اهڙا ڪتاب لکيائون جيڪي سڄي دنيا جهان سارا هيا. جيتوٽيڪ سوشلزم جي ناڪاميءَ ڪانپوءِ ڪيس هڪ لحاظ کان ٻيهر اعزاز سان نوازيو ويو پر بومين کي پولينڊ جي لوورسليشيا يونيورسٽيءَ طرفان ڊاڪٽريٽ جي اعزازي ڊگري ملڻ تي سخت تنقيد پڻ سهڻي پئي.

جيتوٽيڪ ڪولاڪووسڪي (1927 کان 2007) پنهنجي ٽن ڀاڱن تي ٻڌل ڪتاب ”ميڪسيڪو جا اهم لاڙا“ (1976) جي حوالي سان مارڪسي نظرئي جي تنقيدي تجزئي جو مشهور تاريخدان هو پر بومين گمناميءَ، عالمگيري، تغيرپزيري، سچائپ، عدم تحفظ، تغير، جديديت ۽ بعداز جديديت جهڙن تصورن ۽ مظهرن ۽ همعصر دنيا جي رهواسين تي انهن جي اثرن جهڙن موضوعن ۾ وڏيڪ دلچسپي رکندڙ هو. هو ايڪويهين صديءَ ۾ سچائپ ۽ تخلئي جي خاتمي تي جيئن پوءِ تيئن وڌ ناراض ٿيندو ويو. هُن اخبارن ۾ شائع ٿيندڙ پنهنجي مضمونن ۾ ڪيترائي ڀيرا ان ڳالهه تي ڏک ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪندي احتجاج ڪيو تہ ڪئمرائن، ڊرونن ۽ ٻين اوزارن جي استعمال ذريعي ماڻهن جي گمنام رهڻ واري حق کي لتاڙيو پيو وڃي.

1960 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ ۾ هُن پولينڊ کان موڪلايو، اجائين اهو چئجي تہ ڪيس ان لاءِ مجبور ڪيو ويو. هو پولينڊ کان اسرائيل ويو جتان 1970 واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ برطانيا منتقل ٿيو. ڪيس ليڊزيونيورسٽيءَ ۾ پڙهائڻ جي ذميواري ملي، جتي هو پنهنجي آخري پساهن تائين رهيو. ڪولاڪووسڪيءَ جي اُبتڙ جيڪو ميڪ گل يونيورسٽي مانٽريال کان ميڪ گل يونيورسٽي ڪيليفورنيا، برڪلي ۽ پوءِ شڪاگو، آڪسفورڊ ۽ ييل ۾ ايندو ويندو رهيو، بومين

ليڊز يونيورسٽيءَ سان وفادار رهيو. اِهو ئي عمل سندس لکڻين ۾ پڻ
ٿو نظر اچي جن ۾ هو تغيرپزيريءَ کان ڏڪار کندو ٿو نظر اچي. 2000
کانپوءِ جڏهن پولينڊ جي پورهيتن ۽ شهرين يورپي يونين جي آزاد ويزي
جو فائدو وٺندي برطانيا اچڻ شروع ڪيو ته هُن انهيءَ عمل کي پستي
ڏانهن مائل حرڪت پذيري ليکيو ڇاڪاڻ جو پولينڊ جي ڪيترن ئي
گهڻو پڙهيل ڳڙهيل همراهن برطانيا ۾ صفائي سترائي ڪرڻ جهڙي
مزدوريءَ وارا ڪم ڪار ڪرڻ شروع ڪيا. اِهو عالمگيريت جو اُهو
منفي پاسو هو جنهن کان بومين کي ڏڪار هئي ۽ جنهن جي خلاف هو
لاڳيتو لکندو پئي رهيو آهي. هُن مختصر عرصي واري روزگار ۽ فضول
ملازمتن جي ڏکهين وٿين کي واضح ڪندي انهيءَ مظهر کي دنيا جو
قاتل زهر ليکيو جتي نراس اُميدن جي تلافي اعليٰ معيار واري مهانگي
صارفيت ذريعي ڪئي ٿي وڃي. هو اهليت جي بنياد تي حيثيت ڏيڻ جو
پڻ مخالف هو. سندس ويچار موجب اِهو عمل هڪ اگهاڙي اڻبرابريءَ
واري انساني حالتن ۽ امڪانن جي ستر پوشيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهه به
ناهي. سندس مضمون ۽ مقالا انٽرنيٽ تي سولائي سان ملي سگهن ٿا.
سٽي پائڪ لاءِ انهن جو اپياس پڪ سان هڪ انوکو تجربو ثابت ٿيندو.
هو چاليهن ورهين جي ڄمار ۾ برطانيا آيو هو پر انگريزي ٻوليءَ ۾
اهڙي مهارت حاصل ڪيائين جو انکي مقامي ماڻهن جي اهليت سان
ڀيٽائي سگهجي ٿو.

پروفيسر بومين کي هڪ سوشلسٽ رياست اهنج ڏنا جڏهن ته
هڪ سرمائيدار رياست کيس پناهه ڏني پر ان هوندي به هو پنهنجي پوري
ايمانداريءَ سان نه رڳو عوام دوست سوچ سان سلهاڙيل رهيو پر
سرمائيداراڻي نظام جي ڪنورتا ۽ بيحسيءَ تي ڇتي تنقيد پڻ ڪندو
رهيو. هو انهن ماڻهن مان نه هو جيڪي فڪري ۽ سياسي زندگيءَ جي
شروعات ته هڪ سوشلسٽ طور ڪندا آهن پر اڳتي هلي، سرمائيداراڻي
نظام جي ساراهه ۾ جنبي ويندا آهن. هنن واسطي هاڻ ساڄي ۽ کابي ڌر
واري سياست جو دور ختم ٿي چڪو آهي. هاڻ سوشلسٽ هئڻ جو اعلان
ڪندڙ ۽ کابي ڌر جي پارٽين جا ٽوني بليئر جهڙا اڳواڻ فلاحي مقصدن

ڪي ڪنهن به قدامت پسند پارٽيءَ ڪان وڌيڪ هاجو رسائين ٿا ۽
سرمائيداريءَ ڪي سگهارو ٿا ڪن.

بومين جو سول سوسائٽي تي اُتاهه ويساهه هو. سندس چوڻ هو
ته اڄ به ٿنڪ ٽينڪ ۽ پريشر گروپ سرگرم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.
شايد ڪيس انهيءَ حقيقت جو ادراڪ نه هو ته پاڪستان ۽ بنگلاديش
جهڙن ملڪن ۾ سول سوسائٽيءَ سان ڪهڙي ويڌن آهي.

# يوتشنڪوف جي ساروڻيءَ ۾

يوگيني يوتشنڪوف کي 11 اپريل 2017 تي پيريڊل ڪينو، ماسڪوجي هڪ قبرستان ۾ دفنايو ويو. سندس قبر بورس پاسترناڪ جي قبر کان ڪو گهڻو پرڀرو ناهي. پيريڊل ڪينو سوويت دور جي ليکڪن جي هڪ وسندي آهي جيڪا ويهين صديءَ جي روسي ادبي تاريخ جي ڪجهه عظيم ترين نالن تي فخر ٿي ڪري. انهن مان ڪن کي نه عالمي ادبي حلقن ۾ پذيرائي پڻ ملي جن ۾ سوويت سرشتي جا مخالف ليکڪ به شامل هئا.

يوتشنڪوف جيتوڻيڪ پاسترناڪ وانگر نوبل انعام نه حاصل نه ڪري سگهيو پر سندس لکڻيون تخيل ۽ سماجي تعلق جي ڏس ۾ ڪنهن به ريت پاسترناڪ جي لکڻين کان گهٽ نه هيون. جيڪڏهن بورس پاسترناڪ جو عظيم ناول ڊاڪٽر زواگو هو ته يوتشنڪوف جي هڪ انتهائي اهم تخليق سندس نظم ”بابيبار“ هو جيڪو 1961 ۾ لکيو ويو ۽ جنهن ۾ سوويت سرشتي طرفان تاريخ ۾ ڦيٽاري وجهڻ تي شديد تنقيد ڪئي وئي هئي. جڏهن پاسترناڪ آڪٽوبر انقلاب ۽ پوءِ جي ڏس ۾ سوويت نقطي نظر بابت سوال اُٿاري رهيو هو جنهن کي يقيني ۽ حتمي بڻي ليکيو ويو.

بابيبار يوڪرين ۾ اهو ماڳ آهي جتي ٻين مهاڀاري لڙائيءَ

دوران انتهائي ڀيانڪ انداز ۾ اجتماعي قاسيون ڏنيون ويون هيون. اِهو يوائتو ڏوھ ڪندڙ جرمن هئا جن 1941 ۾ رڳو ڪجھ ڏينهن اندر پنجٽيھ هزار يهودين کي گرفتار ڪري قتل ڪيو جن جي لاشن سان ڪئيف شهر جي جابلو نئہ ستجي وئي. نازين جي مدد ۾ سندن يوڪريني شريڪ ڪار ۽ پوليس رجمنٽون شامل هيون جيڪي جرمن فوجن جا ساٿاري بڻجي ويا هئا جنهن سوويت يونين تي حملي ڪانپوءِ ڪئيف کي فتح ڪري ورتو هو. مهاڀاري لڙائي ڪانپوءِ سوويت حڪومت يهودين جي قتلام کي اصل حقيقت کان گهٽائي ڏيکاريو ۽ انهيءَ ڀيانڪ حملي جو ڪاچ بڻجندڙ يهودين جي اعزاز ۾ ڪو يادگار ڪتبو بہ هٽڻ نہ ڏنائين.

يوتشنڪوف کي 1961 ۾ انهيءَ قتلام جي ويهين ورسيءَ جي موقعي تي انهيءَ عظيم الشان نظم جي تخليق ذريعي ان بابت ماڻهن جي دلچسپيءَ ۾ نئين سر روح ڦوڪڻ جي اهميت حاصل آهي. اِهو نظم شروعات ۾ تہ هٿو هٿ ورهايو ويو پر اڳتي هلي اِهو هڪ سرڪاري ادبي رسالي Literaturnaya Gazeta ۾ شائع ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي. نظم جا جيتوڻيڪ مختلف ترجما بہ ٿيا پر انهن ۾ انهيءَ نظم ۾ موجود اُڌمن جي شدت مڪمل طور تي سموئجي نہ سگهي انڪري اصل روسي ٻوليءَ ۾ اِهو نظم پڙهڻ تي پنهنجا ڳوڙها روڪڻ ممڪن ناهي. انهيءَ نظم ۾ يهودين تي نازين جي ظلمن جو داستان بيان ڪيو ويو آهي ۽ سوويت رياست اندر موجود انهيءَ ڳجهي يهودي دشمنيءَ کي پڻ وائکو ڪيو ويو آهي جيڪا يهودين خلاف ٽيل هاجي کي بہ قبولڻ لاءِ تيار نہ هئي.

1960 واري ڏهاڪي جي حوالي سان هڪ دلچسپ صورتحال اِها هئي تہ سوويت يونين جي منظرنامي تي صاف گو ليکڪن ۽ شاعرن جو هڪ نئون نسل ابرندي نظر اچي رهيو هو جيڪو خروشچوف طرفان اسٽالين جي سخت گير پاليسيءَ بدران ڪنهن حد تائين پر سڪون ماحول فراهم ڪرڻ سبب وڌيڪ همت سان پنهنجي ڳالھ ڪري پئي سگهيو. جيتوڻيڪ اِها نرمي جنهن کي 1950 واري ڏهاڪي جي آخري ڏينهن ۾ "نرمي/پگهرجڻ" سڏيو ٿي ويو ڪو گهڻو عرصو جٽاءُ نہ ڪري

سگهي پر ان جي نتيجي ۾ سوويت ليکڪن ۾ اُهو نئون جوش ۽ ولولو
پيدا ٿيو جنهن لاءِ هو واجهائي رهيا هئا. اسٽالين دور جي پاليسين جي
پڄاڻي 1950 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ کان 1960 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ
تائين ئي ڏکيائي سان هلي سگهي. سوويت يونين طرفان 1968 ۾
چيڪوسلواڪيا تي اگرائيءَ اِهو عمل ايندڙ ويهن سالن لاءِ پوئتي ڌڪي
ڇڏيو. جڏهن سنگيتڪار دميتري شوشٽاڪووچ پنهنجي تيرهين
سنگيتي تخليق ۾ انهيءَ نظم جي سنگيت ڏني ته سگهو ئي ان تي
پابندي مڙهي وئي.

يوتشنڪوف سوويت جي انهن ڪجھ ليکڪن مان هڪ هو جن
۾ اوڀر يورپ ۾ سوويت فوجي مداخلت تي تنقيد ڪرڻ جي سگھ هئي.
هو اولھ جي نيڻن جو نور بڻجي ويو پر سندس تخليقي قد ايڏو وڏو هو
جو هُن جڏهن پنهنجي قوم جي ساهه نپوڙيندڙ ڪوڙ کي وائکو ڪيو ته
سوويت حڪومت ڪيس پنهنجي ڏاڍ ڏمر جو نشانو بڻائي نه سگهي. ان
ريت هو ٻين ڪيترن ئي اڀرندڙ ليکڪن لاءِ هڪ مثالي ڪردار بڻجي
ويو. ڪائنس متاثر ٿيندڙ ڪيترن ئي ليکڪن ضرورت کان وڌيڪ همت
جو مظاهرو ڪيو ۽ سوويت رياست جي ڏاڍ ڏمر کي دعوت ڏنائون.
سندس پيغام انتهائي واضح هو ته ذهن ۾ موجود خيالن جو اهڙي نموني
سان اظهار ڪيو وڃي جو ڪنهن آپيشاهاڻي رياست کي انکي چيپاڻڻ
جي همت ئي نه ٿئي. هُن جوزف بروڊسڪيءَ جهڙن پنهنجي ناقدن وانگر
تمام گهڻو اڳتي نڪري اُها ليڪ نه اورانگهي جنهن جي سوويت رياست
طرفان اجازت مليل هئي.

1968 ۾ پراگ بسنت تحريڪ ڪانپوءِ اوڀر يورپ ۽ سوويت
يونين هڪيرو ڀيهر سخت گير ڪميونسٽ حڪمرانيءَ هيٺ اچي ويا
جيڪو سلسلو 1970 وارو سڄو ڏهاڪو جاري رهيو. بهرحال اڃرج جهڙي
هڪ ڳالھ اِها آهي ته ان دوران يوتشنڪوف کي سوويت يونين کان ٻاهر
سفر ڪرڻ ايستائين جو امريڪا ۾ پنهنجي شاعري ٻڌائڻ جي اجازت
حاصل رهي. اِنجو هڪ سبب شايد اِهو هو ته سوويت حڪومت دنيا کي
اِهو باور ڪرائڻ پئي چاهيو ته سوشلزم رڳو ڏاڍ ڏمر ئي ناهي پر اهڙي

رياست ۾ فڪر جي آزاديءَ سان شاعري تخليق ڪرڻ ۾ اِها ٻڌائڻ جي گنجائش پڻ موجود آهي.

بابيـار ڪانسواءِ يوتـشنڪوف جـو هـڪ ٻيـو شاهڪار نظـم "اسٽالين جا وارث" هو. ان نظم ذريعي سوويت حڪومت تي زور ڀريو ويو تہ اسٽالين جهڙو دور ٻيهر ڪنهن بہ قيمت تي واپس نہ اچڻ گهرجي. هن شاعر سان گڏ هڪ ماضي پڻ دفن ٿي ويو. يوتشنڪوف جا اصل پڙهندڙ سوويت نوجوان هئا جن ڪيس هڪ مشهور شخصيت بڻائي ڇڏيو هو. گهڻي ڀاڱي ليڪن جيان ڪيس بہ اهڙي شهرت پسند هئي. منجهس رياستي عملدارن سان نهڪي هلڻ جي صلاحيت ظاهري طور تي نظر ٿي اچي جنهن ڪري مٿس ڪجهہ ڏرين طرفان الزام پڻ ڏريا ٿي ويا پر ان ڳالهہ جي ڪا بہ ثابتي موجود ناهي تہ هو ڪڏهن پارٽيءَ جي اعليٰ عهديدارن جو ساٿاري رهيو هجي.

هن سدائين وڏيڪ فنڪاراڻي آزاديءَ جي وڪالت ڪئي. سندس موقف هو تہ ادب جو بنياد سياسي معيارن بدران جماليات تي هئڻ گهرجي جيتوڻيڪ سندس اسلوب ۾ انداز ۾ اڪثر ماياڪوسڪي ۾ ايسي نن وانگر انقلابيت جي ترورو صاف نظر ٿو اچي پر هُن روسي شاعريءَ ۾ پريم ۾ ذاتي گيتن کي ٻيهر جيئرو ڪيو جنهن جي اسٽالين دور ۾ حوصلي شڪني ڪئي وئي هئي.

هن ناول نگاريءَ تي پڻ هٿ صاف ڪيـو. روسي ٻوليءَ ۾ سندس پهريون ناول 1982 ۾ شائع ٿيو جنهن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو "جهنگلي پيرؤن" جي سري هيٺ ٿيو. هن ڪجهہ فلمن ۾ اداڪاري پڻ ڪئي پر سندس اصل ڪيتر شاعري ئي هئي جنهن لاءِ ڪيس سدائين چڱن لفظن ۾ ياد رکيو ويندو.

# لورڪا جو ورثو

جون 2016 ۾ جڏهن فلوريڊا جي جيوري چليءَ جي هڪ فوجي عملدار کي چائيتاليهه سال اڳ قتل ٿيل وڪٽرهارا جي مرتئي جو ذميوار ليکيو ته ان انهن ماڻهن جي من ۾ اميد جو هڪ هلڪو ڪرڻو پئدا ڪيو جيڪي گارشيالورڪا کي انصاف ڏيارڻ جي مهم ۾ رڌل هئا. لورڪا (1898ڪان 1936) ۽ وڪٽرهارا (1932ڪان 1973) ٻنهيءَ جي ويهين صديءَ ۾ تخليقي ٽيندڙ اسپيني ٻوليءَ جي ادب ۾ ناmياري حيثيت آهي. هيءُ ٻئي ليڪ جيتوڻيڪ ٻن مختلف کنڊن جا رهواسي هئا جولورڪا جو تعلق يورپ جي ملڪ اسپين سان ۽ وڪٽرهارا جو تعلق ڏکڻ امريڪا جي ملڪ چليءَ سان هو پر منجهن ڪيترين ئي هڪجهڙايون پڻ هيون. هو ٻئي شاعر هئا، ليڪچر ڏيندا هئا، ناٽڪ ڪندا ۽ انهن جي هدائتڪاري ڏيندا هئا، سياست ۾ حصو وٺندي عورتن جي حقن لاءِ پتوڙيندا هئا ۽ پنهنجي پنهنجي ملڪن جي فوجن هٿان مارجي وڃڻ مهل هو ٻئي لڳ ڀڳ هم عمر هئا.

لورڪا جي ڄمڻ واري سال اسپين دنيا ۾ موجود پنهنجي ڪيترين ئي بينڪيتن تان هٿ ڌوئي ويٺو جن ۾ ڪيوبا، گوام، پيورٽوريڪو ۽ فلپائن واريون بينڪيتون شامل هيون. اِهو امريڪا اسپين ويڙهه جو نتيجو هو جنهن ڪري عيسائيت جي نئين سر اُڀار واري تحريڪ جو زوال ۽ مقامي ۽ قومي سطح تي جهيڙي ۾ رڌل

تحريڪن جو عروج سامهون آيو. اسپين جي مراڪش فتح ڪرڻ وارين ڪوششن ۾ ناڪاميءَ ملڪ ۾ غير معمولي بي اطمينانيءَ واري فضا پيدا ڪئي جنهن جي پڄاڻي بارسلونا ۾ هڪ بغاوت جي صورت ۾ سامهون آئي. پهرين مهاڀاري لڙائي دوران لورڪا يونيورسٽي آف گرينيڊا ۾ قانون، ادب ۽ سنگيت جي تعليم پرائي رهيو هو پر ادب بدران سنگيت ۾ وڌيڪ ڪشش ٿي محسوس ڪيائين. ڪيترن ئي سالن تائين پيانو سکڻ جا سبق ورتائين ۽ آخرڪار پيانو وڄائڻ جو ماهر بڻجي ويو. هُن ڊيبوسي، شوپان ۽ بيٿوون کان جمالياتي اُڏمو ۽ اُتساهه پرايو.

لورڪا 1920 ۾ پنهنجو پهريون ناٽڪ لکي اسٽيج تي پيش ڪيو. انهيءَ ناٽڪ جو سرو "پوپٽ جو هڪ اپاڳو ڦيرو" هو جنهن ۾ هڪ ڪاڪروچ ۽ پوپٽ وچ ۾ هڪ ناممڪن پريت کي پيش ڪيو ويو هو. ناٽڪ جي سهڪاري اداڪارن ۾ ٻيا جيت جيوڙا شامل هئا. هڪ جرمن ليکڪ فرانز ڪافڪا جو ناول "ڪايا پلٽي" 1915 ۾ شائع ٿي چڪو هو جنهن جو مرڪزي ڪردار هڪ صبح جو پنهنجو پاڻ کي هڪ ڪينئڻ ۾ بدلجندو ٿو ڏسي. هڪ صديءَ کان وڌيڪ عرصو لنگهڻ جي باوجود ناقدين طرفان انهيءَ ناول جي پذيرائي اڄ به جاري آهي جڏهن ته لورڪا سان اهو نه ٿيو. سندس ناٽڪ جو ڏسندڙن چٽو اُڏايو ۽ اِهو فقط چار ڀيرا ئي پيش ٿي سگهيو. انهيءَ تجربي ڪانپوءِ لورڪا پنهنجو سمورو ڌيان شاعري تي ئي ڌريو. سندس نظمن جو پهريون ڳٽڪو 1921 ۾ شائع ٿيو. گهڻي ڀاڱي نظم اسپيني لوڪ گيتن جي تناظر ۾ لکيل هئا. هيءُ اُهو دور هو جڏهن سندس شاعريءَ ۾ فليمينڪو ۽ جپسي ثقافت ۽ مذهبي عقيدن، اڪيلائپ ۽ فطرت جو گاڏڙ نظر ٿو اچي.

هُن فليمينڪو جي فن تي هڪ مضمون لکيو ۽ ان جو عوامي سطح تي اظهار ڪندي هڪ اندليسي ڪهاڻيءَ کي اختيار ڪري ٻارن لاءِ هڪ ناٽڪ لکيائين. هو اسپين جي هراول ايوانت گريديءَ ۾ پوري جوش خروش سان شامل ٿي چڪو هو جڏهن ته ملڪ تي 1923 ۾ هڪ نئين آمريت مڙهجي چڪي هئي. 1920 واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ سوويت انقلاب ۽ روس ۾ ريڊگاردن جي حتمي سوڀ سڄي يورپ جي انقلابي

تحريڪن ۾ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو هو. اسپين ۾ پرولتاري انقلاب ۽ انارڪسٽ، دهشتگردي ۽ قومپرست تحريڪن جي اُڀار فوجي ۽ سويلين اشرافيا ۾ ڏڪڻي پيدا ڪري ڇڏي هئي.

1923 ۾ ڪيپٽن دي ريويرا اسپين جي سمورن مسئلن جو ذميوار پارلياماني سرشتي کي سڏيندي هڪ فوجي بغاوت ڪري وڌي اسپين جي بادشاهه فوج جي حمائت ڪندي ڪيس ملڪ جو وزيراعظم نامزد ڪيو. ساڳي نوعيت جي صورتحال پاڪستان ۾ پڻ پيش آئي جڏهن اسڪندر مرزا جنرل ايوب خان کي وزيراعظم جي عهدي تي فائز ڪيو پر جنرل هن ڏينهن اندر ئي 27 آڪٽوبر 1956 تي مرزا جو تختو اونڌو ڪري ڪيس ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪيو. ريويرا اقتدار ۾ ايندي ئي آئين معطل ڪندي هڪ آمر طور سمورا اختيار پنهنجي هٿ وس ڪيا. هُن پنهنجي واحد قانوني پارٽي ناهڻ ڪانپوءِ ملڪ جون ٻيون سموريون پارٽيون ختم ڪري ڇڏيون. 1923 ۽ 1927 دوران اسپين ۾ هلندڙ ڏڦير ۽ اُٿل پٿل جي نتيجي ۾ اسپين جي ادبي ڪيتر ۾ فن ۽ شاعريءَ جي ايوانت گريديءَ وارين صنفن ۾ تخليق ڪرڻ واسطي تخليقي فنڪارن ۽ ليکڪن جو گروهه اُڀري سامهون آيو.

ناٽڪ نويس طور هاڻ لورڪا جي زندگيءَ جو بهترين دور شروع ٿي چڪو هو جنهن دوران هُن پنهنجا مشهور ترين ناٽڪ "گُونائي خوني شاديءَ جي ٽيهر" ۽ "برناردا ايلبا جو گهر" لکيا. انهن ناٽڪن مان هن ۾ اسپيني معاشري جي زوال پذير قدرن ۽ رواجن خلاف بغاوت جو اُڌمو پيدا ڪيو. پاڪستان جي حوالي سان اِهي ناٽڪ خصوصي معنيٰ رکن ٿا ڇاڪاڻ جو انهن ۾ غيرت ۽ روائتن جي نالي تي عورتن مٿان ڏاڍ ڏمر ۽ عورتن جي جنسي اُڌمن تي جهل جهڙا موضوع ڪنيا ويا آهن. اُهيءَ ڏس ۾ لورڪا جو ناٽڪ برناردا ايلبا جو گهر تي انگريزيءَ ۾ ٺهيل ٽيليويزن فلم (1991) ضرور ڏسڻ گهرجي. جنهن ۾ گليندا جيڪسن هڪ ٻوڙهي ۽ جابر ماءُ جو ڪردار ادا ڪيو آهي جيڪا پنهنجي پنجن ڌيئرن کي جڻ تي جيل جهڙين ڏکين حالتن ۾ گهارڻ تي مجبور ٿي ڪري.

هندستان ۾ لورڪا جي ناٽڪ برناردا ايلبا جو گهر جو ترجمو

هنديءَ جي ناميا ري ليکڪ ۽ شاعر ڊاڪٽر رگهو ويرسهائي (1929کان 1996) ”برجيس قدر جو گهراڻو“ جي سري هيٺ ڪيو جيڪو 1980 ۾ امل الانا پيش ڪيو جيڪا اڳتي هلي هندستاني ناٽڪ جي هڪ ناميا ري هدائتڪار بڻي. (اڄڪلهه هوءَ نيشنل اسڪول آف ڊراما جي چيئرپرسن آهي.) گووند نهلاڻيءَ ان لاءِ اسڪرپٽ پلي لکيو ۽ 1991 ۾ ايلارون ۽ پلوي جوشيءَ سان گڏجي هڪ هندي فيچر فلم اڪماوتيءَ جي حويليءَ جي سري سان ٺاهيائين جنهن لاءِ راجهستان جي هڪ ڳوٺ ۾ سيٽ هنيو ويو.

گارشيالورڪا جي ڪمپني لابراڪا اوڏي مهل مالي ڏکيائين جو شڪار بڻي جڏهن 1934 ۾ چونڊجندڙ ساڄي ڌر جي حڪومت ان جي مالي امداد اڌ ڪري ڇڏي. 1936 ۾ نيون چونڊون ڪرايون ويون جنهن ۾ کاٻي ڌر جي پارٽين گڏجي پاپولر فرنٽ حڪومت جوڙڻ جي پتوڙ ڪئي. ان جي ردعمل ۾ اسپيني فوج ۾ ساڄي ڌر سان تعلق رکندڙ فوجي عملدارن بغاوت ڪئي ۽ ملڪ ۾ گهرو لڙائي شروع ٿي وئي. بغاوت ڪندڙ فوجين لورڪا کي گرفتار ڪرڻ کانپوءِ ڪيس قتل ڪري ڪنهن اڻڄاتل هنڌ تي دفن ڪري ڇڏيو. انهيءَ گهرو لڙائي جي 1939 ۾ پڄاڻي ٿي، پر اوستائين جنرل فرانڪو کي ساڄي ڌر سان تعلق رکندڙ فوج اسپين مان کاٻي ڌر وارن جو ذري گهٽ مڪمل خاتمو آڻي چڪي هئي. جنرل فرانڪو کي نه رڳو هٽلر ۽ ميسوليني پر نام نهاد لبرل جمهوريتن جهڙوڪ برطانيا ۽ امريڪا جي پڻ پٺڀرائي حاصل هئي.

وڪٽر هارا جي 2009 ۾ باقاعدي تدفين ڪئي وئي ۽ چليءَ جي ڏهونڪي صدر مشيل بجليٽ سندس اعزاز ۾ تقرير پڻ ڪئي پر هاجو اهو آهي ته لورڪا بابت اڄ ڏينهن تائين اِهو به پتو نه لڳي سگهيو آهي ته ڪيس ڪٿي دفنايو ويو هو. اڄ انهيءَ قتل کي اسي ورهيه لنگهڻ کانپوءِ به انجي ڪا اهڙي باقاعدي جانچ نه ڪئي وئي آهي جنهن مان پتو لڳي سگهي ته انهيءَ شاعر ۽ ناٽڪ نويس جا قاتل ڪير هئا.

# مها سويتا ديويءَ جو شاندار ادبي سفر

ماضيءَ ۾ ڇا ٿيو ان لاءِ تاريخ پڙهي ويندي آهي پر ان دوران عوام سان ڇا وهيو واپريو تنهن جي ادراڪ لاءِ ادب پڙهڻ لازمي آهي. هر ڪنهن کي پتو آهي تہ عوام جي حقن لاءِ پتوڙيندڙ سياسي ۽ سماجي ڪارڪن ڪنيا ويندا آهن، هنن واسطي لکندڙ قيد خانن ۾ واڙيا ويندا آهن، اُستادن کي قتل ڪيو ويندو آهي، دانشورن جا ڇتريل لاش ملندا آهن، عورتن تي حملا ڪيا ويندا آهن، ڇوڪرين کي جيئرو ساڙي ماريو ويندو آهي، گهر تباهہ ڪيا ۽ هيٺن جي حياتي برباد ڪئي ويندي آهي.

اسان کي سڀڪجهہ پتو هوندو آهي پر ڇا اسين اِها پيڙا محسوس ڪندا آهيون؟ مها سويتا ديويءَ جون ڪهاڻيون پڙهڻ سان اِها پيڙا من اندر ۾ لهڻ لڳندي آهي، جيڪا 28 جولاءِ 2016 تي نوي ورهين جي ڄمار ۾ ڪلڪتي ۾ گذاري وئي. هن پنهنجي حياتيءَ ۾ هڪ سئو ويهن کان وڌيڪ ڪتاب لکيا جن ۾ ڪهاڻين جا ويهہ گُٽڪا ۽ هڪ سئو جي لڳ ڀڳ ناول شامل هئا. ڪنهن خوشحال ۽ فن جي قدردان گهراڻي ۾ جنم ڪو ڪمال ناهي پر ڪمال اِهو آهي تہ معاشري ۾ استحصال ڪندڙن جا چهرا وائکا ڪجن ۽ مظلومن جو ساٿاري بڻجي. سندن لاءِ آواز اٿارجي. مهاسويتا ديويءَ اِهو ڪم پنهنجي سٺ ورهين واري ادبي سفر ۾ احسن طريقي سان نڀايو، نہ رڳو هڪ صحافيءَ ۽ ليکڪ طور پر ڀارت جي سڀ کان وڌيڪ پوئتي پيل طبقن لاءِ پتوڙيندڙ سرگرم

ڪارڪن جي حيثيت ۾ پڻ. سنڌس ڪٽنب ۾ انيڪ فنڪار ۽ قلمڪار رهيا آهن پر وڏي ذات واري برهمڻ هئڻ جي باوجود مهاسويتا ديويءَ پنهنجو پاڻکي قبائلين سان ڳنڍيو جن کي ڌوهاري ليڪينڊي ڏڪاريو ويندو آهي ڇاڪاڻ جو هو گهٽ ذات سان تعلق ٿا رکن.

مهاسويتا ديوي ڍاڪا ۾ ڄائي ۽ لڏپلاڻ جي پيڙا پنهنجي سر سٺيائين ۽ ڏٺائين. انهيءَ تجربي کيس انتهائي حساس بڻائي ڇڏيو ۽ هوءَ انهن ماڻهن جي اڏمن کي انتهائي ويجهڙائپ سان سمجهڻ لڳي جيڪي ڪنهن سبب وگهي پنهنجا گهرٻار ڇڏڻ تي مجبور ٿا ڪيا وڃن. مهاسويتا ديويءَ جا ماءُ پيءُ ٻئي ليکڪ هئا ۽ ناميارو فلمساز رتوڪ گهاٽڪ سنڌس چاچو هو. مهاسويتا ديويءَ رابندرنات ٽئگور جي قائم ڪيل شانتي نڪيتن مان انگريزي ادب جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ فلم ۽ ناٽڪ جي مشهور شخصيت بيجون ڀٽاچاريا سان وهان ڪيائين جيڪو انڊين پيپلز ٿيٽر ايسوسئيشن جي باني مان هڪ هو. جيڪڏهن هندستاني فلمن جا پرستار آهيو ته اوهان کي 1940 ۾ ٺهندڙ فلم ”ڌرتي ڪي لال“ ضرور ياد هوندي جنهن جو هدائتڪار خواجا احمد عباس هو جڏهن ته انجي ڪهاڻي بيجون ڀٽاچاريا جي هڪ ناٽڪ تي ٻڌل هئي.

مهاسويتا ديويءَ، 1959 ۾ پنهنجي مڙس کان طلاق وٺڻ کانپوءِ پنهنجو ادبي سفر شروع ڪيو ۽ لاڳيتو ان سفر ۾ رهي. هُن پنهنجي پهرين ڪتاب ”جهانسيءَ جي راڻي“ لاءِ تحقيقي مواد سهيڙيو. بنگالي ٻوليءَ ۾ انهيءَ ڪتاب جي ڇپجڻ کانپوءِ مهاسويتا ديويءَ ڀرپور انداز ۾ لکڻ شروع ڪيو، گڏوگڏ ڪيترن ئي ناميارن ادبي رسالن ۾ پڻ شائع ٿيندي رهي، جيڪي گهڻي ڀاڱي بنگالي ٻوليءَ ۾ هئا ۽ جن ۾ هندستان جي پيڙهيل ماڻهن جي پيڙائن جو اظهار هوندو هو. سنڌس وڻندڙ موضوع عورتن جا مسئلا ۽ مامرا هو، ڀل راڻي هجي يا وئيشيا. کيس هر عورت ۾ حوصلي ۽ همت جو عڪس نظر ايندو هو. سنڌس عورتن وارا اهي ڪردار جڏهن فلم جي صورت ۾ سامهون ايندا هئا ته هر پاسي پنهنجو ڏاڪو ڄمائي ڇڏيندا هئا، مثال جي طور تي سنڌس هڪ ڪهاڻيءَ تي ٻڌل فلم ”سنگهرش“ 1968 ۾ ناهي وئي، جنهن ۾ هيرو ته دليپ ڪمار

هو پر انجو چائنجي ويل ڪردار وچينتي مالا جو ئي هو. اِها ڪهاڻي اوڻويهين صديءَ جي بنارس ۽ ڪلڪتي جي چوڌاري تي ڦري جنهن ۾ مذهبي اڳواڻن جي استحصال کي انتهائي واضح ريت وائکو ڪيو ويو آهي.

1960 ۽ 1970 وارن ڏهاڪي ۾ نڪسلائيٽ تحريڪ پڻ مهاسويتا ديويءَ کي تمام گهڻو متاثر ڪيو، خاص طور تي سندس هاڻ ڦسائيندڙ ڪهاڻي "هزار چوراسي کي مان" هڪ وچولي طبقي جي عورت جي ڪهاڻي آهي، جنهن جو پُٽ گم تي ويو آهي، پر اوچتو هڪ آڌي رات ڪيس فون ٿو اچي، جنهن ۾ پوليس طرفان سڌ ٿو ملي تہ هوءَ اچي پنهنجي پُٽ جو لاش سڃاڻي. سندس پٽ نڪسلائيٽ تحريڪ سان واڳيل هو ۽ هڪ پوليس مقابلي ۾ مارجي ويو هو. پٽ جي قتل باوجود سندس پيءُ ڪٽنب جي عزت بچائڻ ٿو چاهي ۽ اِهو لڪائڻ ٿو چاهي تہ جيئن سندس ڪٽنب تي نڪسلائيٽ جو داغ نہ لڳي. ماءُ کي اهڙو ڪو فڪر ناهي، هوءَ مردي خاني وڃي پنهنجي پُٽ جو لاش تي ڏسي تہ سندس پير سان هڪ نمبر 1084 ڳنڍيل آهي، ان ريت هوءَ 1084 جي ماءُ تي سڏرائي. هاڻ هزار چوراسيءَ جي ماءُ لاءِ هڪ نئين جدوجهد تي شروع ٿئي ٿي چاڪاڻ جو سرڪاري عملدار ڪيس سندس پٽ جو لاش ڏيڻ کان نابري تا وارين ۽ هوءَ سندس ڪريا ڪرم نہ پئي ڪري سگهي. لاش تي انتهائي تشدد جا نشان آهن، جن مان ظاهر ٿو ٿئي اِهو ڪنهن پوليس مقابلي جو نہ پر بيرحمائي تشدد جو مامرو آهي. ان ڪانپوءِ پوليس ٻيهر هزار چوراسيءَ جي ماءُ جي گهر تي اچي ۽ هرهر جهڙتيون وٺي سندس پُٽ جا ڪتاب ۽ ڊائريون ضبط تي ڪري. هاڻ ماءُ کي احساس ٿو ٿئي تہ هوءَ پنهنجي پُٽ کان ڪيترو ڏور هئي جيڪو معاشري کي بدلائڻ جو خواهشمند هو پر ڪو بہ گهر ڀاتي استحصالي معاشري سان ويڙهہ ۾ سندس ساٿي نہ هو.

انهيءَ ڪهاڻيءَ تي 1998 ۾ گووند نهلاڻيءَ هڪ فلم پڻ ٺاهي هئي جنهن ۾ مرڪزي ڪردار جيا بچن ۽ نندتا داس ڪيا هئا. اِها ڪهاڻي پڙهندي يا فلم ڏسندي مئڪسم گورڪيءَ جو جڳ مشهور ناول "ماءُ" ٿو ياد اچي جنهن تي پڻ 1926 ۾ هڪ فلم ٺهي هئي. جيتوڻيڪ

مهاسويتا ديويءَ جي لکڻين جا انيڪ ترجما ٿيا آهن پر سڀ کان بهتر شايد انجم ڪاتيال ۽ گائيتري چڪرورتي اسپيواڪ جا آهن، جن جي خود پنهنجي وڏي شاهي ادبي حيثيت آهي. جيڪڏهن پڙهڻ چاهيو ته "ڪروڪشيترا کان پوءِ" کان شروعات ڪري سگهو ٿا، جيڪو انجم ڪاتيل جي ترجمو ڪيل ٽن ڪهاڻين جو ڳٽڪو آهي. هر ڪهاڻي انهن عورتن جي چوڌاري ٿي هلي جيڪي ڪروڪشيترا واري ويڙهه کان متاثر ٿيون. اِها لڙائي هندن جي مذهبي جنگي داستان "مهابارت" جو حصو آهي.

جيڪڏهن مهابارت کان واقف آهيو ته ان ۾ عورتن سان ٿيندڙ ورتاءُ کان بہ پڪ سان واقف هوندؤ ۽ مهاسويتا ديويءَ کي پڙهندي انهن سوالن تي ضرور ويچاريندا جيڪي ڪهاڻين جي عورتن ذريعي اُٿاريا ويا آهن. مهاسويتا ديويءَ جي هڪ ٻئي متاثر ڪندڙ ڪهاڻي "روِدالي" آهي جنهن ۾ هڪ اهڙي عورت جو مرڪزي ڪردار آهي جيڪا هرهر ايندڙ ڏکن ڏولاون جي باوجود روئڻ کان قاصر آهي. انتهائي غربت ۾ سندس مڙس گذاري ٿو وڃي. ڳوٺ ۾ پکڙيل وبا جي نتيجي ۾ موت جو ڪاچ بڻجندڙ مڙس جي ڪريا ڪرم لاءِ انهيءَ مائي وٽ ڪو پئسو ڏوڪڙ ناهي جڏهن ته مقامي پوڄاري ڪيس ڊيڄاري ٿو ته جيڪڏهن ڪريا ڪرم نہ ڪيو ويو ته سندس مڙس دائمي باهہ ۾ سڙندو رهندو. هو پنجاهہ رپين جي گهر ٿو ڪري ته جيئن مڙدي جي روح کي نجات ڏياري. عورت مقامي چڱي مڙس کان قرض گهرڻ ٿي وڃي ته هو عيوضي ۾ پندرهن سالن جي بيگار جي گهر ٿو ڪري. عورت وٽ اِهو شرط مڃڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ئي ناهي. اِها ڪهاڻي پڙهندي اسان کي پنهنجا غلام پورهيت ٿا ياد اچن جيڪي وڏيرن ۽ چوڌرين جي رحم ڪرم تي سموري حياتي جبري پورهئي ۾ گهاريو ڇڏين.

انهيءَ ڪهاڻيءَ تي گلزار هڪ شاندار اسڪرين پلي لکيو، جنهن کي 1993 ۾ هدائتڪار ڪلپنا لجميءَ فلم جو روپ ڏنو ۽ اداڪارا ڊمپل ڪپاڊيا کان مرڪزي ڪردار ڪرايو. آخر ۾ ٻن وڌيڪ ڪهاڻين جو ذڪر ضروري ٿيندو، انهن مان هڪ "چوليءَ پويان" ۽ ٻئي "دروپدي" آهي.

هندو ڏند ڪٿا ۾ ”دروپديءَ“ جي مذهبي ذميواري آهي ته هوءَ
هڪ کان وڌيڪ مردن سان لڳ لاڳاپن ۾ رهي. مهاسويتا ديويءَ جي
ڪهاڻي هندستاني ڳوٺاڻي آباديءَ بابت آهي، جيڪا قانون لاڳو ڪندڙن
سان مهاڏو ٿي اٽڪائي. هڪ ستاويهين ورهين جي باغي دروپديءَ کي
فوجي گرفتار ڪري شديد تشدد جو نشانو ٿا بڻائين، تانجو آخر ۾ هوءَ
اِهو چوندي ڪپڙن لٽن بنان رهڻ کي ترجيع ٿي ڏئي ته ”هتي ڪو مرد
ناهي جنهن کان مونکي لڄ ٿئي“ اِهو جملو پڙهي سعادت حسن منٽو جي
ڪهاڻي ”کهول دو“ من تي تري ٿي اچي.

# امبرٽو ايڪو

## هڪ پروفيسر، هڪ ناول نگار

لسانيت جي شاگرد طور جڏهن ڪو هڪ پراسرار اصطلاح ”علامتن جو علم“ جو اڀياس ڪندو آهي ته اُهو ڪيس ٻوليءَ جي اڀياس جي پيٽ ۾ وڏيڪ دلچسپ لڳندو آهي. علامتي پيچيدگين ڪي قلهورڻ لاءِ جان لاڪ ۽ فرڊيننڊ ديساسيور ڪان شروعات ڪندي رولان بارٿ ۽ جارج لاڪوف تائين سفر ڪري سگهجي ٿو. اِهي سمورا علمي طور تي دنيا ۾ موجود علامتن جي استعمال جي اُپٽار ۽ جواز ۾ دلچسپي رکن ٿا.

اُهو ڏاهو شخص جنهن علامتن واري علم کي يونيورسٽين جي لائبررين جي المارين مان ڪڍي هڪ دلچسپ افسانوي دنيا ۾ آندو سو امبرٽوايڪو نالي هڪ اطالوي پروفيسر هو. امبرٽو علم جي هڪ معمولي سمجهيو ويندڙ انهيءَ ڪيتر ڪي پڙهندڙ جي هڪ وسيع حلقي ۾ متعارف ڪرايو جيڪو سندس ”گلاب جو نالو“ (1980) ۽ ”فوڪولٽ جو لوڏڻو“ (1988) جهڙن ناولن ۾ ڪثرت سان موجود آهي.

سندس شهرت يافتا لکڻي جنهن يورپي پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪرايو سا هئي ”گلاب جو نالو“. انهيءَ ناول تي هڪ شاندار ۽ ياد رکڻ جهڙي هڪ فلم پڻ ٺاهي وئي هئي جنهن ۾ سين ڪونريءَ باسڪرول جي پاڻ وليم جو مرڪزي ڪردار ادا ڪيو هو جيڪو وچئين دور جي

هڪ اطالوي ڪليسا ۾ هڪڙيءَ پويان ٿيندڙ شڪي مرتين جي جانچ لهي رهيو هو. انهيءَ ناول جو سگهوئي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيو جنهن ڪانپوءِ ايڪو کي عالمي شهرت حاصل ٿي ۽ تاريخي اسرار يا تاريخي جانچ واري ناول نگار طور سندس مضبوط ساک جڙي وئي.

انهيءَ ناول جي عالمي سطح تي سڀ کان وڌيڪ وڪرو ٿيندڙ بڻجڻ مهل ايڪو جي ڄمار پنجاهه ورهيه ٿي چڪي هئي ۽ هو انگان گهڻو اڳ سنجيدي عالماڻي لکڻين جي کيتر ۾ پنهنجا پير پختا ڪري چڪو هو. جيڪڏهن اوهانکي اِها ڳالهه سمجهڻ ۾ ڏکيائي ٿي رهي آهي ته هڪ عالم ڪهڙي ريت ناول نگار بڻجي ويو ته اڙدو جي عالم فاضل مهندار شمس الرحمان فاروقيءَ کي ياد ڪريو جنهن ناول نگار طور شهرت ماڻڻ کان اڳ علمي کيتر ۾ پنهنجي ساک پئدا ڪري ورتي هئي. فاروقي ارڙهين ۽ اوڻويهين صديءَ جي هندستان تي فدا هو ته ايڪو وچئين دور جي يورپ جي تاريخ ۾ غرق هو. فاروقيءَ جي ناولن ۽ مختصر ڪهاڻين ۾ اسانکي مير، غالب ۽ داغ جهڙي وڏي ادبي قدڪاٺ وارين شخصيتن جي حقيقي زندگيءَ جي لڳ ڀڳ پوري پُني تاريخي تصور ڪشي ملي ٿي ته ايڪو جون تخليقون حقيقي ۽ ڏند ڪٿائي ٻنهي ڪردارن جي حوالن سان پريون پيون آهن.

ايڪو جي دنيا هڪ پيچيدي اسرار جو جهان آهي جيڪا اوهانجو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪرائي ٿي، شايد اِهو به هڪ سبب آهي جو سندس ناول لکن جي تعداد ۾ وڪرو ٿا ٿين. هو ڏند ڪٿائي داستانن جي اصليت تان اهڙي سادي لکڻيءَ ذريعي پڙدو هٽائي سگهي ٿو جهڙي ريت ماڻهو پڙهن ٿا چاهين. هُن نه رڳو روائتي قصن کي للڪاريو آهي پر ايندڙ ليکڪن لاءِ پڻ پنهنجو پاڻ کي پيروي ڪرڻ جوڳو ڪردار بڻائي ڇڏيو اٿس. برائون جو ”دي ڊاونسي ڪوڊ“ پڻ لکن جي ڳاڻيٽي ۾ وڪرو ٿيو پر جيڪڏهن اوهين ٻئي ڪتاب پڙهي چڪا آهيو ته پوءِ برائون کي ايڪو جي هڪ معمولي نقال کان وڌيڪ نه ليکيندا.

ايڪو کان هڪڙي پڇيو ويو ته هو پنهنجو پاڻکي پروفيسر ٿو ليکي يا ناول نويس ته وراڻين، ”آءٌ هڪ سنجيدو پروفيسر آهيان جيڪو

هفتي جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ ناول لکندو آهي.“ سندس لکڻين ۾ عتيقي دور، وچئين دور ۽ جديد دور جي ثقافت ۾ غير معمولي دلچسپيءَ سان گڏوگڏ عوامي ۽ بور جوازي ثقافتي رنگن جو اونهو ادراڪ پڻ ملي ٿو، انهن پنهنجي شين ۾ ئي هو سڄي زندگي مست الست رهيو. سندس بيانيي جي لهر کيس وچئين دور جي فلسفي تي ڊاڪٽريٽ جي مقالي ڪانونئي اٽليءَ جي سرڪاري سڌسماءُ واري اداري جي ثقافتي ايڊيٽر طور ڪم ڪرڻ تائين کيس اعليٰ درجي جا ڪتاب لکڻ تي هرڪايو.

اڳتي هلي ايڪو غير افسانوي ڪتاب پڻ لکيا، انهن ۾ سندس گهڻي پاڳي ڏيان جماليات ۾ فن جي تاريخ تي رهيو. سندس ٻن ڪتابن ”سونهن بابت“ ۽ ”ڪوجهائپ بابت“ ۾ اِهو رنگ واضح آهي. هاڻ ايئن ٿو لڳي ته هن ان مامري ڪي سمجهڻ ۽ واضح ڪرڻ ٿي چاهيو ته تاريخ ذريعي ڪهڙي ريت ماڻهن جا تصور جُڙن ٿا. ڳالهه ڪجي ته جارج لاڪوف ڪانسواءِ ڪو ٻيو ليڪ ورلي ئي عمومي مقبوليت واري فن جي اپياس ذريعي علم ۽ ڏاهپ جي دنيا جو فڪري انداز تبديل ڪرڻ ۾ ايڪو جيتري ڪاميابي ماڻي سگهيو آهي. پرلوڪوف جون لکڻيون استعارن سان وڌيڪ تعلق ٿيون رکن خاص طور تي سندس ڪتاب ”استعارو جنهن هيٺ اسين گهاريون ٿا“ (1980) جيڪو پاڪستان ۾ به اڪثر لسانياتي پروگرامن ۾ هڪ ضروري اپياس ليکيو ويندو آهي.

جيڪڏهن اوهانجي فن ۽ ادب ۾ سونهن ۽ ڪوجهائپ جي تاريخ ۾ ڪا دلچسپي آهي ته ايڪو جا ڪتاب ”اولهه جي سوچ/ نظرين جي هڪ تاريخ“ (2004) ۽ انهيءَ سلسلي جي لڙي ”ڪوجهائپ بابت“ (2007) پڪ سان اوهانجي ڪم جا هوندا. جيتوڻيڪ اِهو ڪتابي سلسو نازڪ مزاج ۽ نراسائي پسند ماڻهن لاءِ ناهي ۽ اِنهن کي فن جي تاريخي ڪتابن سان ڳنڍڻ ڪنهن به ريت مناسب نه ٿيندو ڇاڪاڻ جو انهن ۾ تاريخ ڪانسواءِ به گهڻو ڪجهه آهي. اِهي ٻئي ڪتاب قديم يونان ڪانونئي اڄ ڏينهن تائين سونهن ۽ ڪوجهائپ جي تصور بابت علمن جو هڪ خزانو آهن.

ايڪو ثقافتي شبيهن جي وسيع کيتر مان هزارين تصويرن کي وڏي محنت سان جمع ڪرڻ ۽ انهن جا نقل تيار ڪرڻ ۾ جيڪا محنت

گهرندڙ تحقيق ڪئي هوندي، تنهن تي انتهائي اچرج ٿي لڳي. مثال وري انهن ۾ فلسفين ۽ ليکڪن جا سوين صفحن تي پکڙيل قول آهن (اهڙو ڪير نہ هوندو جيڪو افلاطون ۽ بوڪاچيو ڪانونٽي ملٽن ۽ گوئٽي تائين عالمن کي پڙهڻ نہ چاهي).

سونهن ۽ ڪوجهائپ جي ڏس ۾ ايڪو چوند لکڻين تي تبصرن سان گڏوگڏ ڪتابي حوالا پڻ ڏئي ٿو. پر سندس پهرين ڪتاب جي پيٽ ۾ جيڪو گهٽي ياگي فن بابت آهي، هئي ڪتاب ۾ ادب وڏيڪ موجود آهي، جيڪڏهن اوهانجو تعلق ساحري، شيطان پرستي، ايذاءُ پرستي، ابعيت ۽ فحاشي سان ناهي تہ هئي ڪتاب کان ڪجهہ پريرا رهو پر پوءِ شايد اوهين ثقافت کي سمجهڻ ۾ دلچسپي نٿا رکو جنهن کي ايڪو عيب تي پڙدو وجهڻ ڪانسواءِ انجي ڪُليت ۾ ڏسڻ ۽ پيش ڪرڻ ٿو چاهي.

رموز ڪان اٽواقف ماڻهن لاءِ پڇاڙيءَ ۾ هڪ صلاح ڏيڻ ضروري ٿو ليکيان. جيڪڏهن سندس ڪتاب تي ڏوڪڙ خرچ ڪرڻ لاءِ تيار ناهيو تہ سندس ناول تي ٺهيل فلم ”گلاب جو نالو“ ڏسڻ ڪان شروعات ڪريو. جيڪڏهن ان سان اوهانجي ذوق جي تسڪين ٿئي ۽ اِها فلم اوهان ۾ تجسس پئدا ڪري تہ اڳتي وڌو ۽ ليکڪ جا ڪارناما ڦلهوريو. جيڪڏهن اوهانکي منٽو پسند آهي ۽ شرمين عبيد چنائي جي ثقافتي منافقت جي بيرحميءَ سان اصليت تان پڙدو هٽائڻ تي فخر ٿا محسوس ڪريو تہ پڪ ڄاڻو ايڪو اوهان کي نراس نہ ڪندو.

# مصر جا ٻہ وڏا ڇاوا

# بطروس غالي ۽ حسنين هيڪل

وچ اوڀر جي سياست تي نظر رکندڙن لاءِ تازوئي بطروس غالي ۽ حسنين هيڪل جا مرتيا وڏا واقعا آهن. بطروس غالي 16 فيبروري ۽ حسنين هيڪل 17 فيبروري 2016 تي گذاري ويا ۽ پنهنجي پويان عظيم الشان ڪمن جي هڪ ڊگهي فهرست ڇڏي ويا آهن. ٻنهي کي ڏگهيون ڄمارون حاصل ٿيون. بطروس غالي ٻيانوي ورهين جو جڏهن تہ حسنين هيڪل ٽيانوي ورهين جو هو. ٻنهي جي زندگين جو شاندار دور ويهين صديءَ جي پوئين اڌ تائين پکڙيل آهي. جيتوڻيڪ ٻنهي جو تعلق ڌار ڌار گهرائن سان هو پر هنن پنهنجي پنهنجي انداز ۾ مصر، وچ اوڀر ۾ ڪنهن حد تائين عالمي سياست ۽ تاريخ تي پنهنجا اثر ڇڏيا.

بطروس غاليءَ لاءِ سياست ڪو نئون کيتر نہ هئي ڇاڪاڻ جو سندس ڏاڏو بطروس غالي پاشا 1908کان 1910 تائين مصر جو وزيراعظم رهي چڪو هو ۽ کيس سندس وزيراعظم واري دور ۾ ئي قتل ڪيو ويو. هو ٻهريون قطبي مسيحي هو جنهن کي عثماني ترڪن پاشا جو لقب ڏنو. سندس مرتئي ڪانپوءِ سندس ڪٽنب پنهنجو ڪٽنبي نالو غاليءَ مان مٽائي بطروس رکيو، اهو ئي سبب هو جو جڏهن سندس پوٽي جو نالو بطروس رکيو ويو تہ سندس نالي ۾ ٻہ ڀيرا بطروس آيو يعني بطروس بطروس غالي. قطبي مسيحي عيسائين جو هڪ اڳاٽو فرقو

آهن، جيڪي رومين جي دور کان مصر ۾ رهندا پيا اچن. مصر کانسواءِ قطبي عيسائي اتر افريڪا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ پکڙيل آهن. هن وقت هڪ ڪاٿي موجب مصر جي آباديءَ ۾ ڏهه سيڪڙو جي لڳ ڀڳ قطبي مسيحي شامل آهن، جڏهن ته سوڊان ۽ ليبيا ۾ سندن آبادي انجي ڀيٽ ۾ ڪجهه گهٽ ٿيندي. جيڪڏهن بطروس غالي سياسي ڪٽنب ۾ ڄائو هو ته حسنين هيڪل ڪٽڪ جي واپاري ڪٽنب ۾ 1923 ۾ اک کولي. هيڪل قاهره جي امريڪي يونيورسٽيءَ مان تعليم پرائي جڏهن ته بطروس غاليءَ قاهره يونيورسٽيءَ ۽ اڳتي هلي 1949 ۾ پيئرس يونيورسٽيءَ مان عالمي قانون ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ماٺي. بطروس غاليءَ جي تعليم پرائڻ واري وقت حسنين هيڪل تعليم سان گڏوگڏ پنهنجو صحافتي سفر شروع ڪري چڪو هو. هيڪل پهرين صحافتي ذميواري ٻين مهاڀاري لڙائي دوران افريڪي محاذ تي هڪ اخباري خاطو طور ادا ڪئي. 1940 واري ڏهاڪي ۾ بطروس غالي ۽ حسنين هيڪل جنهن پيشيوراڻي زندگيءَ جي شروعات ڪئي ان ايندڙ ڏهاڪن ۾ سندن سفر جو تعين ڪيو يعني اڳتي هلي هيڪل ڪي عرب دنيا جو هڪ ناميارو صحافي ٻڻجڻو هو جڏهن ته بطروس غاليءَ ڪي عالمي سطح جو سفارتڪار ۽ آخرڪار دنيا جي سڀ کان وڏي تنظيم گڏيل قومن جي اداري جي سربراهه (سيڪريٽري جنرل) طور. ٻين مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ هيڪل صحافت ۽ سياست جون سرحدون پار ڪيون ۽ جمال عبدالناصر سان ويجهي سنگت قائم ڪيائين. جمال عبدالناصر 1950 واري ڏهاڪي ۾ مصري انقلاب جي سرواڻي ڪري رهيو هو.

وچ اوڀر ۾ ٻين مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ وارو دور انتهائي دلچسپ هو. يهودين کي جتن جي صورت ۾ فلسطين اڏي ٿانيڪو ڪيو پئي ويو. فلسطينين کي پنهنجي ديس مان تڙيو پئي ويو ۽ عرب ملڪن جون بادشاهتون لوڏن ۾ هيون جڏهن ته حڪمرانيءَ جي پراڻي انداز تي سندرو ٻڌل رياستون پنهنجي آڏو ڪاهي ڏر واري سياست جو واڇوڙو ايندي پروڙي رهيون هيون. خود مصر ٻه هڪٻئي سان ٽڪراءُ ۾ ايندڙ نظرين ۽ سياست جو ماڳ ٻڻيل هئي. انهيءَ سموري اٿل پٿل دوران

بطروس غالي هڪ پروفيسر جي حيثيت ۾ قاهره يونيورسٽي ۾ عالمي قانون ۽ ناتا پڙهائي رهيو هو ۽ پڙهائڻ وارو اهو عمل هُن اينديڙ ٽيهن ورهين تائين يعني 1970 واري ڏهاڪي جي وچ تائين جاري رکيو جڏهن ته اهي ٽيهه ورهيه حسنين هيڪل سياسي ۽ صحافتي وهڪري ۾ پيڙي هلائيندي گذاريا ۽ ان دور جي وڏن اڳواڻن سان ملندو ۽ کين للڪاريندو رهيو، جڏهن ته اهو سيکجهه ڪرڻ لاءِ بطروس غاليءَ کي اڃان وڏيڪ ٽيهه ورهيه گهربل هئا. حسنين هيڪل مصر جي صدر جمال عبدالناصر سان گڏ نيل دريا مان ريج ماڻيندڙ انهيءَ ملڪ ۾ هڪ نئين حڪومت ۽ سياست جا بنياد رکي رهيو هو جنهن سموري عرب دنيا کي ڌونڌاڙي ڇڏيو هو. هُن جنرل نجيب سان گڏجي جمال عبدالناصر لاءِ شاندار تقريرون لکيون جڏهن ته ڪجهه ماڻهن موجب جمال عبدالناصر جي ڪتاب "انقلاب جو فلسفو" جو ليکڪ پڻ حسنين هيڪل هو يا گهٽ ۾ گهٽ انجي تيار ڪرڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو.

جمال ناصر جي سرپرستيءَ ۾ حسنين هيڪل مصر جي سڀ کان وڏي اخبار "الاهرام" جو چيف ايڊيٽر بڻجي ويو. الاهرام اخبار پوئين صديءَ ۾ لبنان جي تڪلا ڀائرن مصري شهر اسڪندريا کان شروع ڪئي هئي ۽ اڳتي هلي اِها قاهره منتقل ڪئي هئائون. جمال ناصر اِها اخبار قومي ملڪيت ۾ وٺي ڇڏي هئي. هيڪل جي صحافتي مهارت انهيءَ اخبار کي چڻ ته چوڏهن چنڊ لڳائي ڇڏيا ۽ ان صدر ناصر کي عرب دنيا جو مقبول ترين اڳواڻ بڻجڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. 1950 ۽ 1960 وارن ڏهاڪن ۾ صدر ناصر جي مقبوليت ۾ سندس پنهنجي شخصيت کانسواءِ حسنين هيڪل جي صحافت جو پڻ وڏو ڪردار هو جيڪو پندرهن ورهين تائين الاهرام جي ايڊيٽر طور صدر ناصر جي سڌ سماءَ واري ڪامياب مهم هلائيندو رهيو. ان دوران هيڪل مصر جي صحافتي تاريخ بدلائي ڇڏي ۽ ناصر سان گڏجي سياسي تاريخ پڻ.

ناصر ۽ هيڪل ٻئي "ڪُل عرب پڻي" (Pan-Arabism) تي ويساهه رکندڙ هئا. ان نظرئي تحت سمورا عرب هڪ قوم هئا ۽ سرحدن جو انت آڻي سمورن عربن کي هڪ گڏيل حڪومت تحت آڻڻ انجو مقصد هو. ان

سان مندڙ جلندڙ ڳالهيون اڄوڪي دور جي سمورن مسلمانن لاءِ داعش، القاعده يا طالبان پڻ ڪن ٿا پر فرق اِهو آهي تہ جمال ناصر ۽ حسنين هيڪل داعش يا طالبان وانگر مدي خارج سوچ جا مالڪ نہ پر ڪابي ڌر واري ترقي پسند سياست جا پرچارڪ هئا، جنهن ۾ سمورن مذهبن جا پيروڪار عرب شامل هئا يعني هو بنيادي طور تي سيڪولر سوچ رکندڙ هئا.

اِهو نظريو اصل ۾ عربن تي عثماني ترڪن جي تسلط خلاف احتجاج هو ۽ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران ۽ انکانپوءِ بہ انگريزن ۽ ٻين اولهہ جي قوتن عربن کي ترڪن خلاف ڀڙڪائڻ لاءِ انکي استعمال ڪيو جنهن ۾ برطانوي جاسوس لارينس آف عربيا جو پڻ وڏو ڪردار هو. جيڪڏهن ڪنهن کي ان دور جي سياست اسڪرين تي ڏسڻي آهي تہ مشهور هدائتڪار ڊيوڊلين جي فلم ”لارينس آف عربيا“ لاپائتي ثابت ٿي سگهي ٿي.

1950 کان 1967 وارو عرصو انهيءَ عرب پٽي واري نظرئي لاءِ سونهري دور ٿو ليکيو وڃي. اسرائيل هٿان عربن جي شڪست کانپوءِ ئي آهستي آهستي سندن مٿي مان عرب قومپرستيءَ جي ڦيري نڪرڻ لڳي. انهيءَ دوران حسنين هيڪل جو مشهور ڪالم جنهن جو ترجمو ”سڌي سنواٽي ڳالهہ“ طور ڪري سگهجي ٿو، سڄي عرب دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ پڙهيو ويندڙ اخباري ڪالم هو، جنهن ذريعي هو ناصر جي سيڪولر عرب قومپرستيءَ جو پرچار ڪري رهيو هو جيڪو سلسلو 1970 ۾ ناصر جي بيمهلاتي موت تائين جاري رهيو. سوئيز نهر کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ هجي يا سوشلسٽ بلاڪ ڏانهن لاڙو يا وري امريڪا، اسرائيل ۽ اخوان المسلمين خلاف صحافتي مهم هيڪل ۽ سندس اخبار ناصر جي هر ڳالهہ لاءِ جواز پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪيس وڏين مهم جوئين لاءِ ڀڙڪايو. پنهنجي سموري صحافتي دور ۾ هيڪل کي شايد سڀ کان وڏو صدمو 1967 ۾ ٿيو جڏهن صدر ناصر بہ عرب اسرائيل ويڙهہ ۾ شڪست کائي سينائي رڻ پٽ جو هڪ حصو اسرائيل هٿان وڃائي ويٺو پر هيڪل صحافتي حرفت کان ڪم وٺندي

شڪست کي ”عارضي طور تي پير پوئتي ڪرڻ“ ۽ علائقي تان هٿ ڪڻڻ کي ”مفاهمت“ جهڙن لفظن جي ڍڪ ۾ لڪائڻ گهريو. جهڙي ريت 1971 ۾ اوپر پاڪستان جي هٿن مان نڪرڻ مهل پاڪستان ۾ سنسماءُ جا سرڪاري ذريعا عوام کي شاندار فتحيابيءَ جا ياشڻ ڏئي رهيا هئا پر هيڪل جي لباڙ عربن ۽ ناصر کي بچائي نہ سگهي. انهيءَ سموري عرصي دوران بطروس غالي هڪ پروفيسر طور پڙهائڻ ۾ رڌل رهيو. هو سياست کي غور سان پروڙي تہ رهيو هو پر عملي سياست کان پريرو رهيو. 1970 واري ڏهاڪي ۾ هيڪل آهستي آهستي اقتداري ايوانن کان ڏور ٿيندو ويو. انورالسادات کيس الاهرام مان ڪڍي ڇڏيو. انهيءَ دوران بطروس غالي انورالسادات جي ويجهو ٿيڻ لڳو. جيتوڻيڪ هو صحافت ۾ تہ نہ آيو پر سياسي ڪيتر ۾ پنهنجا پر ڦڙڪائڻ لڳو.

حسنين هيڪل ۽ بطروس غالي ڪڏهن بہ هڪبئي جي آمهون سامهون تہ نہ آيا پر هڪ ڳالهہ چٽي ٿي رهي هئي سا هيءَ تہ هاڻ عرب قومپرستي ۽ سوشلزم جي انقلابي سياست پوئتي ٿي رهي هئي ۽ جمال عبدالناصر جي ڦلهير مان انورالسادات ۽ بطروس غاليءَ جي ساڄي ڌر واري سياست اُڀري رهي هئي. حسنين هيڪل جي وڏن لفظن واري لباڙ ۽ جمال ناصر جي اُپ ڏاريندڙ تقريرن جي جاءِ هاڻ ڪئمپ ڊيوڊ ڳالهيون والاري رهيو هيون جن ذريعي سينا وارو پٽ اسرائيل کان آجو ڪرائڻو هو. 1970 واري ڏهاڪي جي پڇاڙ ۾ انورالسادات ۽ بطروس غاليءَ جي سفارت ڪاريءَ جو شايد سڀ کان وڏو ڪارنامو اِهو هو تہ هنن مصر کي تمام گهڻن اسلامي ملڪن کان بنهہ ڌار ڪري ڇڏيو هو، جنهن جي نتيجي ۾ اسلامي انتهاپسندن انورالسادات کي ماري وڌو تہ جيئن اسرائيل سان سفارتي ناتا قائم ڪرڻ جو پلاند وٺي سگهجي.

بطروس غالي 1977 کان 1991 تائين مصر جو پرڏيهي معاملن بابت مملڪتي وزير رهيو ۽ ان دوران ٻين عرب ملڪن جي انقلابي حڪومتن خاص طور تي لبيا ۽ شام پنهنجو پاڻ کي مصر کان پريرو رکيو پر بطروس غاليءَ پاڪستان جي صدر جنرل ضيا سان مصر جا بهترين ناتا قائم ڪرايا. ان وقت جنرل ضيا امريڪا جي چرچ تي سوويت

يونين خلاف ويڙهه ۾ رڌل هو ۽ ملڪ کي مذهبي انتهاپسندي ڏانهن ڌڪي رهيو هو جڏهن ته انهيءَ عرصي ۾ بطروس غالي پنهنجي فوجي آمر حسني مبارڪ سان ڪم ڪري رهيو هو، جنهن دوران پاڪستان ذريعي افغان مجاهدين کي هٿيار فراهم ڪرڻ لاءِ مصر هڪ وڏو ذريعو بڻيل هو. افغان مجاهدين کي اسٽنگر ميزائل فراهم ڪرڻ جو قصو مشهور ڪتاب "چارلي ولسن جي جنگ" ۾ بيان ڪيل آهي، جنهن تي 2007 ۾ هڪ فلم پڻ ٺهي. انهيءَ فلم ۾ مرڪزي ڪردار ٽام هينڪس ۽ جوليا رابرٽس ڪيا آهن جڏهن ته جنرل ضيا جو ڪردار مشهور ڀارتي اداڪار اوم پوريءَ ڪيو آهي.

بطروس غاليءَ جي انهن پندرهن ورهين جي خدمتن عيوض ئي امريڪا سميت اولهه جي طاقتن ڪيس 1992 ۾ گڏيل قومن واري اداري جو سربراهه بڻايو. اِهو عهدو سنڀاليندڙ هو پهريون عرب، پهريون افريڪي ۽ پهريون قطبي مسيحي هو. سندس سربراهيءَ هيٺ پنجن سالن وارو دور ناڪامين سان ڀريل آهي. سندس دور ۾ گڏيل قومن جو ادارو نه رڳو صوماليا ۽ يوگوسلاويا ۾ ناڪام ٿيو پر روانڊا ۾ پڻ لکين ماڻهن جو قتلام روڪي نه سگهيو. جيتوڻيڪ اڳتي هلي بطروس غالي پنهنجي ناڪاميءَ لاءِ ذميوار امريڪا ۽ ٻين طاقتن کي ليکيندو رهيو جن سندس موجب گهربل وسيلا فراهم نه ڪيا. بهرحال هو عالمي سطح تي به اوتروئي ناڪام رهيو جيترو وچ اوڀر ۾ امن قائم ڪرائڻ ۾. امريڪين سان سندس ڇڪتاڻ سبب امريڪا بطروس غاليءَ کي ٻيون ڀيرو سيڪريٽري جنرل واري عهدي لاءِ نه چونڊيو ۽ سندس جاءِ تي افريڪي ملڪ گهانا سان تعلق رکندڙ هڪ سفارتڪار ڪوفي عنان کي ان عهدي تي چونڊرايو. بطروس غاليءَ جي ناڪاميون ڪمائڻ واري عرصي دوران حسنين هيڪل نه رڳو صحافتي ڪيتر ۾ هڪ وڏي صحافيءَ طور ڪم ڪندو رهيو پر اُن دور تي درجنن جي ڳاڻيٽي ۾ ڪتاب پڻ لکيائين جيڪي وڏن ۽ اهم واقعن تي سندس اکين ڏٺيون شاهديون آهن. انڪانسواءِ هيڪل سوين صحافين جي تعليم ۽ تربيت پڻ ڪئي جيڪي اڄ نه رڳو عرب علائقي ۾ پر سڄي دنيا ۾ صحافتي خدمتون سرانجام

ڏٺي رهيا آهن. آخري تجزئي ۾ اهو چئي سگهون ٿا ته مصر جا اهي ٻئي وڏا چاوا ٻن مختلف راهن جا پانڌيئڙا هئا پر انهن ٻنهي مان هڪ عظيم تر ثابت ٿيو ۽ سو هو حسنين هيڪل.

# يوسف سارد

وچ اوڀر جي سياست تي گھري نظر رکندڙن لاءِ يوسف سارد جو مرتيو ڪنهن هاجي ڪان گھٽ ناهي. يوسف (عبراني ٻوليءَ ۾ يوسف کي يو سي پڻ چيو ويندو آهي) پنجهتر ورهين جو هو ۽ آخري وقت تائين ڀرپور زندگي گھاري رهيو هو.

چيو ٿو وڃي ته پاڪستان ۽ اسرائيل ۾ ڪيترين ئي هڪجهڙايون آهن. 2013 ۾ جڏهن آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي پروفيسر فيصل ديوجيءَ ان موضوع تي هڪ ڪتاب لکيو ته ان ۾ اسرائيل ۽ پاڪستان ۾ هڪجهڙاين جو تفصيل سان ذڪر ڪيائين. ٻئي ملڪ مذهب جي نالي تي وجود ۾ آيا. ٻنهي جي قائم ٿيڻ مهل آباديءَ جي وڏن حصن کي لڏپلاڻ ڪرڻي پئي ۽ ٻئي رياستون فلاحي رياست کان وڌيڪ سڪيورٽي رياست واري حيثيت رکن ٿيون.

سڪيورٽي رياست اهڙي رياست کي سڏيو ويندو آهي جتي رياست جي وجود کي لاڳيتو خطرو هجي يا انکي لاڳيتو خطري ۾ رکيو وڃي يا اهڙو تاثر پئدا ڪيو وڃي جو رياست جا رهواسي هر وقت ان خطري جو شڪار رهن ته سندن ملڪ ٻاهرين يا اندرين خطرن وگھي ختم ٿي ويندو. انهيءَ بهاني تحت رياستي ادارا ملڪي وسيلا عوامي فلاح ۽ چڱيلائي تي خرچ ڪرڻ بدران اصلي يا نقلي خطرن جي نالي تي هٿيارن ۽ جنگي سامان تي سيڙائين ٿا. اهڙين رياستن جو عوام هڪ مستقل نفسياتي ڏقير جو شڪار هجي ٿو ۽ ڪين جنگي صورتحال مان نڪرڻ

نئو ڏنو وڃي. بيان اِهو هوندو آهي تہ جيڪڏهن ترجيتري بہ ڪوتاهي
ٿي تہ ڇاتل اٽڇاتل ويري ملڪ کي تباهہ ڪري ڇڏيندا. انڪري بيشڪ
گاهہ ڪائو پر ائٽم بم ضرور ٺاهيو. اڪثريت کي جاهل رکو ۽ جيڪڏهن
پڙهائجي بہ تہ اُهو ڪجهہ جنهن سان ذڪار ۽ دشمنيءَ ۾ واڌ اچي.

پر يوسف سارد جي حياتي ۽ سندس جدوجهد اسان کي تصوير
جو ٻيو رخ ٿي ڏيکاري. يوسف سارد ترقي پسند ۽ ڪاٻي ڌر وارو نظريو
رکندڙ يهودي هو جيڪو اسرائيلي رياست طرفان فلسطينين تي ڏاڍ ڏمر
خلاف سدائين آواز اُٿاريندو رهيو. هو فلسطيني رياست جي قائم ٿيڻ جو
حمائتي هو ۽ خواهشمند هو تہ فلسطين ۽ اسرائيل ٻن ڌار ملڪن طور پر
سٺن پاڙيسرين وانگر رهن. هُن ٽيهہ سال اسرائيلي پارليامينٽ ۾
گذاريا، هر ڀيري چونڊجي اچڻ ڪانپوءِ، وڏيڪ جوش سان مذهب کي
رياست کان ڌار ڪرڻ واري مهم ۾ جنبيل رهيو. سندس چوڻ هو تہ
رياست هڪ بنهہ اڻ ذريو ادارو هئڻ گهرجي، جنهن کي ماڻهن جي ذاتي
مسلڪ، مذهب ۽ عقيدن کان متيرو ٿي سمورن شهرين کي هڪجيترا
حق ڏيڻ گهرجن ۽ سندن حقن جي حفاظت ڪرڻ گهرجي.

پنهنجي رياست سان ايترا شديد اختلاف رکڻ جي باوجود کيس
راءِ جي اظهار جي آزادي حاصل رهي، کيس نہ تہ ڪڏهن قيد ۾ واڙيو
ويو ۽ نہ ئي انهن اخبارن ۽ رسالن کي بند ڪيو ويو جن ۾ هُن لکيو ٿي.
فلسطينين تي ظالماڻي تشدد ۽ تباهڪارين جي باوجود اسرائيلي
حڪومت گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ملڪ ۾ مخالف نقطي نظر رکندڙن کي
اظهار جي آزادي ڏيندي رهي آهي. حڪومت جون مخالف اخبارون بہ
شائع ٿينديون رهيون آهن پر انهن کي پاڪستان ٽائيمز ۽ امروز وانگر
سرڪاري قبضي ۾ نہ ڪيو ويو آهي. يوسف سارد ۽ هُن جهڙا ٻيا دانشور
لکندا رهيا آهن پر کين فيض احمد فيض ۽ سجاد ظهير وانگر قيد خانن
۾ واڙيو نہ ويو آهي. فوج ڪيترين ئي جنگيون وڙهيون پر ڪڏهن بہ
اقتدار تي قبضو نہ ڪيو آهي ۽ سويلين بالادستي هر حال ۾ برقرار رهي
آهي. يوسف سارد 1973 کان 2006 تائين اسرائيلي پارليامينٽ جو ميمبر
رهيو ۽ ان دوران هُن ڪيترين ئي ترقي پسند ۽ سيڪولر پارٽين سان

ڪم ڪيو. هو Meretz نالي پارٽيءَ جو سربراهه پڻ رهيو جنهن هڪ سئو ويهن ميمبرن واري ايوان ۾ ٻارهن ميمبرن جي طاقت سان اهم ڪردار ادا ڪيو. اِها اسرائيلي فوجن هٿان فلسطينين خلاف ڪاروائين جي کليل مخالفت ڪندڙ اهم پارٽي آهي، جنهن جي مخالفت ۾ ساڄي ڌر جي انتهاپسند يهودي مذهبي اڳواڻن جو هڪ اهڙو وڏو ٽولو آهي جيڪو زندگيءَ جي هر کيتر ۾ مذهب کي داخل ڪرڻ چاهي ٿو. اِهي يهودي مذهبي تنگ نظر يوسف سارد جهڙن روشن خيال ماڻهن جا سدائين مخالف رهيا آهن بلڪ جنهن ڏينهن يوسف سارد گذاري ويو ته اُن ڏينهن انتهاپسندن سرهائي جو اظهار ڪيو ته سندن جان آجي ٿي. ان جي پيٽ اسين اُن ڏينهن سان ڪري سگهون ٿا جڏهن پنجاب جي گورنر سلمان تاثير کي گوليون هڻي قتل ڪيو ويو ۽ ڌڪار جي سياست ڪندڙ سرهائي وچان جهمريون هڻي رهيا هئا.

يوسف سارد ڪجهه عرصو هڪ گڏيل حڪومت ۾ اسرائيل جو تعليم وارو وزير پڻ رهيو. اِها 1999 جي ڳالهه آهي جڏهن پنهنجي پارٽيءَ جي فيصلي تحت ڪيس اِهو عهدو قبولڻو پيو. سندس خيال هو ته تعليم واري وزير طور هو اسرائيلي تعليمي سرشتي ۾ ڪجهه چڱيون موچاريون تبديليون آڻي سگهندو پر اِهو هُن لاءِ هڪ تلخ تجربو ثابت ٿيو ۽ هڪ سال اندر ئي پنهنجي عهدي تان استعفا ڏئي ڇڏيائين ڇاڪاڻ جو هڪ ته ساڄي ڌر جي مذهبي طور تي تنگ نظر ڪاموراشاهي ۽ ٻئي پاسي خود سندس نائب وزير جو تعلق به سخت گير يهودي پارٽي شاس سان هو جن جي ڪري سرڪاري تعليم کي بهتر بنائڻ واري سندس هر ڪوشش ۾ رخنو وڌو ويو ۽ انتها پسند يهوديت جو پرچار ٿيندو رهيو جنهن ڪان تنگ ٿي هُن وزارت تان استعفا ڏئي ڇڏي.

يوسف سارد پنجهٽ ورهين جي ڄمار ۾ سياست تان ريٽائر ٿيو ڇاڪاڻ جو هو ڪيترن ئي جسماني عارضن جو شڪار ٿي پيو هو پر پنهنجي ٻٽيهن سالن واري پارلياماني زندگيءَ ۾ ڪيترائي شاندار ڪم ڪيائين. ڪيس يهودي مذهب ۽ تاريخ تي عبور حاصل هو. ٻوليون چڱي ريت سکڻ ۽ اِهي استعمال ڪرڻ جو چڻ عاشق هو. چيو وڃي ٿو ته ماڻهو

سندس عبراني ٻوليءَ ۾ تقرير ڏنڌين اڳريون ڏٺي ٻڌندا هئا. هڪيري اسرائيلي اڳوڻي وزيراعظم منهام بيگن پارليامينٽ ميمبرن کي مشورو ڏنو ته هو يوسف سارد جي تقرير غور سان ٻڌن ته جيئن عبراني ٻولي ۾ انجي اظهار ۾ پڙ تي سگهن. ساڳيو ئي حال سندس لکڻين جو هو، جيڪي هو مختلف اخبارن ۾ رسالن لاءِ لکندو هو. سندس آخري ڪالم سندس گذاري وڃڻ کان فقط ٻه ڏينهن اڳ شائع ٿيو جنهن ۾ اسرائيلي فوجن جي تشدد وارين ڪاروائين کي ننديو هئائين.

اسرائيل ۾ رهندڙ عربن لاءِ يوسف سارد چڻ ته هڪ وڪيل هو. سندس چوڻ هو ته عرب انهيءَ علائقي جا رهواسي آهن ۽ اسرائيل کي ڪو حق حاصل ناهي ته هو انهن کي تڙي ڪڍي يا سندن زمينن تي والار ڪري. هو عربن کي اسرائيل ۾ سمورا شهري حق ڏيڻ جو حمائتي هو ۽ ڪين ڪنهن روڪ ٽوڪ ڪانسواءِ اچڻ وڃڻ جي اجازت ڏيڻ جو پرچارڪ. انڪانسواءِ هو عربن کي مختلف پٽين پويان واڙڻ جو پڻ مخالف هو ۽ اسرائيلي حڪومت طرفان فلسطيني علائقن ۾ نون گهرن جي اڏاوت روڪڻ جي گهُر پڻ ڪندو رهيو. سندس چوڻ هو ته فلسطين تي اسرائيل جي هر هر چڙهائي سان حالتون سڌرڻ بدران اجائين وڌيڪ خراب ٿينديون ۽ ٿيو به اِهوئي ڪجهه. تشدد جي هاٽوڪن واقعن يوسف سارد جي موقف کي درست ثابت ڪيو آهي.

2014 ۾ تل ابيب يونيورسٽيءَ جي رسالي سندس انٽرويو ڪيو جنهن ۾ پنهنجي حياتيءَ کي هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيو اٿس،

”پنهنجي زندگيءَ ۾ درجنين ته ڇا سوين قانون ٺاهڻ وارن عملن ۾ شريڪ رهيو هوندس پر قانونسازي ڪا وڏي ڳالهه ناهي اصل ڳالهه انهن کي لاڳو ڪرڻ جي آهي. قانون جا ڪتاب قانونن سان ڀريا پيا آهن، جن تي ڪو عمل نٿو ٿئي. منهنجو اصل ڪم اِهو رهيو آهي جو مون اختلافي راءِ جو حق استعمال ڪيو آهي ۽ سدائين اوپاري وهڪري آڏو بيهڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. دريا جي وهڪري ۾ مخالف پاسي ترڻ سکيو ۽ سيکارڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم، انجي عيوض نقصان پڻ ڀرايو اٿم ۽ وڌيڪ لاءِ تيار به آهيان. اِهوئي منهنجي زندگيءَ جو ثمر آهي.“

اهڙا سياستدان اسرائيل ۾ پاڪستان ۾ ته ڇا سڄي دنيا ۾ ورلي ملندا جيڪي ذاتي مفادن کان وڌيڪ پنهنجي نظرئي ۽ سوچ لاءِ قرباني ڏيڻ واسطي تيار هجن. اسرائيل ۾ فلسطينين تي سموري فوجي ڏاڍ ڏمر جي باوجود رياست گهٽ ۾ گهٽ اندروني سطح تي راءِ جي اختلاف کي ڇيهائڻ پويان هٿ ڌوئي لڳل ناهي ۽ جمهوري طور تي سڀني کي اظهار جي آزادي حاصل آهي. اسان وٽ جيڪي ٻه چار نالا نظر ٿا اچن تن ۾ سلمان تاثير جهڙا ايڪڙ ٻيڪڙ سياستدان ۽ پروين رحمان ۽ سبين محمود جهڙا فرد شامل آهن جيڪي سياستدان ته ناهن پر سول سوسائٽيءَ جي زمري ۾ اچن ٿا. هو معاشري جو اهو ترقي پسند، روشن خيال ۽ وسيع سوچ رکندڙ پرت آهن جيڪي يوسف سارد جهڙن ماڻهن سان گڏ سڄي دنيا ۾ امن، رواداري ۽ سهپ جو جهنڊو کنيل آهن. يوسف سارد جهڙا ماڻهو دنيا ۾ ورلي ٿي آهن ۽ سندس گذاري ويڻ رڳو اسرائيل لاءِ ئي نه پر سڄي دنيا جي امن پسندن لاءِ هڪ هاڃو آهي.

# هڪ باڪمال داستان نويس

جرمن ٻولي ڳالهائيندڙن انتهائي ذهين ماڻهن گهڻ ۾ گهڻ ٻن صدين تائين ڏاهپ جو آڪاش جرڪائي رکيو. فلسفي ۾ هيگل ۽ مارڪس ڪانوني سنگيت ۾ هينڊيل ۽ بيٿون تائين، سائنس ۾ آئن اسٽائن ۽ هيسنبرگ ڪانوني ادب ۾ گوئٽي ۽ بريخت تائين انجي هڪ ڊگهي فهرست آهي.

هڪ ڏکوئيندڙ حقيقت اِها به آهي ته ساڳي قوم هٽلر ۽ گوئبلز پڻ پيدا ڪيا جن جي تاريخ ۾ ڪنهن به ڇاڙين ڪي رت لڳل شڪاري ڪتي سان ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي. پر امڪاني طور تي پاڪستان گنٽر گراس جهڙن ليکڪن مان انتهائي لاڀائتو ٿي سگهي ٿو جيڪو اناسي ورهين جي ڄمار ۾ 13 اپريل 2015 تي لوبيڪ جرمنيءَ ۾ گذاري ويو. هُن هڪ ناول نگار، شاعر، ناٽڪ نويس ۽ مجسمي ساز طور شاندار جيون گذاريو.

جيتوڻيڪ سندس انيڪ شاهڪار آهن جن مان شايد ڊينزگ ٽه-جلديءَ ڪي سڀ کان بهترين ليکي سگهجي ٿو جيڪو آمريتن سان مهاڏو اٽڪائيندڙ ملڪن بابت آهي. انهيءَ ٽه-جلديءَ ۾ "ٽين جو ڍهل"، "ٻلي ۽ ڪوئو" ۽ "ڪتي وارا سال" شامل آهن جيڪي ترتيبوار 1959، 1961 ۽ 1963 ۾ شائع ٿيا. انهيءَ ٽه-جلديءَ ذريعي گنٽر گرلس انهيءَ جرمن نسل جو ترجمان بڻجي ويو جيڪو نازي دور ۾ وڏيو ويجهيو هو ۽ ٻين

مهاڀاري لڙائيءَ ۾ جيئرو بچي ويو. هو پنهنجي قوم تي ليڊرن ڏاڍ ڏمر ۽ پوءِ جنگي جنون جي ور چڙهيل ماڻهن جي ٻاهوڙ تي پنهنجي ماڻهن جي تقريباً مڪمل اطاعت گذاريءَ واري تجربي مان لنگهيو هو.

جنگ کانپوءِ ٽيهن ورهين جي ڄمار ۾ هو پيرس هليو ويو ۽ پنهنجو پهريون شاهڪار ناول "ٽين جو ڍهل" لکيائين. جنگ ۽ انجي اثرن جرمن ادب کي انتهائي گهڻو متاثر ڪيو هو ۽ هينرخ بول (1917 کان 1985) جهڙا ليکڪ جرمنيءَ جي تاريخي ۽ سياسي صورتحال تي ڌيان ڏيڻ تي مجبور ٿيا. بول گراس کان ڄمار ۾ ڏهه سال وڏو هو ۽ ڪائنس اڳيئي ٽيهن ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجو ناول "وقت سر پهتل ريل گاڏي" لکي چڪو هو جنهن ۾ جنگ دوران پنهنجا تجربا بيان ڪيا اٿس.

ان ريت گراس بول جي پيروي ڪئي ۽ گروپ 47 ۾ شامل ٿيو جنهن ۾ اوله جرمنيءَ جا اهم ليکڪ سلهاڙيل هئا. نتيجي طور بول ۽ گراس ٻنهي ترتيبوار 1972 ۽ 1999 ۾ ادب جا نوبل انعام حاصل ڪيا.

بول جي ڀيٽ ۾ گراس جرمن تاريخ جي اخلاق کان وانجهيل، لاتعلق ۽ وڌيڪ عجيب ۽ ڪوجهي تصوير پيش ڪئي آهي. ڊينزگ ٽه-جلدي هڪ رياست ڊينزگ بابت آهي، اِها نيم خودمختيار شهري رياست اوسي پاسي جي ٻن سئو شهرن تي ٻڌل هئي ۽ 1920 کان 1939 تائين قائم رهي ۽ ان ۾ بالٽڪ جي سامونڊي بندرگاهه ڊينزگ (پولينڊ جي هاڻوڪي گڊانسڪ) بہ شامل هئي. ٽه-جلديءَ جي پهرين ناول "ٽين جو ڍهل" ۾ يورپ جي انهيءَ ڀاڱي جي 1900 کان 1950 تائين واري جيوت چٽي وئي آهي. ناول جو راوي آسڪر متزرٿ جيڪو 1950 واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ هڪ سينيٽوريم ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻي ٿو لکي جتي ڪيس قتل جي هڪ اهڙي واردات لاءِ قيد ۾ رکيو ويو آهي جيڪو هُن نہ ڪيو آهي. ڪهاڻي 1900 واري ڏهاڪي ۾ اوڏي مهل تي شروع ٿئي جڏهن آسڪر جي ماءُ هڪ دڪاندار سان وهان ٿي ڪري پر آسڪر کي پنهنجي ولديت جي پڪ ناهي ۽ سندس خيال آهي تہ هو پنهنجي ماءُ جي هڪ سئوٽ سان ناجائز ناتن جو نتيجو آهي. آسڪر تجسس ڀريو هڪ ٻار آهي جيڪو سوچ ۽ شعور جي حوالي سان ڪنهن بالغ وانگر ڄائو هو.

انهيءَ ناول ۾ بدمعاشن بابت سوچ جي پرجوش چاڙهه ڪيترن ئي طريقن سان سامهون تي اچي. گراس پنهنجا ذاتي تجربا تخلياتي طور تي مڏو ڪرڻ ڪانسواءِ مبالغي سان پڻ پيش ٿو ڪري. جڏهن آسڪر ٽن ٽئن سالن جو ٿئي مس هو تہ سندس فرضي پيءُ اعلان ٿو ڪري تہ آسڪر سندس پنساريءَ واري دڪان جو وارث بڻبو. آسڪر احتجاج طور فيصلو ٿو ڪري تہ انهيءَ دڪان جو وارث بڻجڻ لاءِ هو ڪڏهن بہ وڏو نہ ٿيندو.

آسڪر کي چيهون چيهون ڪندڙ آواز سان نوازيو ويو آهي جيڪو شيشي کي ٽڙڪائي سگهي ٿو ۽ ڪنهن هٿيار طور استعمال ٿي سگهي ٿو، انکي ظاهر ڪرڻ لاءِ ناول ۾ طلسماتي حقيقت نگاري ۽ وهم کي پاڻ ۾ ڳنڍيو ويو آهي. آسڪر وڏو ٿيڻ کان انڪار ذريعي پنهنجي چوڌاري موجود بالغن جي چسائپ ۽ بدڪارين تي پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ٿو ڪري. سندس ٽين جنم ڏينهن تي ڪيس ٽين جي دهل وارو رانديڪو سوکڙيءَ طور ٿو ڏنو وڃي ۽ پوءِ اڳتي هلي ڪيس ٻيا بہ ڪيترائي دهل ڏنا ٿا وڃن چاڪاڻ جو هو انتهائي زوردار طريقي سان دهل وڄائي انهن کي بيڪار ڪريو ڇڏي.

ٻين مهاڀاري لڙائيءَ جي شروعات تائين آسڪر ٻار بڻيو ٿو رهي ۽ جامڙن جي هڪ ٽولي جو حصو بڻجي فوجين لاءِ تفريح ٿو فراهم ڪري. هو پنهنجي ٽين جي دهل ذريعي جنگ کان اڳ پولينڊ ۽ جرمنيءَ جي ڪهاڻي ۽ يورپ تي نازي حملي جو قصو ٿو بيان ڪري جيڪو آخرڪار جرمنيءَ جي شڪست ۽ ورهاڱي تي پڄاڻيءَ تي رسيو.

هيءُ اُهوئي وقت هو جڏهن ننڍو ڪنڊ پنهنجي هاڃي مان لنگهي رهيو هو جنهن جي نتيجي ۾ لکين ماڻهو فسادن ۽ دهشت ڀري تبديليءَ جي صدمي مان لنگهي رهيا هئا. گراس پنهنجي نہ-جلديءَ ۾ جهڙي ريت وڏي پشماني تي دکدائڪ واقعن جو احاطو ڪيو آهي سو اڙدو ادب ۾ اڄ بہ ڳولهيو نٿو ملي.

# قدرت الله شهاب

## ڪاموراشاهيءَ جو هڪ نادر نمونو

قدرت الله شهاب (1920 کان 1986) کي ڪاموراشاهيءَ جو هڪ نادر نمونو انڪري چيو ٿو وڃي جو هو انڊين سول سروس جي شروعاتي مسلمان آفيسرن مان هڪ هو ۽ هُن ڪشمير کان بهار، اڙيسا ۽ پنجاب تائين سرڪاري خدمتون سرانجام ڏنيون. هونئن خدمتون ته ٻين به گهڻن ئي آفيسرن سرانجام ڏنيون پر قدرت الله شهاب کي اِهو فرق حاصل آهي ته هُن پنهنجون يادگيريون شهاب نامي جي صورت ۾ ايندڙ نسل لاءِ محفوظ ڪيون آهن. سندس لکڻيءَ جو انداز دلچسپ آهي ۽ پڙهندڙن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو. قدرت الله شهاب جو پيءُ ڪشمير جي مهاراجا جي دور ۾ گلگت ۾ تعينات هو جتي قدرت الله شهاب ڄائو هو. هُن ڪشمير ۽ لاهور مان تعليم پرائي ۽ 1940 ۾ ويهن سالن جي ننڍڙي ڄمار ۾ سول سروس جو حصو بڻيو.

1940 کان 1970 تائين ٽن ڏهاڪن تي پکڙيل پنهنجي سول سروس ۾ هُن نه رڳو برطانوي پر پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ به اقتدار ۾ ايندڙ حاڪمن سان انتهائي قربت ۾ وقت گذاريو. سندس لکڻين ۾ جيتوڻيڪ درجنين اضافا پڻ شامل آهن پر شايد سڀ کان وڌيڪ شهرت سندس آتم ڪهاڻي "شهاب نامي" کي حاصل ٿي. شهاب نامي ۾ اسانکي برطانوي دور جي جهلڪين کانسواءِ ملڪ غلام محمد، اسڪندر مرزا، ايوب خان

۽ يحيٰ خان تائين جي شخصي پاسن کي سمجهڻ ۾ مدد ٿي ملي. قدرت الله شهاب جو مطالعو وسيع هو ۽ سندس پنهنجي خوبين ۽ خامين تي ڪرڙي نظر هئي. مختلف آمرن جي ويجهي ساٿاري هئڻ سبب مٿس تمام گهڻا الزام پڻ ڏريا ويا، خاص طور تي ايوب خان متعلق ته مشهور هو ته شروعات ۾ ڪيس تقرير ڪرڻ جو فن ۽ سوالن جوابن جو گر قدرت الله شهاب ئي سيکاريو. خود سندس ئي لفظن ۾:

”صدر ايوب جي زماني ۾ جڏهن هُن جتي ڪٿي عام جلسن ۾ سوالن جوابن جو سلسلو شروع ڪيو ته منهنجي دوست سيد ضمير جعفريءَ پنهنجي مخصوص ۽ منفرد انداز ۾ چرچو ڪيو:

”یہ سوال و جواب کیا کہنا... صدرِ عالی جناب کیا کہنا
کیا سکھایا ہے کیا پڑھایا ہے... قدرت اللہ شہاب کیا کہنا“

## قدرت الله شهاب بابت ماڻهن جي راءِ

قدرت الله شهاب کي پليءَ پت اندازو هو ته ماڻهو سندس باري ۾ ڇا ٿا چون، انڪري شهاب نامي ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو.

”جڏهن رائٽرس گلڊ قائم ٿي ته ڪن اِهو سمجهيو ته مون ترپ جي چال هلي ليڪن ۽ دانشورن جا سمورا سرخيل صدر ايوب جي جهول ۾ وجهي ڇڏيا آهن، سرڪاري درباري حلقن جو ضد هو ته صدر ايوب جي اعتماد جو فائدو وٺندي اِهو ادارو ”سرخن“ جي مورچي طور استعمال پيو ٿئي. جڏهن ”پاڪستان ٽائمس“، ”امروز“ ۽ ”ليل و نهار“ تي حڪومت زبردستي قبضو ڪيو ته انکي به منهنجي ذهن جي ڪارستاني ليکيو ويو. 1963 واري بدنام زماني پريس اينڊ پبليڪيشن آرڊيننس لاڳو ڪرڻ کي به منهنجي کاتي ۾ وڌو ويو.“ (شهاب نامو، صفحا 16 ۽ 17)

اصل ۾ قدرت الله شهاب انهيءَ دوران مملڪتي سربراهن جي ايترو ويجهو رهيو جو جڏهن به غلام محمد، اسڪندر مرزا يا ايوب خان ڪا حڪومتي تبديلي ڪندا هئا ته ان ۾ سيڪريٽريءَ جي طور تي هو سائن گڏ هوندو هو. انڪري ڪيس انهن سمورن لاهن چاڙهن جو لازمي ڀاڱي ڀائيوار ليکيو ٿي ويو. حفيظ جالنڌريءَ ته ان حد تائين به لکيو ته:

”جب کبھی انقلاب ہوتا ہے... قدرت اللہ شہاب ہوتا ہے۔“

قدرت الله شهاب جي انهيءَ ڪاميابيءَ ۾ سندس پنهنجي حاڪمن جي بي لوث خدمت جو پورو عمل دخل هو. شهاب نامي جي صفحي نمبر 18 تي چڱي ڪاموري جون خوبيون بيان ڪندي هو لکي ٿو:

”جيڪڏهن سندس راءِ يا مرضيءَ خلاف ڪو فيصلو هجي ته ڪنهن چڱي ڪاموري آڏو ٻه ئي رستا هجن ٿا، هڪ اِهو ته فيصلو سندس خواهش موجب ٿئي يا مخالف، پر سندس فرض اِهو آهي ته هو سيس نمائي ان تي ايمانداريءَ سان عمل ڪري يا وري ٻئي صورت ۾ استعفا ڏيڻ جي سگهه ساري.“

شهاب نامي ۾ هُن رڳو پنهنجي سرڪاري ڪارنامن جو ئي ذڪر ناهي ڪيو پر پنهنجي اسڪول ۽ ڪاليج جي زماني جا ڪجهه واقعا پڻ دلچسپ انداز ۾ بيان ڪيا اٿس، مثال جي طور تي اسڪول ۾ هڪ پنجابي اُستاد ڪان اڙدو جو سبق پڙهڻ جو احوال ڪجهه هن ريت ٿو بيان ڪري:

”اڙدو جو سبق هو نيٺ پنجابي ٻوليءَ ۾ ڏيندو هو ۽ شعرن جي تشريح ڪرڻ جو پنهنجو ئي انداز هوندو هئس. هڪ ڀيري غالب جو هيءُ شعر آيو:

سادگی و پرکاری، بے خودی و ہشیاری
حسن کو تغافل میں جرآت آزما پایا

اِهو شعر هُن ڪجهه هن ريت سمجهايو:

”سادگي تي اُس دي نال پرڪاري. بي خودي تي اس دي نال هوشياري. حسن تون تغافل وچ کي پايا؟ شاعر کهندا هي اُس تي حسن تون تغافل وچ جرآت آزما پايا. لو جي اپني جي گل سي. غالب شعر بناندا بناندا مرگيا. مين شعر سمجهاندي سمجهاندي مرجانا اي. تهاڏي ڪوڙهه مغزان دي پلي ڪک نهين پينا. اگي چلو“ (شهاب ناما صفحا 80 ۽ 81)

جيئن ته قدرت الله شهاب جو تعلق ڪشمير سان هو ان ڪري ڪشمير سان سندس اُڪير انتهائي گهري هئي پر ان سان گڏوگڏ هو

اسان جي نصابي ڪتابن وانگر سمورن هندن کي هڪجهڙو ئي ليکيندو هو. شهاب نامي ۾ جتي ڪٿي هُن هندن کي مجموعي طور تي گٿو ڳالهايو آهي. ڪنهن به سٺي ليکڪ کي ان ڳالهه جو خاص ڌيان رکڻ گهرجي ته سندس قلم مان ڪا اهڙي ڳالهه نه نڪري جيڪا ڪنهن قوم جي ماڻهن يا مذهب جي پيروڪارن کي مجموعي طور تي خراب سڏي يا سندن خلاف ڌڪار وڌائڻ ۾ ياڳي پائيوار بڻجي. قدرت الله شهاب تاريخ جي سرڪاري ۽ ڌڪار تي ٻڌل بيان کي ان حوالي سان هٿي ڏني آهي جيڪو سندس لکڻيءَ تي بدنما داغ آهي، مثال جي طور تي هو هندن کي هر هر "هندو بنيا" واري لقب سان ٿو ياد ڪري ۽ اِهو سمجهڻ کان لاچار آهي ته جيڪڏهن "هندو بنيا" مان مراد وياج خور آهي ته اسان جي مسلمانن ۾ به اهڙن وياج خورن جي ڪا گهڻتائي ناهي. جيڪڏهن هندو بنيا مان مراد واپاري طبقو آهي ته انهيءَ واپاري طبقي هندن جي سماجي ترقيءَ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو آهي جنهن اڳتي هلي صنعتڪاريءَ جو بڻ بڻياد وڌو جڏهن ته مسلمان جاگيردار هندو واپارين جو "بنيا" چئي چٿر اڏائيندا رهيا. نتيجو اِهو نڪتو جو اسين اجان تائين مسلمان وچولي طبقي جي سياست کان محروم آهيون جنهن جي هندو واپاري ۽ صنعتڪار طبقي واڌ ويجهه ڪئي.

## هندو بنيي (واڻيي) جو ڪردار

قدرت الله شهاب سمورن هندن ۽ انگريزن کي هڪجهڙو ئي ٿو ليکي. مثال جي طور تي هيءُ جملو ڏسو: "انگريزن ۽ هندن وچ ۾ هڪ وڏي هڪجهڙائپ اِها آهي ته هنن ٻنهي مسلمانن کي پنهنجو واحد دشمن ٿي ليکيو. انهيءَ ملي ڀڳت چڱو رنگ ڏيکاريو." (شهاب نامو، صفحو 154) ساڳي ريت صفحي 155 تي لکي ٿو:

"هونئن ته بنياگيري هڪ انفرادي پيشو هئي پر ڪلڪتي جي ڪجهه چلولن گڏجي واڻين جي هڪ ڪمپني پڻ کولي. انهيءَ اداري جو نالو هو "چار يار" ۽ ان ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان گڏجي وڏن وڏن ٺيڪن تي ڪم ٿي ڪيو."

اصل ۾ مسلمانن جو اِهو ئي رويو هو جنهن کين جديد تعليم کان بہ پري رکيو تہ واپار ۽ صنعتڪاريءَ کان بہ. جڏهن تہ اِهو هندو "واڻيو" انهن شعبن ۾ تمام گهڻو اڳتي نڪري ويو. قدرت الله شهاب پاڻ لکي ٿو:

"1980-81 ۾ سڄي ننڍي کنڊ جي انگريزي هاءِ اسڪولن ۾ 36686 هندو ۽ رڳو 363 مسلمان شاگرد هئا. ساڳي ريت اُن سال سڄي هندستان ۾ 3155 هندو ۽ رڳو 75 مسلمان گريجوئيٽ هئا. فطري طور تي ملڪي انتظاميا ۽ معاشي وهنوار ۾ هندن جو سراسري انگ انهيءَ لحاظ کان هو." (صفحو 162)

ساڳي ريت هندو مسلمان فسادن جي ذڪر ۾ بہ قدرت الله شهاب هڪ طرفي تصوير ٿو پيش ڪري ۽ مسلمانن هٿان هندن ۽ سکن تي حملن ۽ قتلام جو ذڪر ئي نٿو ڪري. مثال جي طور تي صفحي نمبر 176 تي لکي ٿو:

"پاڳل پور جي راشٽريا سوايم سيوڪ سنگهہ جو صدر ڪمار اندر ديو نرائڻ سنگهہ سيٺن کان وڏيون رقمون وصول ڪندو هو ۽ سندس سيڪريٽري ست نارائڻ پانڊي پنهنجا هٿياربند غنڊا مسلمان تي ڪاهيندو هو. ڪجهہ مسلمان مئا. ڪي مسلمان ڇوڪريون اغوا ٿيون. هندو هاري پنهنجو احتجاج وساري جوش خروش سان مسلمانن جي قرلٽ ڪي جنبي ويا."

ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ هندن مختلف علائقن ۾ مسلمانن کي قريو، لٽيو ۽ قتل ڪيو جڏهن تہ مسلمانن پڻ موقعو ملڻ تي اِهو ئي ڪجهہ ڪيو پر ان ۾ نہ تہ سمورا هندو ملوث هئا ۽ نہ ئي سمورا مسلمان انڪري فرق رکڻ انتهائي ضروري آهي.

ساڳي ريت ڪانگريس جو ذڪر ڪندي بہ هو ڪنهن اٽڙئي قلمڪار وارو ڪردار نٿو ڪري پر ڪانگريس لاءِ گَتو ڳالهائڻ جو ڪو موقعو نٿو وڃائي. هو اِها ڳالهہ وساري ٿو ڇڏي تہ ڪانگريس ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد جهڙو عالم پڻ وڏي اڳواڻ طور موجود هو جنهن آزاديءَ ڪانپوءِ پارت کي "هندو ريپبلڪ" ٿيڻ کان روڪيو نہ پاڪستان جي

”اسلامي ريپبلڪ“ بڻجڻ کان پوءِ ڀارت جو ”هندو ريپبلڪ“ بڻجڻ ڪا انوکي ڳالهه نہ هجي ها. قدرت الله شهاب پاڪستان جي هڪ سرڪاري ترجمان وانگر آزاديءَ لاءِ ڪانگريس جي جدوجهد تي پڙدو ٿو تاڻي ۽ ”هندستان خالي ڪريو“ تحريڪ دوران ڪانگريسي اڳواڻن جي ڪردار کي ساراهڻ کان پاسو ٿو ڪري. لکي ٿو:

اٺ آگسٽ تي بمبئي ۾ آل انڊيا ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ ”هندستان خالي ڪريو“ ٺهراءُ جي توثيق ڪئي. گانڌي جي، پنڊت نهرو ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد انهيءَ موقعي تي انتهائي سخت تقريرون ڪيون. نو آگسٽ جي صبح ڪانگريس کي غير قانوني قرار ڏنو ويو ۽ ان جا ڪيترائي اڳواڻ گرفتار ڪيا ويا جڏهن تہ ٻيا روپوش ٿي ويا. انکانپوءِ هر هنڌ، قتل غارت، ڦرلٽ ۽ دهشت انگيزيءَ جو واسو ٿي ويو.“ (صفحو 196)

انهيءَ سموري بيان ۾ قدرت الله شهاب ان ڳالهه جو ڪوبہ ذڪر نٿو ڪري تہ انهيءَ دوران مسلم ليگ ڪهڙي ريت انگريزن جي ٻيائي پريندي رهي ۽ پنهنجو پاڻ کي آزاديءَ واري تحريڪ کان بنهہ ڌار ڪري رکيائين جنهن جو ذڪر خان عبدالولي خان پنهنجي ڪتاب ”حقيقتون حقيقتون آهن“ ۾ انتهائي چڱي ريت ڪيو آهي. ولي خان جو اِهو ڪتاب پنهنجي بيان ۽ تحقيق جي لحاظ کان انتهائي اعليٰ درجي وارو آهي ۽ پاڪستاني شاگرد ان مان غير سرڪاري ۽ اصل تاريخ پڙهي گهٽو ڪجهہ پرائي سگهن ٿا.

شهاب نامي جي هڪ ٻلي ڳالهہ اِها آهي تہ انجو مزاح وارو عنصر بہ ڪتاب کي دلچسپ بڻائي ٿو رکي. مثال جي طور تي صفحي نمبر 200 تي هڪ هندي شاعري جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

”........ انکانپوءِ هو مون ڏانهن مخاطب ٿيو ۽ چوڻ لڳو، هاڻ اوهين بہ ڪجهہ بڪو. ڪِنور صاحب جي انهيءَ بي تڪلف انداز تي آءٌ ڪجهہ اچرج ۾ پئجي ويس تہ شفيق صاحب چيو ”ناراض نہ ٿيو. ان پاسي هندي محاوري ۾ بڪڻ فرمائڻ جي لاءِ استعمال ٿيندو آهي. چيو ويندو آهي ”هاڻ اسانجو مهابڪتو اسٽيج تي ڪٿا بڪندو.“

## قدرت الله شهاب ۽ مسلم ليگ

قدرت الله شهاب مسلم ليگ جي حمائت ۾ ڪجهه ٻه ڪرڻ لاءِ تيار هو ۽ انتي فخر ٻه تي ڪيائين، جيتوڻيڪ سرڪاري آفيسر هئڻ ناتي سندس ورتاءُ اڻ ڏريو هئڻ گهربو هو. هڪ واقعي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

”خان صاحب جواب ڏنو، اها اصولن يا عقيدن جي ويڙهه ٿوروئي آهي، هن وقت ته انگن اکرن جي لڙائي آهي. مسلم ليگين جو ڳاٽيٽو هٽڻ ۾ حق بجانب آهيون.“ انهيءَ زماني جي سياسي پسمنظر ۾ خان صاحب جي ڳالهه وزنائتي هئي. انڪري مون سُٺ جي ورهاست جي ذميواري بنان ڪنهن هٻڪ جي سندس حوالي ڪري ڇڏي.(صفحو نمبر 213)

## بنگال جو ذڪر

شهاب نامي ۾ بنگال جي ڏڪر جو اکين ڏٺو احوال ملي ٿو، جيڪو پڙهڻ وٽان آهي. اسانجي نوجوانن کي تاريخ جي انهيءَ ڀيانڪ ذڪر بابت پتو ئي ناهي ۽ نه ئي ڪين اُن بابت پڙهايو ٿو وڃي. شهاب نامو انهيءَ دور جي صورتحال واضح ڪرڻ ۾ جوڳي مدد ٿو فراهم ڪري. هڪ پيرا گراف ڏسو:

”شروعات ۾ غريب غربن چانورن جي جاءِ تي ساڳ واڳ تي گذارو ڪرڻ شروع ڪيو، پوءِ وڻن جا پن اُٻاري کائڻ شروع ڪيائون.“ ڳوٺان ڳوٺ ٻُک ۽ موت ديرو ڄمايو. مردن جون ڇيلهيون ٻيٽيون تي ويون. عورتن جا اُرهه سڪي مردار گوشت وانگر لٽڪڻ لڳا. ٻارڙن جون پاسرائيون وٽجي سٽجي اندر پيهجي ويون ۽ پيٽ ڦوڪڻن وانگر ڦوڪجي ٻاهر نڪري آيا. اهڙي صورتحال ۾ هو گهبرائجي پنهنجي ويران جهڳين کان ٻاهر ٿي نڪري آيا. ٻاهر رستي تي هو اڪيلا نه هئا پر سندن اڳيان پويان هڪ اڻکٽ جهان هو جيڪو اوتيندو ٿي آيو، انهن ۾ ٻار ٻه هئا جيڪي سڏڪندي ٿي ويا، عورتون ٻه هيون جيڪي ڪلئي عام

وڪرو پئي ٿيون. ڪجھ مري ويا، ڪجھ ڦرجي ويا پر جيڪي هلي پئي سگھيا سي هلندا رهيا، جيڪي ٻانپڙا پائي ٿي سگھيا تن ٻانپڙا ٿي پاتا" (صفحو نمبر 222)

ان قسم جي منظر ڪشي اسانکي خواجا احمد عباس ۽ ڪرشن چندر جي لکڻين ۾ ئي ملي. قدرت الله شهاب ڪنهن افسانوي نه پر حقيقي انداز ۾ انهيءَ پيڙا ڀرئي دور جي عڪاسي ڪئي آهي، جنهن جو ڄاڻڻ اسانجي نوجوان نسل لاءِ انتهائي ضروري آهي.

## وهم پرستي يا دماغي خلل

قدرت الله شهاب ڪٽي شديد وهم پرستيءَ جو شڪار بڻجي ٿو وڃي ۽ انجو کليو اظهار به ٿو ڪري. ڪيس مافوق الفطرت واقعن سان واسطو پوندو ٿي رهيو پر ڪيس ڪڏهن به پنهنجي ذهني صحت تي شڪ نه ٿيو. مثال جي طور تي شهاب نامي جي هڪ باب "بملا ڪماريءَ جو بيچين روح" ۾ ڪو روح هر هر سندس چپل گم ڪريو ڇڏي. ويهاڻي مان چرچر جا آواز ٿا اچن. سليپر پاڻ مرادو ويهاڻي جي غلاف اندر هليا ٿي ويا. صابڻ دانٽي غسلخاني مان پاڻ مرادو ويهاڻي تي ٿي آئي. بسڪٽن جو پڙو پاڻ مرادو کلي ٿي ويو. ميز تي رکيل سگريٽ باڪس ويهاڻي تي اچي کلي ٿي ويو. سگريٽ چپن کان ڇڪجي پري ٿي وڃي ڦٽو ٿيو. در تي ٺڪ ٺڪ ٿي ٿئي ۽ ريشمي ڪپڙن جي سرسراهٽ سان اچو دونهون ڪمري ۾ پکڙجي ٿي ويو. سرهاڻ تي پکڙي ۽ ڦوهارو هلندي ٿي محسوس ٿيو پوءِ بند ڪمري ۾ چئني پاسان پٿرن ۽ سرن جو ڇڻ مينهن ٿي وسيو." (صفحو نمبر 248ع 249)

ان قسم جا واقعا درج ڪرڻ گهٽ عقل ماڻهن ۾ وڌيڪ وهم پرستيءَ جو سبب ٿو بڻجي پر قدرت الله شهاب انکي بملا ڪماريءَ جي بيچين روح جي شرارت ٿو ليکي.

## گانڌي جي

قدرت الله شهاب گانڌيءَ تي پڻ چوهه ٿو ڇنڊي ۽ ننڍي ڪنڊ جي هن عظيم اڳواڻ تي پڻ اُهوئي گند ٿو ڦٽو ڪري جيڪو اسانجي سرڪاري نصابي ڪتابن جو خلاصو آهي. ستر ورهين کان اسين پنهنجي شاگردن کي اِهوئي پيا پڙهائيندا اچون ته گانڌي هڪ تعجب ڀريو اڳواڻ هو، پوءِ ڀل دنيا اِها ڳالهه مڃي يا نه. مهاتما گانڌيءَ کي ويهين صديءَ جي عظيم ماڻهن ۾ آئن اسٽائن ڪانپوءِ ٻيو درجو حاصل آهي پر ڇا ڪجي جو آئن اسٽائن يهودي هو ۽ گانڌي هندو ۽ ڪين عظيم ليکڻ اسان آڏو يهود ۽ هنود جي سازش ئي ٿي سگهي ٿي. هو لکي ٿو:

"مهاتما گانڌيءَ جي بي تعصبيءَ واري گوڏ سامهون واري پاسي کان ايندڙ واچوڙي ۾ اُڏاري پري وڃي ڦٽو ٿي ۽ هو پنهنجي اصل رنگ ۽ روغن ۾ الف اگهاڙو ٿي ويو. اهنسا پرم ڌرم جي انهيءَ ڪوڙي پڄاريءَ جي اشارن تي نچندڙ انڊين نيشنل ڪانگريس جا منصوبا مسلمانن خلاف اوترا ئي خطرناڪ ۽ ڀوائتا نڪتا جيترا هندو مهاسڀا يا راشٽر يا سيوڪ سنگهه جا ليکيا ويندا هئا. اجائيين اِهو چئجي ته ڪانگريسي منصوبا ٻين فرقيوار تنظيمن کان وڌيڪ خطرناڪ ۽ ڀيانڪ هئا."

اهي لفظ اهڙا ئي آهن جهڙا اسين مُني صديءَ کان پنهنجي شاگردن کي پڙهائيندا پيا اچون، جنهن جو نتيجو هڪ طرفي سوچ جي صورت ۾ ئي ٿو نڪري، اِها حقيقت آهي ته گانڌي هندستان جي ورهاڱي جو مخالف هو پر سندس شخصيت جا ڪيترائي پاسا آهن جنکي دنيا قدر جي نگاهه سان ٿي ڏسي. گانڌي جيڪڏهن تعصب ڀريو هجي ها ته انهن علائقن ۾ جتي مسلمانن جو قتلام پئي ٿيو، وڃي هندن کي روڪڻ لاءِ پنهنجي جان جوکم ۾ نه وجهي ها. تاريخ شاهد آهي ته گانڌيءَ مسلمانن جو قتلام روڪرائڻ لاءِ ڪوشش سان گڏوگڏ وڏي ڄمار هوندي به پاڪستان کي انجو حق ڏيارڻ لاءِ مرن برت رکيو پر قدرت الله شهاب آڏو انهن ڳالهين جي ڪا اهميت ناهي. ڪانگريس هندستان جي ورهاڱي

خلاف ضرور هئي پر انکي مسلمانن جي خلاف سڏڻ اينئن ئي آهي جيئن مسلم ليگ کي هندن خلاف ليکڻ. کانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ هندستان جي ورهاڱي تي اختلاف ضرور هئا پر ٻنهي پارٽيون کنهن مذهب جي پيروڪارن خلاف نه هيون. اِها ڳالهه آهي ته ورهاڱي کانپوءِ مسلم ليگ "قراردادِ مقاصد" ذريعي اسلامي بنياد پرستيءَ تي هلڻ واري راهه اختيار ڪئي ۽ اڳتي هلي پاڪستان کي "اسلامي ريپبلڪ" بڻايو. جيڪڏهن کانگريس تعصب ڀري هجي ها ته اڄ لڳ ڀڳ پندرهن کان ويهه ڪروڙ مسلمان ڀارت ۾ رهي نه سگهن ها. جيترا حملا هن "اسلامي ريپبلڪ" ۾ مختلف مسجدن ۽ امام بارگاهن تي ٿيا آهن سي اسانکي تعصب ڀريو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن پر اسين اجان تائين اِهو ثابت ڪرڻ ۾ مست آهيون ته ڪانگريس اسان کان وڌيڪ تعصبي هئي جيتوڻيڪ حالتون ۽ واقعا انجي ٻنهه اُبتڙ پيا ثابت ڪن. ڪاش قدرت الله شهاب اڄ جيئرو هجي ها ۽ پنهنجي هڪ طرفي بيانيي جو نتيجو ڏسي ها ته شايد پنهنجي موقف ۾ ڪا تبديلي آڻي ها.

## لياقت علي خان

ساڳي ريت قدرت الله شهاب 1946 واري عبوري حڪومت جو ذڪر ڪندي لياقت علي خان جي خزاني واري وزارت جي غير مشروط پنيرائي ٿو ڪري، جڏهن ته حقيقت اِها آهي ته انهيءَ بجيٽ صنعتڪار ۽ واپاري طبقي تي وار ڪيو هو جيڪي ڪانگريس جا بنيادي حمائتي هئا. جيئن ته لياقت علي خان پاڻ نوابزادو هو انڪري صنعتڪاري ۽ واپار وڻج سان سندس پري پري جو به واسطو نه هو انڪري هو اِهو سمجهڻ کان قاصر هو ته اُن وقت ننڍي کنڊ کي صنعت ۽ واپار کي هٿي ڏيڻ جي گهرج هئي نه کي جاگيرداري جي تحفظ جي. لياقت علي خان واري بجيٽ ئي آخرڪار ڪانگريسي اڳواڻن ۽ سندس حمائتي صنعتڪار ۽ واپاري طبقي کي اِهو سمجهڻ تي مجبور ڪيو ته شايد هندستان جي ورهاڱي جي نتيجي ۾ مسلمانن جو ڊار ٺيڪ ئي باقي

هندستان ۾ تيز رفتار صنعتي ترقيءَ جو سبب بڻبو. جيڪڏهن ايندڙ ڏينهن جي تاريخ جا شاهدي ڏئي سگهي ٿي ته چاڙي سگهون ٿا ته اڄ مني صدي گذرڻ ڪانپوءِ پارت ۽ پاڪستان جي صنعتي، واپاري، معاشي ۽ سماجي صورتحال ۾ ايترو فرق ڇو آهي. قدرت الله شهاب لکي ٿو:

”هڪ بجيٽ رٿ اِها هئي ته هڪ لک رپين کان مٿي واپاري نفعي تي پنجويهه سيڪڙو خاص انڪم ٽئڪس وصول ڪيو وڃي. ان قسم جا ڪجهه بيا به ٽئڪس هئا جن جو سڌوسنئون وار دولتمند ماڻهن تي ٿيڻو هو جن ۾ اڪثريت انهن برلائن، ڈالميائن ۽ ٻين هندو سيٺين جي هئي جن جي ڳجهه ڳوهه واري مالي مدد ذريعي ڪانگريس جو سمورو ڪاروهنوار هليو پئي. بجيٽ جو اعلان ٿيندي ئي هندو سرمائيدارن ۾ ڪهرام مچي ويو. هنن ڪانگريسي اڳواڻن کي ست سريون ٻُڌايون ۽ ڪانگريس جي مالي امداد بند ڪرڻ جي ڌمڪي ڏنائون.“ (صفحو نمبر 283)

ان جي تسلسل ۾ اڄ به ڏسون ٿا ته پاڪستان ۾ واپارين، صنعتڪارن ۽ سرمائيدارن ڪانسواءِ وچولي طبقي وارا ئي ٽئڪس ڏين ٿا جڏهن ته زرعي آمدني رکندڙن، جاگيردارن ۽ زميندارن تي ٽئڪس نه هئڻ جوڳو آهي. قدرت الله شهاب وڌيڪ لکي ٿو:

”بجيٽ واري مامري هندو واپارين، صنعتڪارن ۽ سرمائيدارن جون اکيون کولي ڇڏيون. کين اوچتو ئي اوچتو اِهو فڪر واسو ڪري ويو ته گڏيل هندستان جي حڪومت ۾ جيڪڏهن مسلمانن جو ڪو عمل دخل رهيو ته سندن مفادن تي سدائين ڪونه ڪو وار ٿيندو رهندو. هميشه جي مٿي جي سور کان بهتر ٿيندو جو مسلمانن کي زمين جو ڪو ٽڪر ڏئي کين ڌار ڪري ڇڏجي ته جيئن نه رهي بانس ۽ نه وڄي بانسري. ان ريت هندو سرمائيدار پڻ دل جان سان پاڪستان جي گهُر جا حمائتي بڻجي ويا.“ (صفحو نمبر 284)

قدرت الله شهاب جن چڱن لفظن سان صورتحال جي اُپٽار ڪئي آهي تنهن لاءِ هو جس لهڻي. جيتوڻيڪ هُن لياقت علي خان جي ساراهه ڪئي آهي پر اِها ڳالهه بنهه واضح طور تي سمجهه ۾ ٿي اچي ته

نوابن، نوابزادن ۽ خان زادن جا مفاد کھڙي ريت واپارين ۽ صنعتڪارن جي مفادن کان مختلف هئا ۽ ڪھڙي ريت انهن کي هندو مسلمان اختلافن جو روپ ڏنو ويو هو جڏهن تہ اصل ۾ اها مختلف طبقن جي مفادن جي ويڙهہ هئي جنهن ۾ جاگيردار پاڪستان ۾ ڪامياب ٿيا ۽ صنعتڪار هندستان ۾.

## اوڀر پاڪستان

شهاب نامي مان اسانکي پتو ٿو پوي تہ پاڪستان ٺهڻ کان هڪدم پوءِ ڪھڙي ريت اولهہ پاڪستان جا اڳواڻ اوڀر پاڪستان کي ڇڙ جو نشانو بڻائيندي نظرانداز ڪري رهيا هئا. ناڻي واري وزير غلام محمد جي ڪمري ۾ هڪ گڏجاڻيءَ جو ذڪر ڪندي قدرت الله شهاب لکي ٿو:

”ڪجھہ بحث ڪانپوءِ جڏهن سينيٽريءَ جي سامان جو حصو طئي ٿي ويو تہ تعليم واري وزير مولوي فضل الرحمان جهيڻي لهجي ۾ رٽ پيش ڪئي تہ جيڪڏهن انهيءَ امپورٽ جو ڪجھہ حصو ڍاڪا جي لاءِ بہ رکيو وڃي تہ مناسب ٿيندو، انهيءَ رٽ تي وڏا ٽهڪ لڳا. ڪنهن چيو تہ ڍاڪا ۾ ڪو خاص اڏاوتي ڪم شروع ٿي نہ ٿيندو انڪري اوڏانهن سينيٽريءَ وارو سامان اماڻڻ جي ڪا ضرورت ناهي، هڪ صاحب تہ چڙ ڪيو تہ بنگالي تہ ڪيلي جي جهڳي جي اوٽ ۾ ويهي خلاصا ٿيڻ جا عادي آهن سو هو ڪموڊ ۽ واش بيسن حاصل ڪري ڇا ڪندا.“ (صفحو نمبر 309)

## حج جو احوال

شهاب نامي جي هڪ باب ۾ قدرت الله شهاب پنهنجي حج جو ذڪر پڻ تفصيل سان ٿو ڪري، جنهن مان پتو ٿو پوي تہ رڳو پنجاهہ سال اڳ حج جا انتظام ڪيترا نقص ڀريا هئا. هاڻ تہ حاجين لاءِ تمام گھڻي صاف سٿري رهائش وغيره ميسر آهي پر اُن وقت جي ڪاڪوسن جو

حال ڪائنس ھڏو:

”ڪو اڌ ميل ڪن ھلڻ ڪانپوءِ ھڪ چارديواري آئي جنھن ۾ تمام گھڻا ننڍڙا ننڍڙا دروازا ڦھيل ھئا، ھر دروازي آڏو مائھن جي ڊگھي قطار ھئن ۾ لوٽا ڪٽي انتظار ڪري رھي ھئي. ھڪ شخص ڪجھ قرش وٺي مونکي بہ پاٽيءَ سان ڀريل ھڪ لوٽو ڏنو، جيڪو سنيالي آڻا بہ قطار ۾ بيھي رھيس. چڱي موچاري دير ڪانپوءِ منھنجو وارو آيو. اندر ويس تہ قدمچي ۾ مٿين سطح تائين گند جو ڍير تري رھيو ھو. مونکي ايترو زورائتي اُلٽي آئي جو ترڪي انھيءَ ڌبڻ ۾ ڪري پيس ۽ چيلھ ڪان مٿي منھنجو سڄو جسم ۽ احرام غلاظت سان ڀرجي ويو.“ (صفحو نمبر 609)

## گورنر غلام محمد

قدرت الله شھاب پاڪستان جي ٽين گورنر جنرل ملڪ غلام محمد سان تمام گھڻو وقت گھاريو ۽ انجو احوال انتھائي دلچسپ انداز ۾ بيان ڪيو اٿس، جيڪو پڙھي اندازو ٿو ٿئي تہ اسانتي ڪاموراشاھيءَ جا ڪھڙي قسم جا ماڻھو مڙھيل رھيا آھن، ھو لکي ٿو:

”غلام محمد ڊگھي عرصي ڪان فالج جو مريض ھو ۽ سندس بلڊپريشر سدائين مٿي ٿي رھيو. ھو ڪجھ قدم ھلڻ ڪان بہ لاچار ھو ۽ اڪثر وھيل چيئر تي ويھي گورنر ھائوس ۾ پسار ڪندو ھو. سندس ھٿن ۾ ڪنبڻي ھئي ۽ ھو صحيح ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ لکڻ ڪان قاصر ھو. سندس ڳالھ ٻولھ ڪنھن ڪي بہ سمجھ ۾ نہ ايندي ھئي ۽ ڪاڏو ڪائيندي اڪثر گرھ سندس وات ڪان ٻاھر اوڳاڇجي ويندا ھئا. ڪڏھن ڪڏھن ھو ٻارن جھڙيون حرڪتون ڪندي چريو مست لڳندو ھو.“ (صفحا نمبر 642 ۽ 643)

## اسڪندر مرزا

قدرت الله شھاب اسڪندر مرزا سان پڻ جوڳو وقت گذاريو ۽ ھن بابت پڻ ڪجھ گھڻيون معلوماتي لکڻيون ڇڏيون اٿس. لکي ٿو:

”ميجر جنرل اسڪندر مرزا جي ڪم ڪار ڪرڻ جو طريقو انتهائي منظم هو. هو صبح اٺين وڳي کان منجهند هڪ وڳي تائين ٽڪي آفيس ۾ ڪم ڪار ڪندو هو. روزاني جا فائل ساڳي ڏينهن اُڪلائي ڇڏيندو هو. ڪڏهن به ڪنهن سرڪاري ڪم سانگي مونکي شام جو نه گهرايائين. سياسي ملڻ جلڻ ۽ جوڙ توڙ جا سمورا ڪم ڪار هو آفيس جي وقت کانپوءِ ڪندو هو.“ (صفحو نمبر 686)

اولهه پاڪستان ۾ ون يونٽ ڪهڙي ريت مڙهيو ويو تنهن بابت قدرت الله شهاب جي لکڻيءَ تي هڪ نظر وجهو:

”چوڌري محمد عليءَ جي وزيراعظم مقرر ٿيڻ جي ٻن مهينن جي عرصي ۾ اولهه پاڪستان کي ”ون يونٽ“ بنائڻ وارو ڪم مڪمل ٿي ويو. انهيءَ رٿا جو بنياد اوڏي مهل پئجي چڪو هو جڏهن مارچ 1955 ۾ غلام محمد ”ويسٽ پاڪستان آرڊر“ جاري ڪري نواب مشتاق گورمانيءَ کي ون يونٽ جو گورنر ۽ ڊاڪٽر خان صاحبؔ کي وڏو وزير مقرر ڪيو هو.“ (صفحو نمبر 689)

ان ڪانسواءِ شهاب نامي ۾ اسان کي ريپبلڪن پارٽيءَ جي ٺهڻ جو تفصيلي پتو ٿو لڳي ته ڪهڙي ريت اسڪندر مرزا پاڻ مسلم ليگ جي ٻيڙيءَ ۾ ڇيد ڪيا ۽ پنهنجي هٿين آئين سان هٿ چراند ڪيائين. هو لکي ٿو:

”ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته صدر اسڪندر جمهوريت کان ڊنل هو ۽ انکي ناڪام ثابت ڪري پنهنجي شخصي آمريت مڙهڻ ٿي چاهيائين. هو شاهاڻي ٺٽ ٺانگر جو هيڪي هو ۽ بادشاهن جا طور طريقا ڏسي انتهائي موهجي ويندو هو.“ (صفحو نمبر 692)

اسڪندر مرزا جا شاهه ايران رضا شاهه پهلويءَ سان انتهائي سٺا ناتا هئا. قدرت الله شهاب جي لفظن ۾:

”شاهه ايران نجي محفلن ۾ شاهي وقار جو رنگ روغن لاهي انتهائي بي حجابيءَ سان ڪنهن بدلجڻي ”پلي بواءِ“ جو بادشاهاڻو روپ ڌاريندو هو. هو اگهاڙيون فلمون شوق سان ڏسندو هو ۽ ڪيس يورپ ۽ امريڪا جي وئشيا گهرن، ويشيائن ۽ فحش نگارن بابت تمام گهڻي ڄاڻ

هئي. هڪ ڏينهن شام جي چانهه تي هُن صدر اسڪندر مرزا کي ڏيڍ ڪلاڪ تائين جنسي علم ۽ فن جي مختلف پاسن کان واقف ڪيو ۽ آخر ۾ فتوا صادر ڪيائين ته معاشري ۾ سگهه ۽ ترقي ماپڻ جو صحيح پئمانو اِهو اهي ته ان ۾ جنسي آزاديءَ کي ڪيتري هٿي حاصل آهي.“

اسڪندر مرزا هٿان 1956 واري آئين جي پچڪڙي ۽ مارشل لا مڙهجڻ جو داستان ڪجهه هن ريت آهي:

”جمهوريت کي چٽڻ جو جيڪو عمل غلام محمد شروع ڪيو هو تنهن کي ميجر جنرل اسڪندر مرزا تڪميل تي رسايو. آڪٽوبر 1958 ۾ آئين منسوخ ڪرڻ جو ڪو جواز نه هو، ان وقت پاڪستان کي ڪنهن به قسم جو ڪو غير معمولي خطرو نه هو.“ (صفحو نمبر 715)

## ايوب خان

جڏهن ايوب خان اقتدار سنڀاليو ته قدرت الله شهاب موجب ايوب خان ڪوشش ڪئي ته پاڪستان کي مذهبي رياست بڻجڻ کان روڪجي پر هو ان ڳالهه تي فخر ٿو ڪري ته هُن ايوب خان کي اِهو ڪرڻ کان روڪيو. بقول قدرت الله شهاب جي، هُن ايوب خان کي لکيو:

”پنهنجي وطن جي سلامتيءَ لاءِ اسان کي اسلام جو ڍهل پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي ڪلئي عام پير تي ڏونڪو هڻي وجائڻو پوندو پوءِ پل انجي دهمڪ اسان جي ڪنن تي ڪيتري ئي ڳري ڇو نه هجي. جمهوريا پاڪستان سان اسلامڪ لفظ لڳائڻ سان جيڪڏهن ڪنهن جو ذهن وچئين دور ڏانهن ٿو وڃي ته وڃڻ ڏيو.“

ان ريت قدرت الله شهاب ايوب خان کي مذهب جي راهه تي لڳائي رکيو ۽ پوري ڪوشش ڪيائين ته پاڪستان جي سڃاڻپ هڪ مذهبي رياست طور ئي جُڙي. قدرت الله شهاب جهڙن آفيسرن جي برڪت سان ئي اڄ اسين طالبان ۽ سندن ڪرتن ڌرتن مذهبي انتها پسند عنصرن کي ڀوڳي رهيا آهيون.

ايوب خان جي شروعاتي دور ۾ پاڪستان رائٽرس گلڊ جي ٺهڻ ۽ سينسرشپ بابت قدرت الله شهاب جا ويچار ڪجهه هن ريت آهن:

”قرة العين حيدر مون وٽ آئي ۽ چوڻ لڳي ”هاڻ ڇا ٿيندو؟... ڇا هاڻ پونکڻ تي بہ پابندي هوندي؟“ مون مارشل لا ضابطن تحت پونکڻ جي خطرن ۽ خدشن جي ڪجهہ اُپٽار ڪئي تہ عينيءَ جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا ۽ چوڻ لڳي، ”اڙي صاحب! روز روز ڪير ٿو پونکي. پر پونکڻ جي آزاديءَ جو احساس بہ تہ هڪ عجيب نعمت آهي.“ منهنجو اندازو آهي تہ قرة العين حيدر ان پل ئي پاڪستان مان لڏڻ جو فيصلو ڪري ورتو هو.“ (صفحو نمبر 747)

صدر ايوب بابت قدرت الله شهاب صاف گوئيءَ کان ڪم ورتو آهي، لکي ٿو:

”صدر ايوب جو هاجو اِهو هو تہ هو سياستدانن خلاف ڪڙڪندو هو، مٿن ڦٽڪار وجهندو هو ۽ سندن خلاف ڌڪار ۽ حقارت ڀريا نعرا هڻندو هو. اقتدار جي ڪرسي ماڻڻ کانپوءِ هو ڏسندي ئي ڏسندي لنگوٽي ٽاٽي پاڻ بہ سياست جي آکاڙي ۾ لهي آيو ۽ اُتي عوام ۽ سياستدانن جي داؤپيچن ڪيس ڪرنگهي پر ڪيرائي وڌو ۽ گهلي اقتدار جي آکاڙي مان ٻاهر ڦٽو ڪيو.“ (صفحو نمبر 863)

## تعليم

اسان کي قدرت الله شهاب جو تورائتو ٽيڻ گهرجي جنهن تعليم بابت اسان جي حاڪمن جا ويچار انتهائي ايمانداريءَ سان اسان تائين پهچايا آهن. ايوب خان بابت هو لکي ٿو:

”هو تعليم جو قطعي مخالف تہ نہ هو پر ڪنهن هيڪ ڪانسواءِ ڪلئي دل سان انجي حق ۾ بہ نہ هو. سندس آڏو پڙهيل ڳڙهيل شهري طبقو هر معاشري ۾ هر فساد جو بڻ بڻياد هجي ٿو. پڙهيل ڳڙهيل بابوٽائيپ ماڻهن تي عام طور تي ۽ وڪيلن جي طبقي تي خاص طور تي هو پنهنجي شڪ شُبهي ۽ ڇٽر جو وڏي واکي اظهار ڪرڻ جو ڪو موقعو هٿين نہ وڃائيندو هو. سندس آڏو اعليٰ سطح واري تعليم جو دائرو فقط سائنسي، ٽيڪنيڪي، فني ۽ پيشوراڻي شعبن تائين محدود

هٿ گهربو هو. انهن ڪجهه مخصوص شعبن کان علاوه ڪاليج جي سطح تي انڊاڊنڊ عام تعليم جو دل سان مخالف هو.“ (صفحو نمبر 890)

ايوب خان جنهن حضرت کي اولهه پاڪستان جو گورنر مقرر ڪيو يعني نواب ڪالاباغ، تنهن جا تعليم بابت ويچار ڄاڻڻ لاءِ قدرت الله شهاب جا لکيل هيءَ لفظ اُملهه آهن:

”هڪيرو لاهور ۾ شاگردن ڪجهه ڏڦير ڪيو ته نواب ڪالا باغ شهر جا سمورا ڪاليج اڻڄاتل مدي لاءِ بند ڪري ڇڏيا. ڪاليج بند ٿيندي چڱا موچارا ڏينهن لنگهي ويا ته صدر ايوب خان مون کي لاهور اماڻيو ته ڪوشش ڪري نواب صاحب کي ڪاليج کولڻ تي راضي ڪريان. ان ڏس ۾ نواب ڪالا باغ سان منهنجي جيڪا ڳالهه ٻولهه ٿي سا جيئن جو تيئن هيٺ پيش آهي:

شهاب: نواب صاحب! صدر ايوب ان ڳالهه تي فڪرمند آهي ته لاهور جا ڪاليج بند ٿيندي تمام گهڻو عرصو لنگهي چڪو آهي.

نواب صاحب: صدر صاحب کي ڪاليج بند هئڻ جو ايترو فڪر ڇو آهي؟

شهاب: شاگردن جي پڙهائي جو حرج پيو ٿئي.

نواب صاحب: پڙهائيءَ جي حرج مان ڇا ٿيندو؟

شهاب: تعليم جو وقت ضائع ٿيندو.

نواب صاحب: ان مان ڇا ٿيندو؟

شهاب: هڪ تعليمي سال مارجي ويندو.

نواب صاحب: تعليمي سال مارجي ويو ته ڇا ٿي ويندو؟

انهيءَ بيوقوفاڻي سوال جو مون وٽ ڪو جواب نه هو. نواب صاحب جو چوڻ هو ته، ”جيڪڏهن هڪ سمورو نسل ئي اڻپڙهيل رهجي وڃي ته به ڪو فرق نه پوندو. منهنجي يا صدر جا ابا ڏاڏا ڪهڙو بي اي يا ايم اي هئا.“ (صفحو نمبر 814)

اسان کي قدرت الله شهاب جو ٿورائتو هئڻ گهرجي جو هن اسان کي اِهو سمجهڻ ۾ مدد ڪئي آهي ته اڄ جيڪڏهن پاڪستان تعليم جي شعبي ۾ دنيا جي پوئتي پيل ملڪن ۾ شامل آهي ته ان ۾ ايوب خان

جهڙا آمر ۽ سندن گورنر نواب ڪالا باغ ان ۾ ڪهڙي ريت ملوث رهيا آهن.

## ايوب خان، ڪوسيگن ۽ شاستري

قدرت الله شهاب لکي ٿو ته، "تاشقند ۾ ايوب خان چرچي طور ڪوسيگن کي پارٽي وزيراعظم شاستري ۽ بابت چيو ته، "مون کي قطعي اُميد نه هئي ته انهيءَ چاڙکي جيڏي هيٺي ماڻهو سان ڪا فيصلي انگيز ڳالهه ٻولهه ٿي سگهندي" اِهو ٻڌندي ئي ڪوسيگن تپجي ويو ۽ انتهائي سخت لهجي ۾ صدر ايوب کي چيائين، "مسٽر! شاستري هڪ عظيم قوم جو مڃيل ۽ مانائتو اڳواڻ آهي. اسين سندس دل سان عزت ٿا ڪريون. اوهان کي اِهو زيب نٿو ڏئي ته منهنجي آڏو سندس شان ۾ ان نوعيت جا بدليڻا لفظ استعمال ڪريو." (صفحو نمبر 925)

## ايوب خان جو زوال

قدرت الله شهاب ايوب خان جي زوال بابت لکي ٿو:

"صدر ايوب پنهنجي چونڊ جي راهه ۾ هر رڪاوٽ هٽائڻ پنهنجو حق سمجهڻ لڳو هو، انهيءَ عمل سندس آڏو جائز يا ناجائز جو فرق مٽائي ڇڏيو. منهنجي خيال ۾ زوال ڏانهن سندس اِهو يقيني قدم هو." (صفحو نمبر 1025)

قدرت الله شهاب تفصيل سان لکيو آهي ته ڪهڙي ريت ايوب خان سرڪاري مشينري فاطما جناح خلاف ڏانڊليءَ لاءِ استعمال ڪئي ۽ ڪهڙي ريت گوهر ايوب ڪراچيءَ ۾ قتل عام ڪيو.

## يحيٰ خان، نور خان ۽ تعليم

يحيٰ خان اقتدار تي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ نور خان کي تعليم جو وزير بڻايو. "ايئرمارشل نور خان پنهنجو ڪم انتهائي سنجيدگيءَ سان

ڪرڻ شروع ڪيو. تعليم واري وزارت وٽس ئي هئي. هو چڪلالا ايئر فورس بيس ۾ رهندو هو ۽ اسلام آباد سيڪريٽريٽ هيليڪاپٽر جي اڏام ذريعي ايندو هو. ڳالهه ٻولهه ۾ هو ڳالهائيندو گهٽ ۽ تقرير گهڻي ڪندو هو ۽ ڪم ڪار ۾ ڦڙتيلي ۽ اڏ پڪيل رٿابنديءَ جو نماءُ گهڻو ڪندو هو. هُن پنهنجي اوسي پاسي ڪجهه پڙهيل ڳڙهيل نوجوان گڏ ڪيا هئا جن جا ويچار پنهنجي ڪتب آڻيندو هو. گهڻ ۾ گهڻ تعليم بابت ايئرمارشل جي سوچ جو انداز ڪجهه هن ريت هو ته علم رڳو ڪتابن مان ئي حاصل نٿو ٿئي جن کي انتهائي سست رفتاريءَ سا صفحو صفحو ڪري پلٽائڻو ٿو پوي بلڪ اِهو هوائي جهازن ۾ پري اُڏامجندڙ ڪو ڪارگو آهي. پهرين ڏينهن جنهن طمطراق سان هن تعليم واري وزارت تي پير مبارڪ ڌريا، تنهن مان ظاهر تي ٿيو ته هو جڏهن چاهيندو، دريءَ مان ڳچي ٻاهر ڪڍي ”ڪل جا سر سر“ جو نعرو هڻندو ۽ مرگلا ٽڪريءَ جي پٿرن ۽ پهڻن مان علم ۽ هنر جا جهرڻا ڦٽي نڪرندا.“ (صفحو نمبر 1090)

قدرت الله شهاب شايد واحد ڪامورو هو جنهن ايترو تفصيل ۽ ايمانداريءَ سان اُهي اکين ڏٺا واقعا لکيا آهن جن جو ڄاڻڻ اسانجي نسلن لاءِ انتهائي ڪارائتو ثابت ٿيندو. قدرت الله شهاب جي تمام گهڻين ڳالهين ۽ عملن سان اختلاف ڪري سگهجي ٿو پر ان ڳالهه کان انڪار ممڪن ناهي ته هو انتهائي پڙهيل ڳڙهيل ۽ قلم جو صاحب آفيسر هو، جنهن پنهنجي طور تي جيڪي ڪجهه ڏٺو ۽ سمجهيو تنهن کي قلمبند ڪيو ته جيئن اسان کي ماضي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. ان ريت قدرت الله شهاب يقيني طور تي ڪامورا شاهيءَ جو هڪ نادر نمونو هو جنهن نه رڳو پنهنجي ذميواري نڀائي پر شهاب نامي ذريعي پنهنجو پاڻ کي امر بڻ ڪري ڇڏيائين.



ڊاڪٽر ناظر محمود جو پيشو تعليم ۽ شوق لکڻ پڙهڻ آهي. سندس هفتيوار ڪالم روزاني جنگ ۽ دي نيوز ۾ شائع ٿيندا آهن. سندس مقالن ۽ مضمونن جا موضوع تاريخ ۽ عالمي ناتن سان گڏوگڏ سياست، تعليم، ادب ۽ فلمن تائين پکڙيل هجن ٿا. ناظر محمود ڪراچيءَ ۾ ڄائو ۽ جامعہ مليہ مان مئٽرڪ ڪيائين. هُن تعليم جي شعبي ۾ برطانيا جي يونيورسٽي آف ليڊز مان ماسٽرس ۽ برمهنگم يونيورسٽيءَ مان پي ايچ ڊي ڪئي، انڪانسواءِ هُن پيٽرس لوممبا يونيورسٽي ماسڪو مان پڻ تعليم پرائي.

آءِ بي اي ڪراچي، همدرد يونيورسٽي، گرنيچ يونيورسٽي ۽ ايريا اسٽڊي سينٽر ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائيندو رهيو. پي ايچ ڊيءَ ڪانپوءِ تعليمي انتظامڪاريءَ وارو شعبو اختيار ڪيائين ۽ گڏيل قومن جي اداري، يورپي يونين، عالمي بينڪ، يو ڪي ايڊ، يو ايس ايڊ ۽ ڪينيڊا جي ترقياتي رٿائن تي ڪم ڪندو رهيو آهي.

هيل تائين هڪ درجن کان وڌيڪ ڪتاب ترجمو ڪري چڪو آهي جن ۾ اسٽيون هاڪنگ جو مشهور ڪتاب ”وقت جو سفر“ ۽ ڊاڪٽر عائشا صديقا جو ڪتاب ”خاڪي ڪمپني“ شامل آهن.